كٿا

# اونهي ڳالهه اسرار جي

(جلد II)

## جمال ابڙو



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد سنڌ.
1998ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر ٻہ سؤ اوڻويهہ

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس<br>ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ. |
| ڇپيندڙ | القادر پرنٽنگ پريس ڪراچي. |
| ڪمپيوٽر ڪمپوزر | بشير جمالي |
| پهريون ايڊيشن | سيپٽمبر 1998ع |
| | قيمت 110/- رپيا |
| | پڪي جلد سان 130/- رپيا |




---

ONHEY GALAH ISRAR JEE (Auto-Biography - Vol. I1) Written by JAMAL ABRO. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammad, Hyderabad, Sindh. Pakistan. First Edition September 1998. Price Per Copy Rs. 110/-
Book No. 219

# شڪريو

ڪيترن صاحبن خط لکي يا فون ڪري هن ڪتاب جي پهرئين حصي بابت پسنديدگيءَ جو اظهار فرمايو آهي. هڪ نوجوان ڪجهه طنز ڪندي آخر ۾ لکيو آهي تہ، ”مونکي توهانجي ماناڻتي موت جو انتظار رهندو.“ سندس وات گلاب. هيئنان لکيو اٿائين، توهان جو دعاگو فلاڻو. مان بہ ڪيس دعا ٿو ڪيان تہ ڪيس ايتري سمجهہ ۽ جرئت عطا ٿئي جو منهنجي غلطين جو برملا اظهار ڪري ۽ تصحيح ڪري.

هن ڪتاب کي آتم ڪهاڻي سمجهيو ويو آهي. پر ائين ناهي. آتم ڪهاڻي آهي آتم اگهاڙ. اول پاڻ سچاڻ کپي، پوءِ آتم اگهاڙ ٿيندي. سڄي ڄمار گذري وڃي ٿي ماڻهو پنهنجو پاڻ کي ڳولهي نٿو لهي. روسو، گانڌي ۽ گورڪيءَ جهڙا وڏا ماڻهو بيشڪ آتم ڪهاڻي لکي سگهن ٿا. مان تہ اڃان پيو نائي نيڻ نهاريان ۽ پاڻ ڳولهيان. ان ڪري هن ڪتاب جو عنوان ٿي رکيو اٿم، ”اونهي ڳالهہ اسرار جي“

شڪريو ادا ٿو ڪريان فيروز احمد ميمڻ صاحب جو جنهن منهنجي سيمابي طبيعت باوجود، پهريون حصو بلامعاوضي ڇپي ڇڏيو. پر ڪورَ تي ڪارو ڪارونيار الائي ڇو رکيائين. ڪمپيوٽر آپريٽر بشير احمد جمالي صاحب جو بہ ٿورائتو آهيان جو منهنجا آڏا ابتا اکر پڙهي ٿو وڃي.

دعاگو

**جمال ابڙو**

بسم الله الرحمن الرحيم

**امڙ ـ**

منهنجا ناناڻا منگواڻا آهن. يوسف ميرڪ، تاريخ مظهر شاهجهاني ۾ ڪين وطن پرستي ۽ وطن دوستي جي پاداش ۾ فرمائي ٿو ته، ”منگواڻا وڏا حرامي آهن ۽ اسان کي ڏاڍو تنگ ڪيو اٿن.“ مان دشمن وٽان اهو چڱي چال جو سرٽيفڪيٽ سمجهي اکين تي چايان ٿو. منگواڻا ويڙهاڪ، جنگجو ۽ ڏاڍمڙسي ۾ اڄ تائين مشهور آهن، جيتوڻيڪ منجهن الهه لوڪ، درويش ۽ بزرگ پيدا ٿيا جيئن حضرت احمد فقير منگواڻو جنهن جي درگاهه الهندي ڪچي حيدرآباد ۾ واقع آهي. مغل شهزادو يوسف ميرڪ جو ڪين مهڙي تيز ۽ تند لقب سان ٿو نوازي تنهنجا ضرور ڪي وڏا سبب هوندا. سندن ڳڙهه تلتي ۽ انڙپور وارو علائقو هو. اهو علائقو لاڙڪاڻي، ڳاها ۽ شڪارپور تائين هو جنهن کي باغبان يا ڪاهان به سڏيندا هئا. مان پانيان ٿو ته اهو ڪاهان لفظ جو تاريخن ۾ آيو آهي سو اصل ۾ آهي ئي ڳاها. ڳاها ابڙا اڄ تائين انهيءَ علائقي ۾ گهڻي تعداد ۾ آهن. اهو علائقو دولهه دريا خان جو هو جو پاڻ به سماٽ قبيلي جو هو ۽ سڀ سماٽ قومون ڳاها، سميجا، ابڙا، سانگي، پنهور، ساند، منگواڻا وغيره، مغلن لاءِ مٿي جو سور هئا، جنهن جو ذڪر مغل نواز تاريخ نويسن دل کولي ڪيو آهي. دولهه دريا خان جي شهادت کان پوءِ به سنڌي، سالن جا سال وڙهندا آيا. تاريخ طاهري (ترجمو: نياز همايوني) صفحي 70 تي آيو آهي ته مغل (يعني شاهه بيگ ارغون) 921هجري ۾ سنڌ ۾ آيا پر تڏهن به سمن 927 هجري تائين حڪومت هلائي، معنيٰ ته سما پيش نه پيا ۽ وڙهندا آيا. دريا خان جا پٽ منڻ خان، محمود خان ۽ امير سارنگ ڪيئي جنگيون جوتيون. انڙپور ۽ تلتيءَ وٽ وڏيون لڙايون لڳيون. تاريخ طاهري وارو لکي ٿو ته، شاهه بيگ ارغون، باغبان پرڳڻي کي لٽي ڦري پينگ ڪري ڇڏيو. وڌيڪ لکي ٿو ته شاهه بيگ 924 هجري ۾ مئو ته سنڌ جي ماٺهن خاص ڪري سمن ڊل ڏيڻ بند ڪئي، شاهه حسن وٽ عذرخواهي لاءِ به ڪونه ويا ۽ دڙڪن جي باوجود بغاوت تي سندرو ٻڌي بيٺا (تاريخ طاهري

۔ صفحو 68، 69، 70). صفحي 70 تي اچي ٿو تہ مغل قتل عام تي لهي آيا. ڳورهارين زالن جا ڪچا ٻار پيتان ڪڍي نيزن تي چاڙهي گهٽين ۾ گهمائيندا ڦيرائيندا سڀني لوڪ کي ڏيکاري ڏهڪائيندا رهيا. جيڪو بہ سامهون ٿي آيو تنهن کي ٻنان ٻچاڳاچا ۽ کهل جي ترارين سان ڳيا ڳيا ڪري تي ڇڏيائون. سمن جون زالون ٻار ڪيڻ تي ڪني انهن سوڌو درياهہ ۾ ٻڏي ميون. جيڪي باقي بچيا تن کي مغلن ٻڌي بنديخانن ۾ هٽي ڇڏيو. نہ رڳو شهر پر سڄو ملڪ تباهي ۾ اچي ويو. ڇا مسلمان ۽ اسلام ائين ٿيندو آهي؟ سنڌ جي ست سال جنگ آزاديءَ جي تاريخ "خرابي سنڌ" مان ڪڍي ويئي ۽ شاهہ حسن حڪومت ورائي ورتي. اهو چنگيز ۽ هلاڪوءَ جو اولاد وري اچي ڪڙڪيو آهي ۽ خرابيءَ سنڌ لاءِ سندرو ٻڌيون بيٺو آهي. تاريخ ڏاڍي ظالم آهي ڪنهن کي بخشي نٿي. آزادي حاصل ڪرڻ کان، آزاديءَ کي برقرار رکڻ تمام اوکو عمل آهي. ذري غفلت بہ اهوئي حال ڪندي جيڪو درندہ صفت شاهہ حسن ۽ سندس اوپرن فوجين ڪيو. صفحي 71 تي اچي ٿو تہ شاهہ حسن (غازي) ملڪ جي اصلي مالڪن کي اهڙو نيست نابود ڪيو جو ڄڻ سندن وجود ئي ڪونہ هو. فسادي سمن جون پاڙون ئي پٽجي ويون، جنهن بہ تابعداري کان منهن تي موڙيو تنهن کي مغلن جيئرو نٿي ڇڏيو. سردارن توڙي زميندارن سان اهڙيون جٺيون ٿيون جو نيزا ڀالا ڇڏي، گهوڙا ڦٽي ڪري هاريءَ ۽ ٻٽي پورهئي ۾ جنبي ويا. زالن توڙي مردن تي مغلن جي ظلم جي اهڙي هيبت طاري ٿي ويئي جو ڪنهن مغل کي ڏسندي سندن ساهہ سڪي تي ويو ۽ زالن جا ٻار ڪِري تي پيا. ڪڇ جي راڻي راءِ ڪنگهار سمي جڏهن آڻ نہ مڃي تہ شاهہ حسن، ڪڇ ۾ ڪاهي پيو ۽ سڄي ملڪ جون آباد ٿيل زمينون ساڙائي پٽ ڪري ڇڏيائين. 933 هجري ۾ مرزا شاهہ حسن ملتان تي ڪاهيو ۽ اتي داخل ٿيڻ سان رڻ ٻاري ڏنو. ڄڻ ڪا آسماني آفت نازل ٿي. اهڙي محشر ۾ پيءُ پٽ کان، ۽ ڀاءُ ڀيڻ کان وڇڙي غنيم جي وَر چڙهي ويا. اهي زالون جن ڪنهن ڏاڙئي ماٺهوءَ جو منهن تہ ڇا پر آواز بہ ڪونہ ٻڌو هو ۽ سدائين سندن ست سلامت رهندو تي آيو سي اوپرن (مغل فوجين) وٽ قيد ٿي ويون (تاريخ طاهري صفحو 50 ۽ 51). پوءِ اي اکين وارا عبرت وٺو (قرآن). خبردار سنڌواسيو. بگهڙ وري اچي رڍن ۾ پيا آهن.

948 هجري ۾ همايون بادشاهہ سنڌ ڏي ڀڄي آيو تہ مرزا جي حڪم

تي نٽي ڪان بڪر تائين بيٺل سڀ فصل سازائي تباهه ڪيا ويا. جنهن به ڪڙميءَ کو زمين جو ٽڪرو آباد ٿي ڪيو ته ان جي ڪل لهرائي ٻهه سان پرائي ٿي ڇڏي. ماڻهن آنَ ڪٽو اکين سان ڪونه ٿي ڏٺو. هرڪو ماني ماني ڪندو مرندو ٿي رهيو. آخرڪار سخت ڏڪار اچي منهن ڪڍيو ۽ ماڻهو بک وگهي جان کان بيجان ٿيندا رهيا. سڄي سنڌ ۾ ايڏي پينگ ڪاهي پيئي جو جتي ساوڪ ۽ رونق ڏسي پکي لاتيون لنوندا هئا اتي ڇپرن جا چرڙاٽ پڌڻ ۾ پي آيا. (تاريخ طاهري صفحو 82 ۽ 83). پوءِ عبرت ونو. اي اکين وارؤ!

ظاهر آهي ته اهڙي افراتفري ۽ بربريت جي عالم ۾ عزتدار ماڻهو، مال متاع ڇڏي، عزت ۽ ڄڃون بچائي گمناميءَ ۾ دور دراز علائقن ۾ ويا. گهڻن ته ذاتيون به مٽائي ڇڏيون. اڄ تائين نج سومرا ڏسو ته واڍا، ڏوبي، ٻڪڻ، ڪنهباتي ۽ عيساٽي وغيره پيا سڏائين. ائين سميجا ابڙا به چنا ۽ پوءِ سانگي ٿي ويا، ڇاڪاڻ ته چنا به ڪاڇي جا ڏاڍا مڙس ۽ زوراور هئا ۽ مٽن به حڪمرانن جي ڪٽڪي هئي. ارغونن ۽ ترخانن جي به آخر اهڙي حالت ٿي جو ارغون ۽ ترخان قوميت کي رد ڪري ترڪ سڏائڻ لڳا ۽ نيٺ ترڪ لفظ به ترڪ ڪري لوهر ٿي ويا. هي سڀ تاريخ جون ستم ظريفيون آهن. منهنجا ناناٽا به ٺلٽي ۽ انڙپور جو علائقو ڇڏي باغبان ضلعي لاڙڪاٽي تعلقي ميهڙ ۾ گودڙٽي طرف گوشه عافيت تلاش ڪري پنهنجو جدا ڳوٺ منگواٽي پڌي وينا ۽ سڄي تر تي تسلط قائم ڪري ويا. شهر به منگواٽي، تپو به منگواٽي، ديهه به منگواٽي ۽ وڏيرو به منگواٽو. ڏاڍا مڙس ۽ جنگجو ته هئا سو سڄو تر پنهنجي اثر رسوخ ۾ آٽي ڇڏيائون. سندن ڳڙهه تي حاڪمن کي وري ڪتڪو ٿيو تن جانوري چانديا آٽي اتي آباد ڪيا جي حاڪمن جي هشيءَ تي ڪنڌنس جاري رکندا آيا. نيٺ وڏيري لانگهه خان منگواٽي پنهنجو جدا ڳوٺ پڌي اچي سانگين ۽ منگواٽي ڪان سڏ پنڌ تي خلاصو ڳوٺ پڌي ماڙيون نهرائي وينو. منهنجو نانو وڏيرو مير محمد به ان ڳوٺ جو ٽي هئو. مون کي سندس نقش اڃا ياد آهن. جهڙو يوناني، گهڙيل نڪ نقشو، ڪشادي پيشاني ۽ گورو رنگ. امان به هوبهو نانا جهڙي هوندي هئي. مون کي شڪ پوندو آهي ته منگواٽا ڪٿي يوناني يا منگول نسل جا ته نه آهن. ڇاڪاڻ ته سين جو قد ڪاٺ ۽ نقش اهڙا آهن. هي ته ڏڪا آهن پر نانو ڏاڍو خوبرو جوان ۽ گرم مزاج جو هو. جيڪڏهن ڪو ڪيس وڏيرو ڪري نه سڏيندو

هو تہ منهن ڦيرائي ٻئي پاسي ڪري ڇڏيندو هو. جانورين تي ڪتڪي هوندي هئس، جيتوڻيڪ اهي زور وارا، شاهوڪار ۽ وڏي قوم وارا هئا. ڪين وڏيرو ڪري تسليم نہ ڪندو هو ۽ نہ عيد براد تي سندن سلام تي ويندو هو حالانڪ منهنجو ڏاڏو عمر خان، زماني سارو، وڏيري محمد صادق جانوريءَ وٽ ويندو هو. جيتوڻيڪ سانگي ۽ جانوري پاڻ ۾ اٽڪندا رهندا هئا پر ڏاڏو سائين تدبر ڪان ڪم وٺي صلح سانت سان رهندو آيو؛ پر ڪنهن جانوريءَ کي مجال نہ هئي جو سانگين جي ڳوٺ ۾ اچي يا پرسان لنگهي. هڪ دفعي ڪو وڏيري جو پٽ گهوڙي تي چڙهي گهرن پرسان لنگهي ويو. پوءِ تہ ممڻ مچي ويو نيٺ وڏيري پنهنجي پٽ کي ڇينڀ ڪڍي. ڀهراڙيءَ ۾ وجود قائم رکڻ لاءِ مسلسل جاکوڙ ڪرڻي ٿي پوي. سانگي ڏاڍي ارڏي قوم آهي. لاڙڪاڻي شهر پرسان دودائيءَ جا سانگي تہ مشهور آهن. ڏينهن ڏٺي جو وچ شهر ۾ لاڙڪاڻي جي بازار ۾ دشمن کي ڊوڙائي ڊوڙائي قتل ڪري دنبها هڻندا هليا ويندا. دودائي جا زميندار سيد سڳورا سيد بخشل شاهہ ۽ ٻيا تن سان تورا اختلاف ٿيا تہ سيد سڳورا زمينون توڙي حويليون ڇڏي هليا ويا ۽ انهن ۾ سانگي پيا رهن. پرسان ڏاهاٽي بلوچ ٿا رهن جي وڏا ڪاتڪو ڌاڙيل ۽ خوني آهن پر اهي بہ سانگين ڪان ڪن هڻن. جيتوڻيڪ غلام حسين انڙ جهڙي زبردست ماٺهوءَ سان بہ مهاڏو اٽڪايائون. دودائيءَ جا ٿي مڙس سعدو، سدائي ۽ روشن سانگي تہ ناليرا، جٽڪ ڪهاڻي ڪردار، ڏاڍا مڙس هئا. توري ڳالهہ تي مچ پٽي ڦرڪندي هئن، پنهنجن سانگين سان اٽڪيا تہ پاڻ بہ سانگين هٿان خون ٿي ويا. سيد عمر شاهہ هڪ ڌاڙيل ساماٽو. ان سان تہ اهڙي ڪار ڪيائون جو اڄ تائين خبر ڪانہ پيئي تہ ڪٿي غار ٿيو. لاش بہ ڪونہ لڌس. ڪجهہ سال اڳ هڪ جتوئيءَ بہ هڪڙو سانگي اسڪولي ٻار قتل ڪري وڌو. ڳالهہ ڦهلي تہ ذات سانگي نڪري پيا. وجن تہ هڙ جتوئي اڳ ۾ ئي گهر ۽ بيڻل فصل ڇڏي گم ٿي ويا هئا. وڙول تي سانگي نڪري پيا. نيٺ جيڪب آباد ضلعي ۾ ڏس پتو پيو تہ هڪ سانگي مڙس فقير ٻڻجي هڪ نار تي ديرو چمائي ينگ گهوٽڻ ۽ مڪان هلائڻ لڳو. نيٺ ملزم جتوئيءَ کي ڳولهي ساٿس سنگت رکي، هڪ رات سندس منڊي لاهي گودڙيءَ ۾ وجهي لاڙڪاڻي اچي سردار اڳيان ڦٽي ڪيائين. ڀهراڙيءَ ۾ جيئڻ لاءِ وڏا جتن ڪرڻا پون ٿا. پير صاحب پاڳارو مون تي ڏاڍو مهربان آهي، جڏهن

وٽس حاضري ڏيندو آهيان ته ڪلي ڪيڪاري ياڪر پاڻي ڳڌ ويهاريندو ۽ ڪافي پياريندو آهي. مون ڪي چوندو آهي، آ ابڙا بادشاهه. هڪ ڏينهن چيومانس ته قبلا مان سانگي آهيان ته خوش مزاج ته آهي سو هڪدم مونکان پري بيهي چيائين تون ته خطرناڪ آهين. ايڏا سال لڪ ڪيو اٿئي، نيت چاهي؟ پير سائين ڏاڍو منو ماڻهو ۽ وضعدار آهي سو اتيئي ڳڌ ويهاري ڪافي پياريائين. چيائين اڄ مونسان انگريز علي شاهه ملڻ ٿو اچي سو ويهه متان مونکي انگريزي سمجهه ۾ نه اچي. هڪ ته پير صاحب انگريزي تمام سٺي ڄاڻي جو لنڊن ۾ رهيو ۽ پڙهيو آهي، ٻيو ته انگريز علي شاهه جي ڳجهارت سمجهه ۾ نه آيم سو پڇيم ته سرڪار اهو انگريز علي شاهه الائي ڪهڙو. ڪلي چيائين اهو قومي اسيمبلي وارو ڊپٽي اسپيڪر. هڪدم سمجهيم ته پير سائين، ظفر علي شاهه جي ڳالهه پيو ڪري جو ته شاهه صاحب زور ڪري انگريزي ڳالهائيندو آهي. پير صاحب ۾ مزاح جو حس ڏاڍو ڀرپور انداز ۾ آهي. هڪ ماڻهو آيو فخرالدين حبيب جو ضيائي دؤر ۾ شورڪي جو نامزد ميمبر هئو. مون ڪي چيائين ته پير صاحب ڪي سفارش ڪر ته مون ڪي سينيٽ جوميمبر ڪرائي. مون انڪار ڪيو ته مان اهڙي جسارت ڪانه ڪندس ته ٻه چيائين ته تون ڳالهه ڪڍ پوءِ مان پاڻهئي عرض ڪندس. انهيءَ ڪسڙ قسڙ ۾ هئاسون ته پير صاحب جو بلا جو ذهين آهي ڪلي پڇيو ته ابڙا بادشاهه تنهنجي دوست ڪي اميدواري (حمل سان هجڻ) آهي ڇا. مون چيو هائو قبلا ۽ پوءِ موڪلائي ٻاهر نڪري وينس ۽ هو ٻاهر پڳهرجي نڪتو ۽ مون ڪي پنهنجي ڪار ۾ ڪٽي گهر پڄائي ويو ۽ ڏوراپا ٻه ڏيندو هليو.

نانو سائين ٻه اڪيلو سر، جانورين جي ڳڙهه ۾، وڏي همت ۽ مردانگيءَ سان ديرو ڄمائي ويٺو. ٻني ٻارو پنهنجو هئس ۽ مال متاع ٻه سو ٻاهريون شان ۽ دٻدٻو رکندو آيو. جنهن لاءِ ماڻهوءَ ڪي ڪهرو، تند، تيز مزاج، جهڳڙالو ۽ جهيڙاڪ ٿيڻو ٿو پوي. نانگن بلائن ۽ ڀورن ڊڳن ۾ رهڻ سان اهڙيون ئي خاصيتون ڏارڻ ڪرڻيون پون ٿيون. نانو ڏاڍوو دلير، بهادر ۽ قوت فيصلي ۾ اٽل هو. اها رڳ امان ۾ ٻه هئي ۽ مان سمجهان ٿو ته مون ۾، ڪمال ۾ ۽ ادا وڏي (شمس الدين) ۾ ٻه هئي جيتوڻيڪ ادا وڏو نهايت بردبار، خاموش طبيعت ۽ ٺڏو هوندو هو. پر هڪ لڳا آرهڙ جي ٽاڪ منجهند جو ادا جي آفيس (اوطاق) ٻاهران چيخون ۽ رڙيون پئجي ويون. سامهون هو

گهر ڪرسچن نرسن مس مل ۽ مسز فتح چند جو. ادا دير ٿي ڪانہ ڪئي. اگهاڙي پيرين ٻاهر ڊوڙيو. پاڙي وارا بہ چار نڪتا پر چپ هٿ ٻڌيو بيٺا رهيا. ٿيو ڇا جو ڪي لوفر هڪ ڪرسچن نياڻي کي زوريءَ ٽئڪسي ڏانهن گهليندا پئي ويا ۽ مس مل ۽ ڀين جون رڙيون پيون پون. ادا، بدن جو ڳورو تہ بہ هڪلون ڏيندو ڊوڙي وڃي ان لوفر کي ٿڦون هنيائين ۽ ڇوڪريءَ کي ڇڏائي ڇپائينس وڃ اندر ۽ دروازو بند ڪري ڇڏيو. بدمعاشن تي بہ دهشت اهڙي ويئي جو وٺي ڀڳا. نرسون تہ پوءِ ادا جون مريدياڻيون ٿي ويون. امان بہ ۽ نانو سائين بہ ائين هڪدم فيصلو ڪري صورتحال جو نقشو ئي ڦيرائي ڇڏيندا هئا. چوندا آهن تہ مڙس اهو جو مهل تي ڪم اچي. مهل وٺي، تہ هٿ مليندو رهجي ويجبو. آرهڙ جي گهٽ ۽ حبس ۾، مڇرن ۽ ڪُٽ جي آزار ڪان نانو ڪپڙا لاهي چادر مٿان وجهي کهاڙي پاسي ۾ رکي سمهي پوندو هو. آڌي رات جو رڙيون ٿين يا چور چور جي پڪار اچي تہ نانو سٽ ڏيئي کهاڙي کڻي چورن پٺيان ڀڄندو ويندو هو ۽ پٺيان ناني ويچاري سندس گوڏ کنيو سڏ ڪندي ويندي هئس. پوءِ جي چور ڀڄي ويا تہ نانو بہ گوڏ ٻڌي موٽي اچي کٽ تي ويهندو يا چوڌاري ڪن تاڙ ڪري چونڪي ڏئي ايندو هو. نانو بيمار ٿيو تہ لاڙڪاڻي جي سول اسپتال ۾ اچي داخل ڪيائونس. تنگ پڪريز ڪري سڄي وٺي هئس. نہ هئي اليڪٽرسٽي نہ پکا سو مريضن جون کٽون وارڊ مان ڪڍي ٻاهر کليل هوا ۾ رکندا هئا. ڊاڪٽرن چيو تہ آپريشن ٿيندي، شيشي سنگهائي بيهوش ڪبو. نانو ضد ٻڌي بيٺو تہ ڇاجو شيشي ڇاجي بيهوشي مونکي اتيئي وارڊ ۾ آپريشن ڪيو. سندس ضد آڏو ڊاڪٽرن آڻ مڃي پر خدشو هئن تہ مٿان رڙيون ڪري ۽ ٻيا مريض وياڪل ٿين. پر ڊاڪٽرن جو وڍ ڪٽ شروع ڪرڻ ۽ ناني سائين جو دعائن ۾ شروع ٿيڻ. "اڙي ڊاڪٽر شل ٻچا ٻچندئي، شل ست پٽيتو ٿيندين، الله ڪندو خوش هوندين، وڏو داختر (ڊاڪٽر) ٿيندي. کٽ تي تنگ لڙڪايون پيو هو، هيٺ باتلي رت ۽ پونءِ سان ڀرجي ويئي پر ناني سسڪي بہ نہ ڀري. اهڙو دل گڙدي وارو هو. پر ڦٽ ويو خراب ٿيندو. تن ڏينهن پينسلين بہ ڪانہ نڪتي هئي سو زهر چڙهي ويو يعني انفيڪشن ڦهلجي ويئي. ڊاڪٽرن آسرو لاهي ڇڏيو. ناني کي لاريءَ ۾ ڪڻائي ڳوٺ آندائون جتي پهچڻ سان ڪلمو پڙهي دم ڏنائين.

مامو حاڪم، سندس وڏو پٽ اڃا ٻار هجي، ماءُ تہ اڳ ۾ ئي گذاري وئي هئس پر مامي اهڙا جوهر ڏيکاريا جو ناني کي بہ مات ڏئي ويو. مامو حاڪم ڇاڪاڻ تہ ٻار هو، نہ هئس ماءُ نہ پيءُ نہ چاچو نہ مامو. سو امان کيس پاڻ سان وٺي اچي ڳوٺ سانگي ۾ رهايو. پر مامو اهڙو اولي العزم جو چوي تہ منهنجو ڳوٺ، منهنجا ٻني ٻارا، منهنجا گهر گهاٽ. سو مان هت ڪيئن ويهان. حالانڪ گهر ماڙيون ڍهي پٽ تي ويا هئا. پر مامو نيٺ پڄي اچي پنهنجي ڪکن ۾ وينو. لسڙاٽ، مُڇن جي ساوڪ سان هجي پر اهڙو انتظام رکيائين ۽ اهڙو ڌاڪو ڄمايائين جو هرڪو پيو ڪانئس ڪن هڻي ويندي جانوري وڏيرا بہ ساڻس نہ الجهندا هئا. جيتوڻيڪ هو وڏي زور وارا ۽ راڄ وارا هئا ۽ سندن وڏيرو محمد صادق جانوري وڏو بردبار ۽ سمجهدار ماڻهو هئو. مون پاڻ ڏٺو. ڊگها مٿي جا وار ۽ سونهاري ڳاڙهي مينديءَ رتل، پڳ سان ڪٽ تي آهليو پيو هوندو هو ۽ هر آئي وئي جو آدرياءُ ڪري کيڪاري، پيو راڄن جا فيصلا ڪندو هو. مجوتي بہ ڏاڍي هئس. مامو وٽس لڙي بہ ڪونہ ويندو هو. سو اهو ڪٽڪو رهندو هئس، مٿان وري مامو سندس راڄ وارن جانورين سان بہ گهٽو الجهندو هو پر وڏيرو ڪجهہ نہ ڪري سگهندو هو.

مامو هڪ اڙٻنگ جوان ٿي اسريو ۽ نسريو. طاقتور اهڙو جو گودڙئي جبل تي ويو تہ اتي هڪ وڏي جاندڙهہ رکي آهي. گهڻائي پهلوان ان کي کڻڻ جي ڪوشش ڪندا آهن پر کي تہ ان کي چوري بہ ڪونہ سگهندا آهن. مامو بہ ويو، ۽ ويتي ئي زور لڳائي ان کي مٿيرو ڪنيائين. پوءِ تہ اُن کي پٽي ڪٽي ڪلهي تي رکيائين ۽ پوءِ اتي بيهي رهيو. ائين اها جاندڙهہ کٽي ويو. پو تہ سڄي ميلي ۾ واهہ واهہ ٿي ويئي. جاندڙهہ کڻڻ سان مامي جي ڪلهي تي جو ڦٽ ٿي پيو سو اسان پاڻ ڏٺو ۽ کي مهينا ڪونہ ڇٽو ۽ نيٺ ڪڙي ٻڌي ڇٽي ويو. اها مامي جي ڦوهہ جواني هجي. طاقت وري اهڙي جو چاندي وارو روپيو چپٽيءَ ۾ جهلي وٺي جو مهتو ڏئي تہ اکر تيل اکر گسي وڃن. ڪوڏيون کٽي هٿ جي ترين سان جو يڪوڙي مهتو ڏئي تہ کُتو ٿي وڃن. هڪ دفعي لاڙڪاڻي ۾ مان ڪمال ۽ مامو گهمندا پيا وڃون تہ هڪ هنڌ ڊنب ماڻهن جو بيٺو هجي. اتي ڪنهن هرڻ جي نري آندي هئي. شرط لڳي پئي هئي تہ ڪو توڙي ڏيکاري. گهڻن ئي پهلوانن زور ڏنا پر نري ڪانہ ٽٽي. شايد ڪا اهڙي

مضبوط ٿي ٿئي. مامو به نه مڙيو وچي پٽ تي ويهي نري ٻنهي هٿن ۾ جهلي ونئي جو زور ڏنائين ته تِڙڪو ڪري ڀڄي پيئي. جنهن ماڻهوءَ نري آندي هئي تنهنجو منهن ئي لهي ويو. مٿان وري مامي چيس ته ٻه نريون ڪڍ ته هڪ سَٽ گڏي ڀڃان. هو ته خوش ٿيو ته هاڻي ته پڪ هارائيندو سو ٻه نريون ڪڍي ڏنائينس. مامو به پٽ تي ويهي پير ڪپائي، ونئي جو زور ڏنو ته ٻئي نريون تِڙڪو ڏيئي ٽٽي پيون. ائين ڪڪڙ جو بيضو به ڪنڌائتو نه ٽٽندو آهي. سو گهر اچي جو مامي جو ڪارنامو ٻڌايوسين ته ادا شمس چيو ته بيضو توڙي ڏيکاري ته مڃيون. اسان به پيا عجب ڪائون ته بيضو ڪيئن نه ٽٽندو. واري واري سان اول گهر ڀاتين ڪوشش ڪئي پر بيضو ڪونه ٽٽو. نيٺ مامي تريءَ ۾ جهلي چيو ته بابا چو ٿا اجايو منهنجا ڪپڙا خراب ڪيو ڇڏيو ڪٽي، پر ادا شمس به ضد تان لهي ڪونه. مامي به بيضو ترين جي وچ ۾ جهلي زور ڏنو ته تِڙڪ ڪري ڦِسي پيو ۽ مامي جا هٿ ۽ ڪپڙا خراب ٿي پيا سو چيائين ته بابا اجايو ٻاراڻو ضد ڪٽي ڪيو.

ٻانهن جو ٻل ٻي ڳالهه آهي، دل جو ٻل ٻي ڳالهه. اِهو به مامي ۾ ڀرپور هئو. هزار دشمنين باوجود، گهر ٻاهران جهنگ ۾ اڪيلو ئي اڪيلوئي کهاڙي پاسي ۾ ڪيون ستو پيو هوندو. جهنگ ۾، جهانگي ٽيڻو ٿو پوي. شڪر جو منهنجو ٻالڪپڻو به جهنگ ۾ گذريو، جيتوڻيڪ ڪنهن به وڏي واردات سان دوبدو ٽيڻو ڪونه پيو. ها، هڪ لڳا چا ٿيو جو ڳوٺ مان هاري لاڙڪاڻي دانهن ڪٽي آيا ته چاچي غلام علي ناليءَ کي ٻندو هٽائي ڇڏيو آهي ۽ اسان جي زمينن جو پاڻي بند ڪيو اٿائين ۽ سياٽي نالي جا سندس زمينن مان ٿي نڪري سا لتائيندو. چوندا آهن ته ٻني ۽ ونيءَ تي سر ڏبا آهن. امان ۽ ادا شمس به مون کي ۽ ڪمال کي روانو ڪيو ته وڃو ڳوٺ. مان سترهن سالن جو ۽ ڪمال پندرهن سالن جو. انهيءَ مهل ريل ۾ چڙهي راڌڻ پهتاسون ۽ لاريءَ ۾ ميهڙ. ميهڙ وياسون چاچي غلام عليءَ جي گهر ته خبر پيئي ته ٻنين تي ويل آهي. اسين ٽانگو ڪري مامي وٽ لانگهه جي ڳوٺ رات گذاري ۽ مامي سان حالي احوالي ٿياسون. مامي خبر لهي ڏني ته سانگين ۾ ڏاڍو شور آهي. صبوح جو غلام علي خان پاڻ بيهي نالي لتائيندو. صبوح جو سويل اٿي مامي کي چيوسين ته اسان سان گڏجي هل. صاف انڪار ڪيائين. سياڻو ماڻهو، چيائين بابا هي سانگين جو پنهنجو معاملو آهي، مان منگواڻو وچ ۾ نه

پوندس. توھان پاڻ وچو. اسان ٻئي چوڪرا هتي خالي، پھرين سڌو ڳوٺ وياسون تہ خبر پيئي تہ چاچو لئين ڪھاڙين سان همراھ ويو، بندوق ڪڻي پاڻ بيٺو نالي لتارائي. اسان وڃڻ لاءِ تيار ٿياسون تہ پڪيون ٿيون، قرآن مٿي تي ڪڻي روئڻ لڳيون ۽ اسان کي واسطا وڌائون تہ نہ وڃو. پر اسين ڪونہ مڙياسون. سڌو آياسون واردات تي. اٺ ڏھ مڙس ڪھاڙين ۽ ڪوڏرن سان نالي بيٺا لتائين. مان ناليءَ تي ٿي بيھي رهيس. ڪمال ننڍو منھنجي پرسان بيٺو رهيو. چيم چاچا هي مناسب ناهي. چاچي ڪڻي بندوق سڌي ڪئي ۽ هڪل ڪيائين تہ هٽي پري ٿيو. سندس آڱر بندوق جي گھوڙي تي هجي، پر اسين اصل ڪونہ ڇُرياسين. پيا تہ نہيو، اسان جو پڦاٽ ماستر خان محمد، جنھن کي نوڪري بہ بابا وني ڏني هئي، سو بہ ٻہ هٿ پيو اڏامي ۽ ڪھاڙي پيو اولاري. هڪ بندوق ٻيو ڪھاڙي، صورتحال ڏاڍي گنڀير هئي. ائين ٿي تہ خون ٿيندا آهن. پر مان ۽ ڪمال نہ ڏناسون نہ چرياسون. معمولي شھري ڇوڪرا تن ۾ ايڏو صبر ۽ همت بہ هڪ عجيب ڪارنامو هئو. هوڏانھن وڏو چاچو علي نواز جو چاچي غلام عليءَ سان ٻٽ بيٺو هو سو ڪيس ڪن ۾ ڪجھہ چوندو رهيو. صورتحال موجب مون سمجھيو تہ بندوق هٽڻ لاءِ پيو چويس. جڏهن صورتحال چوٽ (ڪلائيميڪس) تي پھتي تہ اوچتو بگھڙ وانگر رومڙ ڪري، مامو هتين خالي، ڪمال جرئت سان هڪ ٻوٽي مان نڪتو ۽ خان محمد کي ٿڦ هڻي ڪھاڙي کسي، بندوق سامھون ٿي بيھي رهيو. سندس اهڙي جرئت ۽ حوصلي تي سڀ سراپجي ويا. مامي، چاچي کي مخاطب ٿي چيو تہ مان منگواٿو آهيان، اوهان سانگين جي جهيڙي ۾ منھنجو واسطو ناهي، باقي خانصاحب علي خان جي ٻچن کي لاوارث ڪري مارائڻ ڪونہ ڏيندس. گھڻن جون منديون لهنديون. چاچو علي نواز جو مڄاڻ چاچي غلام عليءَ کي بندوق هلائڻ کان روڪي رهيو هو تنھن موقعو موزون سمجھي ڳالھايو تہ وڙهو نہ، هلو تہ وڏيري کان فيصلو ڪرايون. انهيءَ تي سيني راضپو ڏيکاريو. مامو وڏي رٿابندي، حوصلي ۽ عقلمنديءَ سان سويل ئي هتين خالي اچي هڪ ٻوڙي ۾ لڪي ويٺو هو ۽ پنھنجي رشتي جي سؤٽ شيرل منگواٽي کي وري ٻئي ٻوڙي ۾ لڪائي ويھاريو هئائين، جا خبر مون کي پوءِ پئي. شيرل کي چيل هو تہ هو تڏهن ظاهر ٿئي جڏهن جهيڙو اڻ ٽر ٿي وڃي يا چوٽ چڙهي وڃي. اهڙي نوبت ئي ڪانہ آئي سو مامو شيرل ظاهر ئي ڪونہ ٿيو. ڀهراڙيءَ ۾

جيئڻ لاءِ ائين جتن ڪرڻا پون ٿا. سڀ آياسون وڏيري محمد صادق جانوريءَ وٽ. وڏيري صاحب سڀن سان خوش خيرعافيت ڪري حال احوال پڇيا ته ڪو ڪونه ڪچي. وڏيري مامي ڏي ڏٺو ته مامي چيو، ”مان ته خيري واتهڙو، سانگين جو ڊنبلو لئين ڪهاڙين سان ڏنم سو جهيڙو تاري توهان وٽ آندو اٿمان. بيو مڙيئي خير.“

وڏيري مون کان پڇيو، مان چا چاٽان اوطاقي آداب ۽ حال احوال جا طور طريقا. سو بنا للي چپيءَ جي چيم ته چاچي جي ہنيءَ مان نالي اسان ورهين کان وهندا آهيون. اوچتو چاچي کي الائي ڪهڙي سُجهي جو نالي لتائڻ بيهي رهيو. مان ۽ منهنجو هي ڀاءُ وٽس وياسون ته چاچي ڪٽي بندوق سڌي ڪئي. هاٿي آيا آهيون توهان وٽ.“ وڏيري چاچي غلام عليءَ کي چيو وڏا منشي (هيڊ منشيءَ کي ائين چئبو هو) هي چا. چاچي چيو ته هاڻو منهنجي زمين آهي، منهنجي مرضي جيئن وڻي تيئن ڪيان. وڏيري چيو، ”نه ميان غلام علي نه. ائين مناسب ناهي. جڏهن ورهين کان اها نالي وهي ٿي ته هاڻي ڇو بند ٿيندي. ڪو سبب، ڪو اهنج؟“ ڪو سبب ته هئو ڪونه سو چاچو چپ رهيو. مامي موقعي جو فائدو وٺي وڏيري جي تعريف ڪندي چيو واهه وڏيرا واهه، تنهنجو انصاف. بيشڪ انصاف وارو آهين. ائين وڏيري جي ڳالهه کي انصاف جو نپو هڻي معاملو ختم ڪري ڇڏيائين. وڏيري به ڪلي چيو ته اٿي ڀاڪر پايو. شابس هجي وڏيري محمد صادق کي. جي چاهي ها ته جهيڙو وڌائي سانگين کي پاڻ ۾ ويڙهائي ڪمزور ڪري ڇڏي ها، پر حق جو ڪلمو چئي معاملو سلجهائي ڇڏيائين. لاڙڪاڻي موتي ڳالهه ڪئي سون ته امان ته سراپجي وئي پر ڏِک ڪانه ڏنائين. ادا شمس تپي ڳاڙهو ٿي ويو. بابا کي خبر پئي ته ڏاڍو ڏک ٿيس ته جن ڀائرن جي هڙئون وڙئون هر طرح جي مدد ڪئي هئائين تن سندس پٽن تي بندوق سڌي ڪئي. چاچو غلام علي پوءِ به اسان وٽ ايندو ۽ ٽِڪندو هو ۽ مان ڪيس ڊاڪٽر پوهومل ڏي علاج خاطر وٺي ويندو هئس. بابا کي ايترو ڏک هو جو چون ٿا ته آخري بيماريءَ ۾ چاچو غلام علي ڪانئس پڇڻ آيو ته منهن ڦيرائي ہئي پاسي ڪري ڇڏيائين؛ باقي سالن جا سال ڀاءُ کي نه ڏورابو ڏنائين نه اُف چيائين. دل جي ڳالهه دل ۾ رهجي ويس.

مامي حاڪم جو هڪ بيو واقعو به ذڪر ڪجي ته چڱو. ان مان

مامي جي مزاج ۽ منهنجي طبيعت جي بہ خبر پوي ٿي. سال 1943ع ۾ مان ڪراچيءَ ۾ انٽر سائنس ۾ پڙهندو هوس. بابا خرچ لاءِ مهيني سر موڪليندو هو پندرهن رپيا جن ۾ ڪاڏو، ڪتاب، ڪپڙو لٽو، صابڻ تيل، دوا درمل سڀ اچي ويو. پئسو پنجڙ پاڇي هوندو ئي ڪونہ هو. مامي جي تار مليم تہ يڪدم پهچ. هڪ پئسو ڪونہ پيو پنڌ اٿانگو، ڏڪرن ۾ اچي ويس. بهرحال پنج ڇهہ رپيا ڪري ٽڪيٽ وٺي صبوح جو راڌڻ پهتس جتان لاريءَ ۾ ميهڙ. مامو اڪواٽ بيٺو هو چيائين تہ ابا جانورين مٿي پڪاريو آهي سو اڄ ڊپٽي چڙهي ايندو. ڊپٽي معنيٰ ڊپٽي ڪليڪٽر ۽ سندس آمد ڪي چڙهائي سمجهيو ويندو هو. سو مامو ڪجهہ فڪرمند هو. پاڻ پنڌ ئي ڳوٺ روانو ٿيو ۽ مون کي چيائين تہ تون پلي بگيءَ ۾ اچ. ابا تون انگريزي ڄاڻين تـو الائي ڪهڙي ڳٽ مٽ ڪن سو تون ضرور هججانءِ. ٽانگي جي انتظار ۾ هئس تہ هڪ ٽانگي ۾ ہہ معتبر ماڻهو ڏٺم سو ٽانگي واري کي چيم تہ مون کي بہ ڪنيون هل. صاف انڪار ڪيائين چي ڏسين نٿو صاحب ويٺو آهي. صاحب ڪو رڃ چڱو مڙس هو سو مون کان پڇيائين تہ ڪٿي ويندين. مون چيو منگواٽي. چيائين پوءِ ويهہ اسين بہ منگواٽي ٿا وڃون. مون کي پاڻ سان ويهاريائين. حال احوال ڪندي خبر پئي تہ هو خود ڊپٽي صاحب هو ۽ منگواٽي جانورين جي شڪايت پڌڻ ٿي ويو. ڊپٽي صاهب هو مسٽر شاهہ محمد شيخ جو بعد ۾ گهڻا گهڻا سال پوءِ جڏهن مان شڪارپور ۾ سٽي مئجسٽريٽ ٿي ويس تہ اتي رٽائرمينٽ کان پوءِ وڪالت ڪندو هو ۽ منهنجي پياري ۽ فرشتہ سيرت دوست ڊاڪٽر انور شيخ جو پيءُ هو. شيخ صاحب پاڻ بہ پلوڙ ماڻهو وضعدار ۽ انگريزي ادب جو عالم هو. ائين ڊپٽيءَ سان گڏ مان بہ وڏيري محمد صادق جانوري وٽ وڃي مهمان ٿيس. وڏيري جا پڪي عمر وارا پٽ وڏيرو محمد صديق ۽ وڏيرو محمد صالح بہ هئا. مون کي خدشو ٿيو تہ شايد ڪو وڏو جرڳو ٿئي. اتي ڊپٽي صاحب پڇيو تہ وڏيرا اهو ڪير شخص آهي جنهن جي آزار کان توهان پڪاريو آهي ۽ مون کي سڏايو آهي. وڏيري محمد صادق جانوري وڏي معصوميت سان جواب ڏنو، سائين! الائي ڇا نالو اٿس. ياد نٿو اچي. ائين چئي پنهي پٽن ڏانهن نهاريائين تہ انهن بہ ٻئي هٿ کولي لاعلمي ڏيکاري. هيءَ وڏي چالاڪي هئي وڏيرن جي. هڪ تہ اهو ٿي ڏيکارڻ چاهيائون تہ سندن ڪابہ شخصي دشمني يا ڄاڻ سڃاڻ ان ماڻهوءَ سان ڪانہ

هئي پيو اهو تہ مذڪور شخص تمام معمولي ۽ غير اهم هئو. اتي مون هڪدم چيو ”وڏيرو حاڪم“. تہ وڏيري محمد صادق ٽوڪ وچان چيو تہ هائو حاڪم حاڪم. ڊپٽي صاحب چيو تہ پوءِ سڏايوس نہ ڇتي. سڀني وڏيرن يڪ آواز چيو تہ، ”صاحب، اسان جي سڏ تي ڪونہ ايندو. تون پاڻ گهرائينس؟ هي پيو حملو هو مامي حاڪم تي تہ هو ڪو اهڙو سر ڦريو آهي جو سڏائڻ تي ڪونہ ايندو. ڊپٽي صاحب ان صورتحال ۾ پنهنجي ماڻهوءَ، جو شايد سپروائيزنگ تپيدار هئو، کي چيو تہ بابا تون وڃ ۽ انهي حاڪم کي وٺي اچ. تپيدار صاحب ڊپٽيءَ واري بگيءَ تي چڙهي مامي جي ڳوٺ ويو. ائين مامي جي پاڻ عزت تي ۽ وڏيرن جو وار خطا ويو. مامو تہ مڇن کي تاءُ ڏئي، ڏاڙهيءَ کي اُڀي ڦڻي ڏيئي، پڳ ٻڌي اڳيئي تيار ويٺو هو. مامو پڳ جا ور ڏاڍا سٺا ڏيندو هو ۽ سندس پٽڪو مشهور هوندو هو. اوطاق ۾ گهڙڻ سان ”صاحب السلام عليڪم“ چئي وڏيرن کي نظرانداز ڪري ويو. ڊگهو، قداور، لڳن جو رانوڙ، پنجٽيهہ کن سالن جو مضبوط جوان، پنهنجي شخصيت سبب ڇانئجي ويو. اچڻ سان، چوڦير نظر ڦيرائي ويهڻ جي جاءِ جو جائزو ورتائين. پٽ تي ويهڻ وارو مڙس ڪونہ هئو. هڪ خالي ڪرسي ڏسي، ڇڪي ان تي ٽنگ ٽنگ تي چاڙهي ويهي رهيو. هي ڳالهيون ماڻهوءَ جي سرشت ۽ ساخت ۾ ازخود اچي ٿيون وڃن. جيڪا گفتگو هلي سا اکر بہ اکر ڏيڻ دلچسپيءَ کان خالي نہ ٿيندو. ڊپٽي صاحب شروعات ڪئي:

”ها حاڪم خان، توکي ڇا چوٽو آهي؟“

مامو ـــ صاحب مونکان ڇا ٿو پڇين، مون تہ توکي ڪونہ گهرايو آهي. پڇ انهن کان جن توکي گهرايو آهي. (مامو ڏاڍو پراعتماد هو.)

ڊپٽي: هائو، برابر پوءِ وڏيرا ٻڌاءِ تہ ڳالهہ ڪهڙي آهي؟

وڏيرو صادق: صاحب، حاڪم ڏنگو ماڻهو آهي.

اتي مامي رڙ ڪري، آگر وڏيري ڏي سڌي ڪري چيو:

خبردار وڏيرا. ڇا ۾ ڏنگو آهيان. ڪنهن جي رن ڪنئي اٿم؟

وڏيرو: نہ

مامو: ڪنهن جو لوڙهو لتاڙيو اٿم.

وڏيرو: نہ.

مامو: چور آهيان؟

وڏيرو: نه.
مامو: چور ويهاريان ٿو؟
وڏيرو: نه.
مامو: چوريءَ جو مال وٺان ٿو؟
وڏيرو: نه.
مامو: پوءِ باقي ڇا ۾ ڏنگو آهيان.
ڊپٽي: وڏيرا، چوي ته سچ ٿو. ڪيئن ڏنگو ٿيو.
مامو: (ڇاتي ٺوڪي) صاحب ڏنگو آهيان. (مامي اهو ڊرامائي موڙ ڏنو) آهيان ڏنگو. لچ، لوفر، چور چڪار ڪي ڳوٺ جي پر مان لنگهڻ ڪونه ڏيان. جيڪو ڏاڍائي ڪندو تنهن سان پڄي ڄاڻان. اها ڏنگائي اٿم.
ڊپٽي: اهو ته ٺيڪ آهي.
مامو: پوءِ بس نه؟ مان وڃان؟
ڊپٽي: ها بابا تون ڀلي وڃ.
مامو فاتحانه انداز ۾ سٽ ڏئي اٿي ڪڙو ٿيو ۽ هليو ويو. ڊپٽي صاحب وڏيرن ڪي چار تڪا اکر ڇيا ۽ وڏيرا ڦڪائي وچان بروبر بروبر چوندا رهيا. اها آهي هنيانءُ جي سچائي جا مامي ڏيکاري ۽ پڻ اخلاق ۽ ڪردار جو ڀل جو اهڙي ماڻهوءَ ۾ ازخود اتپن ٿئي ٿو.
اصل ۾ مون ڪي ذڪر ڪرڻو هو پنهنجي ناناڻڪي ۽ پڻ ڏاڏاڻي رڳ جو. جا ورثي ۾ ملي ٿي. مامي جي ڪردار جو ٻيو پهلو به ياد اچيم ٿو. مامي شيرل ڪان ڪو رنج پهتس سو اڌ رات جو وڃي ڪيس گهران سڏيائين ته اچ ڪم آهي. مامو شيرل به هليو آيو. اڌ منو ميل اڳتي وڃي ڇيائينس خبردار تجانءِ اچئي ٿي ڪهاڙي ۽ سڌي ڪهاڙي سندس منهن ۾ وهائي ڪڍيائين. مامو شيرل رتو رت ٿي ڪري پيو ته ٻيهر ڪهاڙي اڀي ڪيائين ۽ صفا خون ڪري ڇڏيس ها پر مامي شيرل هٿ ٻڌي چيس ته، بخش ڪرينم، مارينم نه اڳتي توبهه ڪيم. مامو هٿ روڪي ڪيس اِتي ئي ڇڏي واپس وريو ته پنيان شيرل سڏ ڪيس، ”او ادا، او ادا مري ويندوسانءِ.“ مامو موٽي آيو. چوندا آهن رت دانگيءَ تي به ورندو آهي. هيڏي ساري مڙس شيرل کي ڀاڪر ۾ کڻي موٽي گهر وارن کي سڏ ڪري رتو رت مڙس کين ڏئي ويو. شيرل به اصل سچي نه ڪئي ڇي اڻ سڃاتل چور ڪهاڙي هڻي ڀڄي ويا. اهو ڪهاڙيءَ

جو نشان مامي شيرل جي نرڙ ۾ نڪ تي پڇاڙي تائين رهيو پر پوليس سان بہ سچي ڪانہ ڪيائين. اهو هئو منگواٽڪو رت، اصيل، اڻ جهليو ۽ تاپر وارو.

امڙ 1900ع ۾ ڄائي. سن ۽ تاريخون تہ لکندا ڪونہ هئا پر چوندا هئا تہ ٻوڙهي بادشاھ (ايڊورڊ ستين) جي بادشاهي شروع ٿي تہ امڙ ڄائي. نالو رکيائونس نج سنڌي "ٻائي". ٻائي معنيٰ راڻي يا مالڪياڻي. چوندا آهن ٻائي ۽ ٻانهيءَ جو نيٺ تہ سَنڌو (فرق) آهي. معنيٰ ٻائيءَ جو درجو مٿاهون آهي. نانيءَ جو نالو هو ڀاڳل. اهو بہ سنو نج سنڌي نالو. ناني مون ڪانہ ڏٺي جو مون کان اڳ ئي گذاري وئي. ناني ٻي شادي ڪئي پلھ ذات مان. ان مان ٻہ پٽ ۽ ٻہ نياڻيون ڄاوس جن مان هڪ پٽ قمرالدين ۽ هڪ نياڻي امراء خاتون ڪچي جوانيءَ ۾ ئي گذاري ويا. ناني قائم خاتون ڦلاتڻ هئي ۽ هڪ نياڻي پهرئين مڙس مان هئس جا مامي حاڪم کي پرڻايائون. ناني ۽ سندس ڌيءَ شڪل شبيھ جون تمام سهڻيون هيون. مامي حاڪم جي زال سان ڏاڍي دل هوندي هئي ۽ ڪانئس هڪ ڏينهن بہ ڌار نہ ٿيندو هو. لاڙڪاڻي ايندو هو تہ زال کي بہ وٺيون ايندو هو. سنڌيءَ ۾ چوندا آهن تہ سواري پاڻ سان. پئسو جان سان ۽ زال ران سان تہ مڙس آ شان سان. مامي هڪڙو پٽڙو ڄڻي ٻئي ويم ۾ گذاري وئي. اڳي علاج هئا ڪونہ سو ويم معنيٰ موت. چوندا هئا وڻائي آهي کھائي. سو زالون ويچاريون ويم مهل روئي مڙسن کي پارتون ڪنديون هيون. مامو، مڙس تہ گهٽوئي پهلوان ۽ دلير پر زال سان دل اهڙي جو ڦهڪو ڪري پٽ تي ڪري پيو ۽ وري شادي ڪرڻ تي دل ئي نہ ٿيس. نيٺ پڪي عمر ۾ جڏهن سندس ويجهو رشتيدار مامو احمد گذاري ويو تہ سندس بيوھ سان نڪاح ڪري ان جو ٻہ ۽ سندس سنهن ٻچن جو رکوالو ٿي ويو. اهو اسان جي ملڪ ۾ ڏاڍو سنو رواج آهي ۽ سڌي سنئين قرباني ۽ ذميداري آهي. هڪڙي يورپي ليڊي اهو رواج ڏسي ڏاڍي خوش ٿي ۽ چيائين هي تہ ونڊرفل (عجب) ڪارنامو آهي جو بيوھ ۽ سندس ٻچن کي مستقبل جو ڪو خوف خطرو ڪونهي. ائين اسان جي طلاق جي رواج ۽ طريقي کي بہ هڪ يورپي خاتون عجب جهڙو، سليس، سؤلو ۽ شانائتو سڏيو. چي بس ربو زبان سان مڙس چوي طلاق، تہ طلاق ٿي وئي. واه واه، اسان وٽ تہ الزام هڻن، غير مڙدن سان اگهاڙا فوٽا ڪڍائجن پوءِ بہ ڪورٽ جي ڪتهڙي ۾ الزام تراشيون ڪري طلاق وٺجي. ڏاڍو اذيتناڪ ۽ بيعزتي وارو دستور آهي.

اسان جون عورت آزاد واريون مايون وري اهڙي آسان، سئي ۽ عزت پرئي دستور تي جلهه ڪن ۽ هاءِ گهوڙا ڪن. اصل ڳالهه آهي طلاق ڪان پوءِ خرچ پکو ۽ حرجاڻو ڏيڻ. انهيءَ اصل مسئلي جي ڪو نشاندهي نٿو ڪري. جنهن لاءِ تحريڪ هلائي قانونسازي ڪرڻ ڪيي. پر قانونسازي به تمام نازڪ مسئلو آهي. قانون سازيءَ سان ڪو مسئلو حل نٿو ٿئي بلڪ اڻ ڏٺا اڻ ڳڻيا ۽ پوائتا نوان مسئلا ڪَر ڪڍي ٿا بيهن. ڏسو جيڪڏهن حرجاڻو ۽ ماهوار وظيفو گهڻو هجي ته پوءِ زائفون ڪوڙيون شاديون ڪري طلاق وٺي دولتمند بڻجي ويندويون يا ته مڙس ڪي اهڙي مصيبت کان بچڻ خاطر، طلاق ڏيڻ بجاءِ يا ته زال تي ڪوڙيون تهمتون هڻيون پونديون يا ماڳهين ڪيس زهر ڏئي مارڻو پوندو ۽ اهڙا ڪيئي واقعا يورپ ۽ آمريڪا ۾ روزانو پيا ٿين. قانون اهڙي لازوال چيز آهي جا هر وقت ۾، هر دؤر ۾، هر ماحول ۾ ۽ هر حالت ۾ نهڪي اچي. اهو ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. جسٽس بشير قاضيءَ کي سرڪار طرفان وظيفو ڏئي قانون سازيءَ جي تربيت وٺڻ لاءِ لنڊن موڪليو ويو. قاضي صاحب ٿو ڳالهه ڪري ته هڪ ڏينهن ڪيس حڪومت برطانيه وٽان ليٽر مليو ته فلاڻي معاملي تي قانون ناهڻو آهي. قاضي صاحب سخت پريشان ٿي ويو. بيچيني جا ٻه ٽي ڏينهن گذاري شام جو پنهنجي استاد وٽ ويو. ان سندس پريشاني تاڙي ڪانئس سبب پڇيو ته قاضي صاحب ڪيس معاملي بابت ٻڌايو. استاد ڪلي چيس ته مسٽر قاضي انهيءَ ليٽر کي ميز جي خاني ۾ بند ڪري چار پنج مهينا وساري ڇڏ ۽ درميان ۾ جيڪي ويچار اچنئي سي لکندو نوٽ ڪندو وڃ، پوءِ ڏسي وٺبو ته اهو قانون نهڻ جهڙو آهي به يا نه. اها ڳالهه قاضي صاحب مون کي پاڻ ٻڌائي. قانون سازي ۾ ڪا وٽ پڪڙ ۽ تڪڙ نه ٿيندي آهي. ٻئي پاسي گورنمينٽ آف پاڪستان جي هڪ رٽائرڊ لا ڊپارٽمينٽ جي جوائنٽ سيڪريٽري فخراً مون سان اها ڳالهه ڪئي ته قائد اعظم جو حڪم آيو ته جلدي ۾ پاڪستان لاءِ عارضي آئين جو مسودو ناهي ڏئي. هو ان ڏينهن ئي لاهور کان ڪراچي روانو ٿيو ۽ رات وچ ۾ هن کي مسودو ناهڻو هو. ريل گاڏيءَ ۾ ويهڻ جي سوڙهه هئي سو هن صاحب چيو ته هن فرسٽ ڪلاس جي غسلخاني ۾ ڪموڊ مٿان ويهي صبح تائين مسودو ناهي ورتو. ڪموڊ مٿان ويهي ناهيل آئيني مسودي جو جيڪو حشر ٿيو سو پاڪستان جي پنجاهه سالن جي تاريخ ۾ اسان پاڻ ڏٺو ته ڪيئن قائد اعظم مان جند

ڇڏائي وئي، ڪيئن لياقت علي خان کي نڪاتي لڳايو ويو. ڪيئن وزير اعظم کي ڊسمس ڪيو ويو، ڪيئن مولوي تميز الدين ۽ آئين ساز اسيمبلي کي ختم ڪيو ويو، ڪيئن گورنر جنرل کي گرفتار ڪري هڪ فوجي جنرل کي گورنر جنرل ۽ پريزيڊنٽ ٺاهيو ويو ۽ الائي ڇا ڇا ٿيو ۽ اڃان ٿئي پيو.

سو قانون سازي جون هنبوڇيون هڻڻ تہ راشي ۽ زاني کي ڦاهي چاڙهيو وغيره مان ڪجھ ڪونہ ٿيندو. ڦاسي ۽ ڦٽڪن سان ڪجھ ڪونہ ٿيندو، فرينچ انقلاب ۾ بہ گلوٽين وغيره جو ۽ پاڪستان ۾ ڦٽڪن جو عمل ۽ اثر هر ڪنهن ڏٺو. اسين انهيءَ ڪي غلط سمجهون ٿا پر مولوي سڳورا چون ٿا تہ هٿ ڪپڻ وغيره سان عدل ۽ انصاف قائم ٿي ويندو. عدل ۽ انصاف تہ وڏي ڳالھ آهي. ان تي ڳالهائبو تہ ڊاس ڪئپيٽل، اسلام، ۽ذمت وغيره وغيره تي وڃي پئبو. اصل ڳالھ آهي معاشري جي تبديلي ۽ معاشي انقلاب جي. ان ڪانسواءِ عدل ۽ انصاف تہ هڪ خواب خيال ئي رهندو.

قانون بذات خود ڪا چيز نہ آهي. قانون ويچارو تہ عدل انصاف جي هڪ معمولي شاخ آهي، بنياد نہ آهي. ان معمولي شاخ (قانون) جون وري ڪيئي شاخون آهن ۽ انهن مان هڪ معمولي شاخ آهي. سزا جي نوعيت يا لا آف پنشمينٽ. وري ان لا آف پنشمينٽ جون ڪيتريون شاخون آهن. مثلاً بدلي جي سزا (اک بجاءِ اک، ڏند بجاءِ ڏند ۽ خون بجاءِ خون)، سڌارڻ جي سزا (رفارميشن)، روڪي رکڻ (پروينٽوِ) جي سزا، مالي مار (ڏنڊ) جي سزا وغيره وغيره. اسان جي مولوي سڳورن ڪٿي ڳت ٻڌي آهي تہ عدل انصاف معنيٰ هٿ ڪپڻ وغيره. هاڻي صرف لا آف پنشمينٽ جي هڪڙي شاخ کي انصاف سڏڻ ڪتان جي عقلمندي يا علمي چاڻ آهي. ڇڻ تہ سچو عدل انصاف ۽ قانون آهي جوابدار کي ڳنتڙ مان جهلي ڦيھ ڪيڻ. ڇا عدل انصاف رڳو اهو ڪجھ آهي؟

اسان جو موجوده قانون تہ رڳو آهي جوابدار کي بچائڻ خاطر. فريادي، جيڪو ڏڪويل آهي، تنهن کي انصاف پلئہ پوڻ لاءِ تہ ڪجھ ڪونهي. ماڻهن جو ڪورٽن تان اهڙو ارواح ڪجي ويو آهي جو منهن تي چيو ڏين تہ "جج صاحب اصل حقيقت تہ هيئن آهي پر ڪورٽ ۾ ائين ڪونہ چونداسون؟ اهو ٿيو سنئون سڌو منهن تي موچڙو هڻڻ، ٻيو ڇا. ڏسٺا وائسٺا پڙهيل لکيل ماڻهو بہ چون تہ ڪورٽ تي ڪيئن چڙهبو. حالانڪ ٿاڻي ۾

پوليس وارن وٽ وينا هوندا ۽ پيا ناشا ماشا هڻندا، باقي ڪورٽ، جا عزت پري جڳهه آهي، اتي اچڻ ڪي بيعزتي سمجهندا. اهو انهيءَ ڪري آهي، ۽ صاف ظاهر پيو آهي ته ڪورٽ ۽ ماڻهن جو تعلق نه رهيو آهي. ننهي وچ ۾ هڪ وچوٿي آهي ۽ پهچ نه آهي. اڳي ائين نه هو. قاضي کي اختيار هو ته ويس مٽائي ماڻهن ۾ ملي حقيقتون معلوم ڪري ۽ پڻ جوابدار کان آڏي پڇا ڪري، جو موجوده قانون ۾ ممنوع آهي. ۽ ان لاءِ چڱا چوکا سبب به آهن. پر مان ان خيال جو آهيان ته جج، جاچ آفيسر ۽ تر جو چڱو مڙس گڏجي ٽربيونل ٺاهي ٽڏي تي فيصلو ڪن ته اهو صحيح به ٿيندو ۽ مؤثر به. وڏيڪ خبر خاوند کي. اسان وٽ هر ڪم آزمائشي طور پيو هلي. پوءِ هڪڙي آزمائشي اسڪيم هيءَ به.

مان پيانيان ٿو ته مامي حاڪم جي ڳالهه پئي هلي ۽ پوءِ امڙ جي جا نوڙهي بادشاهه جي تخت تي ويهڻ واري سال جائي، يعني سن 1900ع ڌاري. بابا ان وقت ڏهن ٻارهن سالن جو هئو، يعني امڙ کان ڏهه ٻارهن سال وڏو. جڏهن هيڏيون ڊگريون ورتي، بمبئي مان پڙهي اچي هويزر (آفيسر) ٿيو ته سندس شاديءَ جو سوچيو ويو. تن ڏينهن ۾ ڌارين ۾ سڱ ڏبو ته ڪونه هو، پر ونبو به ڪونه هئو. پر سانگين ۾ سڱ ڪونه هئو. سنڌ ۾ سدائين سڱ جي ڪوٽ رهي آهي جا اڄ تائين قائم آهي ۽ انهيءَ ڪوٽ اسان کي هندن ۽ مهاجرن واري ڏاج جي گندي رسم کان بچائي رکيو آهي جنهن موجب الٽو نياٽي وارا پيا پٽن وارن کي منٿون ايلاز ۽ خوشامديون ڪندا ۽ ڏاج ۾ ڪار، روڪ رقم ۽ رهڻ لاءِ گهر جي به آڇ ڪندا. ائين ڪيترا پڙهيل ڳڙهيل سٺين نوڪرين وارا سنڌي ڇوڪرا، ڪراچيءَ ۾ مهاجر ڇوڪريون پرڻجي وينا. خود منهنجا سانگي مائٽ به. پڇڻ تي چيائون ته سائين هڪ ته اڌ منو لک يا ٻنيءَ جو ٻارو گهرن ۽ مٿان رعب به ڇمائن ته توسان وڙ ٿا ڪيون. هت ته مفت ٿي مفت ۾ پڙهيل ڳڙهيل، نوڪريءَ سان لڳل ڇوڪريون، منٿون ڪري ڏين ٿا ۽ خرچ به سڄو پاڻ ڪن. هڪ پي ايس پي آفيسر جو ايس ايس پي هو. سو به ڪراچيءَ ۾ هڪ مهاجر ڇوڪري پرڻجي وينو. پڇڻ تي چيائين ته، سائين! سنڌ ۾ به ايس پي ٿي رهيس ۽ سڱ لاءِ واجهه وڌم پر هرڪو پيو منهنجو خاندان ڪڍي ته اهو ته جت آهي کهڙو عزتدار انهيءَ کي سڱ ڏيندو. پر بابا انهن ڳالهين جو سخت مخالف هئو سو ڌارين مان سڱ ڳولهڻ

لاءِ چيائين. وڏيري مير محمد منگواڻي جي نندي نياڻي ٻائي، نندي نيٺي چوڏهن سالن جي ۽ تمام سهڻي سو سانگي ويا منگواڻن وٽ. ڏاريو سڱ ونبو تہ ڪونہ هو، پر ڏارين ڪي سڱ ڏيڻ تهائين مشڪل. اصل کهاڙيون ڪچي ويندون تہ ڏارين ڪي سڱ ڏيندين تہ ڳيا ڳيا ڪري ڇڏيندا سونس. پر وڏيري مير محمد منگواڻي ڪي الائجي ڪهڙي سُجهي جو سانگين ڪي ٻہ ٽي پنڌ ڪرائي هائو ڪيائين. ڳوٺ هو سنڌ پنڌ تي، وري ٻئي پاڙيسري زميندار يعني دنگئي، وڏي ڳالھ تہ جانورين سان ٻنهي قومن جي پَوَتِ ڪانہ، سو نانو مير محمد، دوَر جي سوچ ڪري هائو ڪئي. امان چوڏهن سالن جي عمر ۾ پرڻجي آئي جنهن سال پهرين مهاڀاري لڙائي شروع ٿي. امان، هڪ تہ الهڙ جواني، ٻيو صفا اڻ پڙهيل ۽ ٽيون منگواڻڪو گرم رت، سو ڪنهن جي ڪاڻ ڪانہ ڪڍيائين. هڪ ڏاري ٻيو ڏئي ڪتا جواب سو سانگياڻيون ڪونہ ڏهيس. پر بابا جو مٿس ڏاڍو راض هئو، سو نالو مٿائي رکيائينس حيات خاتون. اهو نالو مٿس پڪو پئجي ويو ۽ اصل نالو ٻائي، ماڻهن ڪان وسري ويو. بابا ڪيس لکڻ پڙهڻ سيکاريو جو جلدئي سکي وئي. بلا جي ذهين هئي. خطري ۽ منصوبي سازيءَ جو اڳواٽ پرو پئجي ويندو هئس ۽ ان جو دفاع بہ ڳاهي وٺندي هئي. سندس بهترين دفاع هو اڳرائي. پاڻ اڳرائي ڪري مخالف ڪي ملزم بڻائي ڪيس دفاعي پوزيشن ۾ وجهي ڇڏيندي هئي. جهيڙي جا گر بہ سڀ ڄاڻندي هئي. انهيءَ ڪري هرڪو سانس الجهڻ ڪان اڳ ڏهہ دفعا سوچيندو هو. ڳوٺاڻي اڻ پڙهيل ماحول ۾ اهي ئي جيئڻ جا گر آهن.

ادا شمس ڄائو 1916ع ۾. چون ٿا تہ اهڙو سهڻو هو جو ماڻهن ڪان ڌانهن نڪري ويندي هئي. صحتمند بہ اهڙو هو جو ٻانبڙا گوڏن ڀر ڪون ڏنائين پر ترين ۽ پيرن جي آڏار تي. چوپائي وانگر هلندو هو. پنڌ وري ائين ڪيائين جو ڏهين مهيني اٿي بيهي رهيو ۽ وٺي ڊوڙ پاتائين. ماتا نڪري پيس ۽ سنس رنگ ۽ سونهن تي مڙيئي ڪجهہ اثر پيو، تڏهن بہ وجيهہ، شڪيل ۽ طاقتور جوان ٿي اسريو. اهو بہ بلا جو ذهين هو. بنا تياريءَ جي سيشن ڪيس ائين هلائيندو هو چڻ تہ آڱرين تي رانديڪو پيو ڪيڏائي. طبيعت ۾ امان جي ابتڙ، نهايت صبر شڪر وارو، ڳنڀير ۽ ٿڌي طبيعت جو. رلٺو ملٺو اهڙو جو شام جو ڊنب ماڻهن جا وٽس اچي ڪچهري ڪندا هئا جن ۾ غريب، امير، آفيسر توڙي سردار ۽ زميندار بہ شامل هئا. نهڻائي اهڙي جو

ورندي ڪانه ڏيندو هو. ان ڪري آفيسرن ۾ ڏاڍو پسنديده شخصيت ليکيو ويندو هو. پيو ته نهيو پر جج ۽ ڊپٽي ڪمشنر به ساڻس ملڻ سندس اوطاق تي ايندا هئا. هڪڙي ڊپٽي ڪمشنر، الوداعي دعوت اهو شرط وجهي قبول ڪئي ته دعوت شمس الدين ابڙي جي اوطاق تي رکي وڃي ۽ ائين ئي ٿيو. رهائي پڪائي ايڏي وڏي ويس جو 1957ع جي صوبائي اسيمبلي اليڪشن ۾ خانصاحب غلام رسول ڪيهر خلاف بيٺو ته ڪيهر صاحب جو ڪروڙپتي، بنيادي زميندار، راڄائتو ۽ شريف النفس ماڻهو هو تنهن دانهن ڪئي ته بابا وارو ڪيو مونکي ڇوڪرو ٿو ماريون وڃي. پوءِ ته ڪيهر صاحب پئسو هلايو ۽ اسان جا پنهنجا ابڙا، وڏيرو الهيار ابڙو ۽ وڏيرو علي محمد ابڙو جن تي شمس جا ٿورا ڪيل هئا سي به پنج پنج هزار وٺي ڦري ويا. پيا ته نهيو شمس جو جگري دوست ۽ جونيئر پارٽنر علي اڪبر جلباڻي به اليڪشني جوڙ توڙ جو سمجهوتو ڪري ووٽ ڪيهر صاحب کي ڏيارايا. اهڙي واقعي کان پوءِ به ادا شمس، علي اڪبر جلباڻيءَ کي خالي ڏوراپو به ڪونه ڏنو. رڳو وڪالت ۾ ڪانئس جدا ٿي ويو. باقي سنگت آخر تائين قائم رکيائين.

شمس وٽ مست فقير به ايندا هئا جي ٻئي ڪنهن جو چوڻ نه وٺندا هئا. پر شمس جيئن چوندو هئن تيئن ڪندا هئا. ڪپڙا ميرا، پاڻ ميرا، وات مان ڳِگ پئي وهين. شمس چانهه ناهي پياريندن ته پي، اڌ ڪوپ وري شمس کي پياريندا ۽ شمس پي ويندو. اسان کي پئي ڪريه ايندي پر شمس ويٺو ڪلندو. انهن فقيرن جون مون اهڙيون اهڙيون ڳالهيون ڏٺيون جو تفصيل ۾ وڃبو ته ماڻهو مون تي کلندا. ان ڪري ڊڪي پلي. علي گوهر خان کهڙو جو ميل جول گهڻ رکندو آهي ۽ ٿور ڳالهائو ماڻهو آهي، اهو به روز وٽس ايندو هو. تاج محمد ابڙو، دوست محمد ابڙو ۽ ڪنبر به روز وٽس ايندا هئا. سندس ڪچهريءَ جي خاص خوبي اها هئي جو ڪنهنجي به گلا ۽ پچر ڪانه هلندي هئي. جيڪڏهن ڪنهن به اتفاق سان ڪو گٿو لفظ ڪنهن جي هِجوَ ۾ چيو ته شمس جهڙو صابر ماڻهو به اتي جو اتي ڪيس چوندو ته مهربان هت اهڙي ڳالهه نه هلندي." پري ڪچهريءَ ۾ جو ڪنهن کي ائين روڪجي ۽ ٽوڪجي ته ڪير پيو ساهس ڪندو اهڙي حرڪت ڪرڻ جي. وري ڪچهري ۾ هجي ارباب شاهه جهڙو دهل ته سڄي شهر ۾ ڍنڍورو اچي ويندو ته فلاڻي ڪچهريءَ ۾ هيئن چيو ۽ شمس هيئن دب ڪيس.

ارباب شاهه بہ عجيب ڪردار هو. واٽ ويندي بازارن ۾، آفيسن ۾، مطلب تہ جتان لنگهندو زور زور سان ڳالهائيندو. سڄي شهر، ماڻهن، آفيسرن، ٿاڻن ۽ سياسي جوڙ توڙ جون ڳالهيون، وڏي واٽ، اخباري بليٽن جيان ورجائيندو ويندو هو. ڪچهريءَ جو بہ مور هو. پٽ تي بہ ويهي رهندو. ڪل مذاق ۾ چوندو تہ روپيو اڇليو تہ ٻيٽ سان ڪٽي ڏيکاريانوَ. روپيو تہ ڇا سنهي پائلي بہ ڪٽي ويندو هو. ڪڳي، جهمر، ناچ، لوڪ گيت، شروع ٿي ويندو هو. ماڻهو چوندا هئا تہ بليڪ ميلر آهي. غريب ماڻهو، پئسا ڏهہ ويهہ يا رڳو پنج ڏبس تہ بہ خوش ٿي ويندو. تاج محمد وٽ حيدرآباد آيو تہ تاج محمد اڦراٽا پڇارائي ڪيس نيرن ڪرائي تہ جيڪي ٽڪر بچيا سي پوتڙي جي پلوَ ۾ ٻڌي ڇڏيائين. اڙي هي ڇا ٿو ڪرين ماني ڪوڙ. چي بس وڃان ٿو. ههڙي سٺيي ماني واٽ تي تہ ڪونہ ملندم سو سفر لاءِ ڪنيون ٿو وڃان. اها هئي غربت. بليڪ ميلر هجي ها تہ ائين نہ ڪري ها. البت صوبيدارن ۽ آفيسرن ڪان پنجويهہ پنجاهہ منٽن ميڙن سان ڪڍي ايندو هو. پنهنجن مان بہ ڪونہ مڙندو هو. شمس سان تہ سچو هو. پر ڇا ٿيو جو عمر شاهہ ڏاڙيل، جنهن سانگين کي ڏاڍو تنگ ڪيو هئو، جنهن جي ڏپ ڪان مولا بخش سانگي مرحوم ڳوٺ ڇڏي اچي لاڙڪاڻي شهر ۾رهيو، سو قتل ٿي ويو ۽ سندس لاش جو بہ پتو ڪونہ پيو. ٿاڻي تي ڳالهہ هلي تہ شمس الدين ابڙو بہ سانگي آهي متان انهيءَ کي خبر هجي. بس ڳالهہ ايتري ۽ ارباب شاهہ سيئو بازار مان لنگهي هوڪو ڏيندو ويو تہ شمس الدين ابڙي، عمر شاهہ کي مارائي لاش ٻوڙائي ڇڏيو. عادت. شام جو وري شمس جي اوطاق تي. شمس رڳو ايترو چيس، "ارباب شاهہ اهو ڇا." تہ هٿ ڪٽي ٻڌائين چي ٿِٽ جهلي نہ سگهيس. سڀ ڪلي وينا، ڳالهہ آئي وئي ٿي وئي. ٻيا تہ ٿهيو هڪ ڏينهن اڌ رات جو ذوالفقار علي خان پِتو جو ان وقت فارين منسٽر هو سو اچي نڪتو. شمس وٽ ان وقت ٻاڙي وارا موٽر مستري ۽ لارو ٽانگي وارو وينا هئا ۽ وهسڪيءَ جو دؤر پي هليو تہ شمس جو نوڪر ڏاڙهون پچندو آيو ۽ چيائين تہ سائين پِتو صاحب پيو اچي. مستري جنهن کي ميرا گر لڳل ڪپڙا پيا هئا ۽ گوڏ پاتل ٽانگي وارو، پنهنجا گلاس ڪٽي اندر ڪمري ڏي ڀڄڻ لڳا تہ شمس کين روڪي ويهاريو. پِتو صاحب بہ اچي نڪتو ۽ ڪيسي مان پوو وهسڪيءَ جي بوتل جو ڪڍي چيائين، استاد تون تہ اچين ڪونہ ٿو، مان

پاڻ توڙي هلي آيس. شمس اتي کيس کيڪاريو ۽ پنهنجن دوستن، مستري ۽ لاري سان واقفيت ڪرايائينس. شمس ۾ ننڍ وڏائي جو تصور ئي ڪونه هو ۽ نه ڪنهن کي گهٽ سمجهندو هو. شابس ته پيٽي صاحب کي هجي جو شاهانه طبيعت ۽ ماحول ۾ پليل هوندي ۽ ايوب شاهي دؤر ۾ منسٽر هوندي به منجهس اهڙو ڪو ڪامپليڪس (گهٽتائي وارو احساس) ڪونه هو، سو پنهي سان گرم جوشيءَ سان هٿ ملائي ٽيبل وٽ ويهي رهيو. لاري ۽ مستري جون اکيون چمڪي پيون. مون کي اندر واري پڌايو ته پٽي پيٽي صاحب جا زر خريد غلام ٿي ويا. غريب کي ٿوري عزت ۽ پيار يا هڪجهڙائي جو احساس ملي ٿو ته هو پلهار وڃڻ لاءِ تيار ٿيو وڃي. رڳو هن کي پنهنجائپ ۽ حجت جو احساس اچي وڃي ته هو پاڻ ارپي ٿو ڇڏي.

هڪ دفعي موڪلن ۾ مان لاڙڪاڻي آيس ۽ ادا شمس جي اوطاق تي وڃي اخبار ڪٽي پڙهڻ ويٺس ته سندس نوڪر ڏاڙهون اچي پٽ تي ويهي منهنجي ٽنگن کي زور ڏيڻ لڳو. مون کيس جهليو پر هو نه مڙيو. چوڻ لڳو سائين، صاحب کي به زور ڏيندو آهيان. کيس ڳالهائڻ جو موقعو مليو سو چيائين ته سائين، صاحب مون سان ڏاڍو نهيل آهي ۽ مان ڏاڍو پيارو آهيانس. مون چيو ڀلا ڪيئن. جهٽ چيائين ته سائين، صاحب مون کي پوندو ڏئي چوندو آهي، ” ڏاڙهون، ڪنجر، وڏو حرامي آهين.“ ائين چئي کلڻ لڳو ڄڻ ته اها وڏي ثابتي هئي سندس ڳالهه جي ته هو صاحب جو پيارو ماڻهو هو. ڏسو پوندو، ڪنجر ۽ حرامي چوڻ وارو ضرور پيار ڪندو هوندو نه؟ ڪيڏي نه پياس آهي غريب ۾ ته ڪو ته ساڻس حجت ڪري ۽ پنهنجو سمجهي. ادا گذاري ويو ته ڏاڙهون زاروزار رڙيون ڪري رنو. لارو به مستري به ۽ ٻيا ست ڏاريا، ڪراچيءَ واسين سميت.

ڳالهه پي ڪيم امڙ جي ۽ وڃي سندس موٽي پٽ شمس الدين ابڙي تي پيس. شمس کان پوءِ ٻيو پٽ چاٺو قمرالدين جو جلدئي گذاري ويو. پوءِ 1919ع ۾ ڄائي اسان جي وڏي ڀيڻ حميده بيگم جا الحمدلله حال حيات آهي ۽ امان جي ڪاپي آهي. اهوئي جوش، ولولو ۽ همت. لطيف آباد ۾ هڪ هزار والن جي بنگلي ۾ اڪيلي سر هڪڙي نياڻي سان رهي پئي هجي. مهاجرن جا فساد ۽ مار ڌاڙ لڳي پئي هئي. مهاجر دهشتگرد فون ڪري چونس ته بنگلو خالي ڪري وڃ نه ته رات حملو ڪري ٻنهي کي قتل ڪري ويندا سون

تہ جواب ڏئين تہ، ”پڙوا پوء اچو نہ. اچو چو نہ ٿا؟“ اهڙي نفسانفسي واري دؤر ۾ اهڙي همت، مثالي آهي. پر ۾ اسانجي پاءُ ڪمال جو بنگلو هو. ڪمال گذاري ويو ۽ سندس زال ميمڻياڻي. خانبهادر محمد صديق ميمڻ جي ڌيءَ، سا ڏچي وئي ۽ بنگلو اوڻي پوڻي وڪڻي قاسم آباد ۾ مسواڙي جاء وٺي ويهي رهي. پوء بہ ادي ڪانہ اٿي. جڏهن بنگلي جا ٻارهن لک آڇيائونس تڏهن وڪڻي، اڪيلي سر قاسم آباد ۾ پندرهن سؤ گزن جو پلاٽ وٺي ٺيڪيدار رکي، فرسٽ ڪلاس بنگلو ٺهرائي ويٺي ۽ هر ڪنهن مٽ مائٽ لاءِ سڪ کيون ويٺي آهي. اسين ڪراچي کان لاڙڪاڻي وڃون تہ بہ ڏاهو وٽس کيون. جي لاڙڪاڻي وارا ڪراچي وڃن تہ هڪ رات آرام وٽس ڪن. پٽن ۽ ننهرن کي بہ اهڙو ڪنٽرول ۾ رکيو اٿائين جو وتن لڪندا. مجال آ جو سندس آڏو اکر ڪڇن. ڪا تہ مٺيا آهي اسان جي سانگي ۽ منگوائڪي رت ۾.

1921ع ۾ وري امڙ کي پٽڙو ڄائو ۽ نالو رکيائونس جمال الدين. اهو بہ گذاري ويو. 1923ع ۾ ڄائي اسان جي ڀي ڀيڻ زبيده بيگم. اها وري بابا مرحوم جي ڪاپي. شڪل صورت ڏاڏي بصره خاتون جهڙي. اهڙي صابر شاڪر، وڏ گڙدي، راڄاڻتي ۽ سياڻي جو وڃي ٿيا خير. بابا ۽ ادا شمس وارين سڀ خوبيون منجهس ڀرپور انداز ۾ ڀريل آهن. خانبهادر اسراڻ مرحوم جي ٻئي نمبر فرزند رئيس زين العابدين عرف روشن علي خان سان سندس شادي ٿي جڏهن اڃا ڪچي عمر چوڏهن سال کن مس هئس تڏهن بہ اهڙي مدبرانہ ۽ شاناڻتي طريقي سان هلي جو خانبهادر صاحب جي ٽنل ڪٽنب کي جوڙيون ويٺي آهي ۽ راڄن تي ڪنٽرول اٿس. ڪوٽن جا وارث مڙد هوندا آهن، پر اسراڻن جي ڪوٽ ۽ خاندان کي اديءَ جو وڏو ٻل آهي. دشمن بہ اها ساک ڀرين ٿا. سڄي تر ۾ ”امان وڏي“ جي لقب سان مشهور آهي. هرڪو پنهنجا ڏک سور معاشي، مالي، بيماري سيماري ۽ گهرو جهيڙا وٽس کنيون وڃي ۽ کوبہ خالي هٿين ڪونہ موٽي. ڏينهن رات ماني پئي هلي ۽ ڏوئڄي ۽ اوطاقون آباد آهن. رئيس زين العابدين جي گذارڻ کان پوء تہ ڏاڍي اداس، ويڳاڻي ۽ اڪيلي هئي پر نہ رڳو پاڻ سنڀالي وئي پر گهرو معاملا ۽ راڄ بہ سنڀالي وئي ۽ اسراڻن جو اهو گهر اڄ بہ شاناڻتو ماناڻتو ۽ اثر رسوخ وارو آهي.

سن 1924ع مطابق 27 رمضان المبارڪ، شب قدر ۽ جمعة الوداع جي

رات جي آخري پهر ۾، پرهه ڦٽيءَ کان اڳ، مان ساڳي انهيءَ جاءِ تي جاٿس جتي بابا ڄائو هو. امان کي اهو ڏينهن ۽ تاريخ چٽيءَ طرح ياد هئو. مهينو ۽ ڏينهن هئا ئي اهڙا جو وسرڻ جا ڪونه هئا. وڌيڪ حوالو اهو به ڏنائين ته ان رات اسان جي ڳوٺ جا ٽي ماڻهو حاجي وارث ڏنو، حاجي تاج محمد ۽ حاجي نور محمد پيدل حج تي روانا ٿيا. حاجي وارث ڏنو موٽي آيو باقي هو ٻئي حج ڪري آيا. حاجي وارث ڏنو نفيس طبيعت پڙهيل لکيل ماڻهو هو ۽ ڏاڍو عبادت گذار ۽ پرهيزگار شخص هو. بابا جو ويجهو مائٽ هو. بعد ۾ هو پاڻيءَ جي جهاز ذريعي حج ڪري آيو. هو چاچي شير عليءَ وانگر نماز ۾ روئندو هو. سندس پٽ علي اڪبر سانگي حال حيات آهي ۽ سندس پوٽو محمد جڙيل سانگي انجنيئرنگ يونيورسٽي حيدرآباد ۾ ليڪچرار آهي. مان انهيءَ ڳولها ۾ رهيس ته 27 رمضان المبارڪ جمعي جي رات عيسوي سن جو ڪهڙو مهينو ۽ تاريخ هئي. جڏهن 1970ع جي ڏهاڪن ۾ ڪراچي آيس ته پتو پيو ته بولٽن مارڪيٽ جي پنيان مندر ۾ هڪ سنو جوتشي رهي ٿو، انهيءَ کان خبر پوندي. مان ۽ منهنجي گهر واري سيڙجي وٽس وياسين. هن جنتري کولي هڪدم ٻڌايو ته 27 رمضان جمعرات ٻي مئي جي تاريخ آهي ۽ ڏاڍو طاقتور ستارو ”تارس“ آهي. حضور اڪرم ﷺ جو ستارو به تارس آهي. ان کان پوءِ منهنجا گهر ڀاتي منهنجو جنم ڏينهن 2- مئي تي ملهائيندا آهن. مغالطو اهو ٿي ويو جو اڄڪلهه خمس کي جمعرات ٿا چون. مان ته جمعي جي رات فجر نماز کان اڳ ڄائو هئس. تنهن جي معنيٰ ته منهنجي صحيح ڄم جي تاريخ آهي جمعو ٽين مئي 1924ع ڳوٺ سانگي تعلقو ميهڙ. اسڪول ۾ منهنجي ڄم جي تاريخ لکي وئي ڏهين اپريل 1925ع انهيءَ ڪري مون رٽائر ڪيو ڏهين اپريل 1985ع ۾. نوڪريءَ ۾ ڄمڻ جو هنڌ لکيو ويو دادو ڇاڪاڻ ته ضلعو دادو هو. پاسپورٽ ۾ ڪڏهن منگوائي ڪڏهن ميهڙ ڄاڻايم. ائين ڄم جي جاءِ ۾ مغالطو ٿي ويندو آهي. منهنجا ٻار ڄاوا، ڪو ڪوٽڙيءَ ۾ ڪو لاڙڪاڻي ۾ ڪو شڪارپور ۾ ڪو خيرپور ميرس ۾ ته ڪو حيدرآباد ۾، پر سڀني جي ڄم تي جاءِ لاڙڪاڻو ڏيکاريسون ڇاڪاڻ ته اسان 1929ع کان وٺي مستقل لاڙڪاڻي جا باشندا آهيون ۽ اباڻو گهر به اتي ئي آهي. ائين ٿيندو آهي، ملير، لانڍي، پيري، گڏاپ واري کان پڇبو ته هو چوندو ته هو ڪراچيءَ جو آهي.

هاڻي جو هاوڙ ڪٿي مچائي اٿن تہ جناح صاحب جهرڪ ۾ نہ پر ڪراچيءَ ۾ ڄائو، انهيءَ سان ڪهڙو فرق ٿو پوي تہ جناح صاحب ڪراچي ڄائو يا بمبئي، بنارس يا ڪاشيءَ ۾. اڄي ڪراچيءَ وارا مچريا آهن تہ جناح صاحب ڪراچيءَ ۾ وزير مئنشن ۾ ڄائو. الائي انهيءَ وقت وزير مئنشن هئي بہ الائي نہ. جهرڪ ڪو نئون شوشو ناهي. 1945ع ۾ شاگرديءَ جي زماني ۾ مان، غلام شاهہ ائڊووڪيٽ ۽ محمد علي ٻگهيو انجنيئر، شوق ڪري ڪراچيءَ کان سائيڪلن تي حيدرآباد روانا ٿياسون. واٽ تي مکيہ روڊ کان پاسيرو جهرڪ شهر آهي. ٽڪ ۽ گرمي باوجود اسين جهرڪن ڏي لڙياسين جو ٻڌو هئوسين تہ جناح صاحب اتي ڄائو هو. بس هڪ بازار آهي جنهن جي ٻنهي پاسي دوڪان ۽ گهر آهن. ماڻهن پڇا تي ٻڌايو تہ بازار جي ڇيڙي تي جهيٺا پونجا جو گهر هئو. اسان ڏٺو تہ بس سرن جو هڪ ڍير هئو، پيو مڙيئي خير. پونجا تہ اسان کي خبر هئي تہ جناح صاحب جووالد هئو باقي جهيٺا ڇا هئو، ان لاءِ معلومات ورتي سون. معلوم ٿيو تہ پونجا خاندان جا ماڻهو سڀ سنهڙا، سڪڙا ۽ سيپڪڙا هئا ان ڪري سندن ڪنيت ٿي وئي جهيٺا معنيٰ ڪمزور. انهيءَ جهيٺا کي انگريزي اچار ۾ جينا Jeena ڇيو ويو. جنهن کي پوءِ جناح صاحب پاڻ بلڪل نئين شڪل ڏئي جناح ڪري ڇڏيو. وڏيڪ خبر خاوند کي. باقي اڄ بہ ٺٽي ضلعي، ٻنوري، جاتي، بدين ۾ رحمڪي بازار تائين خواجن جي بهتات آهي. سجاول ۾ وڪيل هوندو هو ناٿو خان خواجو. ڏاڍو شريف النفس انسان هئو. مون وٽ وڪالت ڪندو هو ۽ اهڙيون گهڻيون خبرون ڪندو هو. ٻنورو جو خواجہ عيسيٰ تہ مشهور ماڻهو هو ۽ سندس ڀاءُ فدا حسين خواجو منهنجو دوست هو. فدا حسين جهڙا ڀلا ماڻهو مون گهٽ ڏٺا آهن. شرافت جو پتلو هئو. جيتوٽيڪ سندس وڏو ڀاءُ فقير خواجہ عيسيٰ ڏاڍو زوآور ۽ ڏنگو ماڻهو هو. پيو بہ بدين طرف جو منهنجو ڏاڍو پيارو دوست هو ڊاڪٽر جعفري، پر اهو اثنا عشري هئو، اسماعيلي نہ هو. مون سان گڏ روپ ولاس هاسٽل جو واسي هو. پر اهو جوانيءَ ۾ ئي گذاري ويو. خواجہ پيرن جا مقبرا جي جاتيءَ کان بدين تائين پکڙيا پيا آهن سي مان پاڻ گرمي ۽ اس ۾ ڏسي گهمي آيو آهيان. انهيءَ ڪري ڪو عجب ڪونهي جيڪڏهن جناح صاحب جا وڏا جهرڪن جا رهاڪو هجن ۽ پوءِ ڪراچي لڏي اچڻ ڪري پاڻ کي ڪراچي واسي سڏائيندا

هجن جيئن اسين (يعني بابا جو ڪٽنب) پاڻ کي لاڙڪاڻائي سڏايون ۽ سمجهون ٿا. باقي جناح صاحب ڪراچيءَ جو هئو يا جهرڪن جو، انهيءَ سان ڪهڙو آسمان ٿو ڦاٽي. جتي جو به هئو وڏو ماڻهو هو ۽ سنڌي هئو ۽ انهيءَ ڪري سنڌ لاءِ فخر جو باعث. ڀلا ڪراچي ڇائو هو، پوءِ به سنڌي هو ڇاڪاڻ ته ڪراچي نج پج سنڌ جي سرزمين آهي.

منهنجي ڄمڻ جو ڏينهن، مهينو ۽ تاريخ ته اهڙا هئا جو سيد به سڏائي سگهجي ها. نرا جمعائي سيد به سنڌ ۾ ڪوڙ پيا آهن. ڪيترا اسان جي ڏسندي ڏسندي سيد ٿي ويا. مدئجيءَ جو باز محمد شاهه پناڻ بابا جو دوست هو ۽ سندس گهرواري عنبرماءَ منهنجي ماءُ جي گهاٽي سهيلي هئي. پاڻ ڪاڏي ٻاهر ويندي هئي ته ٻار اسان وٽ ڇڏي ويندي هئي. ٽي پٽ هئس: عنبير شاهه، شفن شاهه ۽ نصير شاهه. اسين سڀ سڄو ڏينهن وڙهندا ۽ کيڏندا هئاسين ۽ رات جو گڏ سمهندا هئاسين. عنبر شاهه فوج ۾ ڀرتي ٿيو پر ڇڏي آيو. شڪارپور جي هڪ ڊاڪٽرياڻيءَ سان شادي ڪيائين ۽ مارفيا (آفيم) جي عادت پيس ۽ پاڻ کي پاڻ مارفيا جون سيون هڻندو هو. شڪارپور ۾ مان جڏهن 1956ع کان 1958ع تائين جج هئس ته ڪڏهن ڪڏهن ملاقات ٿي ويندي هئي پر ڏاڍيون اڙيون ٽڙيون ڳالهيون ڪندو هو، نارمل نه رهيو هو. نيٺ هڪ ڏينهن پاڻ کي مارفيا جو ڊبل ڊوز هڻي گذاري ويو. ڏاڍو سهڻو جوان هو. شفن شاهه ڊائريڪٽ مختياڪار ٿيو، پر تربيت دوران ڊپٽي ڪمشنر سان وڙهي گاريون ڏئي، نوڪري ڇڏي آيو. پناٽڪو گرم رت ۽ جواني سو پڇتاءُ ته نهيو پر ڊاڙ ٻناڪ هڻندو رهيو. پٽس کي ڏاڍو رنج پهتو. ننڍي ۾ ننڍو نصير شاهه تمام فهميدو ماڻهو، وڏن عهدن کي پهتو ۽ عزت ڀري زندگي گذاريائين. باز محمد شاهه اڪثر بابا سان ملڻ ايندو هو. هڪ دفعي جڏهن حيدرآباد ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر هو ته بابا وٽ ٽنڊي ولي محمد ۾ ڊاڪٽر علي احمد قاضيءَ جي مڪان تي ملڻ آيو. اسين اتي مسواڙي رهندا هئاسين. ادا شمس به موڪلن ۾ علي ڳڙهه کان آيل هئو. سيئي وينا هئاسون ته اوچتو بجلي بند ٿي وئي. حيدرآباد جي گرمي، خدا جي پناهه. چوندا آهن ته شل نه نيرون جي ٺڪري ٽپي. سڀ پگهر ۾ شل ٿي ويا. ادا شمس ڇيڙي ڪري اٿي ويو ۽ وڃتو ڪٺي باز محمد شاهه جي پنيان بيهي ڪيس هوا ڪرڻ لڳو. مون کي اهو منظر چٽو ياد آهي ته باز محمد شاهه ڏڪارو ٿي، رومال

ڪڏي ڳوڙها اگهيا ۽ بابا کي چيو ته، ”مونکي پنهنجي پٽن به ڪڏهن وڃڻو ڪونه هنيو، توکي مبارڪ هجي ههڙن پٽن لاءِ.“ اها ڳالهه به چٽي ياد اٿم ته باز محمد شاهه چيو ته اسين سيد نه آهيون پر پٺاڻن ۾ اهو رواج آهي ته عزت دار ماڻهو يا خاندان کي شاهه جو لقب عام جام ڏيندا آهن. هي باز محمد شاهه جا پنهنجا اکر ۽ مان عيني ۽ سمعي شاهد. پر پوءِ باز محمد شاهه جا پٽ پائيٽا سڀ سيد سڏائڻ لڳا ۽ اڄ تائين سيد سڏائن پيا ۽ سڏجن پيا. اهڙا ڪيئي واقعا ٻيا به هوندا.

مرحوم محمد عثمان ڏيپلائي اهڙن سيدن ۽ پيرن جي چڱي قلعي کولي آهي. (هونئن قلعي لاٿي چوڻ کپي چوته محاوري سان هٿ چراند ڪرڻ ناجائز آهي). حميد سنڌيءَ جهڙو اديب ماڻهو هڪ ڏينهن مون سان ڳالهائيندي هر هر چوي ته لاهه پتي چڙيائين. لاهه جيڪڏهن پتڻ جهڙي شيءِ هجي ها ته اهو محاورو ٺي نه ٺهي ها. پتبا ته ليما آهن، انب آهن، ٻير آهن. لاهه ڪيئن پتبا؟ لاهه ته ڪڍبا آهن. اسين شهري ماڻهو زمين کان ڪيئن جدا ٿي ويا آهيون سو احساس ٺي ڪونه اٿئون ته ڇا پيا چئون. لاهه ته زمين کوٽي پاڙئون جڙئون ڪڍي ڦٽا ڪبا اهن. لاهه ڪڍڻ معنيٰ پاڙ کان جڙ کان ڪڍي اجلڙ جو ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي ۽ هاري به ان کان لهرائيندا آهن. جيڪڏهن ڪو ڪرڙ ڪانڊيرو يا ڪبڙ پاڙئون کوٽي ڪڍي ڇڏجي ته وري نه اسرندو نه نِسرندو. ان ڪري ٺي محاورو ٺهيو ته اسان جا ته لاهه ٺي ڪڍي ڇڏيائين. قلعي لاهڻ معنيٰ عيب يا کوٽ ظاهر ڪرڻ. قلعي کولڻ معنيٰ اصليت تان پڙدو کڻڻ. قلعي لاهڻ ۾ گلا جو عنصر آهي، قلعي کولڻ محققانه عمل آهي. ٻوليءَ جي موضوع تي اچبو ته دفتر کلي ويندا. حيدرآبادي چوندا ته فلاڻو ”آهيئي ڪانه“. آهيئي ڪانه، مونث صيغو آهي. مڙد لاءِ چئبو آهيئي ڪونه. زائفن کي چوندا زالون ۽ مڙدن کي چوندا مڙس. حالانڪ زال معنيٰ وائيف ۽ مڙس معنيٰ هسبنڊ. پوءِ به حيدرآبادين جي ڊاڙ ته اسان جي ٻولي نڄ. ٻولي ڪنهن جي ٻانهي ناهي. هر هڪ لفظ کي پنهنجي تاريخ ۽ پس منظر آهي. ڳوناٺا اسان کي سمجهائيندا هئا ته ڪي به لفظ هڪ مفهوم وارا نٿا ٿي سگهن. مثلاً ڪتي ٻيو، ڏوبي ٻيو، ڊڪڻ ٻيو واڍو ٻيو. حيدرآباد ڪوٽڙيءَ ۾ پوڙها پوڙها چوندا ته ”اي فلاڻا اڄ ته ڪڏون.“ اسان ٻارن کي رؤنشو لڳي ته ڏسون ته هي پوڙها ڪيئن ٿا نچن ڪڏن. خبر تڏهن پوي جو تاس ڪڍي

ويهي پتا ڪتين. وري ڪو لانگهائو پڇين تہ ڇا پيا ڪيو تہ چوندا تہ "ڪڏون پيا پيو؟" ٽيڻ ڪڏڻ ٽيندو آ ٻارن جو. راند، ڪبي آهي يا ڪيڏبي آهي. شطرنج ۽ تاس ۾ ڪيئن ڪڏبو؟ پوءِ بہ اسان ڪي اترادي چئي ٽوڪون ڪن. خير، هي دفتر بند ٿا ڪيون.

شڪر خدا جو، جو مان نقلي سيد نہ ٿيس ۽ سانگي هجڻ تي فخر اٿم. البت ابڙو سڏائڻ ۾ مزو ڪونہ ايندو اٿم، پر آهيون يقيناً ابڙا سو ڀؤ ڀولو ڪونهي. چون ٿا تہ مان ڏاڍو وٺندڙ ٻار هئس. پر امان چوندي هئي تہ ڇاڪاڻ تہ اڳ ۾ بہ پٽ گذاري ويا هئا ۽ پوءِ بہ ڌيئون ڄايون هيون ان ڪري هوءَ مون کي زور ڪري بد شڪلو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي هئي تہ جيئن ٻچي ٻوي ۽ نظر نہ لڳيس. مثلاً مون ڪي آڍيائين اصل ڪونہ ۽ مٿو بہ ڪونہ ويهاريائين. اٽلو منهنجي پيشانيءَ کي ٻنهي هٿن ۾ جهلي زور ڏيندي هئي تہ پلي لونڊڙيون سوڙهيون ٿينس ۽ پيشاني بہ بي ڊولي ٿئيس. پر مان تہ جهڙو هئس، اهڙوئي ٿيس، شايد ٿورو گهڻو ڪو فرق پيو هجي تہ هجي.

سنڌي عورتن جو ٻارن کي آڍڻ ۽ مٿو ويهارڻ بہ هڪڙو وڏو فن آهي. تاريخ ۾ يونانين توڙي ايرانين اهڙو ذڪر ڪيو آهي تہ سنڌي ماٺهن جا مٿا ڏاڍا ڊولائتا ۽ سنا ويهاريل آهن. پنجابي توڙي مهاجر اسان جا مٿا ڏسي اندازو لڳائيندا آهن تہ هي سنڌي ماڻهو آهي. بهرحال منهنجو مٿو ڇپو ڦڏو آهي پر خبر رکو تڏهن پئي جڏهن حج ۾ مٿو ڪوڙايم. سنڌي عورتن جو اهو چوڻ تہ "ماريو چريو" بہ ڪو قديمي آهي جو هڪ ايرانيءَ جو شعر پڙهيم تہ لکيو هئائين تہ ڪوهہ تي سنڌي عورتن وٽ ويس ڇيم تہ پياسو آهيان پاڻي پياريو تہ، "بخنديد و گفت ماريو چريو". يعني کلي ٽهڪ ڏئي چيائون تہ ماريو چريو. شاعر کي اها ادا ڏاڍي پسند آئي ۽ سڄي شعر ۾ ماريو چريو کي رديف ٺاهيو اٿائين.

مون ڪان پوءِ 1926ع ۾ ڪمال ڄائو. ڪمال تمام ٺاهوڪو هو ۽ رنگ جو گورو هوندو هو. سڏيندا ئي هئس پٺاڻ، ڪمال ۽ مان ڄڻ تہ هڪ جيڏا هئاسون ۽ هڪبئي جا دوست هئاسون. هونئن اسان ٽيئي ڀائر شمس، مان ۽ ڪمال بلڪل دوستن جهڙا هئاسين، اهڙو جو ماڻهو رشڪ ڪندا هئا تہ هي ڪهڙا نہ مثالي ڀائر آهن. ڪمال ۽ منهنجو رشتو تہ مشهور مصور وان گهو ۽ سندس ڀاءُ ٿيئو جهڙو هئو. ڪمال مون لاءِ ٿيئو ڪان بہ وڌيڪ هئو. هر

آئي ويل هڪبئي جي ڪم آياسون ۽ اونو رکيوسين. ڪمال ڪان پوءِ ڇائو ڇوٽون پاءُ نجم. اهو سيني جو دادلو هئو پر نون سالن جي عمر ۾ گذاري ويو. ڇڻ تہ سڄي گهر جون خوشيون لٽي ويو. ڪيس ماتا نڪتي تہ امان پاڙي ۾ جدا گهر وٺي ڪيس اتي ڪٽائي وٺي جيئن ماتا ٻين ٻارن کي نہ وچڙي. پوءِ گرمين ۾ اسان سيني گهر ڀاتين کي دستور موجب ڪوئٽيءَ اماڻي ڇڏيائين جتي باغ جي پرسان هڪ شاندار رنگين شيشن واري ماڙي، بابا مسواڙ تي مسٽر عبدالحق، جو بہ تعليم کاتي جو آفيسر هو. کان اڳ ۾ ئي وٺي ڇڏي هئي. مهيني کن کان پوءِ امان چوائي موڪليو تہ نجم جون هاٿي ڪڙيون لٿيون آهن سو جدا جاءِ جو بندوبست ڪيو تہ ڪيس ڪٽائي اچجي. ميان شمس الدين قريشي جو ڪوئٽيءَ جو هڪ معزز ۽ اثر رسوخ وارو ماڻهو هو تنهن هڪدم جدا جاءِ جو بندوبست ڪري ڏنو ۽ امان نجم کي ڪٽائي اتي اچي رهي. اسان سڀ شوق مان امان سان ملڻ ۽ نجم کي ڏسڻ وياسون. ڇا ڏسون؟ نجم تہ هڏن جو ڍانچو وڃي بچيو هو ۽ سڃاڻڻ ۾ نٿي آيو. امان تہ جهري پئي هئي. ميان شمس الدين جي صلاح تي ريلوي جو ڊاڪٽر جونس جو انگريز هو ان کي گهرايو ويو ۽ سندس علاج شروع ٿيو. تن ڏينهين ريلوي جا آفيسر تہ ٺهيو پر انجڻ ڊرائيور بہ انگريز هئا. ڪوئٽي ۾ ڪافي انگريز رهندا هئا. هڪ ديول بہ هئي جا اڄا تائين آهي. انگريزن جو قبرستان نانگي لين وٽ هئو ۽ سندن قبرن جي چوڦير لوهہ جو جهنگلو هوندو هو. ماڻهو ان کي سوجهرن جو مقام سڏيندا هئا ۽ ڳالهيون ڪندا هئا تہ سوجهر رات جو قبرن مان اٿي ٿا اچن ان ڪري قبر جي چوڦير زنجير هئي تا ڇڏن. اهو سال 1936ع آهي. ڊاڪٽر جونس جي في گهٽي (ڪوئٽي جي زبان ۾ ڳري) هئي تہ بہ امان ان کي گهرائيندي هئي. نيٺ ان جي اجازت سان نجم کي ڪٽي اسان واري ماڙيءَ ۾ آيا. نجم ويو پٽوتو پوندو. هڪ ڏينهن عجب واقعو ٿيو. نجم چوڻ شروع ڪيو تہ اڇن گهوڙن تي ماڻهو آيا آهن چون ٿا تہ نجم الدين پٽ علي خان ابڙي جو اچي. پوءِ قرآن شريف جون ڊگهيون ڊگهيون آيتون پڙهڻ شروع ڪيائين. حالانڪ نہ قرآن شريف پڙهيل هئو ۽ نہ وري ڪا آيت سڳوري ڪيس ياد هئي. امان ويچاري گهوڙا منيس چئي منيون پڪوڙي پيٺ کي ڏيئي ويهي رهي. صبوح جو ڏهين بجي کن نجم ائين چوڻ شروع ڪيو ۽ اٽڪل سادي ڏهين بجي ؟م ڏنائين. اهو مون لاءِ توڙي سڄي

گهر ياتين لاءِ پهريون ۽ وڏو سانحو هئو. امان زار زار روئندي پٽ تي ڪري ليٽڙيون پائڻ لڳي ته به ڏاڏيان روئڻ يا پار ڪڍڻ کان پاڻ کي روڪڻ لاءِ وات تي هٿ هڻس. چاڪاڻ ته پر واري ڪمري ۾ بابا دل جو مريض وينو هئو. ائين ڪندي امان اٿي ۽ منهن تي پاٽيءَ جا چنڊا هڻي، اکيي، وار سنواري بابا جي ڪمري ۾ وئي ۽ چيائينس ته، شمس جا پيءُ الله توکي چار پٽ ڏنا، هڪڙو گهرائي ورتائين. تون خيال نه ڪر.“ شاباس هجي اهڙي ماءُ کي. هڪ ڪمري ۾ پٽ جو لاش پيو آهي ۽ ٻئي ڪمري ۾ اهڙي دليريءَ جو مظاهرو. وري اچي پٽ واري ڪمري ۾ پاڻ ستيائين. اسان کي چيائين ته پيءُ کي ٻاهر وٺي وڃو ۽ ڪرسيون وجهي ڪيس ۽ ماٺهن کي ويهاريو. امان ارادي جي به ڏاڍي پختي هئي ۽ اتيئي فيصلو ڪيائين ته لاش تعلقي ميهڙ ڳوٺ سانگي اباڻي قبرستان ۾ دفنائبو. گهڻوئي سيني سمجهايس پر جواب هڪڙو ئي ملين ته پٽ جو لاش پرديس ۾ ڪونه رلائيندس. وڏو مسئلو هو بندوبست جو ۽ پئسن جو. پئسا علاج وغيره تي صفا کپي ويا هئا ۽ ريلوي ڪرايو به سؤ کن رپيا پيو ٿئي. هر عورت ڪجهه نه ڪجهه پئسا آئي ويل لاءِ لڪائي ٿي رکي. سو امان ٻه سؤ رپيا ڪڍي ڏنا. ميان شمس الدين قريشي، ڪوٽڙيءَ ۾ وڏي اثر رسوخ وارو هو. ان ريلوي جو به انتظام ڪري ڏنو ۽ لاش لاءِ ڪاٺ جي پيتي به جلدي ٺهرائي ورتائين. انهيءَ ڏينهن شام جو ئي امان لاش ڪٺائي رواني ٿي. فيصلو ڪيو ويو ته راڌڻ اسٽيشن بجاءِ سيتا اسٽيشن تي لهجي جتان خيرپور ناٿن شاهه نسبتاً ويجهو پوندو. عام طرح اسان جي ڳوٺ لاءِ راڌڻ اسٽيشن تي ئي لهبو آهي جتان ميهڙ لاءِ لاريون ملنديون آهن. الله جو شان اسان جي ڳوٺ ۾ مائي رهندي هئي مائي پانيبڻ (پائن پيڻ) حاجي وارثڏني جي سس، جا نيڪ عبادت گذار ۽ الله واري هئي. انهيءَ سومهڻي نماز کان پوءِ، ڳوٺ وارن کي سڏ ڪري ٻڌايو ته ادا خان جو پٽ گذاري ويو آهي سو لاش کنيون ٿا اچن پر توهان وڃو سيتا اسٽيشن تي جو اتي لهندا. رات جي پوئين پهر امان ۽ لاش سيتا اسٽيشن تي لٿا ته ڳوٺ جا پنج ڇهه مڙس اڳيئي بيل گاڏيون جهليو بيٺا هئا ۽ ٻڌايائون ته کين مائي پانيبڻ لڙي سومهڻيءَ جو نند مان اٿاري موڪليو هو. امان ايئن پٽڙو اباڻي قبرستان ۾ دفن ڪرائي ٽن چئن ڏينهن ۾ موٽي ڪوٽڙيءَ آئي پر پڇي پور تي پيئي هئي.

مٿي به عجيب واقعا مون بيان ڪيا آهن. هڪ نجم جو قرآن شريف

جون آيتون پڙهڻ ۾ ائين چوڻ ته اچن گهوڙن تي ماڻهو آيا آهن ۾ چون ٿا ته نجم الدين پٽ علي خان ابڙي جو اچي. ٻيو مائي ڀانيبڻ جو بنا تند تار جي اڳواٽ ٻڌائڻ ۾ ڳوٺ وارن کي راڌڻ بدران، سيتا اسٽيشن اماڻڻ. مان انهن واقعن جو اکين ڏٺو شاهد آهيان، ڪو مڃي نه مڃي. انهيءَ لاءِ سائنسي اسباب ٿي سگهن ٿا پر ڳالهه انساني سمجهه کان ٻاهر آهي. انساني ذهن يا ميڄالو ته هڪڙو عجيب حيرت انگيز اوزار آهي جو بهترين ڪامپيوٽر ۾ ٽيپ رڪارڊر ۾ سئنيما اسڪوپ آهي. ٻٽڻ ڊٻائي ذهن کي پلي ڏهه ويهه پندرهن سال پنتي وڃي وڃو ته تصويرون توڙي آواز چٽائي چٽا پڙدي تي اچي ويندا. هڪ ڊاڪٽر مون کي ٻڌايو ته پار جو ائين عربي يا انگريزيءَ ۾ لس ئي لس جملا چئي وڃڻ جو هڪڙو جواز اهو آهي ته ٻال جنيءَ ۾ ٻين ماڻهن کان انگريزي يا عربيءَ ۾ بيخبريءَ ۾ ئي تلاوت ٻڌي ورتي هونداڻين ته اهو ٽيپ رڪارڊ تي ويو هوندو جو بعد ۾ ڪن مخصوص سببن ڪري اهو ياد اچي وڃي ٿو. مار، ايڏو حساس اوزار آهي! ائين هوندو پر اهڙو بي عيب، عجب جهڙو ۾ اهڙو تمام حساس برقي اوزار نهي ڪيئن ويو. اهو تمام وڏو سوال آهي ۾ ان جو جواب تمام مشڪل. باقي مائي ڀانيبڻ کي اڳواٽ خبر پوڻ بابت ته مغربي دانشور به مڃين ٿا ته ڪشف ٿئي ٿو، بنا تند تار جي، يعني ان ۾ درمياني مادي جو ڪو عمل دخل نه آهي. ان کي ميٽا فزڪس چون ٿا جنهن جو دائرو مادي کان ٻاهر آهي. هاڻي اها ميٽا فزڪس جي قوت هڪ معمولي ڳوٺاڻي مائيءَ کي ڪٿان آئي. حيرت آهي، عجب آهي.

نجم 1926ع يا 1927ع ۾ ڄائو. ٽين ڀيڻ حسينه به 1929ع ۾ ڄائي ۽ انهيءَ سال ئي گذاري وئي. مون انهيءَ جو موت به ٻالڪپڻ ۾ ڏٺو. نجم نالو اسان کي نه ڦريو. ادا شمس کي پٽ ڄائو ته امان نالو رکيس نجم ۾ ان تي ايڏو آر رکيائين جو هو ماءُ ڏي ويندو ئي ڪونه هو. اهو به الهڙ جوانيءَ ۾ 1961ع ۾ چوڏهن سالن جي عمر ۾ گذاري ويو. هاڻي اسان جي ڪٽنب ۾ نوَن سان شروع ٿيندڙ نالي کان خوف ايندو آهي. منهنجي مرحوم گهر واري جو نالو به نورالنساءَ هو. هئي ته بختاور جنت جي حور ۾ خوبين جي کاڻ پر چوونجاهه سالن جي ننڍي عمر ۾ اوچتو بي موت مري وئي. سندس آخري نهار به نصيب نه ٿيم. اهو به رب جو راز. شايد سندس آخري نهار جو تاب نه جهلي مان به پرلوڪ پڌاري وڃان ها.

امڙ سان پنهنجن جو حسد ويو وڌندو. هڪ ته مڙس مٿس تمام مهربان پيو ته وٽس پيسو به جهجهو. ٻيا سڀ غريب ۽ مٿان وري امان جي تيز طبيعت. ڳالهه چوٽ تڏهن چڙهي جو مٿس ڪارنهن جو الزام مڙهيو ويو سو به تڏهن جڏهن نؤ ٻار: ڇهه پٽ ۽ ٽي ڌيئون ڄڻي ويٺي هئي. حالتن کي ايترو خطرناڪ حد تائين ويندي ڏسي ۽ ٻارن جي تعليم تربيت جو سوچي بابا هڪدم فيصلو ڪري لڏي پلاٽي ٻار وٺي اچي لاڙڪاڻي ۾ مستقل رهائش اختيار ڪئي. پوءِ به اسانجون ٻقيون ۽ چاچا اسان وٽ ايندا رهيا ۽ امان وٽان عزت ۽ قرب وٺي ويندا هئا. امڙ ڪين ڪڏهن به ڏوراپو ڪونه ڏنو. صبر هئس يا زور سياڻي هئي. مان ڀانيان ٿو ته زور سياڻي هئي.

لاڙڪاڻي جي حياتيءَ کي اسين، شهري حياتي چونداسين. ڳوٺ جا ڪليل ميدان، ٻنيون ۽ جهنگ، ڪوهه، نار ۽ پوکون ريل ڇيل گهمڻ، ڪليو آسمان ۽ هوائون، شهر ۾ ڪٿان آيون؟ دڙي محلي ۽ نوان تڪ کي ڏار ڪنڌڙ هڪ واٽر ڪورس جي ڪپ تي به وڏيون ڪچيون جايون هيون. هيٺ بابا جون آفيسون هيون ۽ مٿي گهر. ٻر ۾ گهر هئو هڪ ڊپٽي ڪليڪٽر جو، جيڪو بعد ۾ خانبهادر به ٿيو. مان جڏهن شڪارپور ۾ جج ٿي ويس ته سندس ٻن پٽن سان سٺا تعلقات پيدا ٿيا. هڪڙو غياث الدين بلوچ ائڊووڪيٽ جنهن کي سچل سڏيندا هئا ۽ ٻيو مقبول بلوچ جنهن جي گهر واري حنيف صديقيءَ جي خاندان مان هئي. جڏهن مان ٻيو دفعو ضيائي دؤر ۾ سنڌ اسيمبلي جو سيڪريٽري ٿيس ته اها اسيمبلي جي ميمبر ٿي آئي. غياث بلوچ به لڏي اچي ڪراچي ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. سندن ٽيون ڀاءُ اقبال بلوچ جنهن جي حادثي ۾ ٽنگ ڪپجي وئي هئي اهو اڳ ۾ ئي ڪراچيءَ ۾ وڪالت ڪندو هو ۽ پوءِ سيشن جج ٿيو. ڏاڍو پيارو ماڻهو هو. پر جلدئي گذاري ويو. غياث بلوچ ڪجهه سخت طبع ماڻهو آهي ۽ گهڻو ميل جول ڪونه رکي.

امان جهڙي اڻ گهڙيل اڻ پڙهيل ڳوٺاڻي عورت، لاڙڪاڻي جي شهري ماحول ۾ پاڻ کي اهڙو نهڪائي ڇڏيو جو اڄ سوچان ٿو ته ڏندين آڱريون اچيو وڃن. اوڙي پاڙي جي هندو مسلمان توڙي آفيسري ڪلاس جي عورتن سان اهڙو ملي جلي وئي جو يقيناً هڪ مقبول شخصيت بڻجي ويئي. مسلمان عورتون کيس شمش ماءُ سڏينديون هيون ۽ هندو عورتون جمال ماءُ. هندن ۾ شايد رواج آهي جو ٻئي نمبر پٽ جي نالي سان سڏيندا آهن. هندو عورتن

۾ ته اهڙي مقبول هئي جو چونديون هيون ته جمال ماءُ آهي ته مسلمان پر آتما هندوءَ جي اٿس. اسانجي گهر ٽڏڙيءَ جا لولا ۽ ڏياريءَ جي مٺائي، جام ايندا هئا.

بابا جو عهدو تبديل ٿيو يا ڇا ٿيو جو اسين دڙي محلو ڇڏي ڪرمان باغ ۾ سيٺ ٺهڪڻ داس جي مسوازي جاءِ ۾ اچي ويناسون. ڪرمان باغ ان وقت جهنگ هوندو هو. ڪي ڇڙوڇڙ غريبن جا جهوپڙا هوندا هئا. ٻيو ٿيو خير. پري اوير طرف ولي محمد ابڙي جي پڪي جاءِ هئي جتي ڪوڪڙي رهندا هئا. ولي محمد ڪو آپريٽوَ کاتي جو آفيسر هئو. پاڻ شڪل صورت جو اهڙو سادو هو جو ڇا چئجي. سندس زال وري اهڙي سهڻي هئي جو اسان ٻار ٻه ڪيس وينا ڏسندا هئاسون. بس حور جي پهلو ۾ لنگور واري ڳالهه هئي. مائي، ماستر عبدالڪريم جي ڌي هئي ۽ سندس والده غفور ماءُ، امان جي گهاٽي دوست هئي. غفور اسان کان گهڻو وڏو هو ته به گڏ رانديون ڪيڏياسون. ڪيس گڙدن توڙ بخار ٿيو، جنهن مان بچي ته ويو پر بعد ۾ بلڪل موڳو ۽ خاموش طبيعت ٿي پيو. گهڻو پوءِ ولي محمد ابڙي جي گهر پرسان، ڪچي جو هڪ زميندار وليداد خان اعواڻ هڪ وڏي پڪ سري جاءِ ٺاهي اچي ويٺو. دينداري ۽ خير خيرات ڪندڙ ماڻهو هو. سندس پٽ غلام مصطفيٰ اعواڻ وڪيل ٿيو. ننڍو پٽ محمد نواز اعواڻ اسان سان گڏ پڙهندو هو ۽ فقير منش ماڻهو هو. پوءِ اسان جي پر ۾ فتح چند هڪ هندو اوور سيئر عاليشان محل جوڙائي جنهنجو نالو ئي رکيائين فتح محل. ڏسو ڪلچر جو ميل جول، جو هندن جا نالا به فتح چند، شوڪت راءِ، قسمت راءِ، حشمت راءِ وغيره ٿي ويا. چيم نه، ته هندو ڌرم هڪ سيپيتا آهي، ڪو غير لچڪدار مذهب نه آهي. هڪ هندو عورت جيڪا پڙو پائيندي هئي ۽ چري به هئي، اها به امان وٽ ايندي هئي ته امان ڪيس وهنجاري سهنجاري، مٿي ۾ تيل وجهي ڦڻي ڏيئي ڪيس پاڻ وٽ ٽڪائي ڇڏيندي هئي. ويچاري بي گهر هئي يا پنهنجن جي ستايل هئي.

هڪ ڏينهن ڇا ڪيائين جو غسل خاني ۾ ڪاڪوس ڪري ڇڏيائين. چڙڻ جي ڳالهه هئي پر امان چڙي ڪانه رڳو چيائينس ته اڙي فلاڻي هي ڇا ڪيئي. ويچاري اڌ چري ته هئي سو جواب ڏنائينس ته آئي ذرڙو ته ڪيو اٿم، ڇا ٿي پيو." امان نڪ کي رئو ويڙهي باٽليون ڀري ڀري گند صاف ڪيو ۽

هن هندواڻيءَ کي اکر بہ نہ چيائين. رڳو ايترو چيائينس تہ وري ائين نہ ڪجانءِ. هن بہ موٽ ۾ چيس تہ ڪو چري آهيان ڇا جو ائين ڪنديس. اها هئي امان جي فقيراڻي طبيعت. مان ڀانيان ٿو تہ سندس انهيءَ هڪ عمل ڪري الله شل جنت نصيب ڪندس. سندس مقناطيسي شخصيت ڪري عورتن جو وٽس ميڙاڪو لڳو پيو هوندو هو. مقناطيس وري ڪهڙو. ڳالهہ آهي اخلاص جي، ڪلفت ڪدورت نفرت کي ڪڍي محبت ۽ نيڪ نيتيءَ کي جڳهہ ڏيو تہ گهڙيءَ ۾ ڦرڪو ئي ڦري ويندو ۽ هڪڙو نئون انسان جنم وٺندو. امان ڪاوڙيل تيز ۽ تندخو سهي، پر دل شيشي وانگر صاف هئس. پيو تہ ٺهيو پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ مهاجر عورتون بہ وٽس ڏک سور ڪٿي ايندي يون هيون ۽ ڪانئس ڪجهہ گهرنديون هيون تہ اڙدو ۾ دلجاءِ ڏئي چوندي هئن تہ، "بيهو، ڳولهان ڊونڊيان، هونگا تہ ڏئينگا." اها هئي سنڌ ۾ اڙدوءَ جي حالت سو بہ شهرن ۾. ٻهراڙيءَ ۾ تہ ايترو بہ ڪونہ ايندو هئن، جنهن ڪري ٻهراڙيءَ جا مهاجر بلڪل اسان جهڙي سنڌي سکي ويا. اهو فلمن، ريڊيو ۽ ٽي وي جي ڪرامت هئي جو اڙدو عوام وٽ پهتي.

سو امان جي شخصيت جي ڳالهہ پئي ڪيم. جهنگ جي، اٽپڙهيل عورت 1929ع ۾ لاڙڪاڻي جي شهري ماحول ۾ آئي. 1930ع ۾ يا 1931ع ۾ تجر باغ ۾ قاضي فضل الله جي بنگلي پرسان نئين نئين ليڊيز ڪلب جي بنيادي ميمبرن مان هئي. ليڊي سر شاهنواز ڀٽو کي مهمان خاص ڪري گهرايو ويو. امان نہ رڳو ان فنڪشن ۾ ڀرو ورتو پر ليڊي ڀٽو کي گهر اچڻ جي دعوت بہ ڏنائين جا هن قبول ڪئي ۽ تاريخ مقرر ٿي. مونکي اهو ڏينهن ۽ امان جي پريشاني ۽ انتظامي صلاحيتن جي جهلڪ ياد آهي. ڪٿي اسانجو غريباڻو گهر ڪٿي ليڊي ڀٽو. ڀٽو صاحب ان وقت شايد بمبئي پرڳڻي جو وزير بہ هئو. اڳي ڊرائنگ روم وغيره تہ هوندا ڪونہ هئا. بس هڪڙو وڏو صفحو هو جنهن کي هال چوندا هئا. ان ۾ چوڪاري کٽون پيون هونديون هيون ۽ هڪ کٽ تي بسترا سٿيا پيا هوندا هئا. هڪڙو توتاري وارو فونو بہ اسان وٽ هوندو هو. امان اول تہ هنڌ ڪتولا ڪٽائي سڀ ٻاهر ڪرايا پوءِ فرش ڌوئارايائين. بابا جي آفيس مان سرڪاري گلم ۽ ٻہ ٽي ننڍا غاليچا گهرائي وڇايائين. اهو سڀڪجهہ ڏسي خوش ٿي. پر وڏو مسئلو اهو هو تہ ليڊي صاحبہ کي وهارجي ڪٿي. اسان وٽ رڳو هيون ڪاٺ جون ڪرسيون، ڪن

کي نيت لڳل ۽ ڪن کي تختو لڳل. نيٺ امان فيصلو ڪيو تہ ڪوچ گهرائجن. اڳي سوفا ڪونہ هئا. ڪوچ چئبا هئا جن کي لوها اسپرنگ هوندا هئا جن مٿان ڪاہار يا ڪپهہ تن مٿان ڦولدار ڇيٽ جو ڪپڙو چڙهيل هو. پاڙي ۾ تہ ڪنهن وٽ ڪونہ هئا. امان ڊوڙايو مامي جمعي کي تہ بازار مان مسواڙ تي وٺي اچي. مامو جمعو موٽي آيو تہ دڪان وارو مسواڙ تي نٿو ڏئي چوي ٿو خريد ڪيو. امان جلدي فيصلو ڪري چيو تہ وٺي اچ. جمعي چيو تہ پنجاهہ رپيا ٿو گهري. امان اها ڪوڙي گوري بہ ڪاڏي (حيدرآباد جي تر جا ماڻهو لفظ مان واو ڪيدي ڪوڙي کي چون ڪڙو ڪنئوري کي چون ڪَرو يا ڳوڙي کي چون ڳرو. حالانڪ ڪڙو در جو ٽيندو آهي، ڪرو يا ڪريو فعل آهي ۽ ڳرو يا ڳري، ڳرڻ معنيٰ هيٺو ٽيڻ يا حل ٿي وڃڻ کي چئبو آهي). تن ڏينهين پنجاهہ روپيا تمام وڏي ڳالهہ هئي. ڪوچن جو سيٽ وچ تي باقي چوڌاري ڪاٺ جون ڪرسيون رکيون ويون. امان دڪان جا ٿهيل بسڪوٽ گهرايا، بس ٻيو ڪجهہ ڪونہ. ها بوتلون آيون پر امان جڳ ۽ گلاس گهرائي رکيا ۽ ڏيئن کي چيائين تہ، جڳن ۾ ڪجهہ پاڻي ڀري چڏيو ۽ عام عورتن کي اهو پاڻي مليل لمليت ڏجو ان ۾ بہ برف گهٽي وجهجو ۽ منهنجي ڀينرن اهو ڪم بخوبي انجام ڏنو. ليڊي صاحبہ لاءِ هڪ سادو ڪيڪ ۽ گلن جو هار گهرايو ويو. ليڊي صاحب کي هار پارايو ويو ۽ ڪيڪ بسڪوٽ آڏو رکيا ويا. ٽپائي بہ رڳو هڪڙي هئي. ڪلاڪ کن عورتن جي ڪچهري ٿي ۽ ليڊي صاحبہ خوش ٿي ڪلندي موڪلائي وئي. اها هئي اڳئين وقت جي سادگي ۽ خوش اخلاقي. ليڊي صاحبہ امان کي ڪونہ وساريو، جڏهن 1932ع ۾ ذوالفقار علي خان پٽي جو طوهر ٿيو تہ امان کي خاص دعوت موڪلي نئون ديرو گهرايو ويو ۽ اماز وئي. ان وقت ڪان وٺي پٽا خاندان سان سلام دعا جو رستو هليو اچي. ادا شمس هر عيد تي ٻن ماڻهن سان عيد ملڻ ضرور ويندو هئو. هڪ وڏيري غلام عمر انڙ سان علي آباد ۾ ۽ ٻيو نواب نبي بخش خان پٽي سان ڳڙهي خدا بخش ۾. مان بہ ساڻس گڏ ويندو هئس. هڪ لڳا نواب نبي بخش خان وٽ ڪجهہ دير سان پهتاسون تہ سيڙيو وينو هو ۽ عيد ملي چيائين تہ هن (خاص خادم ڏي اشارو ڪري) هر هر پئي ياد ڏياريوتہ نواب صاحب هاڻ دير ٿي وئي آهي هلي آرام ڪيو پر مان چوان تہ شمس الدين خان ضرور ايندو.

سڪندر علي خان پٽي سان تہ ادا شمس جي گهاٽي دوستي هئي ۽ مان ساڻن نجي محفلن ۾ گڏ هوندو هئس. سڪندر علي خان ڏاڍو شائستو ۽ مهذب ماڻهو هو. علم ادب سان بہ چاهہ هئس. پاڻ انگريزيءَ ۾ شاعري بہ ڪندو هو. شڪار ۽ ڪرڪيٽ جو شوقين هو. عشق جي لار بہ لڳل هئس. هڪ دفعي نجي محفل ۾ ڪوٽيومانس تہ دل پرجي آيس. ڇاتي وٽ ڪيسي ۾ پيل فوٽو ڪڍي ڪٽي مون کي ڏنائين. مشهور فلم ائڪٽريس نرگس جو ڪرڪيٽ جي ڊريس ۾ ٽوپيءَ سان فوٽو هو جنهن تي نرگس جا هٿ اکر هئا، ”منهنجي پنهنجي ڪرڪيٽر سڪندر ڏانهن.“ مون پڇيومانس تہ پوءِ پلا چا ٿيو. چيائين قسمت (بيبد لڪ). سر شاهنواز کي عزت وچان سر صاحب چوندو هو (بابا، نہ). چي همت ڪري سر صاحب سان ڳالهہ ڪيم. ان چيو ڇوڪريءَ کي وٺي اچ. گڏ ڪانوينٽ اسڪول ۾ پڙهندا هئاسون. نرگس کي چيم سا خوشيءَ سان ڊوڙندي آئي. بدقسمتيءَ سان ان وقت ڪيس سوڙهي انگريزي پتلون پاتل هئي سو سر صاحب ڪيس پيرن کان مٿي تائين ڏسي، مون ڏي منهن ڪري (انگريزيءَ ۾) چيو تہ ڇوڪريءَ سان عشق ڪيو اٿئي يا سندس پتلون سان. نرگس تہ ڏڪاري تي موٽي وئي مان بہ ششدر ٿي چپ ڪري ويس. خانداني ماڻهن ۾ سر صاحب جو ايترو چوڻ ڪافي هو، معنيٰ صاف انڪار ۽ وڏي آڌو وري عرض ورجائڻ بي ادبي جي زمري ۾ اچي ها. اهو هو سڪندر علي خان جي شاعري، شراب نوشي ۽ شڪار جو راز. اهڙا ڪروڙين ڪيس ٿيا هوندا ۽ دلين م دفن ٿي ويا. ازل کان ابد تائين اهو سلسلو هلندو رهندو. اهڙين ٽٽل دلين جو هڪڙو الڳ ڳوٺ پڌجي تہ هوند ڌرتيءَ تي جنت نهي وجي. اهي ٽٽل دليون ئي تہ آهن جو ٻين جا ڏک محسوس ڪن ٿيون ۽ اهڙا ڏک ڏور ڪرڻ لاءِ آڙاهہ ۾ ڪڏيو پون. پر ڪي ويچارا منبون پيڙيون پنهنجي ڏکن جون پريون پاڻ ڪلهن تي چايون وتن. نہ رون نہ چون ڪي. اهڙا دل جي اٿار وارا ماڻهو، موتي داڻا هوندا آهن.

ڳالهين ڪندي پنهنجي گهر جي ڪچائي بيان ڪري وينس تہ بوتلن ۾ پاڻي ملايوويو. چا ڪجي، سفيد پوشي ۽ غربت جي ميل ۾ ائين ئي تہ ٿيندو، ڪو گناهہ تہ ڪونہ هو. منهنجي مرحوم گهر واري وري ٻيو طريقو اختيار ڪيو. آئي جو آدر تہ ڪبو، سفيد پوشيءَ کي بہ قائم رکبو. نيٺ تہ جج صاحب جي زال هئي ۽ ننڍن شهرن ۾ جج صاحب جو وڏو مان آهي. پر

سُکي پگهار مان چا ٿـو ٿـئي. سـو چا ڪندي هئي جو پاڻيءَ ۾ ڪچي ڪنڊ ملائي اسينس، ڪيوڙي، گلاب، موتئي يا ڪنهن ٻئي قسم جو جوهر، ملائي شربت ڪري موڪليندي هئي. مزو اهو جو مهمان بہ ساراهہ ڪري پيندا هئا تہ شربت ڪٿان گهرايو اٿؤ. نيٺ مون گهر واريءَ کي ٻڌايو تہ امان گهر ۾ شربت ناهي شيشا ڀري رکندي هئي جي سنا بہ هئا تہ سستا بہ. سگهڙ تہ هئي سو هڪدم چيائين طريقو ٻڌايو. انهيءَ ڏينهن ئي پساريءَ کان صندل جو چورو گهرايائين. ان کي ڪاڙهي ڪاڙهي، چورو ڇاڻي ڪڍي، باقي پاڻيءَ ۾ چاش پچايائين تہ ڪوڙ سارا شربت جا شيشا تيار ٿي ويا. صندل جو شربت ڏاڍو سنو ۽ فرحت بخش ٿو ٿئي.

شيشن تان هڪ ٻي ڳالهہ ياد آيم. لاڙڪاڻي جو مسٽر گوبندرام وڪيل ڏاڍو حاضر جواب ۽ چرچائي هوندو هو. قنبر يا شهدادڪوٽ وڃڻ لاءِ وڪيل صاحب گهڻو ڪري ريل گاڏي جي سيڪنڊ ڪلاس ۾ چڙهندا هئا ۽ گپ شپ هڻندا ويندا هئا. حنيف صديقي ۽ قاضي فضل الله گڏ رهندا ۽ گڏ وڪالت ڪندا هئا پر ٻنهي جون طبيعتون مختلف هيون. صديقي صاحب خاموش طبيعت ۽ ڪتابن سان چاهہ رکندڙ ماڻهو هئو ۽ قاضي صاحب سياست ۾ کهڙي صاحب جو چيلو هو. سو قمبر ٿي وياسون تہ قاضي صاحب ۽ گوبندرام بہ گڏ هئا. گوبندرام قاضي صاحب کان سوال ڪيو تہ جنسي عمل هڪڙو جيم سان ٻيو ي سان انهي ٻنهي ۾ ڪهڙو فرق آهي. قاضي صاحب گوبندرام جو چرچو نہ سمجهندي چيو تہ ڪو فرق ڪونهي ڪو ڪيئن چوي ڪو ڪيئن چوي. ڪهڙو فرق؟ گوبندرام کي تہ اهڙو ٻُل ڪپندو هو سو چيائين تہ، فرق اهو جو حنيف جيم وارو ڪم ڪندو آهي ۽ تون ’ي‘ وارو. سڄي گاڏي ۾ ٽهڪڙو پئجي ويو تہ قاضي صاحب هڪو ٻڪو ٿي ويو. ڳالهہ ڇا هئي جو حنيف صاحب عورتن جو شوقين هو ۽ قاضي صاحب ڇوڪرن جو. اهو چرچو اهڙو لڳو جو سڄي لاڙڪاڻي ۾ مشهور ٿي ويو. ٻئي دفعي هڪ هندو وڪيل وٽ ويٺا هئاسون تہ گوبندرام آيو ۽ اتاوليءَ مان چيائين يار دوا لاءِ شيشو کپيم سو تہ ڏينم، اتئي؟ ۽ هن چيو ڪوڙ شيشا ۽ پنهنجي نندڙي نياڻيءَ کي چيائين تہ ماءُ کان شيشا وٺي اچ. نندڙي ڪا ٻاتي هئي سو جهٽ موٽي آئي ۽ چيائين تہ امان چوي ٿي تہ شيشا (’ت‘ سان) ڪونہ آهن باقي شيشيون (’ت‘ سان) ڪوڙ آهن. وڪيل صاحب تہ ڦڪائيءَ کان ڪنڌ

ڪٿي هيٺ ڪيو پر گوبندرام جي مذاق جي رڳ ڦڙڪي اٿي پاڻ ئي ٻاتلي ٻولي ۾ چيائين امان نهيو شيشا ('ت' سان) ڪونهن ته سڀ شيشيون (ت سان) ميڙي سيڙي ڪٽي آ. هَن حجائتي يار به پوندو ڪٽي ڏنس پر گوبندرام ڪلندو رهيو. اهڙا هئا پيارا ماٺهو.

امڙ جي ڳالهه ته رهجي وئي. ايتري واقفيت ۽ سوسائٽيءَ ۾ اٿي ويهڻي جي باوجود سادگي ايڏي جو گهر جو ڪم سڄو پاڻ ڪندي هئي. ڪم واري مائي، مائي جنان سرهياڻي ته ماني پچائيندي ۽ ٿانوَ ڌوئيندي هئي پر ٻيا به ته اڪيچار ڪم آهن. امان مينهن به رکندي هئي. مينهن وڏي خدمت ٿي گهري. ڪڙ ۽ ڪتي گهرائي ڪتر ۾ ملائي چارو تيار ڪري مينهن کي ڏيڻ، ڏهڻ، ساجهر سوير ولوڙي مکڻ ڪڍڻ، اسڪول وڃڻ کان اڳي اسين ٻار چاڏي وٽ قطار ڪيون وينا هوندا هئاسون. مائي جنان گرم گرم ماني تئي تان لاهي پنڊيءَ ۾ هڪ ٻار جي اڳيان رکندي ۽ امان مکڻ جو چاٽو مانيءَ تي رکي ٻڙ جي مُستي مٿانس وجهندي هئي ۽ اسان ڏاڍو چاهه سان کائي ڏؤ ڪري اٿندا هئاسين ته مٿان ڏيندي هئي مهيءَ جو گلاس جو اڳ ۾ ئي ڪڍي رکندي هئي. حيدرآباد وارا اهو ڪونه سمجهندا. مکڻ ڪڍڻ کان اڳ ولوڙيل ڌونئرو، ٻاٽيءَ سان گاڏڙ ٿيو مهي. مکڻ نڪرڻ کان پوءِ ٿيندو ڏڌ جو گهاٽو تئي، ڏڌ ۾ ٻاٽي ملائيو ته نهندي لسي. لسيءَ ۾ گهڻو ٻاٽي ۽ لوڻ ملائبو ته نهي پوندي ڪانجهي.

ٻارن کي وهنجاري سهنجاري، ڪپڙا پارائي اسڪول موڪلڻ ۽ منجهند جي ماني اڳڙي تڪر ۾ ٻڌي هر ڪنهن جي ٿيلهي ۾ رکڻ. اسڪول جو وقت هوندو هو صبوح جو يارهين بجي کان شام جو چئين بجي تائين. وچ ۾ مانيءَ لاءِ رسيس ٿيندي هئي. ٻڙ ذرو يا گهران آٿبو هو يا هڪ پئسي جو هٽ تان وٺي ماني کائي ڇڏبي هئي. اڳي رپيا ڪونه ملندا هئا خرچي لاءِ. بس رڳو هڪڙو پئسو يا هڪڙي پائي. رپئي ۾ هونديون هيون هڪ سؤ ٻيانوي پايون. ڪوڪا ڪولا وغيره جو تصور ئي ڪونه هئو. اسڪول ۾ پائيءَ جا مٽ ڀري رکندا هئا، اتان ٻاٽي پيئبو هو. بس.

هر ٻئي ٽئين ڏينهن تي ٽين ڪار جو چڙهندو هو. گاسليٽ واري خالي وڏي ٽين ۾ ٻاٽي ۽ ميرا ڪپڙا وجهي ٿوري ڪار (ڪاسٽڪ سوڊا) ملائي ٻاهر تي چاڙهي ڇڏبو هو. پوءِ هڪ هڪ ڪپڙو ڪڍي، سونٽيءَ سان سَٽي صاف

پاڻيءَ سان ڌوئبو ۽ سڪائبو هو. استريءَ جو تصور ڪونہ هو. ان ڪري اهي مروڙيل سروڙيل گهنجيل ڪپڙا پائبا هئا ۽ ڪو شرم يا عار ڪونہ ٿيندو هو. اهو عام رواج هئو. اهو سمورو عمل نهايت ٿڪائيندڙ ۽ وقت کائو هئو. پر هر گهريلو عورت ائين ڪندي هئي. امان بہ ائين ڪندي هئي. ان لاءِ ڪو خاص سبب ڪونہ هو ڇاڪاڻ تہ ڌوٻي پاڻمرادو گهر اچي ميرا ڪپڙا کڻي ويندو هو ۽ صرف ٽي رپيا سؤ ڪپڙن جي ڌوئراڻي وٺندو هو، سو بہ ڪنيءَ جا صاف ڌوتل ڪپڙا، استري ڪيل ۽ ڪلف لڳل. مان ڀانيان ٿو تہ گهر ڏياٽيون هڪ تہ بچت خاطر ۽ ٻيو انهيءَ لاءِ ڪنديون هيون تہ اڳي وڳا گهٽا ڪونہ رکبا هئا. هر ڪنهن ڪي هڪ ٻہ وڳو هوندو هئو جو ڪار چڙهندي هئي تہ ڌوئڻ لاءِ ڏئي پاڻ پنيءَ اگهاڙو ڪم تي هليو ويندو هو. ٻارن جا ڪپڙا تہ جهٽ جهٽ ميرا ٿا ٿين سو انهن جي ڪپڙن لاءِ ڪار چاڙهڻ لازمي هئي. ٻيو تہ تن ڏينهن ۾ نہ هئا پئمپر، نہ ڪڇا نہ نئپڪن، رڳو هئا رلڪا جي ٻار هر هر خراب ڪندا هئا ۽ انهن جو ڍير ڪار تي چڙهندو هو.

مان ننڍي هوندي کان ڏاڍو ڌيرج وارو، هر ڳالهہ کي نظرانداز ڪندڙ ۽ بينياز هئس. مونکي آڙاهہ بخارو يا ڪو سور هوندو هو تہ بہ ڳالهہ ڪونہ ڪندو هئس. وتندو هئس ڊوڙندو ڪيڏندو. جي نستو ٿي چپ ڪري ويهي رهيس تہ امان ويچاريءَ کي اڌڪو ٿي پوندو هو ۽ ور ور ڪري پڇندي هئي تہ جمال ڇو ڪيڏين نہ ٿو ٺيڪ تہ آهين نہ؟ تہ مان چوندو هئس ها امان ٺيڪ آهيان. اڄڪلهہ ننڍا تہ ننڍا پر وڏا ۽ وڏيون بہ ٿورو ٿئين تہ هاءِ گهوڙا مچائي ڏين. شل نہ مٿي جو سور ٿئين پوءِ گهوڙا مئس. مٿو ٿو ڦاٽي، چڪر ٿا اچن، مران ٿي يا مران ٿو، لڳي پئي هوندي. ولايت ويس تہ ڏٺم تہ ڪو ڪنهنکي پنهنجي تڪليف ڪونہ ٻڌائي. اسان ٻارو مشرقي ماڻهو ڪٿي ڪنهن گوري کي ٻڌائيندو تہ هو خاموش ٿي منهن ڪٿي ڦيرائيندو نہ تہ بہ رڪائي ۽ طنز سان چوندس تہ، "مان ڀانيان ٿو تہ توکي ائسپرين جي ضرورت آهي." ڪوتہ ائين بہ چئي ڏيندس تہ "مائينڊ يوئر اون بزنس." يعني پنهنجي ڪم سان ڪم رک؛ ۽ اهو جملو جهٽڪڻ يا چنبڙ ڪڍڻ برابر هوندو آهي. ڪو شريف ماڻهو هوندو تہ وڌ ۾ وڌ چوندس "ٽيڪ اِٽ ايزي" يعني مزيئي خير آهي. مون لاءِ ڊاڪٽر پوهومل، امان کي ۽ ٻين گهر ڀاتين کي سخت تاڪيد ڪري ڇڏيو هو تہ هن ڇوڪري جو خيال رکجو. ٿوري بہ ڪا تڪليف

ڏسوس تہ وڏي ڪري سمجهجو ۽ هڪدم مونکي اطلاع ڪجو.

مون اڳ ئي ذڪر ڪيو آهي تہ ڪرمان باغ محلو تن ڏينهن ۾ جهنگ لڳو پيو هو. هڪ ڏينهن مان دروازي جي چانئٺ تي ويهي مٽيءَ تي ويٺي ليڪا پاتا ۽ ڊاتا. ڪٺي جو ڏسان تہ ڪليل در جي تاڪ مان هڪ پوري رنگ جي نانگ جي منڍي مون ڏانهن تمام هوريان پئي سرڪي. اتي وجي امان کي چيم تہ امان هڪ ننڍڙي نانگڙي در جي پيڪڙ ۾ ويٺي آهي. امان ويٺي ڪپڙا سَتيا سو اها سونٽي هٿ ۾ ڪٺي هلي آئي. در جو ڪٺي ورائي تہ چيائين گهوڙا هي تہ هيڏو سارو ڪپر نانگ آهي، تون ٿو نانگڙي چوين. پوءِ مونکي چيائين تہ پري ٿي بيهہ ۽ پاڻ وڏي سونٽيءَ سان ڪپر کي ڏڪ هنيائين تہ ڪپر شوڪٽ ڪري پوئتي ٻُل ڪائي اچي امان جي پيرن وٽ ڪريو. پوءِ تہ امان سونٽيون هٽي ماري وڌس ۽ مئل نانگ سونٽيءَ تي ڪٺي اندر آئي ۽ چيئاين هيءَ جمال جي نانگڙي ڏسو. ڪپڙي لٽي ۽ ڏيک ويک ۾ بہ بي نياز هئس. عيد براد تي امان پٽئي ۽ بوسڪيءَ جا تاڪيا گهرائيندا هئي. بوسڪي بہ نج بوسڪي هئي ۽ رنگين ليڪن واري. ٻيا ٻار، منهنجا پائر پينر پيا پنهنجي پسند جو ڪپڙو چونڊيندا هئا تہ هيءَ نہ هيءَ ۽ مان بي پرواهہ پيو ڪيڏندو هئس. نيٺ امان سڏ ڪري چوندي هئي، جمال هيءُ ڏس ڪهڙي سني آهي، ڪهڙي ڊزائن وٺي ڏيانءِ. مان "توهان جي مرضي" چئي بي خيالائي سان هليو ويندو هئس.

پيو تہ نهيو 1974ع ۾ جڏهن پنجاهہ سالن جو اچي ٿيو هئس تہ بين الاقوامي ادبي ڪانفرنس ماسڪو ۾ وڃڻ ٿيو. ڏينهن ٻن ڪان پوءِ ڏسان تہ هر ڪنهن مندوب کي سندس نالي واري پٽل جي پٽي لڳي پئي آهي ۽ ادب جي حوالي سان هڪ نب بہ ڪوٽ تي لڳي پئي آهي ۽ لڪڻ لاءِ پيڊ ۽ پينون بہ هجن. مون ڊاڪٽر ميڊم لڊميلا واسلويا کان پڇيو تہ هي ڇاهي. عجب مان چيائين تو ڪونہ ورتا آهن، هڪ سني چمڙي جي بيگ ملي ٿي، جنهن ۾ تمغا ۽ اهو سڀ سامان پيل آهي ۽ پڻ پنجاهہ روبل بہ ملن ٿا. روبل وڏي ڳالهہ هئي ۽ هڪ روبل ٻن ڊالرن جي برابر هو. پوءِ بہ بہ ڏينهن گـذري ويا تہ ميڊم لڊميلا صاحبہ پاڻ وڃي وٺي آئي ۽ مونکي اچي ڏنائين ۽ چئي ڏنائين تہ عجيب بينياز ماٺهوآهين. حالانڪ هوءَ اسان جي وفد جي ليڊر فيض احمد فيض صاحب سان وابستہ هئي پر منهنجو اونو رکندي آئي. هڪ ڏينهن منهنجي

طبيعت ڪجهہ ٺيڪ نہ هئي سو ڪانفرنس ۾ ڪونہ ويس ۽ چادر ويڙهي سمهي پيس. اوچتو اڪيون جو کوليان تہ ميڊم لڊ ميلا ڪرسي وجهيون ويٺي هئي. اها آهي عورت ذات جي فطري اون. مون کي جاڳندو ڏسي چيائين تہ، مان ڊاڪٽر وٺي ٿي اچان. مون گهڻو ئي جهليومانس پر هوءَ پنجن منٽن ۾ هڪ ڊاڪٽرياڻي وٺي آئي جنهن چڪاسي هڪ گوري ياڻيءَ سان ڪارائي ۽ ي شام جو کائڻ لاءِ چيائين ۽ چوندي وئي تہ شام تائين بلڪل ٺيڪ ٿي ويندين ۽ واقعي ائين ٿيو. مون کي عجب لڳو تہ اسان جي ملڪ ۾ تہ ڊاڪٽر اڌ ڊزن دوائون بمع ائنٽي بايوٽڪ جي لکي ڏيندا آهن پوءِ بہ چار پنج ڏينهن لوڙي اٿبو آهي. مون ميڊم لڊميلا کان ڊاڪٽر جي فيءَ جو پڇيو تہ چيائين تہ، هتي سڀ ڊاڪٽر سرڪاري آهن ۽ ڪنهن کان بہ في ڪونہ وٺن. اهو هو اشتراڪي نظام جو ڪمال جنهن کي روسين، معمولي شخصي آزادين ۽ مراعات جي آڙ ۾ ڊاهي ڊينگو ئي ڊيري ڪري ڇڏيو، جنهن روسيءَ سان ڳالهاءِ سو "خود رحمي" جي مرض ۾ مبتلا. اها خود رحمي Self Pity جنم ڏيئي ٿي خود پسندي ۽ پوءِ خود مطلبي کي. اهي ڏاڍا خطرناڪ ڏاڪي وار جرم آهن. پهريان Self Pity پوءِ Sin of Self Righteousness ۽ پوءِ Selfishness. خود مطلبي Selfhiness جي ڏاڪي تي جڏهن ماڻهو پهچي ٿو تہ عقل مت مارجي ٺا وڃن. ماڻهو رڳو پنهنجي ذات ۾ گم ٿي وڃي ٿو ۽ چڱي مَٺي جي خبر نٿي پويس. هر روسيءَ کي اها شڪايت تہ محنت بہ اسين وڌيڪ ڪيون، چڱا بہ اسين ٿيون، قربانيون بہ اسين ڏيون پوءِ بہ سڀ وٿرت جو هڪ معمولي آمريڪي ماڻهو يا مزور وٽ بہ اهو سڀ ڪجهہ آهي، جنهن لاءِ اسين سِڪون پيا. اڙي ياڻي ڏسو ئي ڪونہ ٿا تہ توهان جي انهن ئي عملن جي ڪري، روس جا ڪروڙين شهري خوشحال، صحتمند، تعليم سان آراستہ، بيمارين ۽ بک کان بچيل ۽ وڏي ڳالهہ تہ امن امان سان پيا گذارين. مان تہ وڪيل ۽ جج ماڻهو سو خاص ڌيان ڏنم ڏوهہ ۽ ڪورٽن طرف. ڪو ڏوهہ ئي ڪونہ هجي. نہ قتل، نہ ڌاڙو، نہ چار سؤ ويهہ، نہ ديواني مقدما، نہ طوائفون. ڪورٽن ۾ بس هڪڙي ئي جرم جي پرمار هجي تہ رات جو شراب پي ڊرائيور مقرر رفتار کان تيز گاڏي هلائين ٿا.

مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان تہ عورت کي فطري طرح اونو رهي ٿو. تخليقڪار آهي نہ، تڏهن. مان جڏهن اسيمبليءَ جو سيڪريٽري هئس تہ

هڪڙي ليڊي ايڊووڪيٽ بلقيس جمال مهيني ۾ هڪ ٻه دفعو مونسان آفيس ۾ ملڻ ايندي هئي. عجيب غريب رٿون کڻي ايندي هئي. مثلاً هڪ دفعي قانون سازيءَ لاءِ هڪ مسودو کڻي آئي ته چار شاديون قانوناً لازمي ڪيون وڃن. مون طنزاً چيومانس ته واقعي پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو مسئلو آهي باجي، آپي ۽ ڀيڻ جي شادي سو تيئن زور زور سان دليل ڏيڻ لڳي. ٿيو ڇا جو مون ڪجهه دوا جون گوريون ڪڍيون (دل جو مريض آهيان) ته ڪلارڪ اچي ويو ۽ وري ڪو ٻيو ماڻهو آيو ته دوا رهجي وئي. ڪم ڪار کان واندو ٿي وري ساڻس مخاطب ٿيس ته چيائين ڳالهيون پوءِ اڳ ۾ پاڻي گهرائي گوريون کائو. ڏسو هڪ ست ڏاري عورت به اهو اونو رکيون ويٺي هئي ته هن کي دوا کائڻ وسري وئي آهي اول اها کائڻ کپيس.

امڙ ايماندار ايتري هئي جو ڪنهن جي پائي به ميري کانه ڪندي هئي. تن ڏينهن ۾ رواج هوندو هو ته واڻيا گهوراڙو هرڪا شيءِ ڪنيو گهر گهر وڪڻندا هئا. مثلاً ڪپڙن جا ٿان، ڳوٽا، چوڙيون، ٽانوَ وغيره. عورتون شاپنگ جون ماهر ٿين ٿيون، يا واڻين جهڙيون پڪيون. واڻيو گهرندو رپيو ته امان چوندي ٻه آنا. ڪجهه شيون وڪڻي واڻيو تپڙ ويڙهي ويندو ته ڪانه ڪا شيءِ رهجي ويندس. پوءِ اسان ٻارن لاءِ آزار. امان چوندي ڪڻ اهو سامان ۽ پڇ واڻئي جي پنيان. نتهڻ اس ۾ پيرين اگهاڙو واڻئي جي پنيان ڀڄندا ويندا هئاسون ۽ وڃي ڪيس سندس سامان موٽائيندا هئاسون. ڪڏهن ته واڻيو هليو ويندو هو هٽ ڪونه ايندو هو ۽ ٻئي ٽئين ڏينهن هوڪو ڏيندو هو ته ڪيس سڏي امانت موٽائيندا هئاسون. ڪڏهن ڪڏهن ته سڄو ٿاڪيو ڪپڙي جو يا سڄو پاڪيٽ ڳوٽن جو ڇڏي ويندا هئا ۽ اها شيءِ اٿين جو اٿين، پنجين ڇهين ڏينهن به واپس ملندي هئن ته ڪجهه حيران ٿيندا هئا. هڪ دفعي ته هڪڙو چوڙين جو سڄو اسٽينڊ ڇڏي ويو جنهن ۾ پنج سؤ کن چوڙيون هيون. اهو ڪيس هفتي کان پوءِ ثابت مليو ته ڏاڍو خوش ٿيو. اٿين اسان گهر ٻاتين کي ابي توڙي امان ٻاران ايمانداريءَ جي ستي پيل هئي.

هڪ دفعي 1960ع ۾ فئملي سان گڏ سڄاول مان حيدرآباد آياسون. فردوس سئنيما پرسان هڪ ڏيپلائي جي جنرل اسٽور تان سامان ورتوسون. هڪ سؤ جو نوٽ ڏنومانس سو ڏيپلائي ماٿو پڪو، ور ور آڱرين تي حساب ڪري باقي پئسا موٽائي ڏنائين. اسين جيپ تي واپس سڄاول پي

موتياسون ۽ حيدرآباد ڇڏي زيل پاڪ وٽ پهتاسون تہ مون جيپ واري کي چيو تہ واپس دوڪان تي هل. ڊرائيور سميت سڀني چيو تہ وقت ٿا وڃايو دير ٿي ويندي، پر مون چيو تہ، دوڪان واري سترهن رپيا وڌيڪ موٽايا آهن سي واپس ڪرڻا آهن. ائين ڪيوسون تہ دوڪان وارو وائڙو ٿي ويو تہ هي ڪهڙا ماڻهو آهن جو پئسا موٽائڻ لاءِ سجاول ويندي. ٽنڊي محمد خان روڊ تان موٽي آيا آهن. اها هئي امڙ جي اسان کي ٻالڪپڻي کان تربيت.

حقيقت ۾ تربيت ئي سڀ ڪجهہ آهي، تعليم ڪجهہ نہ آهي. تربيت، جنهن جو بنياد اخلاقيات تي هجي اهائي چڱا ماڻهو ۽ شهري پيدا ڪري سگهي ٿي. باقي جيڪڏهن صرف لکپڙهہ سان اهڙو ڪارج سڌ ٿئي ها تہ پوءِ ڪراچيءَ ۾ جتي جون نوي پنجانوي سيڪڙو ماڻرون پڙهيل آهن، اتي ڪالا نانگ، وڇون، لنگڙا، ڪانا، ڪمانڊا ۽ ٻيا الائي ڪهڙا زهريلا ۽ ڇڙا ڦڏا جانور پيدا نہ ٿين ها؛ نہ وري چانهہ جي پتيءَ ۾ ڇڙن جون ڪلون، گيهہ ۾ ڊيزل ۽ مصالحات ۾ سرن جو ڪتو ملائڻ وارا، يا چور بازاري ۽ ذخيره اندازي ڪرڻ وارن جي ايڏي کيپ تيار ٿئي ها. پڙهڻ لکڻ جي اهميت پنهنجي جاءِ تي ڇاڪاڻ تہ اهو علم حاصل ڪرڻ جو هڪ ذريعو آهي، باقي بذاتِ تہ اهو ڪجهہ بہ نہ آهي. اهڙا ڪيترائي گريجوئيٽ ۽ ماستر صاحب پيا آهن جن جا ڪڌا ڪرتوت نہ رڳو شرم جوڳا بلڪ ڪيترين بڇڙائين جي جڙ آهن. انهن کان تہ اڻ پڙهيل وڏيرا چڱا جي ٻائرن (عام ماڻهن) سان گڏ تڏي تي يا واڻ جي کٽن تي چوويهہ ڪلاڪ ڏونهين ڏکايون وينا آهن جتي هر آيو ويو، مسافر، غير ملڪي يا ٽر جو، چاتل سڃاتل توڙي اڻ سڃاتل اچي آسائش ڪري ماني ٽڪي کائي پنهنجا مسئلا حل ڪرائي وڃي ٿو. اهڙو وڏيرو سڄي ٿو ٽر جو چڱو مڙس يا نيڪ مڙد. سندس اوطاق سماجڪ سينٽر بہ آهي، تہ مهمان خانو بہ، ڪورٽ بہ، بئنڪ بہ تہ ٻانهن ٻيلي بہ. ڪورٽ اهڙي جو سستو انصاف بنا وڪيل ۽ پوليس جي، اتي جو اتي، ڏرين کي گهرائي ڪيو وڃي ٿو ۽ ٻئي ڌريون راضي خوش ٿي وڃن ٿيون. بئنڪ اهڙي، جو نہ درخواست، نہ ئي ڪو فارم ڀرڻو نہ ئي ضمانت. شخصي سڃاڻپ تي رڳو رجسٽر ۾ صحيح ڪري پئسا وٺي هليا وڃو. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ چڱن مڙسن جا پويان، شهري تعليم ڀرائي، پنهنجن وڏن جون قائم ڪيل روايتون وساري، اڳيون نور بہ وڃائي وينا آهن. هونئن بہ ان پڙهيل لکيل طبقي

ڏنو به چاهي، سواءِ رشوت خور ڪاموري، وڪائو استاد ۽ بي ايمان واپاري ۽ دوڪاندار جي.

پڙهڻ لکڻ سان نه ڪو انقلاب آيو آهي نه ايندو. هي ته رڳو شهري شودن جو شوشو آهي. پنهنجي بيڙاين تي پڙدو وجهڻ جو بهترين طريقو آهي ۽ پڻ ٻين جي پڳڙي لاهڻ جو. ڀلا ڪهڙو انقلاب پڙهڻ لکڻ جي ذريعي آيو؟ حضرت موسيٰ عليه السلام جو فرعون خلاف، حضرت دائود عليه السلام جو جالوت خلاف، حضرت عيسيٰ عليه السلام جو سود خورن خلاف، حضرت محمد ﷺ جو قبائلي سردارن ۽ واپارين خلاف، يا فرينچ انقلاب يا مارڪس ۽ لينن جو روسي انقلاب يا چين جي مائوزي تنگ جو جنگجو سردارن خلاف؟ ڪوبه نه. اهي انقلاب ته پاڻ پڙهيل ڳڙهيل گمراهن، سردارن ۽ بي ايمان واپارين خلاف هئا جيڪي ٻين کان ڦري لٽي پنهنجا پيٽ ڀريندا رهيا ۽ مسڪينن کي وڏيڪ مسڪين ڪندا رهيا. انقلاب جو مطلب ئي اهو آهي ته مسڪينن جي منظم قوت سان، اهڙن سرمائيدارن، واپارين ۽ ٻين ڦورو طبقن ۽ ٽولن کان مسڪينن ۽ پورهيتن کي نجات ڏياري کين خوشحال ڪجي. چڱي ماڻهو، پير فقير درويش جي سڃاڻپ ئي اها آهي ته پاڻ اهوئي مسڪينن وارو گذر بسر هجيس ۽ سندس لاڳاپيدار، مريد خادم، وڃن خوشحال ٿيندا. پر هتي ته الٽي گنگا ٿي وهي.

امان جي ديانتداري ۽ دليري مثالي هئا. دليري جو مثال رڳو ڪپر نانگ مارڻ وارو ناهي. حالانڪ اها به وڏي ڳالهه آهي. ادا شمس جي اوطاق يا آفيس هوندي هئي مدرسه هاءِ اسڪول پرسان، اتي ڏينهن ڏٺي جو هڪڙو ڪارو نانگ اچي نڪتو. ماڻهن جو ڌنبلو اچي ڪٺ ٿيو پر رڳو ڪاريهر ڪاريهر جي دانهن پئي پوي. همت ڪنهن ۾ نه هجي جو ان کي ماري. نانگ به ماڻهن جوا نبوهه ڏسي منجهي پيو ۽ مدرسه جي ڪمپائونڊ وال جي وٽ ۾ چپ هٽي پيو. هڪ ڳوٺاڻو اچي نڪتو تنهن چاهي چاهي ڪري، نانگ ڏسي هڪ ماڻهوءَ کان هاڪي وٺي به تي ڌڪ هڻي نانگ ماري وڌو. مون ڏٺو ته نانگ ڪاريهر به نه هئو. گدو هو چاڪاڻ ته پيٽ اڇو هئس. اها هئي ڌنب ماڻهن جي همت جو نانگ جي دهشت کان، سڀ ڀري ڀري بيٺا هئا. هڪ دفعي مان ڄامشوري لڳ پنياريءَ جي پل تي ويٺو هئس ته هڪ نا گ ور وڪڙ ڪائيندو اچي لنگهيو. اسان سان گڏ ويٺل هڪ ٽالپر، جو مهنجي

ساهرن جي عزازت وارو آهي، پادر لاهي اتيو ۽ نانگ ماري وڌائين. نانگ ويچارو ڏاڍو نازڪ جانور ٿئي ٿو. ٿوري ڏڪ لڳڻ سان سندس ڪرنگهو ٽٽي پوي ٿو ۽ پوءِ پچي نٿو سگهي. پوءِ رڳو سندس مٿو چٿڻو آهي، پر هجي ڪنهن ۾ همت. بابا جي گذارڻ ڪان پوءِ ڳوٺ واريون زمينون امان سنڀاليندي هئي، جيتوڻيڪ عمر ۾ چڱي ٿي وئي هئس ۽ هاءِ بلڊ پريشر جي مريض ۾ هئي تڏهن به ڏکيو سکيو سخت سيءُ ۾ به مهينو ٻه وچي ڳوٺ گذاريندي هئي. فيصلا به ڪندي هئي. هڪ دفعي ڳوٺ مان ڪنهن جو گهرو سامان چوري ٿي ويو. ڪنهن هاري ناري يا مِٽ عزيز جي چوريءَ ڪي زميندار يا چڱو مڙس پنهنجي شخصي بيعزتي سمجهندو آهي. امان ڪي به دانهن ملي ته باهہ ٿي وئي. ڪمدار ڪاراون تي بار رکيائين ته چور ۽ چوري لهي ڏيو. خبر پيئي ته چور پنهنجو ئي خان سانگي هو ۽ چوريءَ جو مال به سندس گهر ۾ ئي هو. چار پنج ماڻهو موڪليائين ته وڃي خان جي گهر مان سامان ڪڍي ڪٽي اچو. خان ڪي به ڪڙڪ پئجي وئي. اهنڊ ماڻهو، هڪ ٻه خون به ڪيل هئس سو کهاڙي کٽي در تي بيهي رهيو ۽ هڪل ڪيائين ته خبردار جي ڪو اڳتي وڌيو آ ته منڍي لاهي رکندوسانس. سيني موٽي اچي امان کي صورتحال ٻڌائي. امان ويتر باهہ ٿي وئي، چي ٽڪ اٿو پڙوا هي مڙس ٿيا آهيو. هاٿي منگواتي قوم جي هڪڙي عورت تي سانگين کي ائين چوي. اٿي پاڻ هلي ۽ چيائين اچو مان تي هلان ڏسون ته ڪيئن نٿو مال ڏئي. هڪ عمر جي پڪي پيو بدن جي ڳؤري ۽ بيمار. پر سچائي ۽ جرئت کي پنهنجي هڪ الڳ قوت ٿي ٿئي. خان سانگي اهوئي کهاڙي ڪنيون بيٺو هجي. امان به واچوڙي وانگر اڳتي وڌي نڪاءُ جو تف ڪرائيس ته پٺڪو وڃي پري پيس. پاڻ در تي بيهي سانگين کي چيائين گهڙو اندر ۽ مال سجاٺي ڪڍو. خان جي کهاڙي به ڪري پئي سا کٽي هڪ سانگيءَ کي ڏنائين. ائين مال چور ڪان ڇڏائي ياڳين کي ڏنائين. اهي هيون سچائي، جرئت ۽ نيڪ نيتي جون تربيتون جي اسان اڪئين ڏنيون ۽ ڪنين سٽيون. هاٿي پاڻ ٻڌايو ته اڻ پڙهيل ماءُ جي عملي تربيت بهتر يا پڙهيل ڳڙهيل جٺيءَ جي بدنيت لالچ لوڀ ۽ حسد جي تعليم؟

امڙ جو صبر ۽ شڪر به ڪو منڇر ڍنڍ جهڙو عميق ۽ وسيع هئو. 1954ع ۾ گهر وارو گذاري ويس. 1960ع ۾ پاڻ کي اڌ رنگ ٿيس. 1961ع ۾ سندس سڪيلڏو پوٽو نجم گذاري ويو ۽ 1963ع ۾ عظيم شخصيت جو مالڪ سندس موٽي پٽ شمس الدين ابڙو گذاري ويو. بس قيامت مٿان قيامت

هئي. مصيبتن جون ڇپن مٿان ڇپون. امڙ به ڪو اڏول پهاڙ هئي. ويٺي سور سٺائين پر ڪڇي اصل ڪونه ۽ نه ڪنهن کي پنهنجو مَنجهه ڏنائين. صبر شڪر سان سڄا سارا تيرهن سال اڌ رنگ ۾ گذاريائين پر نه هلڻ چلڻ کان مُڙي نه ڳوٺ ڏي زمين تي وڃڻ بند ڪيائين. اهڙي بيماريءَ ۾ به لاڙڪاڻي جي تاندن جهڙي گرميءَ ۾ تيهه ئي روزه رکندي هئي ۽ قرآن شريف جو ختم ڪندي هئي. نظر ڪانه پوندي هئس پر ميگنيفائينگ گلاس (عڪسي شيشو) گهرائي ان وسيلي قرآن شريف پڙهندي هئي. گهڻ گرج ۽ انتظامي صلاحيتون پڇاڙي تائين قائم رهيس. ڪنهنجي ڪاڻ ڪانه ڪڍيائين نڪي ڪنهن آڏو هٿيار ڦٽي ڪيائين. آڻ مڃڻ ته سندس خون ۾ ئي ڪونه هئو. سڀ وسيلا وڃائي به ڏيئڻ پٽن نهرن پوٽن پوٽين تي حڪم هلائيندي رهي. ڪنهن کي مجال نه هئي جو ڪيس انڪار ڪري. زبان جي تيز، تند خو، پر دل شيشي جيان شفاف. گهڙيءَ ۾ ڏسو ته چڻ بندوق هٽي ڪيندي ۽ گهڙيءَ ۾ ڏسو ته انهي ساڳئي ماڻهوءَ کي ڳراٽڙي پائي پيئي سمجهاڻيون ڏيندي. پيو به اهڙو صاف دل ۽ نيڪ نيت ماڻهو مون ڏٺو ئنبي مير محمود جو مير رسول بخش خان ٽالپر. رڳو اهو فرق هو ته مير صاحب مرحوم جلالي طبيعت جو نه هئو، خوش اخلاق، خوش مزاج، ڏمر کان ڏور، ڪلٺو، رلٺو ملٺو ۽ نرم مزاج، پر هڪوار فيصلو ڪندو ته جهڙو پٿر تي ليڪ. اهو يگانو مثال به مير صاحب قائم ڪيو جو گورنري تان استعيفا ڏئي ڇڏيائين.

1973ع جو لڱن ۾ وڏ وجهندڙ سيارو. امڙ اڌرنگ هوندي به دستور موجب ڳوٺ زمين تي هلي وئي. سيني جهليس به پر ڪونه مڙي. مُڙڻ واري ته هوءَ هئي ئي ڪانه. ڊسمبر جو مهينو، ڳوٺ جا ڪليل پڌر ۽ ڪکاوان گهر، ڪنهن هاري، ڪمدار جي گهر ٽڪي پوندي هئي. هئا ته سڀ سانگي مائٽ، هڪ ابي جو اولاد. چاڪاڻ ته اسان ڪنهن ڏارئي کي، پلي سانگي ڇو نه هجي، ڳوٺ ۾ ويهڻ ڪونه ڏنو. دودائيءَ جا سانگي به ايندا هئا پر اوطاق ۾ ٽڪي مهمانيون ڪائي هليا ويندا هئا. امان به پڦي صابڻ (صاحب خاتون) جا ابي جي سوٽ هئي ان وٽ رهندي هئي جا چاهه سان سندس خدمت ڪندي هئي. مون ڏي ڪراچيءَ نياپن مٿان نياپا موڪليائين ته جمال کي چئو ته گرم لوئي وٺي موڪلي. مان ڪن لاتار ڪري ويس ته امان کي ڪوڙ شالون ڪيس هڪڙي لوئيءَ جي کهڙي لوڙ. پر اوچتو خيال آيم ۽ منهنجي اک ڦڙڪي اٿي.

ابي امان کي رڳو آسيس ٿي ڪپي سو اهائي ڳالهه هوندي. گهر واريءَ کي چيم ته سائين هڪدم صدر مان هڪ سٺي سفيد شال وٺي اچو ته امان کي موڪليون. هن ياڳوان به دير ڪانه ڪئي ۽ هڪ سٺي ۽ وڏي گرم شال وٺي آئي جا نياپي آٽينڊڙ کي ڏنيسون. بعد ۾ ڳوٺ وارن ڳالهه ڪئي ته لوئي ويڙهي ڏاڍي خوش ٿي ۽ هر ڪنهن کي پئي ٻڌايائين ته جمال وٺي موڪلي آهي ڪراچيءَ مان. هوئنن به امڙ هميشه هر سال گرميءَ جا ٻه مهينا ڪن مون وٽ اچي گذاريندي هئي. شڪارپور ۾ به خيرپور ميرس ۾ به، ٽنڊي الهيار ۾ به، حيدرآباد ۾ به ته ڪراچيءَ ۾ به. منهنجي گهر ۾ سندس ڏاڍي خدمت ٿيندي هئي ۽ وڏي ڳالهه ته حڪم سندس هلندو هو. لاڙڪاڻي مان امان تار موڪليندي هئي ته فلاڻي ڏينهن فلاڻي گاڏيءَ ۾ اچان پئي. مان ٽنڊي الهيار مان ٽئڪسي يا ڪار اڏاري وٺي ڪوٽڙي اسٽيشن تي اڳواٽ بيٺو هوندو هئس. معذورن واري ڪرسي هٿ ڪري چار قُلي اڳواٽ ٻولائي بيهاري ڇڏيندو هئس جي کيس گاڏي ۾ ئي ڪرسي تي ويهاري ڪار تائين ڪٺي ايندا هئا. اڌ رنگ ۾ ورتل، پيرسن، ڀاري ڀرڪم بدن جا نه اهتمام، خدمت ۽ خبرداري ڪرڻي ٿي پوي. حيدرآباد لطيف آباد ۾ مون بنگلو نهرايو ته هڪ بيڊ روم ۾ خاص ڪري هڪڙو ڪموڊ دڪيءَ تي مٿاهون ڪري نهرايم ته جيئن امان کي ويهڻ ۾ سهوليت ٿئي ۽ ڀرسان ڀت ۾ لوهه جي ٿلهي سيخ به لڳايم جيئن اٿڻ ويهڻ ۾ ٽيڪ ميسر هجيس. ڪراچي ايندي هئي ته اسٽيشن تان ساڳئي نموني بندوبست ڪري وٺي اچبو هئس. بس، بدقسمتيءَ سان 1972ع ۾ مان کيس رهائي نه سگهيس جو منهنجو گهر باٿ آئلنڊ ۾ مٿي ٽين منزل تي هو. سو ڪمال کي چيم ته امان کي حيدرآباد ۾ رهائي. نه ڪمال ۾ ڪوتي هئي نه ڪا کيس ڪا ڏکيائي هئي. بنگلو، ڪار، نوڪر چاڪر، پئسو، سڀ ڪجهه هئس پر امان اتان ڏڪاري ٿي موٽي ۽ مون کي ميار ڏنائين ته تو مون کي نه ٽڪايو. چيم امان مون وٽ ٽماڙ تي ڪيئن چڙهين ها ۽ ٻيو ته ڪمال جو گهر به ته پٽ جو گهر اٿئي. ته چيائين، "نه، ادا نه". اسان پٽن کي "ادا" ڪري مخاطب ٿيندي هئي. سندس اندر جو ڏک مون محسوس ڪيو ۽ ڪجهه اندازا به لڳايم. پوءِ معلوم ٿيو ته ساٽس عزت ڀريو ورتاءُ نه ڪيو ويو. جيتوڻيڪ ڪمال ۾ ڪا گهٽتائي ڪانه هئي ۽ وڏو درياهه دل ماڻهو هو، پر..... ڏکي ڀلي، هر ڪنهن جو گهرو ماحول پنهنجو ٿو ٿئي.

مير رسول بخش خان ٽالپر، حيدرآباد جو پرنس علي خان ليکيو ويندو هو. بس ايترو چوڻ ڪافي آهي. پرنس علي خان اهو جنهن ائڪٽريس ريٽا هيورٿ سان شادي ڪئي ۽ فرانس توڙي يورپ جي هر محفل جو مور هوندو هو. سو هڪ ڏينهن مير علي احمد خان ٽالپر ڪان سوال ڪيوسين ته سرڪار توهان عالم فاضل، سياستدان، ليڊر، تقرير جي فن جا ماهر، توهان پس پرده (بئڪ گرائونڊ ۾) هليا ويا ۽ مير رسول بخش خان ٽالپر اڳ ڪڍي ويو." مير صاحب مخصوص انداز ۾ مشڪندي، ڪجهه هٻڪندي فرمايو، "سرڪار، گهر جي سک اسان کي اهڙو بيڪار ڪري ڇڏيو جو گهر مان نڪرون ئي ڪونه. مير رسول بخش خان کي گهرو حالتن، ليڊر بڻائي ڇڏيو، صبوح سوير جو گهران نڪري ته لڙي آڌي رات موٽي اچي سو عوام سان ڪچهريون ڪندي سندن ڏک سور ٻڌندي ليڊر ٿي ويو." مان به هٻڪندي چوان ٿو ته مون کي (جمال ابڙي کي) به گهر جا اهڙائي سک مليا.

منهنجو مرحوم دوست غلام النبي سومرو سهڻا جملا ڳالهائڻ جو ماهر هو. هڪ ڏينهن مون کي خبردار ڪندي چيائين ته، جمال هن گهر ۾ تنهنجي پوڇا ٿي ٿئي، سياڳا ڪٿي ڦِڏ (Distort) نه اچي وڃنئي. هو گهڻو ڪري انگريزي ۾ ڳالهائيندو هو ۽ مان پانيان ٿو ته انگريزيءَ جا جملا وڏيڪ جاندار (پاورفل) ٿين ٿا. مير علي احمد خان به غلام النبيءَ جي ڪچهريءَ جو مشتاق هوندو هو سو ڪار موڪلي ڪيس گهرائي وٺندو هو. غلام النبي محنتي ماڻهو سو ائين وقت وڃائڻ تي ڪِٿ ڏاڍو ٿيندو هو، پر حيدرآباد جي ماڻهوءَ کي ڪو مير صاحب سڏائي ۽ هو نه وڃي ائين ٿيڻو ئي ڪونهي. عبدالله ميمڻ صاحب جڏهن حيدرآباد جو ڪمشنر ٿي ويو ته مون کي دانهن ڏنائين ته ماڻهو ڪمشنر سان ملڻ لاءِ آتا هوندا آهن پر غلام النبي سومري ڏي ماڻهو موڪلي بيٺو آهيان پر اچي ئي نٿو. مون چيو ڪم ڪهڙو اٽئي ته سندس اکر مون کي ياد آهن چيائين ته، غلام النبيءَ جو هڪ جملو وهسڪيءَ جي پيگ ڪان گهٽ نه آهي. مان غلام النبيءَ کي وٺي وٽس آيس ته ميار ڏنائينس ته سومرا صاحب اسان ڪان پلا ايترو پري ڇو ٿا ڀڄو. غلام النبيءَ اطمينان سان جواب ڏنس ته: "غير مساوي ڳانڍاپا، هميشه هيٺي لاءِ هاڃيڪار هوندا آهن." اهو جملو انگريزيءَ ۾ ادا ڪرڻ سان لطف ٻوبالا ٿي وڃي ٿو. عبدالله صاحب به ٽهڪ ڏئي چيس ته سومرا صاحب تنهنجا اهڙا

سوٽا (حيدرآبدي چون سؤنٽا) سڀڻ جا مشتاق آهيون. هڪ ڪمشنر ۽ ائين هڪ عام شهريءَ ڪي ڦتڪار لاءِ دعوت ۽ داد ڏني. اهو عبدالله صاحب جو ئي شان آهي.

شڪارپور ۾ هڪ رات غلام رباني آگرو صاحب ۽ مرحوم رشيد ڀٽي مهمان ٿي آيا. غلام النبي سومرو اڳواٽ ئي مون وٽ تڪيل هئو سو اڌ رات جو مونکي ننڊ مان اٿاري آسڪر وائيلڊ جو ڪتاب (مڪمل تصنيفات) کولي مونکي سندس لازوال چوٽيون پڙهائيندو ۽ ٻڌائيندو رهيو. رباني ۽ رشيد جي اک ڪلي وئي سي اسان تي ڪلڻ لڳا ۽ سمهي پوڻ جي صلاح ڏنائون جا اسان چئيوان ٻار جيان قبول ڪئي. رباني صاحب اجان اها ڳالهه مزي خاطر ڪندو آهي. ٻر مان ٿورائتو آهيان غلام النبي مرحوم جو. آسڪر وائيلڊ جون اُهي چوٽيون مونکي اڄ تائين ياد آهن ۽ جڏهن ٻه اهي، ڪهڙي ٻه مجلس ۾ ورجائيندو آهيان تہ واهه واهه پئجي ويندي آهي. ائين چرچل جون چوٽيون، ڊيگال، مائوزي تنگ ۽ ٻين غير معمولي عظيم هستين جون چوٽيون مون غلام النبيءَ وٽان ٻڌي ذهن نشين ڪري ڇڏيون. هو زندگيءَ جي روزانہ واقعن تي بہ نهايت اثر انگيز تمام مختصر ۽ لازوال جملا ڳالهائي ويندو هو جن جو ذڪر موقعو مليو تہ بعد ۾ ڪبو.

امڙ، اهو 1972ع جو نياڱو سال مونکان جدا رهي ۽ 1973ع ۾ انهيءَ جو ازالو ڪرڻ خاطر مونکان لوئيءَ جي فرمائش ڪري منهنجي دلجوئي ڪيائين ۽ چڻ تہ گناهه ثواب معاف بہ ڪيائين. ادي ننڍي ان سال پنهنجي شوهر نامدار رئيس زين العابدين اسراڻ سان گڏ حج تي رواني ٿي. ان گهٽو جهليس تہ هن سال ٻنهن تي نہ وڃ جو سيءَ ڏاڍا آهن. هُن وري جهليس تہ هيل حج تي نہ وڃ، آئيندي وڃجانءِ. ٻئي ڪونہ مُڙيون. امان ڳاهه ڪرايا، ان وائرايا ۽ ٻنئيءَ جي تيارين ۾ هئي تہ اوچتو 26- ڊسمبر خميس جي ڏينهن ڳوٺ وارن ڪي چيائين تہ مونکي حاڪم (مامو حاڪم) جي ڳوٺ وٺي هلو. بس مان لاڙڪاڻي ويندس. ڳوٺ وارن، هارين، ڪمدارن، مائٽياڻين جهليس تہ اڳو پوءِ ٻنئي ڪرائي پئسا ڪنيون وڃ تہ چيائين، "نڪو اڄ وڃان ٿي." مامي جي ڳوٺ ڇڏي آيس. مامي کي چيائين هڪدم ميهڙ مان ٽئڪسي گهراءِ مان لاڙڪاڻي ويندس. مامي بہ گهٽو ئي جهليس تہ آئي آهين تہ ٻہ ٽي ڏينهن تڪي پوءِ وڃ پر هڪ نہ ٻڌائين. نيٺ منجهند ڌاري ٽئڪسي آئي تہ

ٽئڪسيءَ ۾ سوار ٿي اول ميهڙ ۾ چاچي غلام عليءَ جي گهر وئي ۽ انهن وٽ ڳالهيون ٻولهيون ڪري موڪلائي، رواني ٿي ۽ لڙي ٽيهري لاڙڪاڻي گهر پهتي. چوَن ٿا تہ گهر آئي تہ هڪ پير گسڪائي ٿي هلي. گهر ۾ سندس وڏي ننهن، ادا شمس جي گهر واري ۽ وڏو پوٽو شرف الدين، ادا شمس جو پٽ، سندس گهڻو خيال رکندا هئا. سندس ڪٽ، گهر جي وچيئن هال ۾ پوندي هئي. اتي ڪيس آرام سان ويهاري سگري ٻاري سندس اڳيان رکيائون. ڪجهہ دير ڪان پوءِ مانيءِ آنداڻونس تہ چيائين تہ، رڳو کير ڏيو. اسان سڀني وانگر کير جي شوقين هئي. سندس وٽو مخصوص هوندو هو. اهو کير وٽو ڀري ڏنائونس، پي پوروڪيائين تہ وٽو هٿ مان ڪري پيس ۽ ڪٽ تي ڪرڻ جيان پئجي رهي. هڪدم ڊوڙندا ڊاڪٽر وٽ آيا، جنهن چڪاسي چيو تہ، شيءِ وڃي رب کي پهتي. شرف مونکي ڪراچي نوين بجي ڏاري رات جو فون ڪئي تہ مونکي اعتبار ئي نہ اچي. چيم بابا فلاڻا فلاڻا ڊاڪٽر گهرائي وٺو چيائين چاچا ڳالهہ پوري ٿي وئي. ان رات تاج محمد ابڙو مون وٽ مهمان طور تڪيل هو سو ڏاڍو پريشان ٿي ويو. ان سان بہ پٽڻ جهڙو پيار ڪندي هئي. ڪمال کي حيدرآباد فون ڪري ٻڌايم تہ اعتبار ئي نہ پيو اچيس. نيٺ چيائين تہ توهان مون وٽ پهچو تہ صبوح سويل گڏجي نڪرئون. وري پڇيائين ڪيڏي مهل ٿا پهچو تہ چيم تہ ٻارهين يا هڪ بجي پهچي ويندا سين. پڇيائين گاڏي ڪير هلائيندو؟ چيم بدر، سختيءَ سان جهليائين تہ بدر ٻار آهي، رات جو هاءِ وي تي گاڏي ڪيئن هلائيندو. پر بدر ڏاڍو پُراعتماد هو. چيم ادا پهچي ويندا سون. الله خير ڪندو، الله خير ڪندو، چئي فون بند ڪيائين. گاڏيءَ مون وٽ سرڪاري اسيمبليءَ جي هئي، سو اسپيڪر صاحب خانصاحب غلام رسول ڪيهر کي اطلاع ڏئي روانا ٿياسون. بدر ۽ مان اڳيان ويٺاسون، پٺيان منهنجي گهر واري، ماسي حاڪم زادي، منهنجيون ٽي ڇوڪريون ۽ ساجد ننڍڙا ننڍڙا هئا. باقي اطهر، اظهر ۽ تاج محمد پٺيان رهيا تاج محمد چيو تہ اسان لاءِ ترسجو اسان صبوح سوير واري ريل ۾ چڙهنداسين ۽ اڍائي ٽين بجي پهچنداسون. ڪراچيءَ جو شهر، صبوح سوير اسٽيشن تي پهچن ڪيئن؟ سو عبدالنبي عباسي جو ان وقت غالباً ڊپٽي سيڪريٽري هو، فون ڪري عرض ڪيم تہ صبوح جو پنجين بجي ڪين ڊرائيور هٿان گاڏي موڪلي ڏئي. ڏاڍو اطمينان سان هائو ڪيائين. مون بہ حجت ڪئي

مانس جو سندس ڀائر تنوير عباسي ۽ الطاف منهنجا دوست هئا. الطاف مرحوم ته ماڻڪ موتي هئو. تاج محمد وارا ٽين بجي پهتا ته جنازو روڪائي ڇيائين ته ماٺ منهن ڏسندس حالانڪ تاج محمد اسان جو ڪو مائٽ ڪونه لڳي. هو ڪچي ڏاڏر جو ڪاڪيپوٽو. اسين سانگي، پر تعلقات ڀائرن جهڙا هئا، سو ڪيس منهن ڏيکاريو ويو. اسين اڌ رات جو ڪمال وٽ پهتاسون ۽ منهن اونداهيءَ جو نڪتاسون. ڪمال پنهنجو ڊرائيور لالو پناڻ اسان کي ڏنو. تڏهن مورو دادو پل ڪانه هئي سو سيوهڻ کان آياسون. خيرپور ناٿن شاهه وٽ مامو حاڪم سچي آکهه سان بيٺو هو. اسان کي جهلي چيائين ته مون هڪڙي کي ميهڙ تائين ڪٽي هلو ته اتان ٽئڪسي ڪري ٻارن ٻچن کي وٺي لاڙڪاڻي پهچان. پاڻ ئي اندر جهاتي پائي چيائين مار گاڏي ۾ ته جاءِ ئي ڪانهي بسون به تمتار ٿيون اچن. نيٺ مدگارڊ تي ويهي ميهڙ پهتو. اسان ڪچڙي منجهند جو لاڙڪاڻي پهتاسون. امڙ چڻ ته چگي ڀلي جيئري ستي پيئي هئي. سهڻي، رنگ جي گوري ۽ نقش تراشيل چڻ ته ڪو يوناني مجسمو هجي. صفا نانا مرحوم جهڙي هئي. مون ته پٽ تي ويهي سندس پير جهلي رُنو ۽ چيو آڪيو بخشايو.

تاج محمد ڪان پڇيم ته ڪراچي اسٽيشن تي ڪيئن پهتا. چيائين عبدالنبي عباسي صاحب پاڻ سياري جي رات ۾ اچي اٿاريو ۽ گاڏي ڊرائيو ڪري اسٽيشن تي پهچايو. واهه عباسي صاحب واهه، اهي ٿورا ڪي وسرڻ جا آهن. اها آهي ماڻهوءَ جي اندر جي سونهن ۽ چڱائي، نه ته آفيسر لوڪ ته وڏائي ۾ پيا ڇجن. اهڙا ڳئيءَ ڳورا جو اٿي هٿ ملائڻ نه پڄن. مون رڳو هڪڙو جسٽس فيروز غلام علي نانا ڏٺو جو اسين ماتحت به وٽس ويندا هئاسون ته ايو ٿي بيهي رهندو هو. موڪلائڻ مهل ته در ڪان ٻاهر نڪري اچي ڇڏيندو هو پل پيا پٽيوالا، ڪلارڪ ۽ وڪيل ڏسن. وڏو شانائتو مانائتو ۽ هر ڪنهن ڪامپليڪس (مونجهاري ڊبيل ذهني احساس) ڪان آزاد هو. هڪ دفعي غلام النبيءَ سومري وٽ سول لائينس حيدرآباد واري بنگلي تي پراڻي تعلقات جي بنياد تي ملڻ آيو. مان ۽ سرڪار مير علي مدد خان ٽالپر اڳيئي وينا هئاسون. مير صاحب اٿي موڪلايو ته جسٽس نانا ٻاهر اچي ڪار جو دروازو کوليو ۽ جيسين گاڏي رواني ٿي تيسين بيٺو رهيو ۽ پوءِ وري اچي اندر ويناسون. گهڻن، پوءِ ڏاون آفيسرن کي نانا صاحب جي اهڙي روش تي

حيرت لڳندي. پر تواضح طبيعت جو حصو ٿي وڃي ٿو ۽ پيو ته نانا صاحب کي پنهنجي تاريخ سان انس هو ۽ مير صاحب اسان جي تاريخ جو حصو آهن.
مان جڏهن خيرپور ميرس ۾ سب جج هئس ته هرهائينس اقبال بيگم حال حيات هئي. خيرپور جا ماڻهو ٿي کيس اڄاتري نموني بالي بيگم بالي بيگم ڪري سڏيندا هئا. هڪ ڏينهن ڪورٽ ۾ ڪيس پي هلايم ته هڪ ماڻهو هر هر در مان منهن اندر ڪري هتي ٿي ويو. مان ڪورٽ جو شان ۽ دٻدٻو اهڙو رکندو هئس جو پوليس آفيسر خار ۽ ٽوڪ وچان منهنجي ڪورٽ کي سڏيندا هئا هاءِ ڪورٽ. سو ان ماڻهوءَ جي اهڙي حرڪت تي سڀ ڪنهن کي حيرت لڳي پر مون کيس سڏائي ورتو. خدا نتو پلائي ته پنهنجو تعارف گورايا ڪرايائين چيائين ته سائين بيگم صاحبہ جو سيڪريٽري آهيان نياپو ڏنو اٿائين ته ڪو زمانو هو جو اسان ڦاسيءَ جي تختي تان ماڻهو لهرائي ڇڏيا، اڄ اسان جو ڊرائيور ائڪسيڊنٽ جي ڪيس ۾ ڦاٿو آهي ته ڪو ٻڌڻ وارو ڪونهي. مون چيومانس ته بيگم صاحب کي چئہ ته اڄ بہ ائين ٿي ٿيندو آهي حڪم ڪر. ڪيس ڪڏهن آهي ۽ جوابدار جو نالو ڇاهي. چيائين اڄ حاضري آهي جوابدار جو نالو فلاڻو آهي. مون وچ ڪيس هلندي ان جوابدار کي سڏايو ۽ پوليس وارن کي چيم ته هٿڪڙيون کوليوس. مسٽر علي عباس ڊسٽرڪٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر هو ان اعتراض ڪيو ته ڪيس اڃا هليو ٿي ناهي. مون اعتراض رد ڪندي چيو مون بہ ڪيس ڇڏيو ناهي ۽ هٿڪڙيون ڪورٽ جي ڪهڙي قانون موجب لازمي آهن. ماٺ ٿي ويو. پهريون ڪيس پورو ڪري مون ان ڊرائيور جو ڪيس ڪنيون. شاهدن جا بيان لکيم. حادثاتي ڪيس ۾ ڪهڙي جان ٿي ٿئي. اتي ئي جوابدار کي ڊسچارج ڪيم ۽ هو آزاد ٿي هليو ويو. شام جو گورايا منهنجي بنگلي تي آيو ته بيگم صاحبہ شڪريو ادا ڪرڻ لاءِ موڪليو آهي ۽ چانهہ جي دعوت ڏني آهي. مون چيو، مان بيگم صاحبہ جو ٿورائتو آهيان، جج ڪنهنجي دعوت تي ڪونہ ويندو آهي باقي بيگم صاحبہ کي مون پاران عرض ڪجو ته ائڪسيڊنٽ جو ڏڪي اسپتال ۾ توهان جي سخا جو منتظر آهي. بيگم صاحبہ کي جيتوڻيڪ پئسي جي ٻاڙائي هئي ته بہ شاهاڻو مظاهرو ڪندي ڏکيءَ کي پنج سؤ رپيا ڏياري موڪليائين. تنهن وقت ۾ هو غريب پنج سؤ رپيا وٺي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ دعائون ڏنائين. مسٽر علي عباس، منهنجي سيشن جج پير غلام حيدر صاحب کي دانهن ڏني.

پير صاحب ڏاڍو باخبر رهندو هو تنهن کي اڳي ئي سچي معاملي جي خبر پئجي وئي هئي. علي عباس کي جواب ڏنائين تہ ڏکيءَ کي سچا سارا پنج سؤ رپيا ڏياريا اٿائين. انهيءَ کان وڌيڪ ابڙو صاحب کهڙو انصاف ڪري ها. پير صاحب وڏو دلبر ماڻهو هو. ان جو ذکر ڇڙندو تہ دفتر ٿي ويندا. پيو اتي وڪيل هوندو هو مير علي مردان خان ٽالپر. شان مان وارو قداور، صاف گو پر ڪجھ مڙيئي ڳالهائڻ جو کهروءَ ڪوڙو. خيرپور جيمخانہ جو ميمبر هوءَ روزانو ٽينس کيڏندو هو. هڪ ڏينهن ٽينس ڊبلس ۾ مان ۽ مير صاحب هڪ طرف هئاسون. مان ٽينس جو اهڙو سنو کيڏاڙي ڪونہ هئس. مون کان هڪ شاٽ غلط لڳي ويو تہ مير صاحب هڪدم ناراضگيءَ جو اظهار ڪندي چئي ڏنو تہ کيڏڻ نہ اچي تہ اجايو ٻين جي راند ڇو خراب ڪجي. اهوئي مير علي مردان صاحب ويهن ايڪيهن سالن کان پوءِ مون وٽ هاءِ ڪورٽ ۾، جڏهن مان رجسٽرار هئس تہ ڪنهن ڪم سانگي آيو. مون اٿي سندس آجيان ڪئي ۽ ويهاري حال احوال ورتو ۽ وس آهر ڪوشش ڪري ڪم ڪرائي ڏنو. خيرپور جو مير عطا حسين خان جڏهن وزير ٿيو تہ اسيمبلي سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ مون سائس تمام چڱو تعاون ڪيو. مير صاحب تمام معصوم، ڀلو ماڻهو ۽ اڻ چاڻ بہ هئو. چام صادق علي تہ ڪيس ٽوڪ يا مذاق وچان چوندو هو مير ياحسين. پر مير صاحب جي شرافت ۽ وضعداريءَ ۾ ڪو جهول ڪونہ هئو.

ڳالهہ پي هلي مسٽر عبدالنبي عباسيءَ جي چڱائيءَ جي ۽ وچي نڪتاسون خيرپور ميرس جي مير صاحبن تي. هونئن مسٽر عبدالنبي عباسي خيرپور ميرس جو، سوپي ديري جو آهي. خيرپور جا ماڻهو ڏاڍا قربائتا، نرم مزاج، مهمان نواز ۽ فنون لطيفہ، خاص ڪري موسيقيءَ جا شائق ٿين ٿا. درباري ڪلچر جو نيٺ تہ ڪجھہ اثر ٿيندو. مسٽر عبدالنبي عباسي سيڪريٽري ٿيو، پي آءِ ڊي سي جو چيئرمين ٿيو ۽ اڄ بہ باعزت نموني سان ڊفينس جي علائقي ۾ بنگلو ٺهرائي رهي ٿو. الله خوش آباد رکيس. انهن ڀائرن ۾ بہ مثالي پيار آهي. منهنجي سندن والد صاحب رٽائرڊ ڪليڪٽر مسٽر گل حسن عباسي سان بہ دعا سلام هئي. اهو بہ وڏو شانائتو ماڻهو هو. مان خيرپور ميرس ويندو آهيان تہ ڊاڪٽر تنوير عباسي ۽ ڊاڪٽر مسز قمر تنوير وارن ڏي ضرور لڙندو آهيان ۽ هو ڏاڍي ڀاوهہ سان آدرڀاءُ ڪندا آهن ۽ مانيءَ

لاءِ زور پريندا آهن. سندن ننڍون ڀاءُ ارشاد النبي عرف پارس منهنجي وڏي پٽ بدر جو گهاٽو دوست آهي. مان جڏهن اسلام آباد ۾ فيڊرل سروس ٽربيونل جو جج هئس ته ارشاد جي بار بار صلاح ڪرڻ تي ايم اين اي هاسٽل جو ڪمرو ڇڏي سندس فليٽ ۾ ڪيترا مهينا مان ۽ منهنجي گهر واري سندس گهر ڀاتي ٿي رهياسون. منهنجي گهر واري کي سڏيندو ئي امان ڪري هو ۽ هوءَ به سندس انگل آرا پٽن جيان ڪٺندي هئي. تمام قربائتو ۽ خانداني بار آهي. بار ته نه سي ايس پي آفيسر آهي. هاڻ به مان جڏهن 23- مارچ 1994ع تي اسلام آباد ۾ ادب جو صدارتي اعزاز حسن ڪارڪردگي وٺڻ ويس ته سيڙجي سندس رهائش بلو ايريا ۾ ملڻ ويس ته پاڻ وٽ ٽڪڻ لاءِ زور پريائين. سندس قرب؛ پر مان نواب يوسف ٽالپر جو مهمان هئس جنهن هڪ خلاصي ڪار ڊرائيور پٽرول سميت چوويهه ڪلاڪ منهنجي حاضريءَ ۾ ڏئي ڇڏي هئي سو ارشاد کان معافي ورتم. هونئن به وٽس سندس سهرو ٽڪيل هو جنهن ملٽري اسپتال پنڊيءَ مان دل جي آپريشن ڪرائي هئي. نواب صاحب مون کي هڪ سرڪاري ريسٽ هائوس ۾ رهايو هئو جتي ٽيليفون سميت هر سهوليت مهيا هئي. اتي مونسان غلام رباني آگرو ۽ امر جليل صاحب به ملڻ آيا. ٽي ڏينهن قيام ڪرڻ کان پوءِ جڏهن مان ۽ منهنجو پٽ اطهر، ريسٽ هائوس جي مئنيجر وٽ وياسون ۽ ڪائنس ٽن ڏينهن جي مسواڙ ۽ مانيءَ جو بل گهريوسين ته جواب ڏنائين ته نواب يوسف ٽالپر ائڊوانيس ۾ (اڳواٽ ئي) بل ڀري ڇڏيو آهي. پوءِ به نواب صاحب جي گاڏي اسان کي ايئرپورٽ (هوائي اڏي) تي ڇڏڻ آئي. مون کيس شڪريي جو خط به ڪونه لکيو.

امان کي جمعي ڏينهن، درگاهه قائم شاهه بخاري، بابا ۽ ادا مرحوم جي پير ۾ دفنايو ويو. ادي ننڍي جيڪا حج تي ويل هئي تنهن جا فون تي فون پيا اچن ته امان ڪيئن آهي. اسين رڳو ايترو چئونس ته دعا ڪرينس، پر کيس پرون پئجي ويا هئا. جڏهن حج تان موٽي ته ايئرپورٽ تي مون کين وٺي وڃي وي آءِ پي روم ۾ ويهاريو. اتي پهريون سوال امان بابت ڪيائين. مون کيس ٻڌايو ته روئي ويئي.

اهو جمعي جو ڀلارو ڏينهن اسان کي اهڙو لڳو آهي جو بابا جمعي ڏينهن، ادا شمس جمعي ڏينهن، پائيتيو نجم جمعي ڏينهن ۽ منهنجي ننڍڙي

شهلا راڻي جمعي ڏينهن گذاريو. هڪ عجب واقعو ٻڌايانوَ. اسان جي وڏي ياپي، شمس جي گهر واري ذري گهٽ ذهني مريض ٿي پئي. ڪيس ماليخوليا اها تہ گهوڙا جمعي ڏينهن الائي ڇا ٿيندو؟ ڪيس گهٽوئي سمجهايون پر هن ڪي بي آرامي، لوچ پوچ ۽ روئڻ، دانهن اها تہ الاڙي جمعي ڏينهن الائي ڇا ٿيڻو آهي. جمع خير سان گذري وڃي تہ ڪيس سمجهايون تہ ڏس جمعو گذري ويو، سڀ خير آهي. پر سندس آنذمانڊ لهي ٿي نہ. نيٺ ڪيس سندس پيڪن ۾، صدر حيدرآباد ڏياري موڪليوسين. جتي ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم خليل ماهر نفسيات سندن مهربان ۽ پاڙيسري هئو. ڊاڪٽر صاحب ڪان علاج ڪرايو ويو پر ڪو فائدو ڪونہ ٿيو. نيٺ ٻارهن مهينن ڪان پوءِ اوچتو جمعي ڏينهن سندس خاوند، ادا شمس گذاري ويو. ان ڏينهن ڪان پوءِ خود بخود ٺيڪ ٿي وئي. اها ڳالهہ مون شيخ اياز صاحب سان ڪئي هئي جو ٻڌي، الائي ڪهڙي ويچارن ۾ غرق ٿي ويو. نيٺ چيائين، ”حيرت آهي.“ واقعي حيرت ڪانسواءِ ٻيو ڪهڙو چارو.

اهڙا حيرت جهڙا واقعا ڪيترا ٻڌائجن. ماٺهو چريو چريو چوندا 1976ع ۾ اوچتو ٻنان سنبت جي گهر واريءَ ڪي وٺي حج تي هليو ويس. حج ڪري ڪعبة الله ۾ بيٺي خيال آيم تہ مون تہ هڪ حج اڳ ۾ بہ ڪيو آهي، جو نہ هن حج جو ثواب امڙ ڪي بخشيان جا گذاري وئي آهي. اهڙي نيت اڳواٽ ڪبي آهي پر مون عرض ڪيو تہ الله سائين تو وٽ ڪهڙي دير آهي، هي عرض اگهاءِ. موٽي ڪراچي آياسون ۽ لاڙڪاڻي وياسون تہ ياپي وڏي، جا طبيعتاً فقيرياڻي آهي چيو تہ ادا چاچيءَ ڪي (امڙ ڪي) خواب ۾ ڏٺم تہ احرام ٻڌي وڃڻ لاءِ تيار پئي ٿئي. پڇيومانس تہ ڪاڏي ٿي وڃين. چيائين تہ حج تي ٿي وڃان. چيومانس چري ٿي آهين ڇا، تون پوڙهي، بيمار، اڌرنگ جي مريض، تون وري حج ڪري سگهنديئن ڇا. تہ جواب ڏنائين تہ، ”جمال سڀ بندوبست ڪري ڇڏيو آهي سو مان تہ وڃان ٿي.“ ۽ هلي وئي. هاٺي، اها ڪنهن ڪي بہ خبر ڪانہ هئي تہ مون دل ئي دل ۾ ڪعبة الله ۾ بيٺي ڪهڙو عرض ڪيو هو.

اها خوابن جي دنيا بہ عجيب آهي، ڪو مڃي نہ مڃي. مارچ 1991ع ۾ منهنجي گهر واري گذاري وئي. مان گم سم رهڻ لڳس بلڪ ڪجهہ اهڙيون بيوس حرڪتون ڪرڻ لڳس جو منهنجو پٽ اظهر جو پڻ سنو ڊاڪٽر آهي،

سو مونکي ڪراچيءَ جي مشهور ماهر نفسيات ڊاڪٽر سيد اختر ڏي وٺي هليو. منهنجي ننڍي نياڻي شبانہ جنهن جي اجا شادي نہ ٿي هئي تنهن خواب ۾ هڪ شهر ڏٺو جنهن جون گهٽيون سوڙهيون، گهر ڪچا تيڪي جا ۽ ڪاٺ جي بالڪنين سان هئا ۽ ڪنهن ڪيس سرگوشيءَ ۾ چيو تہ اهو مدينه منوره آهي. مونکي ڊاڪٽري علاج مان فائدو نہ ٿيو سو خيال آيم تہ عمري تي وڃان. شبانہ بہ تيار ٿي بيٺي، ٻيا گهر ڀاتي بہ هليا. عمرو ڪري مدينه منوره وياسون تہ اتي تہ وڏيون وڏيون بلڊنگون ۽ پڪا ڪشادا روڊ لڳا پيا هئا. شبانہ چوي تہ بابا هي تہ مدينه منوره آهي ئي ڪونہ جيڪو مون خواب ۾ ڏٺو آهي. سڄو مدينه شريف ڊاهي حرم شريف ۾ آڻي ڇڏيو هئائون. مون پاڻ جيڪو مدينه منوره ۽ جايون بازاريون 1971ع ۾ ڏٺيون تن جو بہ نالو نشان نہ هئو، نہ اهي ماڻهو هئا. ٻيو تہ ٺهيو جبل احد تي بہ ماڙيون بنگلا ۽ پڪا روڊ ٺهي ويا هئا. دل کي ڏاڍو رنج پهتو. احد جو سڄو نقشو ڇڻ تہ زائل ٿي ويو هو. اهو لنگهہ جتي حضور اڪرم ﷺ جن تيرانداز بيهاريا هئا. اها جاءِ جتي پاڻ سڳورا زخمي ٿيا هئا ۽ اهو هنڌ جتي سيدالشهداءَ حضرت امير حمزه رضي الله تعاليٰ عنه شهيد ٿيا هئا. سڀ هنڌ پٿرن جي اوٽ ۾ اچي ويا آهن. نہ ئي حضرت ايوب انصاري رضي الله تعاليٰ عنه ۽ نہ خلفاءِ راشدين جي گهرن جو ۽ ماڳن جو ڪو نشان پتو آهي. مڪه مڪرمه ۾ پاڻ سڳورن جي جاءِ ولادت کي هڪ لئبريري ۾ تبديل ڪري ڇڏيو اٿن. مڪه مڪرم ۾ هڪ علم دوست صاحب عبدالله ابڙو سان ملاقات ٿي جنهن مانيءَ جي دعوت بہ ڪئي. هو اخبار النبا ۾ ڪم ڪري ٿو. هو مڪه مڪرمه جي پراڻي جاگرافي تي شوقيہ ڪم ڪري رهيو هو. مونکي چيائين تہ شعب حضرت ابو طالب ڏسندين؟ مون اشتياق سان هائو ڪئي. ڪعبة الله کان اڌ ميل ڪن پري هڪ هنڌ وچي بيهاريائين جتي رڳو بنگلا، روڊ ۽ بلڊنگون هئا. حڪومت ڇاڻي ۽ سندن ڪم. اسان جو واسطو ناهي، پر پنهنجي تاريخ ۽ تاريخي مقامن کان هيڏي بيپرواهي، ڏاڍو ڏکوئي ٿي. لنڊن وڃان تہ ڪنهن جاءِ لکيو پيو آهي تہ هت ڪجهہ عرصو ڊاڪٽر سيموئل جانسن قيام ڪيو هو. ٻئي هنڌ لکيو پيو آهي تہ هي اهو هنڌ آهي جتي ڪنهن وقت شيڪسپيئر جو ناٽڪ گهر هوندو هو. زنده قومون پنهنجي تاريخي ورثي ۽ شخصيتن سان ايڏي محبت ڪن ٿا ۽ سندن ياد کي محفوظ ڪن ٿا. سر ونسٽن چرچل ننڍڙا ۽ سهڻا جملا لکڻ ۽

ڳالهائڻ جو ماهر هوندو هو. پنهنجي مشهور ڪتاب ”انگريزي ڳالهائيندڙ قومن جي تاريخ“ ۾ شيڪسپيئر لاءِ هن هڪ لازوال جملو لکيو آهي ته، ”آخري انگريز جنهن کي وساريو وڃي.“ ڏسو ڪيس سيني بادشاهن، سالارن فاتحن جنگي جوڌن وغيره کان مٿاهون مقام ڏئي ڇڏيائين، سو به هڪ ننڍڙي سادڙي جملي ۾. مشهور ظالم بادشاهه هينري اٺين لاءِ لکي ٿو ته: ” هن جا گناهه انگلنڊ جي سيني بادشاهن جي جملي ثوابن ۽ ڪارنامن کان مٿاهان هئا، جو انهيءَ ڪارڻ اسان کي مئگناڪارٽا مليو.“ مئگناڪارٽا، انساني حقن ۽ آزاديءَ جو اهم قانون آهي جو اڄ دنيا جي لڳ ڀڳ سيني ملڪن ۾ لاڳو آهي. انگريزن به اسان محڪوم قومن جي تاريخي ماڳن جي حفاظت ڪئي. 1940ع ۾ جو ميرپورخاص وڃان ته هڪ سرڪاري آفيس تي سنگمرمر جي تختيءَ تي لکيو پيو آهي ته هيءَ مير شير محمد خان ٽالپر جي جڳهه آهي. اڄ اها تختي آهي الائي ڪانه يا مورڳو جاءِ ئي ميسارجي وئي. پيو ته نهيو ڪوبه سياسي ليڊر يا قلمڪار لڙي شير سنڌ مير شير محمد خان ٽالپر جي مزار تي گلن جي چادر چاڙهڻ ڪونه ويو آهي. اهو شير جو آخر تائين انگريزن سان وڙهندو جهيڙيندو آيو. شهيد هوش محمد شيديءَ جون ڳالهيون ته ڪيون ٿا پر ڪوبه دوآبي سندس مزار تي حاضري ڏيڻ ڪونه ٿو وڃي. بلڪ خبر به ڪانه اٿن ته سندس مزار دوآبي ۾ آهي، حيدرآباد جي قلعي ۾ ڪالونيون ٺهي ويون ۽ ميرن جي قبن تي مجاورن جا قبضا ٿي ويا جن پلاٽ ڪٽي ڪائي ڪپائي ڇڏيا. ڪن ٿورن کي خبر هوندي ته احسان علي شاهه وارا (جو تعليم کاتي جو چڱو وڏو آفيسر ٿي ويو) مير صاحبن جي قبن جا مجاور هئا. قلعي جي بيحرمتي پهريائين هندو سيٺين ۽ ديوانن ڪئي جو قلعي جي پٽ ڊهرائي نئون لنگهه ۽ روڊ ٺاهي پلاٽ ديوانن کي ڏنائون جي بنگلا ماڙيون ۽ دوڪان ٺاهي ويٺا. هنن به سنڌ جي تاريخ کي، مسلمانن جي تاريخ سمجهي، اهڙيءَ بيدرديءَ سان باهيون ڪيون، ۽ گدومل ۽ نائون مل جي روايت ورجائي. پوءِ ڏارين تي ڪهڙي ميار. جن جي دلين ۾ درد ته نهيو، نفرتن جا انبار آهن.

مدينه منوره جي عجيب واقعي ۽ نياڻي شبانه جي خواب جي ڳالهه پي ڪيم. 1971ع ۾ مان ۽ منهنجو ڀاءُ ڪمال، ڪاماري شريف واري پير عبدالله شاهه قريشي جا مهمان هئاسون. حرم شريف کان ٿورو پريرو، گهٽيءَ ۾

سندس جاءِ هئي. اسان جي عرض ڪرڻ تي اسان ڪي الڳ جاءِ مسواڙ تي وٺي ڏنائين. پير صاحب جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي وڏو وضعدار، شاندار، مهمان نواز ۽ رهائي پڪائي وارو ماڻهو هو. اسان جي ساڻس ملاقات منيٰ جي ميدان تي ٿي جتي ٻڌايائين ته سندس پاءُ پير ڪمال شاهه ڪاماري واري اڳيئي ڪيس اسان لاءِ لکيو هو سو چڱو جو هتي ئي ڏيٺ ويٺ ٿي وئي. پوءِ ته نقشو ڪڍي پنهنجي گهر جو نشان پتو ۽ دڳ ٻڌايائين ۽ زور پريائين ته ٽئڪسي واري کي سڏو منهنجي جاءِ وٽ اني اچجو. پاڻ سعودي شهريت حاصل ڪري چڪو هو ۽ سعودي اميرن ۽ آفيسرن سان اٿٺي ويهٺي هئس. شهريت، جا ڏاڍو ڏکيو ٿي ملي، ان جو به عجيب قصو ٻڌوسون ته شاهه فيصل جي دربار ۾ پير صاحب اٿي بيٺو ۽ چيائين ته ڪهڙي حساب سان مونکي شهريت نٿا ڏيو. مان ته قريشي آهيان، هتان جو شهري هئس، هڪ عرب جي حيثيت ۾ عجم ويس. هاڻي پنهنجي اباڻي وطن موٽي آيو آهيان سو مونکي ڪيئن نٿا قبول ڪيو. شاهه فيصل وراڻيس ته، تنهنجي اصلي شهريت توکي موٽائي ٿا ڏيون ۽ لکيت ۾ آرڊر به ائين مليس ته ڪيس سندس اصلي شهريت موٽائي ٿي وڃي. پير صاحب جي مهمان نوازي اهڙي جو تهجد جي ٽائيم تي به چانهه ڪچيو اچي. ناشتي ۾ سيون، بيضا وغيره. منڌهند ۽ رات جو برياني پلاءُ ۽ مرغيون، شام جي چانهه الڳ. اسان ڪهٽو ئي جهليس ته اسان وٽ گيس جو چلهو آهي ۽ به عورتون به آهن. اسين پاڻ ئي سادو هلڪو ڪاڌو ٺاهي ڪائينداسون پر پير صاحب صفا پڙ ڪڍي بيٺو ته اها اڻ ٿيڻي آهي. اسين ته نهيو، ماڻهو هوٽلن ۾ رهيا پيا آهن ۽ ماني جا پريل طشت، پير صاحب جي گهران پرجي. هوٽلن جي ڪمرن ۾ پيا پهچن. مون گهر واريءَ کي چيو ته وڃي بيبين سان ملي اچي ۽ ڏسي به اچي ته ڪيترا نرڪر نوڪرياڻيون وٽن ڪم پيا ڪن. سا وڃي ساڻن ملي آئي. اچي ٻڌايائين ته نه نوڪر نه نوڪرياڻي نه ڪو ڇوڪرو نڪا ڇوڪري. رڳو ٻه بيبيون آهن جي ڏينهن رات لڳيون پيون آهن ماني ناهڻ، موڪلڻ ۽ ٿانوَن ڌوئڻ ۾. بس بيٺي نٿيون پڄن ۽ پيون ڪِلن ۽ خوش ٿين. انن ڏينهن ڪان پوءِ موڪلايوسين ته پير صاحب ٽئڪسي واري کي گهرائي اسان جي ائڊريس سمجهائي ڪيس تاڪيد ڪيو ته پرديسي آهن اصل گهر جي در تي کين لاهجانءِ. اسان جنهن جاءِ ۾ رهيا هئاسون تنهنجي مسواڙ جا ٽي سؤ ريال ڪڍي ڏناسون ته چيائين ته مالڪ مڪان وٺندو ئي ڪونه جو

مون کيس اڳ ۾ ئي ادائگي ڪري ڇڏي آهي. واهہ پير صاحب تنهنجو شان. پير صاحب هاڻ گذاري ويو آهي. سندن پٽن مان اها خوشبو ڪانہ آئي. سندن واچن جي دوڪان تي وياسون تہ اهو تاثر ڏنائون تہ ڄڻ هو سنڌي سمجهن ئي ڪونہ ٿــا. ٻئي بہ هڪ دوڪان تي چڙهيـاســون ۽ ٻولي نہ اچڻ ڪري منجهيا بيٺا هئاسون تہ دوڪان جي ڀن مالڪن پاڻ ۾ سنڌيءَ ۾ ڳالهايو تہ مان خوش ٿي ساڻن سلاماليڪ ڪري سنڌيءَ ۾ ڳالهايو تہ مونکي حيرت مان ڏسي، اڃاڻائي ڏيکاري، عربيءَ ۾ شروع ٿي ويا. ان جي مقابلي ۾ گهٽيءَ مـان مـوٽـنـدي پاڻ ۾ سنڌيءَ ۾ ڳالهـائيندا ٿي وياسـون تہ هڪ ڪپـڙي وارو ڊوڙنـدو آيو ۽ سِڪ وچان پڇيــائين تہ سنڌي آهيــو، پوءِ تہ زوريءَ ڪپــڙو منهنجي ياچائي ۽ گهر واريءَ کي سستي اگهہ ۾ ڏنائين. مونکي هڪ دوست مرحوم محمد هاشم ابڙي چيو هو تہ مديني ۾ حاجي غلام علي ڏوٻيءَ سان نہ ملئين تہ ڄڻ ڪنهن سان نہ ملئين. مـون جانچ ڪئي تہ خبـر پئي تہ شــهـر جي ٻاهرئين حصي ۾ پرپرو ٿو رهي سو مون رڳو سلام ڏياري موڪليامانس تہ ٽڪــاءَ اچي ڪيائين ۽ ڏاڍا زور ڀريائين تہ هلي سندس مهمان ٿيون، اسان معافي ورتي تہ چيائين تہ هڪ ويلو ماني ضرور کـائو. اهو بہ انڪـار ڪندي کيس سمجهايوسين تہ پير صاحب جا مهمان آهيون. مناسب ناهي جو ٻئي وٽ ماني کائون تہ بہ چيائين تہ سياٽي منجهند جي ماني مون وٽ. اسان سندس گهـر پري هجڻ جو بهـانو ڪري انڪـار ڪيو تہ بہ چيائين تہ پوءِ هتي مـاني کڻي ايندس. ڏاڍو جهليوسينس تہ بہ پاڻ پنهنجي سر پلاءَ ۽ زردي جو طشت ڀري کڻي آيو. اهڙا قـربائتـا ۽ مـهـمـان نـواز مـاڻهـو بہ پيا آهن جو نہ ڄاڻ نہ سڃاڻ، تہ بہ ڇي منهنجا مهمان آهيو. هي 1971ع جي ڳالهہ. وري 1991ع ۾ منهنجي مدينہ منوره ۾ حاضـري ٿي. حـرم شـريف جي ڪليل پڙ ۾ جتي اڳي پٿريون هونديون هيون ۽ هاڻي سنگ مرمر ۽ قالين آهن، سنڌي مـاڻهـو اڪثـر اتي ويهندا آهن. اتي هڪ درويش مليم ڪبڙ فقيـر. اصل نالو تہ محمد اٿس پر حضـور سائين جي عـزت وچان نالو مٽائي 'ڪبڙ' سڏائي ٿو. ٻڌايائين تہ هو ميهڙ پرسـان سنڌي ٻٽڙن جو ويٺل آهي. مون چيس تہ اتان جو شمس الدين صديقي سيشن جج منهنجو دوست آهي تہ چيائين هان ماستر تاج محمد جو پٽ؟ مون چيو هائو ۽ ٻڌايومانس تہ مرحوم تاج محمد صاحب گذاري ويو تہ ڏک، تيس ۽ سندس گهـر واريءَ لاءِ پڇيائين تہ چيومانس تہ اها بہ گذاري

وئي. ” هائو؟ اھا بہ وئي؟ مون ڪانئس حاجي غلام عليءَ جو پڇيو تہ چيائين تہ هائو حال حيات آهي هن ئي پڙ ۾ فلاڻي ڇٽيءَ وٽ مغرب کان عشاء تائين ويهندو آهي. ملجانئس، جھونو ٿي ويو آهي. مغرب مهل ڏسان تہ هڪ سفيد ريش بزرگ عربي لباس ۾ ويٺو آهي. ڪجھ مهاندا لڳا سو وڃي سلاماليڪ ڪيومانس تہ خوش ٿي حال احوال پڇڻ لڳو. چيم نماز پڙهي پوءِ ٿا حال احوال ڪيون. نماز کان فارغ ٿي پلٽي هٽي منهنجي سامهون ٿي ويٺو. حال احوال پڇيائين. چيومانس هي 1991ع پورا ويھہ سال اڳ 1971ع ۾ بہ يائر جمال ابڙو ۽ ڪمال ابڙو اچي پير عبدالله شاھ جا مهمان ٿيا هئا. هڪدم ياد آيس ۽ چيائين تہ هائو مون زوريءَ ماني کٽي اچي کارائي هئي مانَ، پوءِ پڇيائين تون جمال يا ڪمال. مون چيس جمال، تہ ڪمال جو پڇيائين، چيم گذاري ويو. هٿ کڻي دعا مغفرت گھريائين. پوءِ زور پريائين تہ وٽس هلي رهون. مون انڪار ڪندي چيو تہ پاڪستان هائوس ۾ رهون ٿا. صاف سٺا ڪمرا مليل آهن. ماني بہ آرڊر تي ملي ٿي سو معافي ڏيو. پوءِ زور پريائين تہ ماني مون وٽ کائو. وري بہ عذر پيش ڪيم تہ توهان جو گھر پريرو آهي بيو تہ مون سان پيڻ بہ گڏ آهي جا عمر ۾ مونکان بہ وڏي آهي. بہ نياڻيون، ننهن ۽ پٽ بہ ساڻ اٿم تہ پاڻ وڏيڪ خوش ٿيو چي منهنجي بہ پوڙهي آهي. نياڻيون ۽ ننهر آهن سو ضرور هلو. مون کي آمادو نہ ڏسي هڪڙو عجب جملو ڳالهايائين. چي، انهيءَ ۾ منهنجو بہ فائدو آهي، توهانجو بہ فائدو آهي. مان حيرت مان کيس ڏسڻ لڳس تہ کهڙو فائدو. جھڙوڪر منهنجو اندر جو احوال پروڙي چيائين تہ منهنجو فائدو اهو آهي تہ مهمان آهيو نبي ڪريم ﷺ جا ۽ ماني کائيندا منهنجي. توهانجو فائدو آهي، اهو آهي تہ ڳوٺ ويندا تہ ڳالهيون ڪندا تہ مدينه ۾ هڪ پوڙهي ۽ پوڙهيءَ جي گھر وياسون. ماني کاڌيسون هي ڳالهيون، هو ڳالهيون ڪيوسين؟ آهي نہ فائدو؟ مون هائوڪار ڪئي. چيائينس بس پرينءَ عشا مهل منهنجي پوڙهي بہ ايندي ٽئڪسي مان ڪري ايندس گڏجي هلنداسون. مقرر ڏينهن تي هڪ ويگن ياڙي تي وٺي آيو. اتي جا مقامي عرب وغيره سڀ ڪيس سڃاڻن پيا ۽ ويگن وارو گھٽين مان ٿيندو، ور وڪڙ ڏيندو اچي سندس در وٽ بيٺو. اجان گھٽين مان لنگھياسين پي تہ منهنجي نياڻي شبانہ رڙ ڪئي تہ بابا هي مدينو، هي گھٽيون، هي گھر، هي ڪاٺ جو بالڪنيون. مار، ڳوٺ وڃي اتي پڳي جنهن لاءِ درويش اشارو

پئي ڪيو تہ توهان جو بہ فائدو آهي. ڪوئي ڪيئن سمجهي، ڪوئي ڪيئن ڏسي. مان تہ ائين ٿو ڏسان تہ شبانہ مائيءَ جي خواب جي تعبير جو بندوبست ويهہ سال اڳواٽ ئي 1971ع ۾ ڪيو ويو هو جو حاجي غلام علي زوري ماني کڻي اچي اسان کي کارائي. 1991ع ۾ ڪافي عمر رسيده، ضعيف ۽ بيمار هئو. مان جڏهن آڪٽوبر 1995ع ۾ وري مدينہ منوره ويس تہ پتو پيو تہ حاجي غلام علي جنت البقيع ۾ آرامي آهي. جنهن کان پڇ سو چوي تہ وڏو درويش هو ۽ دعا جو در هو. ويندي هڪ اَڇ شريف جي پير بہ حرم شريف ۾ سبز گنبذ جي سامهون ائين چيو.

منهنجو احوال:

ابي امان جو ۽ ڳوٺ جو احوال تہ ڏئي بيٺو آهيان. اهو پس منظر يا بڻ، بنيادي پيڙهہ برابر آهي. جيئن جاءِ اڏڻ کان اڳ پيڙهہ پوڻ ضروري آهي تيئن بڻ بنياد، آس پاس ۽ ماحول ضروري آهي. ان مان ئي اڏاوت جي خبر پوندي. مان بہ هڪ خسيس معمولي ٻار ٿي پليس. پير اگهاڙا، بنا سلوار جي، رڳو قميص پيل، ڌر تتي توڙي ٻاري ۾ ڊوڙندا وتندا هئاسون. سياري ۾ مائرون چلهہ وٽ ويهاريو ويٺيون هونديون هيون ۽ ٻاهر نہ ڇڏينديون هيون تہ ايجان ٿڌڪو نہ نڪتو آهي. جيسين سج نڪري تيسين چلهہ تي راتوڪي ماني سيڪي مک ڏئي کارائينديون هيون تہ بکئي پيٽ تي سيءُ لڳي ويندو. پراڻن هالن وارو مخدوم محمد صالح پٽي صاحب جو حيدرآباد ۾، بابا وٽ ايندو هو ۽ ڏاڍو خوش مزاج هو، سو ڳالهہ ٿو ڪري تہ ڪين مائرون ٿڌڪيل ڪٽڪ جي رٻ رڌي مکڻ ڦٽي ۽ ڳڙ وجهي گرم گرم کارائينديون هيون. اهو رواج اسان ڏي، اتر ۾ ڪونہ هو، پر هئو سنو. اسان تہ هوندا هئاسون تڪڙ ۾ تہ سج جو ٿڌڪو نڪري تہ ڀڄون ٻاهر پوءِ ڇو نہ کڻي سڪل ماني ملي. اڄڪلهہ جي مائرن کي شڪايت آهي تہ ٻار ماني کائن نٿا. عجب آهي! ڀلا ٽافيون، بسڪوٽ، چاڪليٽ اڌو پيا آهن، تہ ٻار سڪل ٽڪر ڇو کائيندا، کير ڇو پيئندا، مکڻ ڇو کائيندا. اسان تہ ماني ٽڪر هٿ ۾ چڪ هڻندا، پيرين اگهاڙا ڀڄي وڃي ٽڙڪي تي کيڏندا ۽ ڊوڙون پائيندا هئاسون. سخت سيءُ ۾ نہ سئيٽر نہ ڪوٽ نہ جوراب نہ بوٽ. ها، مائرون مٿي تي ٻُڪل سو ٻڌنديون هيون جنهن سان مٿو، ڪن ۽ ڳلو گرم رهندا هئا. ڪيترن ٻارن کان سِنگهہ پئي وهندي هئي ۽ ٻانهن سان اگهي ڇڏيندا هئا. ڇاجي صفائي سنائي،

ڇاجي ناهه نوهه. باٿ روم ته هئا ئي ڪونه. ٻار جهنگ ۾ فارغ ٿي پتر سان اگهي ڇڏيندا هئا. ڪي ته رڳو پٽ تي ويهي گيسي ڪري ڇڏيندا هئا. کليل فضا، آزادي، ڪا بندش ڪانه، ڊوڙڻ، ٽپڻ، وڙهڻ، ڪا روڪ ٽوڪ، دڙڪو داٻ ڪونه.

اڄڪلهه جا ٻار هيسيل، ڊنل، گهر جي در کان ٻاهر ڪونه نڪرن. پوءِ ڪيئن وسيع نظري ۽ ڪشاده دلي ايندي. ميچالي ۾ رڳو ڪوڙ، دولاب، بهانو نڳي، لچائي ۽ فتنو پيا جنم وٺندا. متان سيٽ وري اهڙي جو چون ته اسين سٽريل ۽ هو جهنگلي، اڻ گهڙيا ڪاٺ. مان ته ڳوٺ جي انهن اڌ اگهاڙن، بکايل، گدلن ٻارن کي وڌيڪ خوش قسمت ٿو سمجهان. اهيئي وڌيڪ هوشيار ۽ کليل ذهن جا ثابت ٿيا آهن. سندن صحت به بهتر. سياڻن جو قول آهي ته صحتمند جسم ۾ صحتمند ايمان يعني سوچ، اعتماد ۽ عمل هوندا آهن. هاضمو اهڙو جو جيڪي کاءَ سو هضم. گهر ۾ سڪا ٽڪر ۽ پاروٺو پٽ. ٻاهر ٻنين ۾ چٽن مٽرن جي پلي، چانيي جا ڪوڙا زهر جهڙا ٻن، متيرا يعني چيڙ، ونگا ۽ ٻير جيڪي آيو سو کائي وڃبو. ٻاهراڙيءَ جا ماڻهو چون ته "جيڪي چَرن، سي نه مرن." چڻ ته انسان به هڪ جانور آهي جيڪو جيسين چُرندو رهندو تيسين جيئرو هوندو. پيو ته نهيو اسين ٻار انبن جون کلون ۽ ککڙيون به سڪائي رکندا هئاسون. سڪل کلون ته ڪرٽ ڪرٽ ڪري کائي ويندا هئاسون. جيڪي مٺيون ذائقيدار هونديون هيون. باقي ککڙين کي (حيدرآبادي چون ڪوٺلو) باهه ۾ پچائي پيجي ان جو گورو جو ذائقي ۾ ڪسارو ۽ بيمزي هوندو هو اهو به رڙڪي کائي ويندا هئاسون. شايد اهوئي سبب آهي جو اڄ ستر ٻاهتر سالن جي عمر ۾ به جيڪي ملي ٿو سو کائي هضم ڪري ٿا وڃون. تڪبر کان توبهه، الله پناهه ڏيندو. پنهنجين مينهن جي نج گهاتو کير الائي ڪيترو ڏوڪي ويندا هئاسون. هر ڪنهن جا الڳ لوٽا هوندا هئا. پهرين امان پوءِ گهر واريون اهي لوٽا ڀري رکنديون هيون جي رات جو پيئندا هئاسون. منهنجو لوٽو ٽن پائن جو. ادا شمس جو هڪ سير جو ۽ ڪمال جو ڏيڍ سير جو ڇاڪاڻ ته ڪمال پهلوان ڪسرتي جوان باڊي بلڊر هئو. ايترو کير، اهڙو پچائي ويا هئاسون جو گڙڪو ئي ڪونه پوندو هو. جڏهن ڪراچي پڙهڻ آياسون ته کير ۽ سچي گيهه جي ٻاڙائي ملول ڪري ڇڏيو. گيهه جا ته خير سان امان شيشا ڀري ڏيندي هئي جو

رجائي ڪچوئي نيرن سان کائيندا هئاسون. ان لاءِ مون 1945ع ۾ هڪ مرادآبادي پيالي ورتي هئي ان ۾ گيهه ۽ ماکي ملائي کائيندا هئاسون. اها پيالي اڄ به مون وٽ سانديل آهي جا بدر گهري ورتي ته هو يادگيري طور سنڀالي رکندو. باقي کير جو ڪراچيءَ ۾ آزار هئو. پاڻيءَ جهڙو، ڇاڇ جهڙو. اتفاق سان عبدالحق وکو، بولٽن مارڪيٽ جو انسپيڪٽر ٿي آيو. ان وقت بولٽن مارڪيٽ جي پوليس انسپيڪٽر کي فوجدار چوندا هئا جو وڏي هلندي پڄندي وارو هو. سندس گهر واري، اسان جي وڏي ڀيڻ حميده بيگم صلاح هنئين ته کير مون وٽ پيئڻ اڇو جو پوليس آفيسرن کي سنو نج کير ٿو ملي. پوليس جون فليٽون هيون سنڌ مدرسه جي سامهون، سو اسين ٻئي ڀائر ڪمال ۽ مان روب ولاس مئڪلوڊ روڊ، جتي هاڻي اخبار جنگ جو دفتر آهي، کان پنڌ ئي پنڌ کير ڪارڻ سنڌ مدرسي تائين روزانو ايندا هئاسون ۽ کير ڀي پنڌ ئي پنڌ موٽندا هئاسون. کير سنو ملائي وارو. مهيني تي حساب ڪري کير جا پئسا اديءَ کي ڏئي ڇڏيندا هئاسون. هي ته ٿي کير جي ڪهاڻي پر مکڻ به اسان جي ايڏي ڪمزوري آهي جو اڄ تائين بُسري نهرائي جام مکڻ وجهرائي، ڊاڪٽر جي منع باوجود کائيندا آهيون. هيرآباد حيدرآباد ۾ جڏهن عاملن جي پاڙي ۾ اچي رهياسون ته هڪ اڏڙوٽ عمر وارو هندو عامل بابا کي واٽ تي روڪي پنهنجا ڪارناما ٻڌائڻ لڳو. وڏو ڪارنامو اهو ته کير به پاءُ پيان، اڌ به ته، پاءُ ۽ هر هر اهو جملو پيو ورجائي ته، "اڌ به نه پاءُ!" مونکي ۽ ڪمال کي کل ته ڏاڍي آئي پر روڪي وياسون. ٻارن کي هر ڳالهه تي کل اچي، ڪو ڏڪو کائي ته به کل، ڪو ڪري پوي ته به کل، ڪنهن جا ڪپڙا گپ جي ڇنڊن سان خراب ٿي پون ته به کل. الا، ائين کلي وقت گذارجي ۽ حياتيءَ سڄي ائين هجي ته واهه. اهو عقل، دانش ۽ ڏاهپ، ڏور رهن ته چڱو، الا ڏاهي مَ ٿيان ڏاهيون ڏک ڏسن. مونسان مون پرين پوراڻيءَ ۾ ٻال ڪيا.

گرو راجنيش کي جو ڪئسيٽ تي ڏسان ته اکيون پوري منهن تي مرڪ آڻي، پنهنجي آمريڪي ٻڌندڙن کي پيو فرمائي ته "ڏکن کي اوتو اچڻ نه ڏيو، سکن جو ساٿ ڏيو. جيڪي وٺيوَ سو ڪيو ته ڄاڻ پئجي ويندؤ ته اوهين اصل ۾ آهيو ڇا." واهه جي هيءَ دانش آهي. ڀلي چوري ڪيو ته خبر پئجي ويندؤ ته مان چور آهيان، ڀلي زنا ڪيو ته خبر پئجي ويندؤ ته مان

وحشي جانور آهيان. هيءَ هزارن سالن جي ويدڪ دانش تہ ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ ۽ اهنڪار ڪان پري ڀڄو، سا ڇني؟ پوءِ تہ ماڻهو ٿيو بي شعور وحشي جانور، ٻيو ڇا. وري ڇي ڏکن جي اوڏهہ نہ اچو رڳو سک وٺو. ڪيڏي نہ احمقانہ ڳالهہ. ڏک جو احساس ئي نہ هوندو تہ سک جي خبر ڪيئن پوندي. پاڻ جيڪي سو پرائو ڏک پنهنجو ڪبو تہ تورو گهٽو سک جو احساس ٿيندو. سک ۽ ڏک تہ ڳانڍڙ سانيڙ آهن. هڪبئي ڪان ڌار ئي ڪونهن. ڀٽائي رحمة الله عليه فرمايو تہ، ڏک، سکن جي سونهن. ڪَهوريا سک ڏکن ريءَ. قرآن الحيڪم فرمايو تہ "تحقيق ڏکن سان گڏ سُک آهي ۽ پوءِ (وري چئون ٿا) تہ ڏکن سان گڏ سک آهن." هي اٽل فيصلو آهي. گرو راجنيش جنهن ڪان اول تہ ماڻهو ڪافي متاثر ٿئي ٿو پر حقيقت ۾ هو رڳو پنهنجي آمريڪي پوئلڳن يا ٻين وسوڙن کي پنهنجي شخصيت ۽ سطحي دانش سان مصنوعي خوشي ڏئي پاڻ وٽائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. پنهنجن ۽ ٻين جي ڏکن ڪان ماڻهو ڏڪارو نہ ٿيندو تہ سنگدل پشاچ ٿي ويندو ۽ پوءِ اهڙي ماڻهوءَ مان ڪهڙي ڀلائي ٿيندي. ڏکن ڏڏي آهيان، ڏکن سندو ڏجهرو، سارو ڏيل ڏکن ۾، اهڙا اهڃاڻ تہ عظيم ماڻهن ۾ ٿيندا آهن. شاهہ لطيف تہ سسئي، سهڻي، سورٺ ۽ ٻين جا ڏک پنهنجي ڏيل ۾ سانديي آهون دانهون ڪندو ويو. واڪو ڪنديس وو، مونسان جبل ٿو جاڙون ڪري. شيخ اياز ڪامياب وڪيل، باعزت، باوقار، عالم فاضل، دولتمند، پوءِ ڪهڙي ويڏن هئس جو هيڏو وڏو شاعر ٿي پيو. جيلن ۾ ويو ۽ عتاب هيٺ آيو ۽ اڄ آخري عمر ۾ پنهنجن جا ويڻ بہ وينو سهي. سوڀو گيانچنداڻي، اعليٰ تعليم يافتہ، شانتي نڪيتن جو پڙهيل وڏو زميندار، ان کي ڪهڙي پئي جو هارين پورهيتن جا سور مالها جيان پوئي ڳچيءَ ڳل لاتائين ۽ جيلن جون عقوبتون سٺائين. رسول بخش پليجو، غريب جو ٻار، نور نِچوئي اٺ ڪتابن جا پڙهي وڏو ڏاهو ۽ داناءُ بڻجي، بيماري سيماري ۾، ننڊ آرام ڦٽائي، گرمي سرديءَ ۾ وتي نانگن جي ٻرن ۾ هٿ وجهندو ۽ جيل کي دعوتون ڏيندو. اِهي پراوا ڏک آهن، جي سک سمهڻ ئي نٿا ڏين. جي اهڙا مست ملنگ ماڻهو نہ هجن، تہ درد وندين جو ديس ڪيئن وسي؟ اهڙائي ماڻهو تقديرون بدليندا آهن. جي سک ٿي ويهن ها تہ ٿيئي وڏا ڪامياب وڪيل آهن ۽ هاءِ ڪورٽن تي ائين ڇانئجي وڃن ها جيئن مرحوم حسن علي عبدالرحمان، طفيل علي عبدالرحمان، شير محمد

شيخ، اي ـ ڪي بروهي، خالد اسحاق ۽ ٻيا ۽ اڄ بيماري ۽ بيوسي بجاءِ، ايئرڪنڊيشن بنگلن ۽ موٽر ڪارن ۾ دولت جا ڏٺي تي آرام ۽ سک سان ۽ وڏي اثر رسوخ سان حياتيءَ جا آخري ايام گذارين ها، پر هو ڇاڻي واڻي ڏوري ڏک لهن تا ۽ اهوئي هڪڙو سک ماڻن ٿا. اهائي ”پروڙ“ آهي، نجات جي راهه جي جا سک سمهڻ نتي ڏئي. ڇاڻي واڻي اها راهه چونڊي اٿن. نه ته اهي ٽيئي سڄاڻ، حسن، موسيقي ۽ محبتن جا ٻه ماهر آهن. اهڙن ئي ماڻهن جي وجود سان ديش بديش جي ڀلائي وابسته آهي. ڪارساز قدرت جي چڪيءَ ۾ هو ڪير (قطب) مثل آهن جنهن بنان چڪي، مڪڙي ۽ مُنيو ڪم ئي ڪونه ڪندا ۽ خالي پُڙ نه ان پيهندا نه اٽو ملندو. باقي گرو راجنيش پنهنجو رعب ڄمائڻ لاءِ جيڪي وٽيس سو چوي.

راجنيش ته خير تمام داناءَ ۽ قابل ماڻهو آهي پر اڄڪلهه هرڪو ٻڌ سڌ تي ٻه چار حملا يا واقعا ياد ڪري، چڱي محفل ۾ ويهي، پنهنجي علم ۽ ڄاڻ جي ڏاڪ ويهارڻ چاهيندو آهي. 1977ع واري ڍاڪي ۾ سينيٽر شيخ رفيق پنجاب اسيمبلي جو اسپيڪر هئو. سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر خانصاحب غلام الرسول ڪيهر جو تمام داناءَ ۽ مدبر هئو سو سندس دعوت ڪندو هو. هڪ دعوت ۾ ڪيهر صاحب جي مسلم آباد واري بنگلي تي شيخ رفيق صاحب پنهنجي علم جو اظهار ڪندي انڪشاف ڪيو ته وليم پِٽ جو بعد ۾ انگلنڊ جو وزير اعظم ٿيو سو جڏهن پهريون دفعو تقرير لاءِ اٿيو ته تقرير ڪري نه سگهيو ۽ ٽي دفعا آءِ ڪنسيو آءِ ڪنسيو آءِ ڪنسيو چئي ويهي رهيو. يعني مون اعتراف ڪيو يا مان ميڃان ٿو، مان ميڃان ٿو ۽ وڌيڪ ڪجهه ڳالهائي نه سگهيو. ڪنسيو جي هڪ ٻي معنيٰ پيٽ سان ٿيڻ به آهي. هڪ ميمبر طنز مان چيو ته مسٽر وليم ٽي دفعا پيٽ سان ٿيو پر ٻار ڪونه ڄڻيائين. ڪيهر صاحب اهو ٻڌي مون ڏانهن ڏٺو. مون سمجهو ته مونکان تصديق ٿو گهري ته مون چيو ته اهو واقعو مسٽر ڊزرائلي جو آهي جو به انگلنڊ جو مشهور وزير اعظم ٿي گذريو آهي. شيخ رفيق صاحب ٺڪي مرڪ مرڪي چيو ها ها برابر. ڳالهين ڪندي پارليامينٽري مهذب مذاق جو ذڪر ڇڙي پيو. اڄ ته گهڻين جا ڇوڪرا ميمبر ٿي آيا آهن ۽ اهڙي بازاري زبان ٿا ڳالهائن جو ٻڌندڙن کي شرم اچيو وڃي پر ميمبر صاحب جيڪي سو فخر وچان ڳاٽ اوچو ڪيون بيٺا آهن ڄڻ ته ڪا ڪيپ ڪٽي هجين. اسيمبليءَ ۾

اهو چوڻ تہ ” ڪوڙ ٿو ڳالهائي“، سو بہ غير پارلياماني آهي. وڏ ۾ وڏ چئبو تہ اهو صحيح نہ آهي يا غلط آهي، يا ميمبر صاحب جي معلومات ڪمزور آهي. هاڻ تہ اسيمبلي ۾ گاريون ۽ هاٿاپائي، سورهيائي ليکي ٿي وڃي. سو مون وري چرچل جو هڪ واقعو پڙهيو تہ ڪنهن مخالف ڌر جي ميمبر چيو تہ چرچل کي پنجاهہ سيڪڙو ميمبرن جي حمايت حاصل نہ آهي. چرچل اٿي ٻيهي چيو تہ پنجاهہ سيڪڙو ميمبر بيوقوف (Fool) آهن. چرچل جي انهي ريمارڪ تي هنگامو مچي ويو تہ چرچل غير پارلياماني زبان استعمال ڪئي آهي ۽ پنهنجا لفظ واپس وٺي. اسپيڪر بہ چيو تہ چرچل غير پارلياماني زبان استعمال ڪئي آهي. چرچل جو اهڙن گفتن جو ماهر هو تنهن اٿي ٻيهي چيو تہ، ”سر، پوءِ مان چوان ٿو تہ پنجاهہ سيڪڙو ميمبر بيوقوف ناهن“ ۽ ويهي رهيو. ٿهڪڙو مچي ويو ۽ چرچل بہ پنهنجي ڳالهہ ٻئي انداز ۾ چئي ويو جا غير پارلياماني نہ هئي. ڪير چوي تہ ”ميمبر بيوقوف ناهن“ غير پارلياماني آهي.

چرچل جو ذڪر آيو آهي تہ ڳالهہ ڪندو هلجي سندس چپن وچ ۾ سِگار پيو ٺي پيو هوندو هو. ڊاڪٽر کيس مشورو ڏنو تہ پنهنجي صحت جي صدقي سِگار پيئڻ ڇڏي ڏئي تہ ڊاڪٽر کي گهوري چيائين تہ، ”ڊاڪٽر مان پنهنجن عادتن ۾ مداخلت پسند نہ ڪندو آهيان“. انگريزي زبان جو لطف ٺي پنهنجو آهي. چيائين Doctor, I do not interfere with my habits. اڄ جي برسات اخبار جي هڪ ڪالم ۾ چرچل جو ذڪر آهي تہ ڊاڪٽر کيس چيو تہ، ”شراب نہ پيءُ، سِگار نہ پي ۽ ماني گهٽ کاءُ.“ پر اصل ڳالهہ ائين ناهي. ڪنهن ڪانئس سوال ڪيو تہ تنهنجي ڪاميابي ۽ وڏي عمر جو راز ڪهڙو آهي. جواب ڏنائين تہ مان ڍؤ تي شراب پيئندو آهيان، ڍؤ تي ماني کائيندو آهيان ۽ ڍؤ تي سِگار ڇڪيندو آهيان، سندس اکر آهن.

I drink to my fill, I eat to my fill, I smoke to my fill

ليڊي سارا چرچل لکي ٿي تہ مانيءَ جي وقتن ڪانسواءِ بہ سندس ٽيبل تي مان سڪي ميوي ۽ نمڪين شين جي پليٽ ڀري رکندي هئس ۽ هو ڦڪ هٽي پيو کائيندو هو ۽ پليٽ خالي ٿيندي هئي تہ وري ڀي پليٽ ڀري رکندي هئس. پوءِ بہ چرچل وڏي عمر ماٽي ۽ ذهن تيز رهيس. وڏو ”بادشاهہ پرست“ هو. جڏهن ٻي مهاڀاري لڙائي لڳي تہ بادشاهہ جارج ڇهين کي صلاح ڏني وئي تہ چرچل کي وزير جنگ يا وزير دفاع بڻائي. بادشاهہ چرچل کي نياپو موڪليو تہ اچي ساڻس ملي. چرچل جا دوست ۽ ڪي سياستدان اچي

وٽس گڏ ٿيا ۽ بحث ڇيڙيائون تہ چرچل کي وزير اعظم ٿيڻ کپي نہ تہ وزير دفاع جي حيثيت ۾ هو چئمبر لين جهڙي ڪمزور وزير اعظم جي ماتحتيءَ ۾ ڪجهہ ڪري نہ سگهندو. چرچل آخر ورچجي ڪائنس پڇيو تہ نيٺ اوهان چاهيو ڇا ٿا. هنن چيو تہ توهان بادشاهہ کي انڪار ڪر. چرچل پنهنجي مخصوص فيصلہ ڪن انداز ۾ چيو تہ، ”بادشاهہ سلامت رهن مئجستي کي پلا مان نو (نهڪر) ڪيئن ٿو چئي سگهان. ناممڪن“. دوست احباب وري بحث مباحثي ۾ پئجي ويا ۽ نيٺ چيائونس تہ توهان پلي نو بہ نہ چئہ رڳو خاموش رهہ. ڪو جواب نہ ڏي. اهو ٿي سگهي ٿو چئي چرچل بادشاهہ وٽ حاضر ٿيو. جڏهن بادشاهہ وزير دفاع ٿيڻ لاءِ چيس تہ ڪنڌ جهڪائي ڇڏيائين ۽ جواب ڪونہ ڏنائين. بادشاهہ وري بہ چيس تہ چپ رهيو. بادشاهہ سمجهي ويو ۽ چئمبرلين کي گهرائي استعيفا ڏيڻ لاءِ چيائين ۽ چرچل کي وزير اعظم ٿيڻ لاءِ چيائين. ٻئي ڏينهن اخبارن ۾ شهہ سرخي اها ڏني وئي تہ، ”خاموشي، جنهن کيس وزير اعظم بڻايو“. پوءِ تہ چرچل ڏينهن رات مست هاٿيءَ جيان ڪم ۾ جنبي ويو. ان وقت لنڊن تي بمباري پئي ٿي. چرچل کليل جيپ ۾ سوار ٿي آگرين سان فتح جو نشان ٺاهي سڄي لنڊن جو دورو ڪيو ۽ چوندو ويو تہ، ”مان توهان سان ڪوبہ واعدو نٿو ڪيان، سواءِ ڏکن ڏوجهرن، سورن سختين ۽ پورهئي پگهر جي.“ اها فلم مون پاڻ ڏني. ائين قوم کي ساڻ ڪٽي هليو ۽ هار کي فتح ۾ بدلائي ڇڏيائين. انهيءَ دوران ڊيگال جو بہ هڪ وڏو ساٿهو هو تنهن کيس فرانس فرانس ڪندي ڪڪ ڪري وڏو سو چرچل وٽ ٿي خار مان ڏانهنس نهاري چيو ڪٿي آهي فرانس. فرانس تہ ختم ٿي چڪو هو. ڊيگال بہ ڊگهو سنهو ملٽري ورديءَ ۾ ملبوس اٿي اٽينشن ۾ بيهي چيو، ”مان آهيان فرانس.“ چرچل ڏاڍو متاثر ٿيو ۽ ڊيگال جو ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺو. هڪ دفعي چرچل ڪان پڇيائون تہ توهان بہ عظيم آهيو. ڊيگال بہ عظيم آهي پوءِ توهان ٻنهي ۾ فرق ڪهڙو. چيائين ڊيگال کي تڏهن غصو ايندو آهي جڏهن هو صحيح هوندو آهي ۽ مونکي تڏهن غصو ايندو آهي جڏهن مان غلط هوندو آهيان. ويچار ڪيو تہ اهي ٻيئي ڪيڏا نہ وڏا گڻ آهن. ڊيگال جڏهن فرانس جو صدر ٿيو تہ چيائونس تہ سارتر باغي آهي کيس جيل ۾ وجهہ. جواب ڏنائين تہ ”سارتر فرانس آهي.“ مشهور فرانسي ائڪٽريس برجٽي باردو لاءِ چيائونس تہ پنهنجي فئشني ۽ آزادانا حرڪتن سان

عيسائيت کي نقصان پئي پهچائي ان کي جيل ۾ وجهه ته چيائين، ”برجي باردو به فرانس آهي“ مار، ڪيڏا نه وڏگڙدا ۽ صاف ذهن جا ماڻهو هئا. چرچل ۽ ڊيگال جون ڳالهيون ايتريون آهن جو موضوع تان هٽڻو پوندو تنهن ڪري ڇڏيونس ٿا.

ڳالهه پي هلي ڏکن ڏورڻ ۽ سورن سانڍڻ جي جن بابت ذڪر ڪندي سوچيو، اياز ۽ پليجو، چرچل ۽ ڊيگال اچي ويا ۽ جي مائو، هوچي منهه ۽ اسٽالن جو ذڪر نڪرندو ته دفتر ٿي ويندا. منهنجو پنهنجو نماڻو خيال آهي ته انسان ۽ انسانيت ته پيداوار ئي آهن ڏک درد جو. ڏک درد نه هجي ته نه انسانيت هجي نه انساني رشتا. مولانا رومي ۽ شاهه لطيف فرمايو ته، ”مونکي مون پرين پڌي وڌو ٻار ۾، ايا ائين چون مچڻ پانڌ پسائين.“ معنيٰ ته ڏکن ڏولائن ۾ پوڻ عين آزمائش ۽ عبادت آهي، جتان نج سون ٿي نڪرڻو آهي. قرآن الحڪيم ته فيصلو صادر فرمايو ته ”تحقيق انسان آهي خساري ۾، سواءِ انهن جي جن حق جي تلقين ڪئي ۽ چيڙهالائيءَ سان ان کي چنبڙيا رهيا.“ هاڻي ته بس! ان هڪ قرآني جملي ۾ سڄي ترقي پسند تحريڪ اچي وئي. ”حق جي حمايت ڪرڻ ۽ پڻ تلقين ڪرڻ.“ اهي ٻئي وڏا انقلابي عمل آهن. مٿان وري اهو حڪم ته اهڙي عمل کي صبر ۽ اورچائيءَ سان لڳا رهو نه ته خبردار خساري ۾ رهندا. هيءَ قرآني فتويٰ آهي. حرف آخر. پوءِ به اسين اهڙن ڪاهوڙين کي چئون دهريا ۽ ڪافر. خيرپور ميرس ۾ ٽن ڏينهن ۾ ڪمشنر هوندو هو عبدالحميد خان. هڪ ڪن ڪٽيل هوندو هئس. بت جو هلڪڙو ۽ قد ننڍو پر هئو آگ جو شعلو. ايوب جو مارشل لا هجي ۽ نواب ڪالا باغ گورنر هجي. نيڙهي جي ملن کي ڪٽي ٽي ڪٽي سو عبدالحميد خان کي پنهنجي ساليانې اجلاس جو مهمان خصوصي ڪري گهرايائون. وڏا وڏا واعظ ڪري آخر ۾ عبدالحميد خان کي دعوت ڏنائون ته چار اکر ڳالهائي. چوڏا لاهي ڇڏيائين، چي هي ڏاڙهيءَ جا چار ڪنب رکي، مسواڪ کيسي ۾ وجهي، صبوح سان مسجد جي نلڪي تي سنگهون کڍي گوڏيون ڏوئي، توهان سمجهو ٿا ته توهان اسلام جي وڏي خدمت ڪري ڇڏي. توهان کان ته اهي ڪرستان چوڪريون چڱيون جي آفريڪا جي جهنگن بيابانن ۾ گدلن شيدي ٻارن کي ۽ خود پاڪستان ۾ پنگين جي ٻارن جا گونهه ڌوئارن ٿيون، سنگهون صاف ڪن ٿيون، وهنجارن ٿيون ۽ کين تعليم ڏين ٿيون ۽ بيمارن جا علاج ڪن

ٿيون. اسڪول ۽ اسپتالون کولين ٿيون ۽ هلائين ٿيون. اهي دوزخ ۾ وينديون باقي توهان جيڪي ڏاڙهي پٽ ۾ لڳا پيا آهيو سي بهشت ۾ ويندؤ. جن پينسلن ڳولهي لکن ڪروڙن جي جان بچائي، جن عينڪ جا لينس (شيشا) ڳولهي لکن ڪروڙن کي اکيون ڏنيون سي دوزخ ۾ ويندا، باقي توهان جي هڪڙي جون اکيون ڪڍڻ لاءِ آتا آهيو اهي بهشت ۾ ويندا. هت بہ ڊؤ ڪري اوڳرايون ڏيندا ۽ اتي بہ مال مليدا کائيندا. نڪرو پنهنجي خود فريبيءَ جي کوپي مان ۽ ڪا انسان ذات جي خدمت ڪيو. ٻيو بہ گهٽوئي ڪجهہ چيائين. ملا اهڙو ڪچن جهڙي پت. اهي هئا پراڻا آءِ سي ايس آفيسر. نہ ملا جي پرواهہ ڪندا هئا، نہ سياستدان جي نہ حاڪم جي. سچ چئي ڏيندا هئا. سندن نوڪريءَ جي گارنٽي، سندن نوڪريءَ جي قاعدن ۾ ڏنل هئي. ٻيءَ جن جو ضمير زنده هئو، اهي حق جي ڳالهہ تي اٽل ٿي بيهندا هئا ۽ ڪين ڪو لهر لوڏو ڪونہ هئو. البت ناراضگي ۽ بدلين وغيره لاءِ ذهني طرح تيار هوندا هئا.

1973ع ۾ عبدالله ميمڻ حيدرآباد جو ڊپٽي ڪمشنر هئو. ممتاز علي ڀٽي جهڙو ڪڙڪ ۽ اعليٰ منتظم چيف منسٽر هئو ۽ ڪيس حڪم ڏنائين تہ تندي محمد خان جي فلاڻي ماڻهوءَ کي هڪدم گرفتار ڪري جيل ۾ وجهہ. حاضر چئي فون رکي ڇڏيائين. سندس ضمير زنده هئو سو حقيقت معلوم ڪرڻ لاءِ پنهنجي سر ان ماڻهوءَ وٽ وڃي پهتو. ڏنائين تہ اهو ماڻهو پنجهتر سالن جو پيرسن شريف ماڻهو هئو. معلومات ونندي معلوم ٿيس تہ مير اعجاز تالپر جو ان وقت وزير هئو سو ڪانئس ناراض هئو. ناراضگيءَ جو سبب معلوم ڪري ان ماڻهوءَ کي چيائين تہ جي مان هيئن فيصلو ڪيان تہ قبول ڪندين. هن چيو تون جيڪو بہ فيصلو ڪندين سو مونکي قبول آهي. عبدالله صاحب ڪيس گرفتار نہ ڪيو ۽ موٽي آيو. مير اعجاز تپي باهہ ٿي ويو ۽ ممتاز صاحب کي چيائين تہ عبدالله ميمڻ تنهنجو حڪم مڃڻ لاءِ تيار ناهي. ممتاز صاحب بہ باهہ ٿي ويو ۽ عبدالله کي فون تي سخت ڪاوڙ ۾ چيائين:

تو فلاڻي کي گرفتار نہ ڪيو؟

جي نہ ۽ نڪو گرفتار ڪندس. باقي مسئلو حل ڪري ڏيندس.

ميمڻ! ميمڻ! تون ان جو نتيجو ڄاڻين ٿو.

هائو ڄاڻان ٿو ۽ سياڻي توهان کي بہ ڄاڻ پئجي ويندي.

ٻئي ڏينهن عبدالله صاحب نوڪريءَ تان استعيفا ڏئي، هتئون هٽ چيف

منسٽر صاحب کي ڏياري موڪلي. مان پنهنجي آفيس سنڌ اسيمبليءَ ۾ ويٺو هئس ته آغا شهاب ۽ عبدالقادر ابڙو (يا مير امداد) منهنجي آفيس ۾ گهڙي آيا. حيران پريشان مون کي چيائون هي عبدالله جا ڪم ڏٺئي؟ مون کي ڪا خبر ئي ڪونه هجي. ٻڌايائون ته نوڪري تان استعيفا ڏني اٿائين. مان پاڻ حيران ٿيس ته هڪ غريب ماڻهو جو هاءِ ڪورٽ ۾ ڪلارڪ هئو ۽ محنت ۽ لياقت سان سي ايس پي جو امتحان پاس ڪري وڏي عهدي تي پهتو سو ڪيئن ٿو استعيفا ڏئي. مونکي چيائون تون فون ڪري جهلينس. مون جڏهن ڪانئن حقيقت معلوم ڪئي ته مون عبدالله صاحب کي فون ڪرڻ کان انڪار ڪيو ته صحيح ۽ اصولي فيصلي کان ڪيئن جهليانس. چيم، توهان چئوس. هن چيو ته اسان گهڻو چيو اٿس پر اصل نٿو مڃي. تنهنجي عزت ڪري ٿو تنهنجو چوڻ وٺندو. آغا شهاب چيا ڪيو جو حيدرآباد فون ملائي ڪٽي منهنجي ڪن تي رکيائين ته هاڻي وٺ ۽ سختيءَ سان منع ڪرينس. حيدرآباد مان "هيلو" جو آواز آيو ۽ مون سڃاتو ته عبدالله آهي سو مون چيومانس، "عبدالله مبارڪ هجئي." آغا صاحب ۽ عبدالقادر ٻنهي يڪ آواز چيو. بيڙي ٻوڙي ڇڏيئي. هوڏانهن عبدالله صاحب وڏو ٽهڪ ڏنو ۽ چيائين جمال صاحب توهان پهريان ماڻهو آهيو جنهن مبارڪ ڏني آهي ٻيا ته ڪالهه کان منهنجو هنياءُ ٿي کائي ويا آهن. مون چيو ڪا نظرثاني جي گنجائش. چيائين بلڪل نه. مون فون ڪٽي رکيو ۽ هو دوست به مون تي ناراض ٿيندا نڪري ويا. نوڪريءَ جي گارنٽي سبب عبدالله صاحب جي استعفا منظور ڪانه ٿي باقي ڪيس بدلي ڪري سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ فنانس ڊپارٽمينٽ ۾ ڊپٽي سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. هو انهيءَ ۾ وڌيڪ خوش ٿيو جو ڪراچيءَ ۾ پگهار ڪجهه وڌيڪ ٿي ملي.

ٻيو به هڪ اعليٰ مثال آهي. 1973ع جي زبان جي مسئلي تي اڙدو پريس هريرو وٺي هاءِ گهوڙا ڪئي. اخبارن تي حڪومت سينسر لاڳو ڪئي. هڪڙو ڊپٽي سيڪريٽري هئو مسٽر طارق امين تنهنجي ضمير اها ڳالهه قبول نه ڪئي سو حڪومت جا آرڊر نه مڃيائين. ٻيو هو مسٽر ايم يوسف ائڊيشنل چيف سيڪريٽري انهيءَ به ائين ڪيو. ٻنهي کي معطل ڪيو ويو. طارق امين ته بعد ۾ استعيفا ڏئي وڃي فلپس ڪمپنيءَ ۾ نوڪري ڪئي. مسٽر روئداد خان چيف سيڪريٽري هئو. هو به هڪ ڪڙپيل ۽ سخت مزاج آفيسر هئو. ان به حڪومت سان تعاون نه ڪيو ۽ نوڪريءَ مان ڪڍيو ويو. چوڻ جو مطلب

آهي ته هي جو آفيسر صاحب "مجبوري" جو لنگڙو عذر ڏين ٿا اهو صحيح ناهي. اها ظاهر ظهـــور "كمـــزوري" آهي. يا تـه سندن هٿ صـــاف نه آهن انكري ضمير جو زور وڃائي ويٺا آهن. هي جو معاشري ۾ يا تنظيمي ڍانچي ۾ خرابيون پيدا ٿيون آهن، تن جو مکيه سبب اهو آهي ته ڪامورا شاهي يا بيــورو ڪريسيءَ کي ڪمـــزور ڪيــو ويو آهي. آهي نـه چرڪ ڪيڻ جهــڙي ڳالهـ؟ اٺ تڏهن ٿي رڙيا جڏهن ٻورا ٿي سبيا. آزاديءَ کان اڳ گانڌي جي جيڪا مهم هلائي سا هئي سول نافرماني يا قانون جي ڀڃڪڙي ڪري جيل ڀرڻ، ڪامورن کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ بيعزتو ڪرڻ ۽ سندن انحرافي ڪرڻ. ان وقت جي حالتن آهر شايد اهو ضروري ٿي پيو هجي پر علامه عنايت الله خان المشرقي، نجي محفلن ۾ ان ڳالهه تي سخت تنقيد ڪندو هو. سندس چوڻ هو ته سياستدان وقتي مفاد يا حاصلات لاءِ جي غلط قدم کڻن ٿا تن جو اڳتي هلي قوم ملڪ ۽ معاشري کي ڏاڍو ڀاري نقصان ڀرڻو پوندو. وقت ايندو جو جيل وڃڻ اعجاز ٿي پوندو، قانون ٽوڙڻ انقلابي قدم ۽ وقت جي حاڪم جي تذليل، دليري ليکي ويندي. اڄ پنجاهه سالن کان پوءِ اهي ڳالهيون اسان اکئين ڏسون ويٺا.

سڄو معـــاشـرو ڊانواندول ٿي ويو آهي هرڪو ڏاڙهي پٽ ۾ لڳو پيو آهي. هر سياسي ڪارڪن تاڙ ڀرينو آهي ته ڪيئن قانون ڀڃان ۽ هيڪر جيل وڃان ته قرباني جو تمغو ڇاتيءَ تي سـجائي ڊنڊورو ڏيان. اهڙين حـالتن ۾ انتظامي معاملن جو ڪم سياسي ڪارڪنن ۽ وزيرن پنهنجي هٿ ۾ ڪنيو آهي جو بلڪل غلط ۽ هاڃيڪار آهي. سياسي ڪارڪن ۽ وزير انتظاميه تي الزام مڙهي، جواز پيدا ڪري، انتظامي معاملا پنهنجي هٿ ۾ رکي پاڻ فيصلا ڪن ٿا. ظاهر آهي ته اهڙا فيصلا يڪ طرفا، غلط ۽ سياسي مفاد يا رشوت طور ڪيا ويندا. ڪامورو گهڙو به فيصلو ڪري، قانون، رُولس ۽ ريگيوليشن کي خيال ۾ رکي ان موجب ڪندو. جيڪو فيصلو قاعدن قانونن مطابق ڪيو ويجي. اهوئي انصاف چئبو. ڪامورو ته قانوني چار ۾ چوڪنيو ٻڌل آهي. مٿس بالا آفيسرن، عوام ۽ عدالتن جي تلوار به ٽنگيل آهي. سو ڪيئن غلط فيصلو ڪندو. جي غلط فيصلو ڪري به، ته مٿانئس اپيل ٿيپل به ڪري سگهجي ٿي. سندس چال ڍال تي هر سال ڳجها رمارڪ (اي سي آر) به لکيا وڃن ٿا. هوڏانهن سـيـاسي ڪارڪن ۽ وزير ته مـادر پدر آزاد آهن. وٽين ته آنا لاهن،

وٺين ته ڀڄا ڏين. نه انهن لاءِ اي سي آر آهن نه انٽي ڪرپشن نه پروموشن ۽ نه سسپينشن جو چڪر. اهي ڪيئن آزاد ۽ منصفاڻا فيصلا ڪندا. ضيائي مارشل لا ۾ حڪم آيو ته ملائن جا نالا ڏيو ته انهن کي جج مقرر ڪيو وڃي. مان هاءِ ڪورٽ جو رجسترار هئس سو چيف جج کي نوٽ پيش ڪيم جنهن حڪم ڪيو ته هڪدم نالا معلوم ڪري حڪومت کي موڪليا وڃن. مون ان ڪم ۾ دير وجهي ڇڏي. چيف جج جسٽس عبدالحئي قريشي مون کي اڪلاءَ جو تاڪيد ڪيو ته چيم ته سائين ملان ته آهي وڏيري جي موچڙي ۾ جيڪي اهو چوندس سو ڪندو. شريفن کي وجهندو ڪاٺ ۾ ۽ ڪاٽڪن اڳيان هوندو بيوس، سو اهڙا عالم ۽ باڪردار ملائن جا نالا ڪٿان آڻيان. جسٽس قريشي مرڪي چيو ته مسٽر ابڙا توتي کهڙو ستوهه پيو آهي، کهڙا به حرامي حرامي ملا هجن اسان جو ڇا. تون نالا ڏياري موڪل. پل وينا خلق خدا جي کي آزارين، حڪومت پاڻ ڄاڻي. نالا ته اسان موڪليا الائي نه، پر حڪومت جي مرضي هئي رڳو ماڻهن کي ٺڳڻ ۽ ملائن کي خوش ڪرڻ جي.

حيدرآباد جي ڪمشنر ڳالهه ڪئي ته ملائن جو هڪ وفد جنرل ضياء سان ملڻ آيو. جنرل صاحب ساڻن مٺيون مٺيون ڳالهيون ڪري ڪين عزت سان روانو ڪري ڇڏيو. جڏهن اهي روانا ٿي ويا ته جنرل صاحب ڪمشنر ڏانهن منهن ڪري چيو ته، ”هنن حرامزادن کي ويجهو نه اچڻ ڏجانءِ“ ڪيپ ديز باسٽرڊس ائٽ آرمس لينٿ. جنرل صاحب اهڙيون ڳالهيون ڪري پڌرجندو هو ته هو سياستدان ٿي ويو آهي.

هاڻي ته اهو عام خيال ٿي ويو آهي ته سياست معنيٰ ڪوڙ بدوڙ. ان بجاءِ مونکي ممتاز علي خان ڀٽي جو هڪ واقعو ياد اچي ٿو، جنهن کي وڏيرو جاگيردار ۽ ڏاڍيل چئي ننديو وڃي ٿو. 1972ع ۾ مان نئون نئون اسيمبليءَ جو سيڪريٽري ٿيو هئس ۽ ناظم آباد نمبر چار ۾ هڪ مسواڙي جاءِ ۾ رهندو هئس. رات جو يارهين بجي ممتاز صاحب، جو ان وقت گورنر هئو، فون ڪيو ته هڪدم گورنر هائوس پهچي وڃان جو ضروري ڪم هئو. مون عذر پيش ڪيو ته مان پري رهان ٿو سرڪاري گاڏي به مليل ڪانه اٿم، رڪشا کي گورنر هائوس اچڻ به ڪونه ڏيندا. سختيءَ سان چيائين ته ڪيئن به پهچ مان هت ائڊووڪيٽ جنرل کي به ويهاريون ويٺو آهيان. مان آڌي رات

جو ڀهتس، ممتاز صاحب ۽ حفيظ ميمڻ صاحب آئڊووڪيٽ جنرل وينا هئا. مونکي هڪ مهمليءَ جو نوٽس ڏيکاريائين جو ٻئي ڏينهن اسيمبليءَ ۾ پيش ٿيڻو هو. ٿيو ڇا هئو جو ڪن مهاجر ڪاليجي ڇوڪرن هاڪس بي تي پڪنڪ دوران مهاجر ڪاليجي ڇوڪرين جا اڳٽ ڪولي يا ڪپي ڇڏيا هئا. ممتاز صاحب جو چوڻ هو تہ اها تحريڪ قانوني طرح رد ٿي سگھي تہ بهتر ۽ هائوس ۾ اچيئي نہ سو تون ۽ حفيظ ميمڻ صاحب گڏجي قاعدا قانون ڏسي صحيح صحيح راءِ ڏيو. مون چيو سائين مهاجر ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جو پڪنڪ دوران هڪ عمل آهي حڪومت جو ڪهڙو واسطو. ممتاز صاحب چيو تہ سڄي قوم ۽ ملڪ جي عزت جو سوال آهي، سڄي دنيا ۾ بدنامي ٿيندي ۽ مان بلڪل سچي حقيقت بيان ڪندس. مونکي ممتاز صاحب جا اکر ياد آهن. چيائين آڪسفورڊ ۾ مون کي اهو سيڪاريو ويو آهي تہ سياست آهي سچ ڳالهائڻ جو فن، سو ڪوڙ ڳالهائڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. هاڻي توهان ٻئي جدا ويهي قاعدا قانون ڏسي مونکي مطمئن ڪيو. اسان نيٺ هڪڙي قانوني نقطي تي متفق ٿياسون جنهن موجب اسپيڪر کي اختيار هئو تہ اهڙي تحريڪ چئمبر ۾ ئي رد ڪري ڇڏي ۽ هائوس ۾ اچڻ نہ ڏئي. تڏهن بہ ممتاز صاحب تاڪيد ڪيو تہ مان پاڻ اسپيڪر صاحب کي مطمئن ڪيان ۽ سندس نالو نہ ڪڍان. مون ٻئي ڏينهن صبح جو ائين ئي ڪيو پر اسپيڪر صاحب خانصاحب غلام الرسول ڪيهر صاحب جو حڪومت سان مڪمل تعاون ڪرڻ جو قائل هئو. تنهن مون ڪان پاڻ پڇو تہ ڀلا ممتاز صاحب جو ان باري ۾ الائي ڪهڙو خيال آهي. مون ڪيس ٻڌايو تہ ان جو ۽ ائڊووڪيٽ جنرل جو بہ اهوئي خيال آهي تہ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ مونکي شاباس ڏنائين تہ خبرداريءَ سان اڳواٽ ڪم پڪو ڪري پوءِ ڪانئس صحيح ڪم ڪرايو ويجي جنهن ۾ اختلاف جي گنجائش باقي نہ رهي. اصل ۾ مونکي جنرل ضياءَ جي مقابلي ۾ ممتاز پتو صاحب جا سياست بابت ويچار ٻڌائڻا هئا. سندس لفظ هئا پالٽڪس از دي آرٽ آف ٽيلنگ ٽرٿ ٽو دَ پيپل. چرچل بہ وزير اعظم ٿيڻ سان قوم کي جيڪو پيغام ڏنو سو اهو تہ آءِ پرامز يو نٿنگ بٽ ٽيئرس (ڳوڙها) ٽربلس (تڪليفون) ائنڊ ٽرائلس (جفاڪشيون). اهي چئبا آهن سياستدان. نہ اڄ جهڙا جي سبز باغ ڏيکارين يا بقول مرحوم جسٽس ايم آر ڪيانيءَ جي ڪالا باغ (نواب ڪالا باغ ڏانهن اشارو) ڏيکارين.

منهنجو چوڻ اهو هو تہ ڪاموري (بيوروڪريسيءَ) کي ڪمزور ڪيو ويو آهي جو صريحاً غلط عمل آهي. چوڻ ڪارڻ تہ چيو ويچي ٿو تہ اختيارين جي ورڇ ڪري هيٺئين سطح تي ئي ماڻهن جا مسئلا حل ڪيا وڃن، پر اهو منافقيءَ وارو مفروضو آهي. حقيقت ۾ سياسي ماڻهو جيڪي ميمبر چونڊجي اچن ٿا تن جي متي ۾ اها هوا هجي ٿي تہ هو حاڪم آهن ۽ کين حڪمراني ڪرڻ جو حق آهي. بلڪل غلط. حڪومت جي وڻ جون ٽي مکيہ شاخون ٿين ٿيون. هڪ مقننہ يعني قانون ناهڻ جو ادارو، اسيمبلي، پارليامينٽ، لوڪل بورڊ وغيره. انهن جو صرف اهو ڪم آهي تہ قانون سازي ڪن. ٻي شاخ آهي عدليہ يا ڪورٽون جن جو ڪم آهي قانون جي تشريح ڪرڻ ۽ ان موجب سزا وغيره ڏيڻ. عدليہ کي، قانون رد ڪرڻ جو حق قطعي نہ آهي. وڌ ۾ وڌ عدليہ اها سفارش ڪندي تہ ڪنهن قانون ۾ جيڪو نقص آهي ان تي پارليامينٽ نظرثاني ڪري ضروري ترميمون ڪري. باقي قانون تي عمل ڪرائڻ (جنهن کي حڪمراني چئجي) سو نج ٻج ڪامورن ۽ بيوروڪريسيءَ جو ڪم آهي. ٻيو ڪوبہ مداخلت ڪندو تہ نظام حڪومت ۾ خرابي پيدا ٿيندي. ضيائي دؤر ۾ جيڪي سيڪڙاٽ ميمبر ۽ وزير آيا سي مغز ۾ اهو اٺ ويهاري آيا تہ هوئي اصل حڪمران آهن. انهي کي جڏهن سيڪريٽري ۽ ڪامورا قانوني تقاضائن جو ٻڌائيندا هئا تہ هو ڪاوڙجي ويندا هئا ۽ سمجهندا هئا تہ سيڪريٽري کين پٽائي ٿا وڃن. پوءِ اهڙو ماحول پيدا ٿيو تہ وزير صاحب پنهنجي قابليت ئي ان کي سمجهندو هو تہ هو آفيس يا سيڪريٽريءَ جي راءِ کي ريتي چڙي. ڪامورن جيڪا پاڪستان جي خدمت ڪئي آهي اهڙي ٻئي ڪنهن نہ ڪئي آهي. ڏينهن رات ڪم ڪري نندون ڦٽائي اوجاڳا ڪري حڪومتي تقاضائن جي تعميل ڪرڻ ڪو مذاق نہ آهي. هر آفيسر تپيدار کان ويندي ڪمشنر ۽ سيڪريٽريءَ تائين وٺ پڪڙ ۾ لڳا پيا هوندا هئا. جڻ تہ وقت کان گوءِ ڪيڏڻ جي ڳالهہ هئي.

پوءِ جو سيڪڙاٽ ميمبر ۽ وزير آيا تہ پڌڻ پائي ڪري يا خوشامدڙين جي ڇُرچ تي حڪومتي نار جو ڏينگو ئي ڏيري ڪري ڇڏيائون. هاڻي رڳو رينگٽ آهي باقي لوٽين مان پاڻي تہ اچي ئي ڪونہ ٿو. هي مان شخصي مشاهدي جي ڳالهہ ڪيان ٿو ڇاڪاڻ تہ مان پاڻ عدليہ جو جج ٿي ڪري ڏهاڪو سال اهم حڪومتي مشينري ۾ رهيو آهيان. مير حيات خان ٽالپر

جڏهن 85-1984ع ۾ اسيمبلي ميمبر ٿي آيو تہ مونکي چيائين تہ ابڙا صاحب هتي تہ ڪجهہ بہ پاور ڪونهي انهيءَ ڪان تہ يونين ڪائونسل جي چيئرمني چڱي هئي. يونين ڪائونسل ۽ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جي چيئرمن تہ رڳو پاري ڏنو هو ۽ ڪروڙين رپيا خورد برد ڪري ويا هئا. هي هئو عوامي نمائندن جو حال. غلام حسين انڙ لاڙڪاڻي ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جو چيئرمين ٿيو تہ پيو تہ الائي ڇاڇا پر آفيس جا صوفا، قالين ۽ ڪرسيون بہ گهر کڻائي ويو. حيدرآباد جي ڊسٽرڪٽ چيئرمين بہ جهڙوڪر ڌاڙا هنيا. اهو انهيءَ ڪري ٿيو جو مادر پدر آزاد هئا. اڳي مٿن ڊپٽي ڪمشنر ۽ ڪمشنر جو ڪنٽرول هئو پر سياسي نمائندن انهن تي روڪ وجهي ڇڏي. دادو ـ جوهي تڪ مان رئيس علڻ خان لغاري جو پٽ ميمبر ٿي آيو. ڏاڍو صاف گو ۽ مزاحيہ طبيعت جو ماڻهو هئو. ڪچهري ڪندي مونکي چيائين تہ ابڙا صاحب ميمبري مان تہ ڦاسجي ويا آهيون، رڳو آهي ڪوري بڪ، اڳي معمولي وڏيرا هئاسون تہ صوبيدار مختيارڪار بلڪ هيڊ منشي وٽ بہ هليا ويندا هئاسون ۽ خلق خدا جا ڪم بہ ڪرائي ايندا هئاسون ۽ پاڇي بچائي بہ ايندا هئاسون. ڏر ڪان ولندا هئاسون پنج سؤ، صوبيدار کي ڀہ ادائي سؤ ڏئي باقي پنهنجو کيسو بہ گرم ڪري ايندا هئاسون. هاڻي آهيون مان وارا ميمبر صاحب سو صوبيدار کي ماڻهو ٿا موڪليون تہ اڄ تہ اچي ئي نٿو. ڪم بہ نٿا ٿين ۽ پئسو بہ ڪونہ ٿو ملي. نانءُ وڏو ديهہ ويران. پوءِ تہ ميمبر صاحبن وڙهي جهڙي، بليڪ ميلنگ جا طريقا اختيار ڪري بندوق جي ليسنن جي ڪوٽا، ٽيليفون جي ڪوٽا ۽ نوڪرين جي ڪوٽا ورتي ۽ اهي وڪڻڻ شروع ڪيا. ائين رشوت ۽ سفارش جي بازار گرم ٿي وئي. اهو تمام اهم سياسي ۽ سماجي مسئلو آهي تہ ان صورتحال کي ڪيئن منهن ڏجي. يا تہ اسيمبلي سرشتو ختم ڪري ميمبرن مان جند ڇڏائجي ۽ پريزيڊنٽ ۽ گورنرن جي سڌي چونڊ ڪرائجي جيئن آمريڪا ۾ آهي. ٻيو طريقو آهي تہ جيئن اڳ هئو تيئن ڊپٽي ڪمشنر ۽ ڪليڪٽر کي ضلعي جا مڪمل اختيار ڏجن ۽ پوليس بہ سندس ماتحت ڪجي ۽ هو رڳو گورنر ڏانهن جوابده هجي. اهڙي طرح ماڻهن جا سڀ ڪم ضلعي سطح تي ٿي ويندا ۽ ڪين ڪراچي حيدرآباد جا پنڌ نہ ڪرڻا پوندا ۽ نہ وزيرن جي درن تي ڌڪا کائڻا پوندا. وزير بہ گورنر صاحب، رڳو چار پنج رکي جي وقت بوقت ڪيس صلاح مشوره ڏين، بس. انهن کي نہ

ايگزيڪيوٽو پاور نہ هئڻ ڪپن. پوءِ جيڪڏهن ڪامورو غلط هلي تہ ڪيس وٺ ڪرڻ بہ سؤلي. هوندئن بہ سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي تہ ڪامورو ڪچي پنڊي؛ درخواست جو ڪاڄ. هاڻي تہ پنڊيءَ جا تيلا ٿي ڪيڏي ڇڏيا اٿن ۽ پنڊي رهي ٿي ڪانهي. ڪامورو جهڙو ڪمدار يا ميمبر صاحب جي مُڇ جو وار جيڏانهن ورائينس تيڏانهن وري. استاد دامن اهڙي سياسي مڇ (نواب ڪالا باغ جي مڇ) تي واهہ جو وار ڪيو. چي، "اے استاد دامن دا شعر اے، ڪسي دي مڇ تے نهين." پيا آهن اهڙا ڪهاڙا شخص، جيڪي چوٽو هئن سو چئي ويا. استاد دامن ۽ حبيب جالب ڪير سڏائي.

سچ ٿو پڇايانوَ تہ جنهن ڪامورا شاهيءَ کي توهان تمام طاقتور ۽ شانائتي سمجهو ٿا سا تمام ڪمزور ۽ ڪمتر، ذليل لفظ استعمال نٿو ڪيان، ٿي چڪي آهي. اڏوهي کاڌل پيل پائو آهي. ڪنهن بہ وڏي ۾ وڏي آفيسر کي طاقت ناهي جو هڪ معمولي ڪلارڪ تہ چا، ڪنهن پٽيوالي تي بہ قدم کڻي سگهي. هڪدم سياسي زور، بار پئجي ويندا. پيو تہ نهيو ڪنهن ڪلارڪ جي باري ۾ ڪو آفيسر ڳجها رمارڪ بہ نٿو لکي سگهي. شڪارپور ۾ 1956ع ۾ مان جج هئس. هڪ بيلف ڏاڍو نافرمان هئو سو سيڙجي سکر پنهنجي سيشن جج فيروز نانا کي وچي روبرو عرض ڪيم تہ ان کي مون وٽان بدلي ڪري ڇڏي. نانا صاحب جيڪو تمام دلير ۽ بااصول آفيسر هو تنهن مونکي چيو تہ بدلي ڪونہ ڪندوسانس باقي تون ڪيس پنهنجي چئمبر ۾ سڏي بُلٽ بند ڪري موچڙا هڻي چڱي ڦيهہ ڪيدينس، مان وينو آهيان پرواهہ نہ ڪر. مون بہ ائين ڪيو ڪيس سڏي در بند ڪري اچي ٺڦن ۽ مُڪن سان ورتومانس. دانهون رڙيون ڪيائين پر مون بہ ڪونہ ڇڏيومانس، گاريون بہ ڏنيون مانس سڌو ٿي ويو. هر ڪم ۾ حاضر حاضر پئي پويس. نانا صاحب ڏي دانهن ڪئي ويو تہ ان بہ دڙڪا ڏنس تہ وڃ وچي جج صاحب کان معافي وٺ نہ تہ نوڪريءَ مان ڪيدي ڇڏيندوسانءِ. ايڏو هو آفيسرن کي ٻل. ائين هلندو هو انتظام.

پوءِ لڳو 1958ع ايوب جو مارشل لا. تنهن سڄو نظام درهم برهم ڪري ڇڏيو. آفيسرن جون بيعزتيون ڪيون ويون، ڪين جيل ۾ وڌو ويو. ڪيترن کي نوڪرين مان ڪيديو ويو. ائين انتظامي ڍانچي جون ڌڄيون اڏايون ويون. پنهنجيون خاميون ۽ غلط ڪاريون لڪائڻ خاطر، فوجين، سول آفيسرن

تي توڪون ڪيون، گلائون ڪيون ۽ رشوتخوري ۽ بدانتظاميءَ جا الزام مڙهيا. ڪانگ ڪي لڙ ۾ مزو. سو شور مچائي فوجي پاڻ اچي لٽ مار ڪي لڳا. سيني ڪي معلوم آهي تہ چاچا نہ ٿيو. گورنر جنرل اسڪندر مرزا لکي ٿو تہ ڏهن پندرهن ڏينهن اندر اهڙي حالت ٿي جو فوجي ڪراچيءَ جهڙي شهر ۾ ايلفي جهڙي علائقي ۾ معزز دوڪاندارن ڪان دڙڪي داٻ ذريعي شيون مفت ۾ يا ڪوڏين دام ڦرڻ لڳا. فوجين اهڙي ڦرلٽ ۽ ڏاڍ ڏمر جو مظاهرو ڪيو جو چنگيز، هلاڪو، تيمور ۽ نادر واري دؤر جون جهلڪيون ڏسڻ ۾ آيون. ماڻهن جي عزت نفس ڪي تارتار ڪيو ويو. شريف شهرين توڙي پورهيتن ڪي رستي ويندي جهلي بيعزتو ڪرڻ، اٺ ويهہ ڪرائڻ ۽ ڪن پڪڙي ڪڪڙ بنائڻ تہ معمول بڻجي ويو. فوجين خود ايڏيون ۽ ايتريون رشوتون ورتيون جو رشوت جو اگهہ چڙهي ويو. ميرپورخاص جي ٻن مشهور ماڻهن سان اهڙيون عقوبتون ڪيون ويون جو هڪ دامن شاهہ فوجين ڪي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي پاڻ ڪي شوٽ ڪري گولي هڻي ماري ڇڏيو ۽ ٻئي فقير محمد مگرٽي پل تان درياهہ ۾ ٽپو ڏنو. اهو ڏاڍ ۽ رشوت جو دؤر 1958ع کان 1960ع تائين هليو. جنرل ايوب خود اهو محسوس ڪندي، فوجين ڪي واپس بئرڪن ۾ گهرائي ورتو.

پلا فوجي بہ ڪو فرشتا تہ ڪونہ آهن. ساڳيوئي اسانجي معاشري جي پيداوار آهن ۽ اسان جا مٽ مائٽ آهن. تن ڏينهن خيرپور ميرس ۾ منهنجي بنگلي پرسان بنگلو هوندو هو. مسٽر حق نواز مغل جو، جيڪو زرعي ڪاتي ۾ ڊائريڪٽر هئو. مڙس قداور، بدن جو پريل ۽ ڳالهائڻ جو ڪڙاڪيدار هئو. شڪارپوري هئو. اهڙي نفسانفسي واري دؤر ۾ ٻاهر نڪري زور زور سان پيو چوي تہ ير ڳالهہ تہ ٻڌو، ابي ڪي بہ پٽ تن مان هڪ ٿيو فوج ۾ ڀرتي ۽ مان ٿيس سول آفيسر تہ چا هو تي پيو حلالي ۽ مان حرامي. هيلي نطفو تہ هڪڙو ئي هئو جي مان حرامي تہ هو بہ حرامي، نہ تہ ٻئي حرامي يا ٻئي حلالي. ماڻهن ڪي اهڙيون خارون هيون. ماڻهن ڪي ايتري نفرت ٿي وئي جو ڪوئيورديءَ وارو ڏسندا هئا تہ چوندا هئا چپ ڪر ڪتو (يا سوئر) پيو اچي. پوءِ جڏهن بنيادي جمهوريت جو سرشتو رائج ڪري يونين ڪائونسلون وغيره ناهي عوامي نمائندن ڪي آندو ويو تڏهن وڃي ڪو ماڻهن جي دلين تي ٿڌو ڇنڊو پيو ۽ بنيادي جمهوريت جا چونڊيل نمائندا جنرل ايوب جا وفادار

ٿي پيا. انهن ئي جنرل ايوب کي ووٽ ڏنا، محترمه فاطمه جناح جي مقابلي ۾ ڪامياب ڪيو. پوءِ ته انهن بنيادي ميمبرن، جنڪي جسٽس ايم آر ڪياني پري ڪورٽ ۾ بي بنياد سڏيو. وڏا جاوا ڪيا جيئڻ مير حيات ٽالپر صاحب جي ڳالهه پولهه مان معلوم ٿيو. جنرل ايوب صاحب انهيءَ سرشتي جو نالو رکيو بيسڪ ڊيموڪريسي ۽ جسٽس ڪياني چيو بيس ليس ڊيموڪريسي، خير، مطلب هئو معاشري جو بگڙڻ، رشوت جو زور وٺڻ ۽ عوام ۽ بيورو ڪريسيءَ جي تذليل. اهو سڀ ڪجهه مارشل لا جو تحفو آهي.

مارشل لا جو سڀ کان وڏو تحفو جو قوم کي عنايت ٿيو سو هئو منافقي. دعويٰ اها ته رشوت ۽ شراب خوري کي ختم ٿا ڪيون. جي پئي چوٽ چڙهي ويا. ضياءَ دور ۾ ته رشوت، سمگلنگ ۽ شراب خوري زوران زور هئي. اسان پاڻ اکين سان ڏٺو ته جيڪو ملٽري وارو مٽي تي لوهي ٽرنڪ رکي آيو ۽ پٽ تي بستر وڇائي اچي سمهيو سو ڏسندي ڏسندي بنگلن، موٽر گاڏين، قالينن ۽ پلنگن جو مالڪ ٿي ويو. منهنجو هڪ برگيڊيئر قريشي واقف ٿيو. ان سان اهڙي ڳالهه ڪير ته ڪاوڙجي تپي باهه ٿي ويو. چي توهان جا سولين آفيسر ڪمائيندا هئا ته توهان کي اعتراض ڪونه هئو، هاڻي جڏهن هي غريب، قوم جا محافظ ڪمائين ٿا ته توهان کي ساڙ ٿو ٿئي. هيءَ هئي ذهنيت! مطلب ته يلي فوج جو به وارو اچي ۽ هو ڪمائين. شرابخوري اهڙي جو حيدرآباد ۾ سائينجيز هوٽل پرسان رمضان شريف جي مهيني ۾ سڄي سڄي رات فوجي پيا شرابخوري ڪندا هئا. ڪير ڪڇي. مان اسلام آباد بدلي ٿي ويس ته هڪ وڏي آفيسر ڳالهه ڪئي ته اسلامي ملڪن جي ڪانفرنس جي تيارين جي سلسلي ۾ هڪ جنرل (نالو نٿو لکان) ڏينهن رات ڪار ۾ چڙهي پيو هلندو هو ۽ بندوبستن جي نظر داري ڪندو هئو ۽ هلندي هلندي رکو پيو وهسڪي پيئندو هو. سو هڪ رات نشي ۾ تپ ٿي، ايمبسي روڊ تي اسٽيئرنگ مٿان بيهوش ٿي سمهي رهيو. صبح جو سپاهين ڪيس سجاڻي گهر پهچايو. جي چئون، ته چوندا ته پوءِ چاهي ملڪ مٿان جان قربان ڪرڻ وارا به ته اهي ئي آهن.

چام صادق علي خان مرحوم کي مذاح جو عجب انداز هئو. هڪ دفعي سندس هل پارڪ واري بنگلي تي سياري جي رات ۾ ويٺا هئاسون ته هڪ فوجي ڍير ساريون درخواستون پلاٽن جي الاٽمينٽ لاءِ کڻي ايو. اهو پڻي

صاحب وارو دؤر هو. چام صاحب ساڻس عزت سان پيش آيو ۽ درخواستون وٺي حاضر ٿيڻ بين ماڻهن سان هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪرڻ لڳو. هن فوجي صاحب کي منيان لڳي، سو جوش ۾ اچي چوڻ لڳو ته فوجي جوان پنهنجا سر ڪٽائن ٿا، توهان هنن کي پلاٽ به نٿا ڏيو. چام صاحب قلم رکي نهايت معصوم بڻجي ڪيس چيو ڀائو معاف ڪجانءِ مونکي خبر ئي ڪانه هئي ته فوجي جوان پنهنجا سر پلاٽن لاءِ ڪٽائين ٿا؟ هو صاحب اهڙو ششدر ٿيو جو ڪڪو وڪو ٿي لاجواب ٿي اٿي هليو ويو. چام صاحب پراڻو پارليامينٽرين هئو ۽ ڏاڍو برجستو ۽ بروقتو مذاق ڪندو هو. هڪ دفعي سنڌ اسيمبليءَ ۾ مرحوم ظهورالحسن ڀوپالي جو ڳڪو ۽ قد جو ننڍڙو هئو سو عادت موجب زور زور سان چيخون ڪري ڳالهائڻ ۽ ميز تي مُڪون هڻڻ لڳو. جڏهن بس ڪيائين ته چام صاحب ڏاڍي اطمينان ۽ صبر سان چيو ته اسپيڪر صاحب ڪجهه سمجهه ۾ نه آيو ته مِڪي مائوس کي ڪهڙي تڪليف هئي ۽ الائي ڪهڙي چون چان پئي ڪيائين. انهيءَ تي نواب مظفر قدآور ۽ وڏين وتيل مڇن سان، اٿي بيهي رهيو ۽ اعتراض اٿاريائين ته ڪنهن معزز ميمبر کي مِڪي مائوس چوڻ نامناسب ۽ غير پارلياماني آهي. چام صاحب وري به اٿي بيهي حيرت ۽ معصوماڻي انداز ۾ چيو، ”سائين مون مُجوُ مائوس ته ڪونه چيو هو. نواب صاحب اجايو غلط فهميءَ جو شڪار ٿيو آهي.“ سڄي هائوس ۾ ٽهڪڙو پئجي ويو ۽ نواب مظفر به ڦڪو ٿي چپ ڪري ويو.

معاشري جي بگاڙ ۽ رشوت جي ڳالهه پئي ڪئيسين. جنرل عتيق الرحمان شخصي طرح ڏاڍو ڀلو ۽ شريف ماڻهو هو. ون يونٽ جو گورنر به بڻيو. پوءِ فيڊرل سروس ٽربيونل جو چيئرمين ٿيو. هڪ ڏينهن فوجين جي وڏي دعوت ۾ اعلان ڪيائين ته ڪجهه جايون تحصيلدارن ۽ نائب تحصيلدارن جون خالي آهن، توهان مان جو اڇڻ چاهي سو مونکي هتي ئي درخواست ڏئي. اتيئي ڪيس سوين درخواستون مليون جن ۾ ميجر، ڪرنل ۽ برگيڊيئر به شامل هئا، جي ملڪ لاءِ سر ڪٽائڻ لاءِ فوج ۾ ڀرتي ٿيا هئا. جنرل صاحب ڪانئن درخواستون وٺي پوءِ جو ڪين بچڙو ڪيو سو خدا ڏسي ۽ بندو سهي. ڏاڍو ڪين شرمسار ڪيائين ته فوج جو ههڙو معزز پيشو ڇڏي، محض رشوت ۽ پئسي خاطر معمولي نوڪرين لاءِ ڀڳا ٿي آيا. رشوت جو چسڪو يا پئسي جو چسڪو ماڻهوءَ کي مرون بڻائي ٿو ڇڏي. ايڏي رشوت هلي، ايڏي رشوت

هلي جو فوجي آفيسر رشوت ۾ ڪار جون چابيون ۽ فليٽ جون چابيون گهرڻ لڳا. مونکي مسٽر خالد ٽالپر جو ان وقت هائوس بلڊنگ فنانس ڪارپوريشن جو چيئرمين هو تنهن ٻڌايو تہ ڊفينس جا سڀ بنگلا يا ٻيا فوجين جا گهر، سڀ جو سڀ قرض کان آزاد ٿي ويا ۽ قسطون پيارجي ويون. انهيءَ صورتحال جو فائدو ورتو پوليس. هونئن جو ڪم پنج سؤ رپين يا هزار ۾ ٿي ويندو هو تن لاءِ پوليس لکين رپيا گهرڻ لڳي. رشوت جو اڳهہ وڌي ويو. پوليس ڪلئي عام چوڻ لڳي تہ ڇا ڪجي، فوجي صاحبن کي پئسا پهچائڻا آهن. ايئن پوليس هٿان بہ فوج بدنام ٿي. ڊڪٽيٽر هونئن بہ پوليس کي عوام مٿان سوار ڪري حڪومت ڪندو آهي ۽ پوليس جو اهڙو مٿو ڦري ويو جو ڪنهن جي بہ پڳڙي لاهڻ ۾ ڪين ڪو ڊپ ڊاءُ ڪونہ هئو. ڪراچيءَ جو هرهڪ ايس ايچ او مهيني ۾ هڪ ڪروڙ ڪمائڻ لڳو. ان ۾ ايس پيءَ ڪان وٺي آءِ جي تائين حصيدار هئا. ايس پيءَ لاءِ هر ضلعي جي منٿلي مقرر هئي. سکر ضلعي جي ٻاويهہ لک رپيا مهينو. لاڙڪاڻي جي ٻارهن لک رپيا مهينو. مون رڳو هڪڙو ايس پي مسٽر خواجہ اهڙو ڏٺو جنهن منٿلي وٺڻ کان انڪار ڪيو. انهي خواجہ صاحب منهنجي دوست ملا حاجي احمد جو مقولو غلط ثابت ڪري ڏيکاريو تہ، ”ايماندار ڪوبہ ناهي، رڳو قيمت وڌيڪ هوندس.“ مون مٿي لکيو آهي تہ پئسي جي چوَس ماڻهوءَ کي مرون ٻڻائي ٿي ڇڏي. هروڀرو ائين بہ نہ آهي. برابر هڪڙا ڪروڙن هوندي بہ چرڪن وانگر وات ڦاريون وينا آهن ۽ ڊڍ پرجين ئي نٿو. ٻيا حضرت امام حسن عليه السلام، حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه ۽ حضرت عثمان رضي الله عنه جهڙا جيڪي سڀ ڪجهہ خلق خدا جي لاءِ خرچ ڪيو ڇڏين. شڪارپور جو راءِ بهادر اوڌوداس تاراچند اهڙي وڏي ۽ شاندار اسپتال نهرائي ويو جا اڄ ڊسٽرڪٽ سول اسپتال آهي ۽ منجهس سول سرجن جي رهائشگاهہ بہ آهي. ڪن کي پئسي جو موهہ آهي ڪن کي نہ. ڪي اهڙا جو پئسو جيئڻ بہ اچي، ڪٿان بہ اچي، کهڙي بہ نموني اچي تہ خوشيءَ سان ڳڙڪائيندا ويندا.

دنيا جا ڏاها ايجا تائين بحث ڪندا اچن تہ طريقا اهم آهن يا نتيجا. انگريزيءَ ۾ تہ چوڻي آهي تہ نتيجو (ڪاميابي وغيره) ثابتي آهي طريقن جي صحيح هجڻ جي. نيڪ ۽ چڱا ماڻهو وري چون تہ طريقا چڱا وٺجن ۽ نتيجن جي پرواهہ نہ ڪجي. اهو جهڳڙو هليو اچي. اسان جي مذهب اسلام

تہ طريقن کان بہ اڳ ۾ نيت تي زور ڏنو. لازم آهي تہ نيت چڱي تہ طريقا بہ صحيح اختيار ڪباءِ نتيجو الله تي ڇڏبو. باقي اها تہ سنئين سڌي بيهوده ڳالهہ آهي تہ ڪهڙا بہ طريقا وٺي ڪاميابي حاصل ڪيو. ائين اصل ڳالهہ تہ وٺين مان وهي ٿي وڃي تہ جنهن کي اسين ڪاميابي چئون ٿا سا ڪاميابي آهي بہ يا نہ. ائين تہ هر بجڙائيءَ جو جواز نڪري پوندو. علاوالدين خلجي سهري کي مارائي بادشاهہ ٿي وينو. اورنگزيب پيءُ کي قيد ۾ وجهي ڀاءُ دارا کي شهيد ڪري شهنشاهہ بڻجي ويو. ڇا انهيءَ کي ڪاميابي چئبو؟ حقيقت ۾ مغل سلطنت جي زوال جو بنياد ئي اورنگزيب وڌو. ڀلا ڪاپي ڪري ڊگري حاصل ڪرڻ صحيح آهي يا ڪاميابي آهي؟ ڳالهہ چٽي پٽي آهي. ڀلي ڀيو ڪوئي ڊوڙ پائي، هڪڙا تہ اهڙا نيڪدل آهن جو ڪاميابي حاصل ڪري بہ خوش ڪونهن. 1950ع ڌاري مان سکر ويس. علي حسن منگيءَ وٽ رهيس جو پوءِ ايم ـ اين اي بہ ٿيو. لاڙڪاڻي ۾ اسان جو پاڙيسري دوست هئو. شيخ اياز سان ملڻ ويس. هو ڪو منهنجو دوست ڪونہ هئو، بس ڪاليج ۾ ڳڏ هئاسون عليڪ سليڪ هئي ۽ هڪ ٻئي لاءِ عزت بہ هئي. مون کي اجان وڪالت جي سند ڪانہ ملي هئي ۽ شيخ صاحب ڪامياب ۽ مشهور وڪيل ٿي چڪو هو، ٿوري ئي عرصي ۾ ڪيس سٺي آفيس، سٺو گهر، جام پئسو ۽ زندگيءَ جون سڀ سهوليتون ميسر هيون. مون ڪيس سندس ڪاميابيءَ تي مبارڪ ڏني. شيخ صاحب جيڪو جواب ڏنو سو اڄ بہ ڇائيتاليهہ سال گذري وڃڻ جي باوجود مونکي اکر بہ اکر ياد آهن. چيائين تہ، We are thriving on the misery of others. يعني اسين وڪيل، ٻين ماڻهن جي ڏکن ۽ تڪليفن تي پيا ٽڪون ۽ جاوا ڪيون. مطلب تہ ڪاميابي ماڻي بہ دليئون خوش نہ هئو. اها هئي سندس حساس دل. نہ تہ عام وڪيل تہ هڪ ڪيس مان ٻہ ٽي ڪيس ناهي ماڻهن کي پيا وڃڙائيندا آهن. ٻڌي رکيو هئم تہ اياز مهمان جو آدرڀاءُ نٽو ڪري. اهو مون پاڻ خيال سان ڏٺو. مان شام جي مهل وٽس ريو هئس. مون سان ڪجهہ وقت گڏ ويهي اٿي ڪڙو ٿيو چيائين تون ويهہ مان ٿورو ڪم ڪري وٺان. ٻر واري ڪمري ۾ وڃي ڪيسن جا فائيل ڪڍي پڙهڻ ۽ نوٽ لکڻ بلڪ ٽائيپ ڪرائڻ لڳو. ڪلاڪ ڏيڍ مون ويٺي اوٻاسيون ڏنيون. نيٺ اندر وڃي موڪلايومانس تہ چيائين تہ ويهہ اجهو ٿو ڪم اڪلائي اچان. مون ڏٺو تہ ڏاڍي ڏيان سان هر هڪ ڪيس بابت

ڪجهه لکرايائين پي. ان وچ ۾ مشهور وڪيل ۽ پيارو دوست جمال صديقي به پنهنجي گاڏي ڪٺي ايو ۽ ڪيس راڳ ناچ تي وٺي ويڄ جي دعوت ڏنائين پر اياز ساٿس نه ويو چيائين ته اجان ڪم ڪرڻو اٿم. اياز رات جو يارهين بجي ٻاهر آيو ۽ مونکي چيائين هاڻي هل ته ٻاهر تازي فضا ۾ نڪرون. پنهنجي گاڏيءَ ۾ ڪٺي سکر براج اڪري درياهه جي ٻرئين پر سينٽرل جيل طرف گاڏي بيهاري لتاسون. تارن ڀري رات، ٺڌڙي هوا، پرينءَ پر سکر شهر جو جهرمر ڪندڙ بتين وارو شهر، مقناطيسي نظارو هو. وڏي ڳالهه ته براج جي بُرجن تي جي بتيون هيون تن جو درياهه جي پاڻي مٿان لهردار اولڙو اهڙو ته جادو خيز هو جو مان هڪو ٻڪو ٿي ويس ۽ اياز کي چيم ته اياز هي بتين جو اولڙو ته ڏس. اياز بيهي رهيو ۽ چيائين جمال منهنجي شاعريءَ جو راز هي نظارو ۽ روشني آهي، بس. فقط مون ۽ اياز ڄاتو ٿي ته ان روشنيءَ جو مطلب ڇا هئو. ٿورو اڳتي هلي اياز مون کان اوچتو سوال ڪيو، "جمال خدا کي مڃين ٿو." مون چيو، "ڪڏهن ڪڏهن." تن ڏينهين گفتگو گهڻو ڪري انگريزيءَ ۾ ٿيندي هئي. ايتري قدر جو مان ته سوچيندو به انگريزيءَ ۾ هئس. سو سوال هئو "ڊو يو بليو ان گاڊ." مون چيو "سم ٽائيمس." اياز ان جواب کان ايڏو متاثر ٿيو جو ڦري منهنجي اڳيان ٿي بيٺو ۽ منهنجي ٻنهي ٻانهن کي هٿن سان پڪڙي چيائين، "سچ ٿو چئين. ڪڏهن ڪڏهن ان ڪانسواءِ چارو ئي ڪونهي. "ترو، سم ٽائمس ديئر از نو وي آئوٽ". مون ان ڏينهن، ان مهل، اياز جي اکين ۾ هڪ ازلي مِسٽڪ ڏٺو. ان واقعي کان پوءِ اسين هڪ ٻئي جي ويجهو ايندا وياسين. مون ته ڄڻ سندس روح ۾ جهاتي پائي ورتي هئي. هاڻي ياڻ فيصلو ڪيو ته اهڙو منو ماڻهو، اهڙو دل جي اتار وارو ماڻهو ۽ اهڙو فرض شناس ۽ محنتي ماڻهو ڪيئن رکو طبيعت ۽ غير مهمان نواز سڏبو. ماڻهو اهڙا لقب اڪثر پنهنجي اوڻاين کي ڍڪي الزام وري ٻئي تي ٿوپيندا آهن. منهنجو پيارو دوست نور محمد سمو چوندو هو گندو ٻار گندا خيال. منهنجو ذاتي تجربو آهي ته ڪوڙو ماڻهو، هر ٻئي ماڻهوءَ کي ڪوڙو سمجهندو ۽ سڏيندو آهي، سوبه وڏاءُ ڪري چوندو "فلاڻو! توبهه، قرآني، ننهن کان چوٽيءَ تائين ڪوڙو! هڪ مختيارڪار هئو مستر سرهيو. هن ڪپري کان وٺي ميرپورخاص تائين مونسان گڏ سفر ڪيو. هو مشهور رشوتي هو. سڄي واٽ پنهنجي ايمانداريءَ جي تعريف ۽ ٻين تي راشي هجڻ جا الزام

زور زور سان هٺندو آيو. منهنجا ڪن پچائي ڇڏيائين. پيو ته، اسلام اسان کي اصول ڏنو آهي ته حسن ظن رکو. يعني جيڪڏهن ڪوبه واقعو ڏسو يا ٻڌو جنهن مان چڱائي ۽ برائي جون جهلڪون اچن ته چڱائي وارو خيال دل ۾ آڻيو. مون اياز ۾ چڱائي اها ڏٺي ته ڳالا ڪان بينياز پنهنجي ڏن ۾ پنهنجي محنت ۽ فرض جي پوئواريءَ ڪي لڳو رهيو پوءِ ڀل اڳلا ڪيس بي مروت سمجهن. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ به آيو ته ائين بي نياز ٿي استادن ۽ شاگردن ٻنهي ڌرين کي ڪاوڙائي، پڙهائيءَ جو ماحول قائم ڪيائين. ڪنهن تيسمار ڪان ڪوڻه ڊنو. ويندي سائين جي ايم سيد جنهن جي هو مرشد جهڙي عزت ڪندو هو سو به ڪاوڙجي پيس. ٿيو ڇا جو جيئي سنڌ جا شاگرد شراب پي، ڦاٽڪ جي هوٽلن تي وچي ڪباب ۽ ڪڪڙ کائي، هوٽل واري کي پئسا گهرڻ تي مار ڏئي يونيورسٽي جون گاڏيون ڪٺي لوفرپائي ۽ بيحيائيءَ واريون حرڪتون ڪندا هئا. اياز ڪنيو ڏنڊو ته سائين جي ايم سيد به ڪاوڙجي پيس. مون ڍاڪو سال سياستدانن سان قريبي طرح ڪم ڪيو آهي. مون اهو ڏٺو آهي ته هر سياستدان سخت شڪي مزاج، شخصي وفاداري ڪٺي خوشامد چئجي، جو قائل ۽ هڪدم وار ڪرڻ وارو ٿئي ٿو. ڪنهن کي ڪونه بخشيندو ڀلي ڪٿي سندس پٽ يا پياءُ ڇو نه هجي. اڳلي جون مجبوريون، چڱايون توڙي احسان پل پر ۾ وساري ڇڏيندو ۽ بيعزتو ڪندي دير نه ڪندو. محمد ابراهيم جويو صاحب تمام نفيس، نرم مزاج ۽ ڳالهائڻ جو نهايت منطقي ۽ وزندار ڳالهه ڪرڻ وارو آهي. هڪ دفعي منهنجي روبرو جويو صاحب، آيو ۽ پٽ تي ويهي ٻئي هٿ سائين جي ايم سيد جي پيرن تي رکي سائس مليو. محفل ۾ ڪنهن معاملي تي سائينءَ، جوئي صاحب کان رايو پڇيو. جوئي صاحب ڪو تاريخي حقيقتون پيش ڪيون ۽ اهڙو رايو ڏنو جو سائينءَ پنهنجي مخالفت سمجهيو ته هڪدم ڏند ڪرٽي چيائين، پيٽچوت، فلاڻي جي ڀڙوت پيو ڪري؟ مان ته اهو ٻڌي سراپجي ويس ته هن ماڻهوءَ سان ڪيئن گڏ هلي سگهبو. انهيءَ واقعي جو تاج جويو شاهد آهي، مڃي نه مڃي سندس مرضي. جيڪو ماڻهو جوئي صاحب جهڙي وفادار ماڻهوءَ کي ٿورڙي ڳالهه معاف نه ڪري سگهيو تنهن اياز لاءِ ڪيڏو طوفان مچايو هوندو. هوئڻ مون سائين جي ايم سيد وٽ راتين جون راتيون گذاريون آهن. ڏاڍو مٺو ماڻهو، قربائتو، مهمان نواز، ڏن جو پڪو، چاٽو ۽ وطن پرست، پر

رڳو چپ ڪري ويهي پڙو، خبردار جو ڪنهن ڳالهه تي تنقيد يا مخالفت ڪئي اٿؤ.

ڳالهه مان ڳالهه ٿي نڪري، ماڻهو الائي ڪٿي ويجي ٿو پهچي. مارشل لا دؤران يا چئجي ته گذريل ٽيهن سالن دوران، بيوروڪريسي کي قرباني جو ٻڪرو بڻائي سمورو ڏوهه ان مٿان لڏيو ويو آهي. بيوروڪريسيءَ کي بيڙو ٻوڙيندڙ ذميوار قرار ڏنو ويو. ڏوهاري قرار ڏئي؛ سڀ برايون پنهنجي ڪيسي ۾ وجهي ۽ بيوروڪريسي جي سيني چڱاين کي طلاق ڏئي، سياستدان، پوءِ اهي سولين هجن يا فوجي، گور ڊڳي وانگر ٿونا هڻندا ۽ پيل ڪندا آيا آهن. پاڻ وري اهڙا جاهل ۽ اڻڄاڻ جو قابليت جو معيار اهو سمجهڻ لڳا ته بيوروڪريسيءَ جي هر مشوري يا قانوني صلاح کي ريتي سگهن. چوندا آهن هڪ چوري ٻي سينه زوري. هڪ ته قاعدو قانون ٽوڙن، مٿان وري پنهنجي هوشياري ۽ قابليت جي ڏاڍ ۽ لپاڙ اها هڻن ته مون سيڪريٽريءَ کي اهڙي چنبو ڪڍي جو ياد ڪندو يا سندس نوٽ کي ٽڪ به نه هنيم. اهو هو معيار قابليت جو، پوءِ اوندهه ٿيندي ڪه نه. ائين بيوروڪريسي وئي ڪمزور هيٺي ۽ بيوس ٿيندي. نتيجي ۾ ماڻهو آزار ۾ ملڪ آزار ۾، سياست آزار ۾ ۽ جيڏانهن ڪيڏانهن افراتفري، دانهن پڪار، ڏرٽا ۽ ڏوڙيا گارين جا. آفيسر به ڪيترو وڙهندا. هرڪو ته عبدالله ميمڻ، عبدالحق وڪو، طارق امين ۽ محمد يوسف ڪونه ٿي سگهندو. هتي عبدالحق وڪي جو ذڪر آيو آهي سو به پڌائيندو هلجي. هو بولٽن مارڪيٽ ٿاڻي جو فوجدار (انسپيڪٽر پوليس) هئو. ڪيس ڪهڙي صاحب چيف منسٽر حڪم ڏنو ته مير غلام علي خان ٽالپر کي گرفتار ڪري، اٺ تي چاڙهي، مٽيءَ ۾ نظر بند ڪيو وڃي. عبدالحق صاحب صاف انڪار ڪيو. ٻيو هڪ انسپيڪٽر هئو. غلام النبي فاروقي (اڄڪلهه جي مشهور دل جي مرض جي ماهر ڊاڪٽر اظهر فاروقيءَ جو والد) تنهن ان ڪم لاءِ حامي ڀري ۽ مير غلام علي خان ٽالپر جهڙي نفيس ماڻهوءَ کي اٺ تي چاڙهي مٽي ۾ نظر بند ڪري آيو. غلام النبي فاروقي صاحب کي انهيءَ خدمت عيوض ترقي ڏئي عبدالحق مٿان ڊي ايس پي ڪيو ويو. تن ڏينهن ۾ خانصاحب غلام اڪبر آءِ جي پوليس هئو ۽ خانبهادر ڪهڙي جهڙو "مرد آهن". سندس ڪيسي ۾ پيو هوندو هو. وري جڏهن مان ڪيري ۾ سب جج هئس ته عبدالحق سانگهڙ جو ايس ايس پي ٿي آيو. اتفاق سان خانبهادر وساڻ جي اوطاق تان چوري ٿي. خان بهادر وساڻ

هڪ ٻيو مرد آهن هئو جنهن جي خانبهادر کهڙي سان گهاٽي ياراڻي هئي. چون ٿا تہ کهڙي صاحب جي گهر جو سمورو خرچ پکو خانبهادر وساڻ جي ذمي هو. کهڙو صاحب ان وقت چيف منسٽر هئو. وساڻ صاحب جي گهر مان چوري ٿيڻ تي وساڻ صاحب اصل ڇتو ٿي پيو. چي اها چوري عمر ڪوٽ واري سيد غلام حيدر شاھ (مظفر حسين شاھ جي والد) ڪرائي آهي سو ان کي گرفتار ڪيو وڃي. مون وٽ بہ وساڻ صاحب جو سؤٽ غلام حيدر وساڻ آيو ۽ چيائين تہ عبدالحق کي سمجهاءِ. مون صاف انڪار ڪيو تہ غلام حيدر صاحب ڌمڪيءَ جي انداز ۾ چيو تہ ”سوچي وٺو.“ مون چيو سوچيو پيو آهي. ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ عبدالحق صاحب بنان گارڊ ۽ سپاهيءَ جي منهنجي گهر آيو ۽ وڏا وڏا ٺهڪ ڏئي چيائين تہ ”مونکي رورٽ ڪري مٿيءَ جو ڊي آيس پي ڪيواٿن؛ سو وڃان پيو مٺي. سائين مزو ٿيو. ڏاڍا شڪار ڪنداسون. هرڻ، مور ۽ نيل گانءِ. واھ واھ ٿي وئي.“ مون وٽ رات گذاري مٺيءَ هليو ويو. پڇيومانس تہ چارج شيٽ کهڙي ملي آهي. کلندي چيائين سائين سٺي چال چلت جو سرٽيفڪيٽ آهي ڏسو. مٿس چارج هئي تہ، ”تون پنهنجي حيثي آفيسرن سان، عام پبلڪ سان حتيٰ کہ ماتحتن سان بہ حد کان وڌيڪ سٺو سلوڪ ڪرين ٿو جو هڪ پوليس آفيسر لاءِ مناسب ناهي؟ پڇيومانس تہ چارج جو جواب کهڙو ڏنو ڏيو. چيائين سائين ڇا جو جواب، سٺي چال چلت جو ڪو جواب ڏبو ڇا. خانبهادر کهڙو لٿو تہ وري سانگهڙ جو ايس پي ٿي آيو. رٽائرمينٽ جي درخواست ڏنائين سا نامنظور ٿيس تہ استعيفا ڏئي ڇڏيائين ۽ اچي ٺنڊي آدم ۾ پنهنجين زمينن تي ويٺو. اڄ تائين پنجاسي سالن جي عمر ۾ ٺنڊي آدم جو معزز هلندي ڦرندي وارو ماڻهو آهي. ون يونٽ ٿيو تہ پينشن لاءِ درخواست ڏنائين جا نامنظور ٿيس. سندس هڪ ماتحت پوليس آفيسر هو ڪرم الاهي جو ڏاڍو چڱو ماڻهو ۽ سٺي طبيعت جو هئو. اهو پنجابي هئو تنهن چيس تہ مان ٿو پينشن منظور ڪرائي اچان. اهو لاهور ويو تہ اصل آرڊر ڪٺي آيو تہ چوڌري عبدالحق جي پينشن پوئين تاريخن کان وٺي منظور ڪئي وڃي ٿي. ائين سالن کان پوءِ يڪمشت ٽيهہ پنجٽيهہ هزار رپيا مليس. عبدالحق چيو تہ بابا هي چوڌري وري کهڙو. ڪرم الاهي مرڪي چيو سائين انهيءَ ڪيڏ تہ ڪم ڪيو. ڇا اڃان بہ ڪو چوندو تہ ون يونٽ ۾ پنجاب ۽ پنجابين جي حڪومت ڪانہ هئي.

سو مون ٿي چيو تہ بيوروڪريسيءَ کي هٿ وٺي ڪمزور ڪيو ويو. مون مٿي لکيو آهي تہ مسٽر فيروز نانا جي چونڊ تي هڪ بيلف کي مون ڪيئن سڏو ڪري ڇڏيو. ان جي ابتڙ سن 1967ع ۾ جڏهن مان حيدرآباد ۾ جج هئس تہ منهنجو هڪ شيدي پٽيوالو ڏاڍو حرڪتي هو ۽ وڪيلن سان بہ الجهندو هو. مان ڪن لاتار ڪري ويندو هئس. منهنجو سيشن جج هئو مسٽر ايم. ايس. ايچ قريشي جو ڪمشنري ڇڏي اچي سيشن جج ٿيو هو. ڏاڍو سمجهدار ۽ ڀلو ماڻهو هو. مونکي گهرائي چيائين تہ ان پٽيوالي تي قدم ڇو نہ ٿو کڻين. مون چيو بيسود ٿيندو. چيائين مان وينو آهيان چارج شيٽ ڏينس تہ مان ڪيس سسپينڊ ڪري انڪوائري ڪرائي قدم کڻندس. چيم نہ، ڇو تہ اها نڪوائري پٽيوالي تي نہ پر مون تي ٿيندي جو هو الزام تراشي ڪندو. تہ بہ قريشي صاحب، جو بعد ۾ سپريم ڪورٽ جو جج ٿيو، جي چونڊ تي انڪوائري ٿي ۽ پٽيوالي مون تي الزام هنيو تہ ڪائنس خانگي ڪم ورتو ويندو هو ۽ سندس انڪار ڪرڻ تي مٿس انڪوائري ڪئي وئي هئي. بهرحال انڪوائري ۾ هو ڏوهي ثابت ٿيو پر قريشي صاحب ڪيس ڪا سزا ڪانہ ڏني ۽ موٽائي ڪيس مون وٽ رکيائين. قريشي صاحب مونکي سڏائي افسوس جو اظهار ڪيو. چيائين تو صحيح چيو هو. مون کي مجبور ڪيو ويو، هاڻي ٻڌايو تہ ڇا رهيو منهنجي منهن ۾ يا قريشي صاحب جي منهن ۾. شيدي بادشاهہ هنبوڇي هٽندو اچي منهنجي ڪورٽ ۾ حاضر ٿيو. مون پنهنجو نسخو استعمال ڪيو. چيومانس تہ تنهنجي ڊيوٽي رکي اها آهي تہ ڪورٽ ۾ اندر ويٺو هج ۽ جوابدارن ۽ عام پبلڪ تي نظر رک. پهريائين تہ هو خوش ٿيو تہ جوابدارن جي مٿن مائٽن ۽ شاهدن اوڳاهن جا ڪم ڪاريون سندس هٿ ۾ هوندا پر مون ڪيس پٽ سان ٽيڪ ڏياري ويهاري ڇڏيو تہ جيسين ڪورٽ پوري ٿئي تيسين ائين جو ائين ويٺو هج. پوءِ تہ اچي بيزار ٿيو ۽ ٿڪو سو وڪيلن کي ميڙ منٿون ڪيائين ۽ جسٽس قريشي صاحب کي بہ دانهن ڏنائين تہ سائنس ڪهڙي ويڌن آهي. اهو پاڻ خوش ٿيو ۽ چيائينس تہ وڃي ابڙي صاحب کان معافي وٺ. ايڏو فرق پئجي ويو هو 1957ع کان 1967ع واري ڏهاڪي ۾ جو جنرل ايوب جي مارشل لا جو دور هئو.

ان دؤر ۾ انتظاميہ جو ٻيڙو ٻڏي ويو. دادوءَ جي ڊپٽي ڪمشنر ڳالهہ ڪئي تہ گورنر ڪالا باغ، ايس پي دادوءَ کي سندس روبرو چيو تہ هن جي،

يعني ڊپٽي ڪمشنر جي پارت اتئي هي پنهنجو ٻچو آهي. حالانڪ ايس پي هڪ ڪندي ڊپٽي ڪمشنر جو ماتحت ليکيو ويندو هو ۽ سيلوٽ ڪري بيهي رهندو هو جيسين ڪليڪٽر صاحب کيس ويهڻ جو اشارو نہ ڪري. هاڻي تہ معمولي تاڻيدار ايس ايچ او بہ ڊي سيءَ جو ماتحت نہ رهيو آهي. منهنجي سيشن جج پير غلام حيدر ڳالهہ ڪئي تہ هو جڏهن سيوهڻ جو سب جج هو تہ دادوءَ جو ايس پي ۽ ڊي سي ٻئي انگريز هئا. پاڻ ۾ دوست هئا ۽ روز ڪلب ۾ گڏ ٽينس راند کيڏندا هئا. پير صاحب مئجسٽريٽ جي حيثيت ۾ ڊي سي جو ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ هئو تنهن سان ملڻ ويو. ساڻس ملي ٻاهر نڪتو تہ ايس پي جي بنگلي، جو لاڳيتو هو، وٽان لنگهيو تہ ڊي سيءَ جو نائڪ پنيان ڊوڙندو آيو ۽ چيائين تہ ڊي سي صاحب توهان کي سڏي ٿو. پير صاحب حيران پريشان وري ڊي سي صاحب وٽ آيو تہ هن انگريز صاحب تيز سوال ڪيس تہ ايس پي سان ملڻ ٿي وئين ڇا، متان ائين ڪيو اٿئي، تون مئجسٽريٽ آهين ۽ هو هڪ پوليس آفيسر، توکي ساڻس ملڻ نہ گهرجي. اهو هو انگريز جو انتظام. سنڌ سان بمبئي پوليس ائڪٽ لاڳو هو جنهن موجب پوليس، مئجسٽريٽ جي ماتحت هئي. نواب ڪالا باغ، سنڌ سان پنجاب پوليس ائڪٽ لاڳو ڪيو ۽ پوءِ سنڌ بہ پنجاب وانگر پوليس اسٽيٽ بڻجي وئي. اها غير جمهوري حڪمرانن جي ضرورت هئي تہ پوليس معرفت سڀ اختيار پاڻ وٽ مرڪوز ڪن. انهيءَ ڳالهہ جي نہ خبر هئن نہ پرواهہ هئن تہ سڄي نظام کي ڪمزور ڪري معاشري ۽ سماج جو ٻيڙو ٻيا ٻوڙين. نتيجو اهو نڪتو جو پوليس ڌاڙيل پالڻ شروع ڪيا ۽ فوجين کي بہ سڄي ڄاڻ هئي پر هو حصہ رسي خاطر چشم پوشي ڪندا رهيا. جنرل ايوب ۾ اها تہ چڱائي هئي جو خبر پوڻ تي هڪدم فوج کي واپس بئرڪن ۾ گهرايائين. جنرل ضيا تہ بادشاهيءَ جا خواب پاڻ بہ ڏٺا، ٻين جنرلن کي بہ ڏيکاريائين بلڪ جنرلن جي اولاد ۾ بہ اهي جيوڙا پريائين. اڄ تائين جمهوري حڪومت جي انن سالن (1988ع کان 1996ع) باوجود اسان جي متان فوج جي تلوار يا بندوق اڀي بيٺي آهي. ڪو اعتبار ڪونهي تہ ڪنهن مهل، ڪنهن گهڙيءَ ڇا ٿئي. اهڙي صورتحال غير جمهوري ۽ اقليتي طبقن لاءِ اميد افزا آهي جو هو ڄاڻن ٿا تہ جمهوري طريقن سان هو ڪڏهن بہ حڪومتي ايوانن تائين نٿا پهچي سگهن، سواءِ فوجي راڪاس جي معاونت جي. هيڪر ڊڪٽيٽر شاهي مسلط ٿي وڃي

تہ اهي اقليتي ۽ غير جمهوري طبقا ۽ تولا ٽان ٽان ڪري پنهنجي ٻرن مان ٻاهر نڪري اچن ٿا ۽ عجيب ۽ غريب دلفريب نعرا، اسلام جو نفاذ، نظامِ محمدي، شهري حقوق، سرمايہ ڪاري جي آزادي وغيره ڏئي، خوشامدي پريس ۽ بيوروڪريسيءَ جي طاقت جي غلط استعمال سان پنهنجون بڪايل خواهشون پوريون ڪن ٿا. اهڙا طبقا ڪڏهن بہ جمهوريت کي پسند ڪونہ ڪندا. بلڪ مخالفت ڪندا ۽ جمهوري ادارن کي تباهہ ڪندا ۽ شخصي ۽ طبقاتي مفاد حاصل ڪري پيٽ ڀريندا ۽ ٻين هر خيالن کي بہ هڏي وجهندا ۽ وڏي ڳالهہ تہ قانون جي حڪمراني ٽوڙڻ لاءِ پوليس کي زور وٺائيندا ۽ هر چڱي مڻي جي پڳ لاهي ڪيس ماٺ ڪرائيندا يا لٽ مار ۾ ڀاڱي ڀائيوار ڪري بريف ڪيس يا لفافن جو ڪلچر وجود ۾ آڻيندا.

چوڻ جو مقصد اهو آهي تہ حڪومت جون جيڪي ٽي مکيہ شاخون آهن تن کي محفوظ ۽ خودمختار رکجي ۽ انهن سان ڪنٽونس نہ ڪجي. قانون ساز ادارا (اسيمبليون وغيره) پاڻ کي قانون سازي تائين محدود رکن ۽ حڪمراني جا خواب نہ لهن. بيوروڪريسيءَ کي بااختيار ۽ خودمختار بڻائي قانوني دائري اندر حڪمرانيءَ جو مڪمل اختيار ڏنو وڃي. جيئن ماڻهو ٻين درن، يعني سياسي ليڊرن ۽ ڪارڪنن وٽ ڌڪا کائڻ نہ وڃن. عدليہ وري آئين موجب بيوروڪريسي جي عملن تي ڪرڙي نظر رکي ۽ قانون ساز ادارن جو تحفظ ڪري. پوءِ ڪابہ گڙٻڙ ڪانہ ٿيندي ۽ معاشرو آهستي آهستي نارمل ٿي، ترقيءَ جي راهہ تي گامزن ٿي ويندو؛ يعني هلي پوندو ۽ تڪڙيون تڪڙيون ٻرانگهون ڪٽڻ شروع ڪندو. قانون ساز (ميمبر صاحبان ۽ وزير) بہ جڏهن حڪمرانيءَ جي جهنجهٽ کان آزاد ٿيندا تہ پوءِ سندن ڌيان ويندو تہ سرمائيداري جي نانگ جو مٿو ڪيئن ڪچلجي، دلال ۽ دلاليءَ کي ڪيئن ڪيڏي ڦٿو ڪجي، ۽ زرعي آبادگار کي زنجيرن مان ڪيئن آزاد ڪري معيشت کي زور وٺائجي. هاڻي ڇا ٿيو آهي جو سياستدان پنهنجو اصل فرض وساري، حڪمراني جي چڪر ۾ هر شعبي ۾ بيوروڪريسي، پوليس، زمينداري، ٺيڪداري، سرمائداري ۾ هٿ پير ٻوڙيون ويٺا آهن ۽ ويٺا چڪين ۽ کائين ۽ چشڪيون وٺن. سنڌيءَ ۾ چوندا آهن تہ ڇاٽي پاڻ ڪونہ، ماري خطابي. سياستدان، خاص ڪري ميمبر صاحب، بہ ڇاٽن پاڻ ڪونہ ۽ مارو اٽن ٻين تي، ويندي خلق خدا کي بہ ڪونہ بخشين. خدمت خلق جا عجيب عجيب

نسخا ايجاد ڪيا اٿن. مثلاً ترقياتي ڪمن جي ڪوٽا (پلي ٺيڪدار سندن سوٽ ماسات هجن) ليسن جي ڪوٽا، نلڪن جي ڪوٽا، نوڪرين جي ڪوٽا وغيره وغيره. هرڪو ڄاڻي ٿو تہ اها ڪوٽا بازار ۾ کلم کلا وڪامي ٿي. پوليس ۾ اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر جون سؤ ڪن جايون نڪتيون. مونکي هڪ جهونو واقفڪار اچي چنبڙيو تہ سندس پٽ کي هڪ پوسٽ وٺرائي ڏيان. عرفان مروت صاحب وزير هئو. هڪ وڏو آفيسر جو مون سان حجائتو هو ان کي وڃي چيم. هن صاف چيو، ”جمال، ڪمال ٿو ڪرين. جا شيء بازار ۾ لک سوا ۾ ملي ٿي، ان لاءِ مونکي چو ٿو بيڇڙو ڪرين.“ سندس ڳالهہ ۾ وزن هو سو چپ ڪري ڇانهہ پي اٿي آيس. اسان جي دوستن جو هڪ محدود دائرو آهي جنهن ۾ ڪنهن نئين کي اچڻ ڏيون ڪونہ ۽ ڪنهن پراڻي کي نڪرڻ ڏيون ڪونہ. اسان جا ڪي مقرر ڪيل اصول آهن جن مان هڪ اهو آهي تہ دوست کي ڪنهن آزمائش ۾ نہ وجهجي. سو مٿي ذڪر ڪيل دوست جي مجبوري ڏسي کلندي نڪري آيس.

مان چيئرمين اينٽي ڪرپشن هئس تہ کاتي جي گهربل نتيجن توڙي طريقہ ڪار کان مطمئن ڪونہ هئس. هڪ دفعي هڪ اعليٰ ميٽنگ ۾ مشورو ڏنم تہ اجايو هيڏي ساري کاتي جو خرچ برداشت ٿا ڪيو. رڳو هڪ معمولي طريقو اختيار ڪيو جو ساليانہ ڳجهي رپورٽ کي اهم بڻايو. جيڪڏهن ڪنهن بہ آفيسر کي ٽي سال لاڳيتو خراب رمارڪ ملن تہ ان کي نوٽس ڏئي هڪ اعليٰ ڪميٽي، جنهن جا ميمبر چيف سيڪريٽري، چيف جج، آءِ جي پوليس ۽ متعلقہ کاتي جو سيڪريٽري هجن، سي ان آفيسر کي گهرائي ڪائنس جواب طلبي ڪري سندس موقف ٻڌي اتي جو اتي ڪابہ سزا جا سروس رولن مطابق هجي سا ڏئي ڇڏن تہ پوليس جا ڪورٽن جا ۽ ٻين خرچن جا جهنجهٽ ئي ختم ٿي وڃن ۽ رشوت کي بہ ڪافي ٻنجو اچي وڃي. تمام اعليٰ آفيسرن چيو تہ اهو بلڪل صحيح آهي پر ڪهڙي آفيسر ۾ همت آهي جو ڪنهن ماتحت کي خراب رمارڪ ڏئي. مار، معاملو ايڏو خراب ٿي ويو آهي! مونکي تہ هوم سيڪريٽري چئلينج ڪيو تہ تون پنهنجي ڪنهن پٽيوالي يا ڪلارڪ کي رڳو هڪ دفعو خراب ريمارڪ ڏئي ڏيکار ۽ واقعي ائين ڪري مون پاڻ لاءِ مصيبت پيدا ڪئي. ثابت ٿيو تہ بيوروڪريسي يا ڪامورا شاهيءَ کي نبل ڪمزور ۽ غير ضروري بنايو ويو آهي ۽ مداخلت ڪري ان کي

مڏو ۽ معذور ڪيو ويو آهي.

انهيءَ نسخي ڪان سواءِ ڪو چارو ناهي تہ هر اداري يعني مقننہ، بيوروڪريسي ۽ عدليہ کي مضبوط ۽ طاقتور ڪيو وڃي، ان سان ڇيڙڇاڙ ۽ ڪنهن بہ قسم جي مداخلت نہ ڪئي وڃي ۽ ڪوبہ ادارو ٻئي اداري جي ڪم ۾ ٽنگ نہ اٽڪائي. ائين ڪرڻ سان حڪومت ڪمزور ڪانہ ٿيندي جيئن عام طرح سمجهيو وڃي ٿو. بلڪ وڌيڪ مضبوط ٿيندي ۽ پڻ خلق جو اعتماد بحال ٿيندو. هي جو ڪارڪنن جي لوڊ پيدا ٿي آهي جن پئون پئون لائي ڏني آهي ۽ جن کي عام ماڻهو نفرت وچان، پيپلا، جماعتيا، نوازيا وغيره سڏين ٿا، تن جو بہ غوغاءِ گهٽجي ويندو ۽ وزير ۽ ميمبر صاحبن تان بہ دٻاءُ لهي ويندو. هرڪو ڪم پاڻمرادو سانهہ سٽيءَ سان قانون ۽ قاعدن موجب پاڻهئي ٿي ويندو. جيڪڏهن ڪو ڪامورو غلط ڪم ڪندو ۽ دير وجهندو تہ ان کي بہ وٺ ڪري سگهبي. پبلڪ جي اک جهڙي اک، ٻي اک ٽئي ٿي ڪانہ ٿي. ان ڪري ڪامورو بہ سؤ دفعا سوچي پوءِ ڪو ڪم ڪندو تہ متان ڪنهن آزار ۾ نہ پوي. انهيءَ ڪري ان ۾ سڀ جي ڀلائي آهي، عوام جي، سياستدانن جي، معاشري جي ۽ ٻين سڀني طبقن جي تہ بيوروڪريسي يعني ڪامورا شاهيءَ کي مضبوط ۽ پاورفل بنايو وڃي. مٿس چوڪسي جا سڀ ذريعا جي اڳ ۾ ئي مروج آهن اهي سختيءَ سان لاڳو رکيا وڃن. افراتفري ختم ڪرڻ جو اهوئي واحد حل آهي.

29- جولائي 1996ع تي مسز ارونا آصف علي گذاري وئي. سندس اسپتال ۾ پيل لاش انڊيا ٽي وي تي ڏيکايو ويو. نہ ڏيکارين ها تہ چڱو. گوشت جو سڄيل لوٿڙو هئو. مرحومہ اناسي ورهين جي هئي. مون ڪيس 1943ع ۾ ڪراچيءَ ۾ جيمخانہ گرائونڊ، پرل ڪانٽيننٽل هوٽل سامهون ڏٺو هو. اتي صبح جو يارهين بجي تقرير ڪرڻ لاءِ آئي هئي. هزارين ماڻهو سندس انتظار ۾ پٽ تي وينا هئا. مان بہ ويهي رهيس. گهڻو ڪري سڀ هندو هئا. ان وقت آزاديءَ جو آندولن زورن تي هئو. وڏا وڏا ليڊر، گانڌي، نهرو، پٽيل، مولانا آزاد سڀ جيلن ۾ بند هئا. هڪڙي ارونا آصف علي، جا چوڻ ڪارڻ تہ انڊر گرائونڊ هئي، پر ڪلہ ڪلا پبلڪ جلسي ۾ آئي، ڏاڍي جوشيلي تقرير ڪيائين. اهو اعزاز بہ سنڌ کي حاصل هو تہ ارونا آصف علي روپوشيءَ وارو عرصو سنڌ ۾ گذاريو ۽ هتان ئي آزاديءَ جو آندولن شروع ٿيو. چوڻ ڪارڻ

تہ اهنسا جي پوڄاري هئي پر سڄي هندستان ۾ واڇوڙي وانگر پٽي ڦري ۽ هنسڪ ڪارروايئن کي نندياٿئين ٿي. آگ جو شعلو هئي. ننڍي نيتي پنجٽيهہ سالن جي جوان عورت هئي پر سڄي ملڪ ۾ نيتا جو ڪردار ارونا اختيار ڪيو ۽ پيو هئو سڀاش چندر بوس جنهن ڪلم ڪلا انڊين نيشنل آرمي قائم ڪري جپانين جي مدد سان انگريزن خلاف جنگ ڪئي. اهو چوڻ ۾ مون کي ڪا هٽڪ نٿي ٿئي تہ آزاديءَ جي جنگ هندن وڙهي ۽ مسلمانن جو ان ۾ نہ ڪو حصو هو نڪو تعاون. سواءِ ڪانگريسي مسلمانن جي ۽ انهن سپاهين جي جيڪي سڀاش چندر بوس جي فوج ۾ شامل هئا. ارونا آصف علي سهٽي، جوان ۽ تمام نڊر ۽ جوشيلي هئي. منهنجي پرسان جيڪي هندو ماڻهو وينا هئا تن پٽي چيو، ”وڏي نيتا آهي اهو ميجون ٽا پر هندڪار کي تہ ڇيهو رسايو اٿائين. پائي ڌرم تہ پرشٽ ٿيو نہ؟“ سندن اعتراض هئو تہ هڪ مسلمان سان شادي جو ڪئي هئائين. اٿين تہ اندرا گانڌي بہ هڪ پارسي فيروز سان شادي ڪئي ۽ مسز وجيہ لڪشمي پنڊت بہ هڪ مسلمان سان شادي ڪرڻ واري هئي پر گانڌي ۽ نهرو خاندان جي مخالفت سبب محبت قربان ڪيائين. پوءِ بہ يونائيٽيڊ نيشن جي اجلاس مان موٽندي مصر ۾ لهي پٽي ۽ محبت جي ڇڪ سبب محمود حسين سان ملاقات بہ ڪيائين جو ان وقت مصر ۾ انڊيا جو سفير هو. پلا محبت تي ڪهڙي بندش، عشق نہ پڇي ذات، بہ دليون ملن ٿيون تہ ڌرم کي ڪهڙو ڇيهو. مذهب ۽ ڌرم جيڪڏهن اهڙا ٽانڪٽان آهن، تہ ٽتا ڇڱا. هي تہ رڳو سوچ جو ڏقيڙ آهي. شيڪسپيئر چيو تہ، ”ڪجهہ بہ چڱو برو ناهي رڳو سوچ ان کي اهڙو بڻائي ٿي.“ شيڪسپيئر هڪ معمولي ڳوٺاڻو، سندس هڪ هڪ سٽ علم ۽ فلسفي جو خزانو آهي. اهو نيٺ ڪهڙو اسرار آهي جو اوچتو ڪنهن نفس تي علم ۽ دانش جي پالوٽ ٿئي ٿي. ڪير ٿو ڪري، ڇو ٿي ٿئي؟ ڪاليجي دور ۾، مون جهڙو ماڻهو جنهن اخلاقيات جي جڪڙ ۾ پرورش پاتي، تنهن کي اها ڳالهہ سمجهڻ ڏکي لڳي. مان ڇا، ٻيا جيڪي ترقي پسند ۽ آزاد خيال هئا سي پاڻ بہ نہ پيا سمجهن ۽ نہ سمجهائي پيا سگهن. پر مان هوندو هئس سوچ جو ڪيڙو سو سوچي سوچي مون ڳوٺ بہ پاڻ پڳي. ان گهڙيءَ جڻ تہ ڪو انڪشاف ٿي ٿو وڃي ۽ ماڻهو هڪ عجيب ڪيفيت مان ٿو گذري. شيڪسپيئر کي ادب ۾ جهڙوڪر پيغمبريءَ جو درجو حاصل آهي. هڪڙي ننڍڙي سٽ ۾ علم اٿاهہ

”نٿنگ از گڊ آر بيڊ، اونلي ٿنڪنگ ميڪس اٽ سو. ڪوزي ۾ درياهہ بند آهي ڪہ نہ. هاڻي پاڻ پيا سوچيو ۽ حل ڳولهيو. تيمور لنگ جو پوٽو، الڪ بيگ (الائي علق بيگ) سائنسدان هئو. سمرقند ۾سان هڪ تجربيگاهہ ٺاهي هئائين جنهن جا آثار اڄ بہ موجود آهن. سندس هڪ چوڻي آهي تہ، ”سائنس سچ آهي ۽ مذهب ڏنڊ. جڏهن سچ نڪري ٿو تہ ڏنڊ پاڻ ئي دور ٿيو وڃي.“ ملا ڪاوڙجي پيا ۽ ڪيس قتل ڪيو ويو. هو تيمور لنگ سان گڏ مقبره گور امير ۾ دفن ٿيل آهي. ڪميونسٽن ڇا ڪيو جو ٻئي لاشا ڪڍي جائزو وٺي فوٽا ڪڍي وري لاش دفن ڪري ڇڏيائون ۽ ثابت ڪيائون تہ امير تيمور واقعي هڪ ٽنگ ڪان منڊو هئو ۽ الڪ بيگ ڪي واقعي خنجر يا ترار سان قتل ڪيو ويو هو. هڪ منڊڙي ماڻهوءَ جي ايڏي جرئت ۽ دهشت جو يورپ توڙي ايشيا ڪي ڏهڪائي ڇڏيائين. يورپ جو مائرون ٻارن کي اهو ڊپ ڏينديون هيون تہ بس ڪر تيمر لين پيو اچي ۽ هڪ شهزادي جي اها جرئت جو سچ جي انڪشاف تيڻ سان ملا مولوين کي ڪاوڙائي قتل ٿي ويو پر مڙيو ڪونہ، جيڪو سچ ڏسي وڻندو سو ڪيئن مُڙندو ۽ چئي بہ ڏيندو. سچ کي پنهنجي ڳجهي طاقت آهي. نہ ڪچي گهڙي سهڻيءَ کي جهليو نہ جبل سسئي کي روڪيو نہ مارئيءَ کي محلاتن ميڙيو. انهن سچ جي جهلڪ ڏسي ورتي هئي. هاڻي شاهہ ۽ شيڪسپيئر کي پيٽيو. ڏم ۽ ڏيرياٽيون صحيح يا شاهہ سائين؟ فرق رڳو سوچ جو آهي.

محترم علي احمد بروهيءَ سان هينئر ٽيليفون تي ڳالهايم. ٻڌايائين تہ ساموندي فوج واري بغاوت ۾ بہ اروڻا آصف علي جو هٿ هئو. اهو بہ چيائين تہ اروڻا، رام منوهر لوهيا ۽ راجيندر پرشاد هنسڪ ڪاروائين ۾ پٺ هئا ۽ گانڌيءَ کائنئن انهيءَ ڪري ناراض هئو. ڌاڙا لڳا، ريلون ڪريون، بم ڦاٽا، هڙتالون ٿيون، اسڪول ۽ ڪاليج بند ٿيا. اهو سڀ آزاديءَ جي آندولن ۾ ڪئٽ انڊيا (هندوستان ڇڏي وڃو) تحريڪ دوران ٿيو. ڌاڙيل روچي (روچيرام) ۽ هيمو ڪالاڻي بہ ان تحريڪ جي پئداوار هئا. روچي بئنڪن کي ڌاڙا هنيا، جنهن ۾ ايس پي لالا اسرار سائٽس حصيدار هئو. هيمو وري ريل ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪئي. اڄ جو هڙتال ڪلچر، گولي ڪلچر ۽ ڌاڙا ڪلچر ان تحريڪ جو تسلسل آهي. علامہ المشرقي سچو هو تہ غلط طريقا استعمال ڪبا تہ پوءِ اهي اسان جي سجاڻپ ۽ طرہ ءِ امتياز (فخر جي لنگيءَ

جو ٻرو يا تمغو) ٻڌجي ويندا. اڄ، آزاديءَ کان پوءِ، اسان جي آزاد ملڪن ۾ اهڙا غير ذميدار ۽ نقصان ده اعمال، هر سڪٽي ديهڙي واري ليڊر جا پسنديده عمل ٿي پيا آهن. اڄ 8- آگسٽ 1996ع واري اخبار ۾ ميان نواز شريف جو بيان آهي تہ موجوده حڪومت کي هٽائڻ لاءِ ماڻهو مارائڻا پوندا ۽ اسين ماڻهو مارائينداسون. اڙي هي ڪهڙي سياست اهي جو دهل جي ڏونڪي تي ماڻهو مارائڻ جي ڳالهہ ڪجي ٿي. لاشن تي سياست، توبهہ! هي سياستدان آهن يا گل پاتي ۾ گوگڙن جا ڪيئان جي سڄو فصل ڪائي ناس ڪن ٿا. ڇا انهن لاشن ۾ ڪو ميان نواز شريف جي خاندان جو بہ لاش هوندو يا نہ؟ اسان تہ سائين جي ايم سيد جهڙي صلح پسند ۽ انقلابي ليڊر جي ڪنهن خانداني فرد جو رت وهندي ڪونہ ڏٺو حالانڪ پيا ڪيئي ڪونڊر ڪسجي ويا.

انهيءَ ڪري سياست توڙي مذهب ۾ بهترين اصول آهي اهنسا يعني عدم تشدد. اسلامي جهاد بہ رڳو ظلم ۽ ظالم خلاف آهي. پنهنجي شخصي يا گروهي مفاد لاءِ ناهي ۽ نہ ئي ان کي سياسي هٿيار طور استعمال ڪري سگهجي ٿو. هنسڪ ڪارروايون تہ فتنو آهي ۽ فتني لاءِ قرآني حڪم آهي تہ الفتنة اشد من القتل. اهوئي سبب آهي جو ٽئين خليفي حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه خلاف فتنو ڪڙو ٿيو تہ حضرت علي عليہ السلام پنهي امامن سڳورن امام حسن ۽ امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه کي سندس حفاظت تي معمور ڪيو. مومنو ذرا سوچيو، اها حضرت علي رضي الله عنه جي ڪا سياسي چال يا نعوذ بالله ڪا منافقانہ اٽڪل بازي تہ ڪانہ هئي. مسڪينن کي مارائي انهن جي لاشن تي سياست ڪرڻ. هيءَ تہ ڪميڻپ آهي. اها نہ سياست آهي نہ سياسي بصيرت. نج منافقت ۽ مفاد پرستي آهي. مهاجر الطاف حسين لنڊن ۾ ويٺو عيش آرام واري زندگي گذاري ۽ ويٺو ڊينگون ماري تہ روزانو هيترا لاش ڪپن. هتي وري سندس ڪرائيدار ٽنون ڪلاشنڪوف ڪنيون بيگناهہ شهري پيا مارين. بيگناهہ ۽ بي هٿيار ماڻهوءَ کي مارڻ وري سورهيائي پيا سمجهن. اها سورهيائي تہ ڪانہ چئبي. اها تہ حد درجي جي بزدلي ۽ ڪميڻپ آهي. حيرت آهي سڄي مهاجر برادري انهيءَ ڪميڻپ ۽ منافقانہ ۽ بزدلانا عمل کي سورهيائي سمجهي خوش پئي ٿئي. مٿان ڪوڙ ۽ منافقي اها تہ اسين ڪونہ ٿا ماريون، گورنمينٽ خود ماڻهو ماري اسان کي بدنام پئي ڪري. هھڙو بي شرمائو عذر! حڪومت ڪيئن پنهنجا فوجي جوان، ڊي ايس

پي، انسپيڪٽر ايس ايچ او ۽ سپاهي مارائيندي. اسان جا ليڊر به حڪومت جي مخالفت ۾ انهن جي پٺي ٺپري خوش ٿي ڪڇيون پيا هڻن. مهاجر غنڊن ۽ بدمعاشن جو ايڏو من وڌي ويو جو ڪلاشنڪوف ڪٽي ايس پي توڙي ڊي سيءَ جي آفيس ۾ ڏوڪي ڪاهي پون ۽ ڪين گاريون ڏئي بيعزتو ڪري هليا اچن. ٻاهر نڪري وري پنهنجي برادريءَ ۾ اچي خوش ٿي ڏاڙون ٻٽاڪون هڻن ۽ برادري جا سڀ ننڍا وڏا خوش ٿي واهه واهه پيا ڪن. ههڙي قوم ڌرتي ماءُ جي سيني تي ڪيئن رهي سگهندي. ڪانه رهندي ڪانه رهندي، تباهه ۽ برباد ٿي مليا ميٽ ٿي ويندي. نه خدا وٽ نه تاريخ ۾ اهڙو انڌير آهي. چنگيز، هلاڪو، تيمور ۽ نادر نه رهيا ته هي ڪيئن باقي رهندا. چڱو آهي ته نوشته ديوار پڙهي وٺن ۽ حضرت اسرافيل جي هوڪار ٻڌي وٺن نه ته خس و خاشاڪ ٿي ويندا. ظالم جو ظلم ڪيس ئي تباهه ڪندو آهي. هنن جي پيٽ ۾ هندن ويچارن ڇا ڪيو هو جو تاريخ جي بيرحم هٿن هتان مادر وطن مان نڪري بيوطن ٿي ويا. اڄ ٻارهين آگسٽ 1996ع واري اخبار ۾ پڙهيم ته سري لنڪا مان تامل ايلام وارا، جن اهڙوئي رڻ ٻاريو هو، سي هيڙين ۾ چڙهي واپس انڊيا ڀڄا پيا وڃن. ڪردن جو به اهڙوئي حال ٿيو آهي. زمين جاءِ نٿي ڏئين. جتي وڃن ٿا اتي پنهنجي ڏيڍ چانور جي ديڳڙي الڳ چاڙهين ٿا. بابا جتي رهو ٿا اتي مقامي آبادي سان کير کنڊ ٿي، ملي جلي هڪ ٿي وڃو. سنڌ ۾ ترڪ آيا، يوناني آيا، ارغون آيا پر اڄ توهان کي ڳولهيا ڪونه ملندا. ترڪ، لوهر ٿي ويا، يوناني سٽين مان سَنيا ٿي ويا، ارغون ته ماڳهين گمنام ٿي ويا. سڀ ٻائر ٿيو وينا آهن. ڪوبه پنهنجو حق ڪونه ٿو جتائي. حقن جي ڳالهه به عجيب آهي. حقن کان اڳ فرض ٿا اچن، فرضن جي پوئواري ڪيو ته حق ازخود اچي ٿا پيرين پون. اڄ اسان جي سنڌي نوجوانن به فرض کان منهن موڙي حقن جي ڳالهه ڪرڻ شروع ڪئي آهي. ٻائرو ٻاڻ سنڀالي وٺو نه ته ڳاتي پير ڪرندا. نوڪري وٺي. ڪم ڪن ڪونه، ڪوڙيون حاضريون ڀرائي، پگهار تڳائي ميڇن کي تاءُ ڏئي ٻانهون لوڏيندا هوٽلن تي وينا آهن. سڄي نئين ٽهي هوٽل پوٽا ٿي پيا آهن. ڏڄو ان ڏينهن کان جڏهن گجر موريءَ جيان ڪُترجي ويندؤ. پرائي عيب جوئي ڪجي، سوبه چشڪا وٺي، ته پوءِ اهيئي عيب ٻاڻ ۾ پيدا ٿيندا ۽ اکيون نور به هليو ويندو.

ڪرٽي هٺم پنهنجي ڪتا ۽ وينو آهيان پنهنجا ويچار اورڻ. پر منهنجا

ويچار ئي تہ مان پاڻ آهيان، نہ تہ رڳو گوشت پوست ۾ هلچل. جنهن کي اياز ڳيي جي ڳولها ٿو چوي. ان ۾ ڇا رکيو آهي. ڪٿي پڙهيو هئم تہ آتم ڪٿا دراصل آهي آتم اگهاڙ. اهو تہ وڏو فن آهي جو شايد مان نہ نباهي سگهان. هونئن بہ رب ستر پوش آهي، ان لاءِ حڪم آهي تہ نہ رڳو پين جي ستر پوشي ڪيو پر پنهنجا عيب بہ لڪايو. پنهنجا عيب لڪائڻ بہ چڱي ڳالهہ آهي. چوندا آهن "ڍڪي ٻلي." اها هڪ سماجي خوبي آهن. عيب ڪولبا تہ آهستي آهستي حيا ۽ شرم موڪلائي ويندا ۽ ٻڌڻ وارا بہ چوندا تہ فلاڻو بہ هيئن ٿو ڪري جي اسان ڪيو تہ ڇا ٿي پيو. ائين برائي جو ٻج ٿو ڇٽجي. خود پاڻ بہ ان کي عيب نٿو سمجهجي. پوءِ اهڙو بہ وقت اچي ٿو جو ماڻهين ان عيب کي چڱو سمجهي ان برائي تي فخر ٿو ڪجي. توهان گهڻن کي اهڙي ڊاڙ هڻندي ٻڌو هوندو تہ مون بہ اهڙي ڪئي مانس جهڙي ٻرڙو ڪري ٻارن سان، يا ڪٽن سان گڏ ڪارايومانس، اهڙو تہ ڪم ڪيومانس جو ياد ڪندو. چور، چوريءَ جا ڪارناما ٻڌائيندو، زاني پنهنجيون زنا جون ڪارروايون فخر سان ٻڌائيندو ڇڻ تہ ڪا ڪيپ ڪٽي هجيس ۽ پوءِ برائيءَ کي برائي نہ سمجهندو. علامہ آءِ آءِ قاضيءَ ڪان هڪ دفعي پڇيوسين تہ سائين اهو شر غاسق" ڇاهي جنهن ڪان سورة فلق ۾ پناهہ گهري وئي آهي تہ رب منهنجا پناهہ ڏي ان اونداهي شر ڪان جڏهن ڇانئجي وڃي. علامہ صاحب جواب ڏنو تہ اهو گناهہ يا برائي جا ڪندي ڪندي اوهان جي ذهن کي اهڙي اوندهہ گهيري ويندي جو برائيءَ کي برائي نہ سمجهندا ۽ چڱائيءَ جو ڪرٽو بہ نظر نہ ايندو. تہ شر غاسق اهو شر آهي جو ذهن ۽ قلب تي اهڙو ڇانئجي وڃي جو ان ۾ برائي نظر ئي نہ اچي. الحمدلله اهڙن عالمن جي صحبت نصيب ٿي جن ذهن جا انڌيرا دور ڪري ڇڏيا. تنهن ڪري پرواهہ نہ ڪيو مون پاڻ تي شر غاسق کي غالب پوڻ نہ ڏنو آهي، ان ڪري جيڪي ڪجهہ آهيان ڪولي پٽ وجهندس پوءِ برو ڇٺو يا چڱو، مونکي ڪهڙو ٿو فرق پوي. جوانيءَ ۾ ڪوئي لوئيندو هو يا الزام تراشي ڪندو هو تہ ڏاڍو ڏک ٿيندو هو ۽ پہ تي ڏينهن اندر ۾ آنڌمانڌ هوندي هئي ۽ پوءِ ٺري ٺانئريا تي ويهي رهندا هئاسون. الله سائينءَ صبر جا خرار ڏئي ڇڏيا هئا. سو آهستي آهستي سور پچائڻ جي عادت پئجي وئي ۽ بقول پٺاڻي گهوٽ جي ڪڏهن ڪوسا نہ ٿيا ڏوررايو ڏيئي. ڏوراپو نہ ڏيڻ ڪري، اڳلو پاڻمرادو ڪکو وڪو ٿي اچي پنهنجي صفائي پيش

ڪندو هو ۽ پاڻ وري سندس پٺي ٺپري دلجوئي ڪندا. هئاسون ته مڙيئي خير آهي، انسان خطا جو گهر آهي ڪڏهن اسان کان به ڪا خطا پوي ته دل ۾ نه ڪجانءِ معاف ڪري ڇڏجانءِ. ان دوست تي اهڙو اخلاقي رعب پئجي ويندو هو جو سڄي عمر عزت ڪندو رهندو هو. ائين دوستن ۾ مداحن جو حلقو ويو وڌندو، ويو وڌندو ۽ رب به رهنمائي ڪندو رهيو جو نه ڪنهن جي دل رنجائيسون نه ڪنهن جي بيعزتي ڪئي سون. ان ڪري سين وٽان مان مليو. هونئن به هڪ ڳالهه ٻڌايانوَ، مون وٽ لڪائڻ لاءِ ڪجهه به نه آهي. اهڙي ڪا حرڪت ڪانه ڪئي اٿم جنهن ڪري شرمسار هجان. ڀلي منهنجي دشمن کان پڇي ڏسو. دشمن ته اٿم ڪونه البت مخالف ته ٿين ئي ٿين ٿا. انهن مخالفن به ڳولهي ڳولهي ڪو الزام هنيو ته منهن جي ڪاٺي پين. پنهنجي هڪ ڳالهه ٻڌايان؟ اعتبار ڪونه ڪندؤ. آهي ته هام هڻڻ يا پنهنجي منهن ميان مٺو ٻڻجڻ، پوءِ به چوڻ ۾ ڇاهي. مون ڪڏهن به ڪوڙ ڪونه ڳالهايو آهي. ننڍي هوندي کان اها ڳالهه منهنجي سرشت ۾ ويٺل آهي، طبيعت کان مجبور آهيان. خير ننڍا ننڍا بي ضرر ڪوڙ يا خيري ڪوڙ ته ڳالهائجن ٿا. ائين ته ڪنهن بزرگ جو قول آهي ته پنهنجي زال سان ڪلي ڳالهائڻ، ساڻس محبت جو اظهار ڪرڻ ۽ سندس حسن جي ساراهه ڪرڻ، عبادت آهي. مطلب ته ثواب آهي. ڪنهن کي قاتلن کان بچائڻ خاطر ڪوڙ ڳالهائڻ ضروري ٿيو پوي. شر کي ٽارڻ يا مسئلي کي سلجهائڻ ۽ ٻن ڌرين کي پرچائڻ لاءِ ڪجهه ترڪيب ڪرڻ کي به ننڍي نٺو سگهجي. قاضي امام علي ۽ سندس ڀاءُ قاضي اختر علي پاڻ ۾ ايترو ڪاوڙيل هئا جو ڳالهائيندا ئي نه هئا. مان لاڙڪاڻي ويس ته قاضي اختر علي هڪ شاندار پارٽي ڪئي هئي ۽ ان ۾ مون کي به سڏايو هئائين. ممتاز علي خان ڀٽي سان منهنجي پهرين ملاقات اتي ٿي. ممتاز صاحب خاموش طبيعت ۽ تور ڳالهائو ٿي لڳو. مون اتي امام علي قاضيءَ جو ذڪر ڪيو. ڪراچي موٽي اچي امام علي قاضيءَ کي پارٽيءَ جو سارو احوال ڏنم ۽ چيو مانس ته اختر علي توکي سلام ڏنا. قاضي صاحب تمام ذهين ماڻهو آهي. اعتبار نه آيس سو چئي ڏنائين ته هو مونسان ڳالهائي ڪونه سو سلام ڪٿان ٿو موڪلي. مون چيو پڇي ڏسجانئس. نتيجو اهو ٿيو جو آهستي آهستي ٻئي ڀائر پاڻ ۾ ڳالهائڻ لڳا. اهڙا کي ٿورا واقعا ڇڏي. صفا نپٽ سچار هوندو هئس. ڪو زيان ٿي پيو ته امان کي وڃي چوندو هئس

تہ هي زيان مون کان ٿي ٿيو يا هيءُ پليٽ مون کان ڀڳي. امان بہ ٿڦ وهائي ڪيندي هئي. اسڪول ۾ بہ ائين. شام جو اسڪول وچي ڪرڪيٽ يا والي بال راند ڪيڏڻ لازمي هئي. بيٽ، بال ۽ ٻيو سمورو سامان اسڪول وارا ڏيندا هئا ۽ راندين جي في هوندي هئي اٺ آنا مهينو. پوءِ بہ ڪير تو شام جو گهر ڇڏي، ٻاڙي جون رانديون ڇڏي اسڪول وڃي. سو ڪيترا ڇوڪرا ڪونہ ايندا هئا، پر حاضري پوندي هئي. ٻئي ڏينهن ماستر صاحب اهڙن ڇوڪرن کي اٺاري بيهاري سبب پڇندو هئو. ڪو چوي امان بيمار هئي يا مونکي بخار هئو يا مهمان آيا هئا. سيڏو ونڊ ويو هئس وغيره. مون کان جڏهن ماستر صاحب سبب پڇيو تہ چيم بس دل نہ ٿيم سو ڪونہ آيس. ٻين کي اٺاري بيهاريائين ۽ مون کي چيائين تہ بئنچ تي چڙهي بيهہ. ٻئي دفعي ماستر مسٽر ناگراٽي هئو شايد، تنهن بورڊ تي هڪ پرابلم لکيو تہ موڪل جي گهنٽي وڳي. چيائين سڀ وينا هجو پرابلم لکي گهران ڪري اچجو. ٻئي ڏينهن صبح ساڻ وٺ ڪيائين. جن نہ ڪيو هو تن کي دڙڪا بہ ڏنائين ۽ هڪ هڪ آنو ڏنڊ بہ وڌائين. ڪن چيو تہ ڪونہ ڪيوسين، ڪن چيو سمجهہ ۾ ڪونہ آيو. جڏهن مون کان سبب پڇائين تہ مون چيو تہ مون بورڊ تان اٺاريو ئي ڪونہ. چيائين ڇو. مون چيو بس ائين ئي. ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو ۽ ٻہ آنا ڏنڊ وڌائين.

شام جو راندين تان موٽندي تجر باغ مان لنگهڻ لاءِ ريل جو بند ٽپڻو پوندو آهي. بند تي گورکا فوجي ويٺا هئا. ڇوڪرا پري بيٺا هئا ڇون ڀيا نہ وڃو گورکا مارين ٿا جو اڳ ۾ ڪن ڇوڪرن کين پٿر هنيان هئا. گورکا، قد جا ننڍا، سانورا ۽ بدن جا مضبوط ۽ شوخ طبيعت ٿين ٿا. پهاڙي ماڻهو آهن ۽ انگريز کين فوج ۾ ڀرتي ڪندا هئا. ڇوڪرا ڇون تہ ڦري وڪڙ ڪري ڦاٽڪ وٽان هلون. مان ڇوان ڇو. مون کهڙو ڏوهہ ڪيو آهي. مان کين سڏ و ڀڏائيندس. سو اڪيلو ئي اڪيلو بند تي هليو ويس. ڏهن ٻارهن سالن جو ٻار پر سچائيءَ ۾ يقين. هڪ فوجي ڪٽي ٻانهن کان جهلير الائي ڇا چيائين ڀڳل ٽٽل اڙدوءَ ۾. مون بہ ڪيس چيو تون ڪير ٿيندو آهين مونکي جهلڻ وارو. مون ڪو ڏوهہ ڪونہ ڪيو آهي. ان گورکي سپاهي جا مون کي ٿڦ هڻين اها اڃان ياد اٿم. ڳڻتو پوسرڻ لڳو ۽ ڪن مان زوزاٽ نڪري ويا. پوءِ بہ ٻانهن ڇڏائي بند ٽپي هليو ويس. ٻيا ڇوڪرا پٺيان پيا. سچي واٽ

پڇرندو خارون ڪـائيندو آيس. سچ ڪو ڏاڍو ڪوڙو ٿـو ٿـئي. امڙ ئي ڪتي رڪندي هئـہ. پر جي منهنجي زبان ڪوڙ تي وري نہ؟ ڇا ڪجي. حـيـدرآباد ۾ لطيف آباد واري بنگلي تي لڙي منجهند ٽين ڇئين بجي مير علي مدد خان ٽالپر اچي نڪتو. مير صاحب جو ائين بيوقتو اچڻ سمجهہ ۾ نہ آيو. مير صاحب چيو تہ هڪ ماڻهو منهنجي ڳولها ۾ آهي ساڻس ملڻ نٿو چاهيان. پانيان ٿو ڦون هت ٻہ ڪندو پر توهان نہ ڪـٽـجو يا ڪـٿـو تہ چئجوس تہ مير علي مدد خان هت ڪونہ آهي. ائين فـون جي گهنٽي وڳي. مـون فـون ڪنئي ۽ هن مـاڻهـو چيو جمـال صاحب فـون مير علي مدد خان کي ڏجو تہ مون سوالاً پڇيو مير علي مدد خان؟ تہ مير صاحب فون مون کان ڪسي ٻئي هڪ دوست کي ڏني ۽ کيس چيو تہ چوينس تہ ڪونهي. هن ٻہ فون واري کي چيو تہ مير صاحب تہ هت ڪونہ آيو آهي. پوءِ مير صاحب چيو جمال صاحب معاف ڪجو مون کي خبر هئي تہ توهان فون تي ٻہ ڪوڙ ڪونہ ڳالهائي سگهندا. سزائون ٻہ کاڌم، ٻالڪپڻي ۾، اسڪول ۾، ويندي نوڪريءَ جي آخري سالن ۾، پر جي ڪوڙ ۽ دوکو اچيم نہ، ڇا ڪجہ. شهاڻي لا ڪاليج ۾ تي پيرڊ ٿيندا هئا. ٻن پيرڊن کان پوءِ رسيس ٿيندي هئي ۽ گهڻا ڇوڪرا هليا ويندا هئا. ٽيون پيرڊ هوندو هو مسٽر ٽڏاڻي جو، جيڪو آئين جي تاريخ ۽ قانون سازي پڙهائيندو هو. ان کي ڪاوڙ لڳي تہ ڇوڪرا سندس پيرڊ ۾ نٿا اچن سو پرنسپالل کان آرڊر ڪرايائين تہ جيـڪـو ٽئين پيرڊ ۾ نہ ايندو ان کي سڄو ڏينهن غيـر حـاضـر ليکيـو ويندو. بمبئي يونيـورسـٽي هئي، ڪو مـذاق نہ هئـو. هڪ ڏينهن ٻہ حاضري ڪٽل هوندي هئي تہ امتحان ۾ ويهڻ نہ ڏيندا هئا، ڪو هڪ پيپر ۾ صرف اڌ مـارڪ تان فـيل ٿـيـو تہ پلي سـر غلام حـسين جو پٽ هجي پاس ڪونہ ڪندس. ٻئي ڏينهن ٽئين پيرڊ ۾ فل حـاضري ڏسي پروفيـسر صـاحب خوش ٿـيـو ۽ چيـائين تہ ڪوبہ جوڳو سـبب هجي تہ اهو ڇوڪرو ڪـانئس موڪل وٺي سگهي ٿو. ڏهہ پندرهن شاگردن جي قطار لڳي وئي ۽ مان ٻہ ان ۾ شـامل ٿي ويس. ڪنهن مـٽي جي سـور جو چيـو ڪنهن پيٽ جي گـڙٻڙ ڪنهن مـاءُ جي بيـمـاري ڪنهن پيـو ڪو ضـروري ڪم پر سڀ ڪنهن کي انڪـار ڪندوآيو. مـون کـان پڇيـائين ڇاهي؟ مـون دريءَ ڏانهن نهـاري برنس گارڊن ڏانهن اشارو ڪيو. جهڙالو هئو ۽ بوندون پئي وسيون ڇيم موسم ڏاڍي سٺي آهي پانيـان تہ ٻاهر وڃي ڪنهن وڻ هيٺان ويهي رهان. مون کي چيائين

تون ڀاي وچ، اهو حياتيءَ ۾ پهريون دفعو سچ ڳالهائڻ جو اجر مليو هئم. پروفيسر صاحب کو اهلِ دل ماڻهو هئو. مان به ڀرپور خوشيءَ ۾ نکري برنس گارڊن ۾ هليو ويس. اهو برنس گارڊن اڄ وارو گارڊن کونه هئو. سهڻو، وڻن گلن، ناريلن ۽ کارن انگورن جي ولين وارو گارڊن هئو. هاڻ ته دوکان، مسجدون، فليٽ، آفيسون، ميوزم، آرٽ کائونسل وغيره ٺهي ويون آهن. ٿالو باغ جو وچي رهيو آهي. انهي ننڍڙي اجر جي خوشي اڄ به ياد اٿم. باقي ته سزا ئي سزا مليم. پنهنجي امڙ ئي کٽي رکندي هئم. امڙ جي مار تي ڏک ٿيندو هو، سخت ڏک، ايتري قدر جو اذيت پسند ٿي پوندو هئس ۽ پاڻ کي نقصان پهچائڻ جو سوچيندو هئس ته پل ته امڙ کي سيک اچي. اها اذيت پسندي ئي بنياد آهي خودڪشيءَ جو. خودڪشي نه بهادري آهي نه بغاوت. اهڙا ماڻهو حد درجي جا گيدي ۽ مقابلي کان عاري ۽ ذهني طرح معذور ٿين ٿا. پوءِ فرار ڳولهن ٿا پنهنجي اذيت پسنديءَ جي تسڪين لاءِ پنهنجن پيارن کي سهسائڻ ۽ روئاڻڻ ۾. سو پنهنجن جي نامناسب رويي تي ڏک ٿيندو هئم. ڏاڍو شديد ڏک. باقي پراون جي ڪاوڙ تي ڪاوڙ ايندي هئم ۽ پنهنجي کٽي تي پاڻ مضبوطيءَ سان پير کوڙي بيهي رهندو هئس. اهڙا واقعا جيئن ياد آيا تيئن لکندو ويندس. سر دست به ٽي سياسي واقعا ياد اچن ٿا تن جو ذڪر کندو هلجي.

1972ع کان 1978ع تائين اسيمبلي جو سيڪريٽري هئس ۽ وري جڏهن 1984ع ۾ اسيمبليون قائم ٿيون ته 1985ع تائين سيڪريٽري رهيس. 1972ع کان 1977ع تائين خانصاحب غلام الرسول کيهر اسپيڪر هئو. تمام شاندار ماڻهو، حد درجي جو سياڻو، صابر نهٺو ۽ قاعدي قانون جو پابند. سندس دؤر ۾ ميران محمد شاهه کان پوءِ، اسيمبليءَ جو شاندار دؤر هئو. 1977ع ۾ نيون اليڪشنون ٿيون ته کيهر صاحب ڏاهپ کان ڪم وٺي پاڻ اليڪشن ۾ بيٺو ئي کونه ۽ سندس وڏو فرزند امداد حسين کيهرميمبر چونڊجي آيو. کيهر صاحب اسپيڪر هئو ۽ سندس پوٽي جي شادي ممتاز علي ڀٽي صاحب جي نياڻيءَ سان لاڙڪاڻي ۾ ٿيڻي هئي. هڪ طرف اسپيڪر ٻئي طرف چيف منسٽر. ته به کيهر صاحب مون کي چيو ته ابڙا صاحب اسيمبليءَ جي ويگن کپندي. توهان جي ڇا صلاح آهي. مون چيو سائين توهان جي پنهنجي شيءِ آهي ڀلي کٽي وڃو. باقي صلاح ٿا پڇو ته پوءِ

قاعدي موجب اٺ آنا ميل جي حساب سان ٽي سؤ رپيا پيري رسيد وٺي پوءِ ڪٽي ويو. چپ ٿي ويو. پٽي ڏينهن مون کي سڏائي منهنجو شڪريو ادا ڪيائين جو صحيح صلاح ڏني هئم. ٽي سؤ رپيا پيري رسيد وٺي پوءِ ويگن ڪٽي ويو جا لاڙڪاڻي ۾ مهمانن، آفيسرن، اخبار وارن ڏني پر ڪو پڻ پولو ڪونه هئو جو رسيد سان هٿي ۽ قانون جي خلاف ورزي ٿيل ڪانه هئي. شاديءَ تان موٽي هڪ پيرو پيهر منهنجو شڪريو ادا ڪيائين. اهو محظ پنهنجي ماتحت آفيسر جي همت افزائيءَ لاءِ ڪيائين ته جيئن صحيح صلاح ڏيڻ کان نه هٻڪي. ان جي ابتڙ 1977ع ۾ آغا صدرالدين اسپيڪر ٿيو ته مون کي چيائين ته سندس حقوق مطابق سندس ذاتي بنگلي تي ايئرڪنڊيشنر لڳايا وڃن ۽ ريفريجريٽر به ڏنو وڃي. مون ڪيس ٻڌايو ته اهي سهوليتون سرڪاري بنگلي لاءِ آهن. اوهان اڳي ئي پنهنجي خانگي بنگلي جي لاءِ گورنمينٽ کان ست هزار رپيا مهينو وٺو ٿا ان ڪري اها قانون جي پيچڪڙي ٿيندي جو توهان خانگي بنگلي تي ايئرڪنڊيشنر ۽ ريفريجريٽر به سرڪاري خرچ تي لڳايو. پيو ته فلاڻي قانون هيٺ ان لاءِ چيف سيڪريٽري، فنانس سيڪريٽري ۽ ڪميونيڪيشن جي سيڪريٽريءَ کي لکٽو پوندو ۽ هو اسان جي گهر رد ڪري ڇڏيندا جا ڳالهه اسپيڪر صاحب جي شان وٽان ناهي. آغا صاحب ناراض ٿي پيو. وري اچي ڪيس به خوشامدي پولڙا لڳا هڪ مسٽر ولي محمد بلوچ جو ڊپٽي سيڪريٽري هئو ۽ پيو عبدالقيوم چاچڙ جو معمولي ڪلارڪ ۽ هڪ نااهل ۽ فتنه انگيز ماڻهو هئو. مسٽر ولي محمد ته محنتي ۽ قابل ماڻهو هئو پر ڪيس نوڪريءَ جي لوڙ ۽ لالچ هئي. قيوم چاچڙ ته ڏڏ، جڏو، اٽڇاڻ، تمام خود غرض ۽ حرفتي ماڻهو هئو. اهي ٻئي آغا صاحب کي ورائي ويا ته توهان پاڻ مالڪ آهيو جيئن وڻيوَ تيئن ڪري سگهو ٿا ۽ ابڙو صاحب خواهه مخواهه توهان جي مخالفت ٿو ڪري. نيٺ آغا صاحب کي خانگي بنگلي تي به ايئرڪنڊيشنر ۽ ريفريجريٽر سرڪاري خرچ تي هٿائي ڏنائون. وري آغا صاحب وڃي سکر هاڪي مئچ ڏسڻ ته اچڻ وڃڻ ۽ رهائش جي خرچ جو بل هزارن ۾ ناهي مونڏي موڪليائين ته پاس ڪريان. مون روبرو وڃي ڪيس سمجهايو ته ائين ڪرڻ ۾ توهانجو ئي نقصان آهي پر آغا صاحب ماڳهين ڪاوڙجي پيو. مون به ڪيس چٽي ڏنو ته هو پنهنجي دستخط سان بل وصول ڪري ۽ هو ائين ڪرڻ لڳو. الٽو چيف سيڪريٽري سعيد احمد

قريشيءَ کي لکيائين تہ مسٽر ابڙي جي جاءِ تي ڪيس ٻيو سيڪريٽري ڏنو وڃي. مون کي بہ ڪڙڪ پئجي وئي سو وڃي آغا صاحب کان پڇيم تہ چيائين تہ ابڙا صاحب، چيف سيڪريٽري توتي ڪاوڙيل آهي. مان بہ سڌو ويس چيف سيڪريٽريءَ وٽ ۽ ڪاوڙ جو سبب پڇيم. چيائين ڪير ٿو چوي تہ مان توتي ڪاوڙيل آهيان. مون چيو آغا صاحب. تہ هڪدم چيائين تہ بڪواس ٿو ڪري مان تہ تو مان تمام خوش آهيان پر هو پنهنجي مائٽ بارڪزئي کي آڻڻ ٿو گهري. مون چيو سائين اسپيڪر صاحب پاڻ ائين ٿو چاهي تہ پوءِ نيڪ آهي ائين ئي ٿيڻ کپي. خدا جو شان، مارشل لا لڳو آغا صاحب نڪري ويو مان وينو رهيس. پر ان کان وڌي ڳالھ اها تہ انهن ئي ايئرڪنڊيشنر، ريفريجريٽر ۽ گشتي سفر جي بلن جي ڪري آغا صاحب کي گرفتار ڪيو ويو. اهائي ايم پي اي هاسٽل مارشل لا ڪورٽ ۾ آغا صاحب پنهنجي ماتحت جي روبرو پيدل جوابدار جي حيثيت ۾ پيش ٿيندو رهيو. تعز من تشاء و تذل من تشاء.

وري ٻيو اسپيڪر مسٽر عبدالله حسين هارون بہ انهن ٻن خوشامدڙين جي وَرَ چڙهي ويو ۽ مٿان مليس نادان دوست آغا رفيق جو تڪڙي پروموشن جي شوق ۾ اکيون ٻوٽي ٻيهي رهيو. مون هارون صاحب کي گهٽوئي سمجهايو پر منهنجو ذاتي خيال آهي تہ هارون صاحب جو عقلي درجو (آءِ. ڪيو) پندرهن سورهن سالن جي الهڙ ڇوڪراڻ کان مٿي ڪونہ هئو. وري مٿي ۾ هوا اها ويٺل هئس تہ هو تمام قابل هئو. اسيمبليءَ کي بہ ميونسپالٽي سمجهائين ٿي جتان هو آيو هئو. ڪلارڪن کي ويهڻ لاءِ ڪرسيون ميزون ڪونہ هجن ۽ هارون صاحب اهي پئسا ورائي پنهنجي ڪمري جي آرائش تي خرچ ڪرڻ لڳو. خير، اهڙو ڪيس اختيار هئو تہ منظور ٿيل بجيٽ جي حد اندر، هڪ مد جو خرچ ڦيرائي ٻئي مد ۾ ڪري، انڪري مون رڳو ڪيس سمجهايو ۽ مخالفت ڪانہ ڪيم. آفيس جي ڪمري اندر وري هڪ ڪٻٽ ٺهرايائين جتي دوستن سان ويهي ماني وغيره کائي سگهجي. سو بہ ٺهيو، مٿان حڪم ڪيائين تہ ريفريجريٽر ۽ ڪراڪري (پليٽون، چمچا وغيره) سرڪاري پئسن مان خريد ڪيا وڃن. مون انڪار ڪندي کيس سمجهايو تہ اهو غلط ٿيندو ۽ سندس لاءِ ئي نقصانڪار ثابت ٿيندو؛ ٻيو تہ ڪابہ خريداري ان ڪميٽي معرفت ڪبي جنهن ۾ فنانس منسٽر، فنانس سيڪريٽريءَ ڪميونيڪيشن

سيڪريٽري هوندا. هڪ ڏينهن منهنجي ويٺي ئي يا مون کي پنهنجي هوشياري ڏيکارڻ خاطر فنانس سيڪريٽريءَ کي ۽ وري سيڪريٽري ڪميونيڪيشن کي بہ لنچ جي دعوت ڏنائين. ٻنهي سيڪريٽرين چيو ۽ ڇا ڪئي ۽ نيٺ حاضر ٿي هائو ڪيائون. عبدالله ميمڻ هئو فنانس سيڪريٽري ۽ سالڪ نذير هئو سيڪريٽري ڪميونيڪيشن. هارون صاحب فخر سان مون ڏانهن ڏسي چيو تہ ٻئي اچن ٿا ۽ پوءِ انٽرڪانٽينينٽل هوٽل جي مئنيجر کي مختلف کاڌن لاءِ آرڊر ڏنائين تہ ڏيڍ بجي گرمہ گرم پهچايا وڃن. مان تہ سيڪريٽري صاحبن جي ڇو ڇا مان سمجهي ويو هئس تہ هو ڪونہ ايندا. سي ايس پي آفيسر ڏاڍا سمجهدار، تور تڪ ڪرڻ ۽ ڳڻ ڪرڻ وارا هوندا آهن. ڏيڍ جا ٻہ ٿي ويا ۽ هو ڪونہ آيا. هارون صاحب جي ڪين فون مٿان فون ٿي پوي تہ اچو پر هنن جو پي اي پيو جواب ڏئي تہ سائين توهان ڏانهن اچڻ لاءِ نڪري چڪا آهن. هارون صاحب چيو تہ بس اچن پيا. مان بہ مشڪندو اٿي ويس ڇو تہ منهنجو ويهڻ مناسب نہ هئو ڇاڪاڻ تہ منهنجي بالا آفيسر جي منهنجي روبرو پت وائڪي ٿي پوي ها ۽ مان ائين ڏسڻ نٿي چاهيو. اهو هئو هارون صاحب جي سوچ ۽ سياڻپ جو انداز. اهي تہ ٿيون رواجي ڳالهيون پر هارون صاحب اسيمبليءَ جي ڪارروائيءَ ۾ بہ کپلي بازي ڪرڻ لڳو. مثال طور مهمليءَ جي رٽ هڪ ڏينهن ۾ رڳو هڪڙي ڪٿي سگهبي آهي، پر هارون صاحب حڪومتي ڌر کي پريشان ڪرڻ خاطر قانون کي ريٽي، پنهنجي مرضي مطابق ڪابہ مهمليءَ جي رٽ چوندي اها ڪٺندو هئو جيئن حڪومتي ڌر کي وڌ کان وڌ پريشان ڪري سگهجي. اهڙي طرح ميمبر صاحب ٺهراءُ پيش ڪندا آهن ۽ ان لاءِ سندن روبرو ڀڪا ڪيڏبا آهن پوءِ جنهن جو ٺهراءُ پهرين نڪتو اهو ميمبر صاحب خوش ٿي ان ٺهراءُ لاءِ مواد، حقيقتون، دليل ۽ تقرير جي تياري ڪري ايندو آهي، پر هارون صاحب سڀ قانون ٽوڙي پنهنجي پسند جو ٺهراءُ ڪٿي، ان کي اسيمبليءَ ۾ ڪٺندو هو. ائين ڪرڻ سان ميمبر بہ ناراض ٿيندا هئا تہ حڪومتي ڌر بہ ڇو تہ ڪوبہ ان لاءِ تياري ڪري ڪونہ ايندو هو. اسيمبلي جي انتظامي معاملن ۾ بہ ايڏي مداخلت ڪندو هو جو لکت ۾ آرڊر ڪيائين تہ ڪنهن پٽيوالي جي بدلي بہ سندس اجازت کان سواءِ نہ ڪئي وڃي. هاڻي غريب پٽيوالا، ڪو بيمار يا پوڙهو، ڪو دل جو مريض، ڪو ٻچڙيوال ملير ڪوڪرا پار کان دير سان پهچڻ وارو هوندو، ڪو ٻنهي ڇوڪرات ۽ اڻ

آزمودگار، سو انهن جون بدليون ڊپٽي سيڪريٽري، سيڪريٽريءَ سان ڳالهہ ٻولهہ ڪري سيني جي سهوليت آهر ڪري ڇڏيندو هو پر هارون صاحب اختيارات استعمال ڪرڻ جي شوق ۾ گڙٻڙ گهوٽالو ڪري ڇڏيو. مون بہ بيزار ٿي ڪيس ڇيو تہ آغا رفيق کي گهرائي ايڊيشنل سيڪريٽري ڪري رکي پوءِ جيئن وڻيس تيئن ڪري. آغا رفيق صاحب آيو تہ مسٽر ولي محمد بلوچ ۽ عبدالقيوم چاچڙ جن جو ذڪر مون مٿي ڪيو آهي. سي ڪيس گهيري ۾ وٺي ويا ۽ ابتا سبتا آرڊر ڪرائي اسيمبلي سيڪريٽريٽ ۾ مانڌاڻ مچائي ڏنائون.

هيڏانهن هارون صاحب چيف منسٽر خلاف گروپ ٺاهڻ شروع ڪيو ۽ باقاعدي سندس چيمبر سازش جو مرڪز ٿي پيو. هڪ ڏينهن مان بہ اتي وڃي نڪتس ۽ پاسو وٺي ويهي رهيس. هارون صاحب ايتري حد تائين ويو جو چيف منسٽر جي والد صاحب لاءِ چيائين بکيو سيد هئو. گڏهہ تي چڙهي وندو جون مانيون وٺندو هئو. خيرپور ميرس جو هڪ ميمبر سرڪار علي شاهہ پٽڪيو تہ، "پوءِ بہ ٿفن ڪٽريٽر کان بهتر." ياد رهي تہ سر عبدالله هارون سائيڪل تي ٿفن باڪس کڻي آفيسرن کي اجرت تي ماني پهچائيندو هو. سرڪار علي شاهہ جو رمارڪ هارون صاحب کونہ ٻڌو پر جن ٻڌو سي کليا. مون پوءِ بہ ماحول اهڙو سنو ناهيو جو چيف منسٽر، سائين غوث علي شاهہ کي آماده ڪيم تہ هو روزانو پنج منٽ کن اسپيڪر سان ملي پوءِ اسيمبليءَ هال ۾ هلي تہ ائين ڪرڻ سان اسيمبلي جي ڪارروائي سولي سڌي ۽ چڱي ماحول ۾ هلندي. سائين غوث علي شاهہ پهرين تہ انڪار ڪيو پر مون کيس ٻڌايو تہ سر غلام حسين هدايت الله بہ ائين ڪندو هئو ۽ اهڙي روايت قائم ڪرڻ گهرجي. اسپيڪر هڪ غير جانبدار منصف آهي. هارون صاحب جون سازشون ڏسي سائين غوث علي شاهہ هڪ دفعي مون کي چيو تہ مان تہ وٽس ڪونہ ويندس، پر هاڻي ڏسجانءِ تہ پٽيوالي جي معرفت ڪيس پاڻ وٽ گهرائيندس ۽ مون افسوس سان ڏٺو تہ ان ڏينهن ئي هارون صاحب ڊوڙندو چيف منسٽر سان ملڻ ويو ۽ ٻاهر نڪتو تہ سندس ڪن ئي ڳاڙها ٿي ويا هئا معنيٰ چڱي چنڊ ڪيڻي هئائينس پر هارون صاحب غلط بيانيءَ کان ڪم وٺندي مون کي چيو تہ مسٽر ولي محمد بلوچ تي ڪاوڙيل هئو. اها ڳالهہ دل سان نہ لڳي. ولي محمد بلوچ جي ڪاوڙ، اسپيڪر صاحب مان ڪيئن ڪڍبي. مون هارون صاحب کي تمام ٿڌي نموني سمجهايو تہ هو قابل آهي،

شاهوڪار آهي، چڱي خاندان مان آهي ۽ وڏي ڳالهه ته ننڍي عمر جو آهي سو هو جيڪڏهن حڪمت عملي ۽ صبر سان هلندو ته سندس سياسي مستقبل شاندار ٿي سگهندو باقي هھڙين حرڪتن سان ته هو اسپيڪر، توڙي اسيمبلي ۽ سيڪريٽريٽ جو وقار وڃائيندو، ته سندس ذهانت جو سطح (آءِ. ڪيو) اهڙو گهٽ هو جو پنهنجي ڪمري جي آرائش ڏي اشارو ڪندي چيو ته مان اسيمبلي جو وقار وڌايان پيو. مون به چئي ڏنو ته سائين اسيمبلي ڪو هوٽل جو ڪمرو ناهي. نيٺ هڪ ڏينهن تنگ ٿي مون فيصلو ڪيو ته مان استعيفا ڏئي ڇڏيان. مون گهر ۾ اهڙو اعلان ڪيو. منهنجي مرحوم گهر واري اڪر ڪونه ڪيو ڇاڪاڻ ته هوءَ منهنجي طبيعت کان چڱي طرح واقف هئي. باقي منهنجي داماد لالا سڪندر ۽ پٽن مخالفت ڪئي ته هيڏي وڏي ويهين گريڊ جي نوڪري، ڪار، پيٽرول، شوفر، گهر، ٽيليفون، نوڪر سڀ ڇڏڻا پوندا. پر منهنجي پٽي تي پاڻي ڪونه پيو ۽ سڌو اسيمبليءَ ۾ اچي هارون صاحب کي چيم ته توهان سان خلاصو ڳالهائڻو آهي اندر ڪئبن ۾ هلو. وائڙو وائڙو ٿي اندر هليو. چيومانس ته هارون صاحب جيئن تون چڱي خاندان مان آهين تيئن مان به آهيان، مان ڏسان ٿو ته توهان کي مون سان ڪم ڪرڻ ۾ ڏکيائي ٿئي ٿي، انهيءَ ڪري مون کي سياڻي ڪرسيءَ تي نه ڏسندا. هارون صاحب ڪجهه وائڙو ٿيو پر ڪمال منافقيءَ سان چيائين ته ابڙا صاحب تنهنجي اسان کي ضرورت آهي ۽ توکي ڪونه ڇڏينداسين، ٻڌاءِ ڪهڙا ڪم تنهنجي مرضيءَ کانسواءِ ٿيا آهن ته اهي تنهنجي مرضي مطابق ڪري ڇڏينداسون. مان ته اهڙا مثال پني تي لکي ڪٺي ويو هئس سو ڪڍي هٿ ۾ ڏنومانس. هڪ هڪ مثال پڙهندو ان کي قلم سان نشان ڏيندو ويو ۽ چيائين ته ائين ٿيندو جيئن تون چوين ٿو، هاڻي ته بس نه؟ مون ڪيس جواب ڪونه ڏنو. مانڙي ڪري آفيس ۾ آيس ۽ پنهنجا خانگي ڪاغذ پٽ، ڪتاب ۽ مصلو ڪٺي گاڏيءَ ۾ رکايم. آفيس ۾ وينو ئي هئس ته مير حيات خان ٽالپر، چيف منسٽر خلاف عدم اعتماد جي رٽ ڪٺي آيو جنهن تي ٻارهن تيرهن ميمبرن جون صحيحون ٿيل هيون. مون لکت ڏسي مير صاحب کي چيو ته هي رٽ ته غير قانوني آهي. ڇاڪاڻ ته هڪ هڪ ميمبر کي الڳ الڳ رٽ ڏيڻ گهرجي. مير صاحب رڪائي يا ڊنائي سان چيو ته تون وٺ پاڻهئي اسپيڪر اُنکي منظور ڪندو ۽ هن ائين چيو آهي. ڏسو سائين هارون صاحب جا ڪم. اسپيڪر هڪ

اڻ ڏريو منصف ٿيندو آهي ته ميمبرن کي ٽيڪ ڏيئي ڏر ٻڌجي بيٺو هو. مان وٽس، ويس ۽ کيس سمجهايم ته هو اڻ ڏريو رهي، پاڻ کي ڏنو نه ڪري ۽ اجايو چيف منسٽر سان ٽڪر نه کائي. منهنجي حيرت جي حد نه رهي جڏهن هارون صاحب چيو ته هو چيف منسٽر کان متاهون آهي. مون چيو ڪيئن ڀلا، ته اسڪولي ٻار جيان جواب ڏنائين ته مان مٿي ڪرسيءَ تي ويهان ٿو ۽ هو هيٺ بئنچ تي ۽ مان هائوس جو اسپيڪر آهيان. مون چيس سائين هو هائوس جو ليڊر آهي. ڪجهه ڪونه پر ڳالهه ڪونه وٽيس. مان موٽي عدم اعتماد واري رٽ تي پنهنجا رمارڪ ٽائپ ڪرائي ان کي غير قانوني قرار ڏئي اسپيڪر کي ڏياري موڪليو. انهن ڪاغذن جي فوٽو ڪاپي ڪرائي مان سڌو چيف منسٽر هائوس ويس ته ڪاغذ چيف منسٽر کي هٿئون هٿ پهچايان. مسٽر نثار احمد صديقي چيف منسٽر جو سيڪريٽري هئو. ان کي گهٽو ئي سمجهايم ته مون کي چيف منسٽر کي روبرو ڪاغذ ڏيڻا آهن تون رڳو کيس ٻڌاءِ ته ابڙو آيو آهي يا مون کي فون ڏي ته مان ڳالهايانس. پر نثار صاحب منهنجي ڳالهه کي اهميت ئي نه پيو ڏئي ۽ ويٺو کلي. سمجهي پيو ته منهنجو ڪو ذاتي ڪم آهي. کيس چيم ته نقصان چيف منسٽر جو آهي مون کي ڪا پرواهه ڪانه آهي. ايترو به چيومانس ته چيف منسٽر ڪنهن به سيڪريٽري سان ملڻ کان انڪار ڪري ئي نٿو سگهي ته به نثار صاحب کي ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي ۽ شام جا چار وڄي ويا. مان بيزار ٿي نثار کي ڪٽي ڪاغذ ڏنا ۽ ٻڌايومانس ته معاملو ڇاهي، مون پنهنجي ڊيوٽي پوري ڪئي هاڻ تون ڄاڻ چيف منسٽر صاحب ڄاڻي. اتفاق سان چيف منسٽر هائوس جي ڪامپٽرولر جو به آغا هئو. ان اها ڳالهه ٻڌي ورتي. ان هڪدم آغا رفيق کي فون تي ٻڌايو ته ابڙو صاحب ههڙا ڪاغذ فوٽو ڪاپي سميت پهچائي ويو. هڪدم ولي محمد بلوچ، ڇاڇڙ ۽ آغا رفيق گڏ ٿي موقعي جو فائدو وٺڻ لاءِ اسپيڪر وٽ ويا ۽ سندس ڪن ڀريائون. آغا سيڪريٽري ٿيو ۽ ڊاڙ هٽندي ٻڌو ويو ته ايڏي ننڍي عمر ۾ ڪوبه سيڪريٽري جي عهدي تي نه پهتو هوندو. ولي محمد ائڊيشنل سيڪريٽري ٿيو ۽ ڇاڇڙ ڊپٽي سيڪريٽري ۽ اسپيڪر صاحب کان آرڊر ڪرايائون ته مون کي نوڪريءَ مان ڊسمس ڪيو ويو. ٻئي ڏينهن اخبارن ۾ هائيدوس مچي ويو. بعد ۾ چيف منسٽر کي مون نثار صديقي جي رويئي بابت ٻڌايو ته چيائين ماڻهو تمام سنو آهي پر اها وڏي خرابي اٿس ته

پاڻ کي صحيح سمجهندو آهي. ٻئي ڏينهن مان خانگي طرح سلوار قميص ۽ چمپل ۾ اسيمبلي سيڪريٽريٽ ويس تہ سمورا ڪلارڪ، پٽيوالا، آفيسر ٻاهر نڪري آيا ۽ منهنجي مرحبا ڪيائون. مان هر هڪ جي آفيس ۾ وڃي ڪانئن موڪلايو. ولي محمد بلوچ وٽ بہ ويس تہ واڻڙو ٿي ويو ڇو تہ هن تي منهنجا بيحساب ٿورا هئا ۽ انهٽ سالن جي عمر ۾ ڪيس ارڙهين گريڊ ۾ وري نوڪري وٺي ڏني هئم. هارون صاحب کي جو منهنجي مرحبا جي خبر پئي تہ تپي باهہ ٿي ويو ۽ آرڊر ڪيائين تہ مسٽر ابڙو سيڪريٽريٽ ۾ داخل نٿو ٿي سگهي ۽ چيف سيڪريٽري مسعود نبي نور کي بہ لکي موڪليائين. مون بہ چيف سيڪريٽري کي لکي موڪليو تہ اسپيڪر جو آرڊر غير قانوني آهي ۽ ڪيس اهڙو اختيار ئي ڪونهي جو هڪ گورنمينٽ آفيسر کي جو گورنر ۽ چيف سيڪريٽريءَ جو مقرر ڪيل هجي تنهن کي ڊسمس ڪري ڇڏي پوءِ تہ هرڪو وزير پنهنجي کاتي جي سيڪريٽريءَ کي ڊسمس ڪري سگهندو. چيف سيڪريٽري مون کي گهرايو ۽ مون ڪيس سڄي حقيقت ٻڌائي. مون محسوس ڪيو تہ چيف سيڪريٽري منهنجي اهڙي قدم تي خوش هئو. ٻيا سيڪريٽري ۽ وڏا وڏا آفيسر بہ منهنجي اهڙي دليرانا ۽ اصولي قدم تي خوش هئا ۽ مونکي مبارڪون ڏنائون. ويندي چيف منسٽر بہ منهنجي دلجوئي ڪندي مونکي اشاري ۾ چيو تہ ڪورٽ کان منع نامو وٺي وري اچي سيڪريٽري ٿي. حالانڪ هڪ جج صاحب مونکي پاڻمرادو چيو هو تہ مون وٽ ڪيس کڻي اچ تہ مان ٿو توکي منع نامو ڏيان، تنهن هوندي بہ مون چيف منسٽر کي انڪار ڪيو. سبب پڇڻ تي چيومانس تہ سائين مون ڏهاڪو سال اسيمبليءَ کي رت ست ڏنو آهي ۽ ان جو وقار بلند ڪرڻ لاءِ ڏينهن رات پاڻ پتوڙيو آهي، سو اسپيڪر صاحب ۽ اسيمبلي سيڪريٽريٽ کي ڪورٽ ۾ کهلي بدنام ڪرڻ کي مان برداشت نہ ڪري سگهندس. غوث علي شاهہ صاحب ناراض ٿيندي چيو، تنهنجي مرضي. ممتاز علي ڀٽو صاحب جو هڪ وڏو مدبر، دانشور ۽ سياستدان آهي تنهن جي پڇڻ تي بہ مون جڏهن ڪيس ٻڌايو تہ ڪورٽ ۾ وڃڻ مون پسند نہ ڪيو تہ چيائين تہ تو بلڪل صحيح ڪيو. خدا جو شان، هارون صاحب ۽ آغا رفيق ايڏو بدنام ٿيا جو جناح اسپتال جي هڪ فنڪشن ۾ جنهن ۾ پريزيڊنٽ ضياءالحق خاص مهمان هئو تنهن مونکي خاص سڏائي، اٽي بيهي ياڪر پائي مليو ۽ چيائين تہ هي ٻچا لوگ سياستدان

تي آيا آهن. تون دل ۾ نه ڪجانءِ. مون هڪڙو فقرو چيو ته، مون کي ته هارون صاحب جو شڪريو ادا ڪرڻ گهرجي جو سندس ڪري ملڪ جو پريزيڊنٽ مون جهڙي عام ماڻهوءَ سان ٻغلگير پيو ٿئي. جنرل صاحب خوش ٿيو. اخبار وارن به اسان جو پاڪر ۾ فوٽو ڪڍي ورتو ۽ ڪاپي مون کي به ڏني. گهر وارن جو اهو فوٽو ڏٺو ته ناراض ٿيا ۽ ناپسندي جو اظهار ڪيائون. جنرل ضياء هزار ڪوشش باوجود ماڻهن ۾ مقبول نه ٿي سگهيو. ماڻهو کيس ڪاٺو سڏيندا هئا يا "وچين سينڌ" يا ڏندرو، جو ته سينڌ وچ مٿي تي ڪڍندو هو ۽ هر وقت ڏند ڪڍي کلندو رهندو هو. آغا رفيق، قيوم چاچڙ ۽ ولي محمد بلوچ اهو سهي نه سگهيا ته پريزيڊنٽ ابڙي صاحب سان پاڪر پائي مليو سو هُلايائون ته مسٽر ابڙو پريزيڊنٽ جي پيرن تي ڪري روئي دانهن ڏني تڏهن پريزيڊنٽ صاحب کيس اٿاريو. توبهه، ماڻهو ناهه به پنهنجي طبيعت وتان ٿو ناهي ۽ واقعي پاڻ اهڙيون چاپلوسيون ڪندا هئا. خير، نتيجو ته جلد ظاهر ٿيو جو مونکي گورنر صاحب چيئرمين ائنٽي ڪرپشن ڪري رکيو جو هڪ شاندار عهدو، آءِ جي پوليس جي برابر آهي. مٿان وري آغا رفيق کي هتائي ائڊيشنل سيشن جج ڪنڌ ڪوٽ ڪري موڪليو ويو. روئي منٿون ڪري پنهنجي بدلي دادو ڪرايائين. مٿان وري پُڏو ڪم اهو ڪيائين جو اسيمبليءَ جي سرڪاري ڪار ڪٺي دادوءَ وڃي پنهنجي خانگي استعمال ۾ بيهاريائين. دادوءَ جو ائنٽي ڪرپشن انسپيڪٽر مون وٽ آيو ۽ چيائين ته سائين اجازت ڏيو ته سڳ سوڌو گرفتار ڪري جيل ۾ هڻي ڇڏيانس. هن سمجهيو ته مان خوش ٿيندس پر مون کيس سختي سان منع ڪئي ته ائين ڪرڻ سان هاءِ ڪورٽ ۽ جج صاحبن جي عزت کي ڇيهو رسندو. هوڏانهن آغا صاحب ماڻهو موڪلي اها ڪار زوريءَ منهنجي گهر وٽان ڪڻائي ويو هئو. ان بيعزتيءَ جو بدلو وٺانس ها ته موقعو سنو هئو. جيڪو ويچارو غريب ڊرائيور منهنجي ڪار ڊيوٽيءَ ۾ هئو تنهن کي نوڪريءَ مان به ڪڍيائين ۽ سندس رهيل پگهارون به نه ڏنائين. ماڻهو ڪيئن نه پنهنجي اصليت ظاهر ڪن ٿا ۽ اهڙين ڪريل حرڪتن تي الٽو فخر ڪن ٿا. حقيقت ۾ آغا صاحب منهنجي خوشامد ڪري، مون کي جيمخانه ۾ مانيون ڪارائي، اسيمبليءَ ۾ آيو هئو. ڪار ته سندس ڪمزوري هئي. جڏهن پهرين چارج ورتي هئائين ته هڪ ننڍڙي ويسپا اسڪوٽر تي چڙهي آيو هئو.

ائڊيشنل سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ ڪيس سرڪاري ڪار استعمال ڪرڻ جو حق نہ هئو پر هو اسيمبليءَ جي ڪار، پيٽرول ۽ ڊرائيور استعمال ڪندو رهيو. فنانس سيڪريٽريءَ کي خبر پئي تہ سخت ڪاوڙيو ۽ مونکي چيائين تہ رپورٽ لکي موڪل تہ مٿس قدم کڻجي ۽ سرڪاري خرچ جا پئسا سندس پگهار مان ڪٽجن. مون اها ڳالهہ بہ لئہ مٿي ڪري ڇڏي. هي تہ ٿيو آغا صاحب جو حشر. خدا جي ڪرڻي اهڙي ٿي جو اسپيڪر هارون صاحب بہ تاڀين ۾ اچي ويو. قيوم چاچڙ، ولي محمد ۽ ٻين جن ڪانئس ناجائز ڪم ڪرايا هئا تن سرڪار (چيف منسٽر) سان سنمک ٿيڻ خاطر هارون صاحب خلاف ڪچو چٺو تيار ڪري سڀني ميمبرن، گورنرن ۽ پريزيڊنٽ کي ڏياري موڪليو. چيف منسٽر صاحب بہ دير نہ ڪئي ڪانہ ڪئي اسپيڪر صاحب خلاف عدم اعتماد جي رٺ پاس ڪرائي هارون صاحب کي ڪڍيو ويو. مان ان ڏينهن اسيمبليءَ جي گئلري ۾ ويٺو هئس ۽ سندس خلاف جيڪي تقريرون ٿيون سي ٻڌم ويٺي. سنڌ جي تاريخ ۾ اهو پهريون مثال هئو جو اسپيڪر صاحب کي ڪڍيو ويو هئو. چيف منسٽر ٻيو قدم اهو کنيو جو اسيمبلي سيڪريٽريٽ کي لا ڊپارٽمينٽ (قانون کاتي) جي ماتحت ڪري ڇڏيائين. ائين منهنجي اڳڪٿي پوري ٿي جو هارون صاحب کي چيو هئم تہ توهان پنهنجو ۽ اسيمبليءَ جو وقار وڃائيندا. پوءِ بہ هارون صاحب ڪونہ سمجهيو ۽ الٽو اهو نتيجو ڪڍيائين تہ ڪيس منهنجي ڪري ڪڍيو ويو ۽ انهي سڄي ڪارروائيءَ ۾ منهنجو هٿ هئو. الله ٿو ڄاڻي تہ منهنجو وري اسيمبلي سيڪريٽري ٿيڻ ۾ ڪو چاهہ ڪونہ هئو.

هارون صاحب کي ڪڍڻ واري پهرئين ئي ڏينهن چيف منسٽر صاحب مون کي چيو تہ ابڙا صاحب اچي پنهنجي ڪرسي سنڀال پر مون انڪار ڪيو. ٻئي ڏينهن نئين اسپيڪر اختر علي قاضي صاحب سان مليس تہ ان بہ هڪدم چيو تہ ابڙا صاحب وڃي پنهنجي ڪرسيءَ تي ويهہ. مون چيو سائين اهو مناسب نہ ٿيندو. چيائين ڇو؟ مون چيو، سڄڻ ڏٺي سڄي ٻانهن تہ سڄي نہ ڳڙڪائجي، ان جو خير گهرجي. قاضي صاحب وري بہ چيو "پر ڇو؟" مون چيو سائين مان اسيمبلي ۽ ان جي روايات جو گهٽگهرو آهيان. اجايو ماڻهن ۽ اخبار وارن کي چوڻ جو موقعو ملندو تہ سيڪريٽريءَ جي ڪري اسپيڪر کي ڪڍيو ويو. مان اسيمبليءَ تي اهڙو ٽڪو لڳڻ نہ ڏيندس. اها ڳالهہ بہ ڪا

اسان جي رت ۾ وينل آهي. پنهنجي ڪم ۾ اداري سان اهڙو لڳاءُ پيدا ٿي ويندو آهي جو پنهنجا فرض ۽ اداري جا معاملا، اجنبي احساس طور محسوس ٿيندا آهن. سچائي، وفاداري ۽ پيار جي ڪري اڪوائٽ پرون پئجي ويندا آهن ته ڇا ٺيڪ وارو آهي، ڇا ٿيندو ۽ انهيءَ جو ڪيئن توڙ ڪبو. اڄ جڏهن اسيمبلي ڇڏئي مون کي يارهن سال ٿي ويا آهن ته به اسيمبليءَ جي معاملن کي رڳن ۾ ڊوڙندي محسوس ڪندو آهيان ۽ اسيمبليءَ جا آفيسر اڄ به فون ڪري منهنجا تاثرات معلوم ڪندا آهن ۽ صلاح مشورو وٺندا آهن. ضياء دؤر ۾ جڏهن اسيمبلي پهرين پهرين شروع ٿي هئي ته مسٽر سميع قريشي چيف سيڪريٽري هئو ۽ هڪ ذميوار آفيسر هئڻ سبب ڪجهه پڌتر ۾ هئو ته پهرئين ڏينهن ڇا ٿيندو. مان ڏاڍي خود اعتماديءَ سان ڪيس چيف منسٽر جي روبرو پئي چيو ته ائين ڪونه ٿيندو باقي هيئنءَ ٿي سگهي ٿو ۽ ان لاءِ به اسان وٽ علاج آهي. پڇيائين ته ڪيئن ٿو چئي سگهين. مون چيو عام فضا ۽ چوڌول مان خبر پئجي ويندي آهي ته ڇا ٿيندو ۽ ڇا نه ٿيندو؟ ته قريشي صاحب، پڇڻ لڳو ته پوءِ اهڙي صورتحال پئدا ٿي پوي ته پوءِ ڇا ڪبو. مون چيو منهن ڏئي وٺبو.ته به چيائين ته آخر ڪيئن. مون چيو سائين گهڻيئي ترڪيبون ۽ اٽڪلون اسان جي ڪيسي ۾ پيون هونديون آهن ۽ انهن کي استعمال ڪري وٺندا آهيون. تڏهن به مطمئن نه ٿيو ۽ چيائين ڇا ڪبو. چيف منسٽر صاحب به پراڻو پارلياماني ماڻهو نه هئو، هو هاءِ ڪورٽ جو جج هئو. پوءِ به مثال ڏئي سمجهايومان ته سندن فڪرمندي لهي وئي. هاڻي به پاڻمرادو اسيمبلي آفيسرن کي فون ڪري خبردار ڪندو آهيان ته هيئن يا هونئن ٿي سگهيو ٿو تنهن ڪري خبردار رهجو. اهو آهي پنهنجي ذميوارين ۽ فرائض سان لڳاءُ.

ڪمال، منهنجو ياءُ، جو ايگزيڪيوٽو انجنيئر هئو تنهن کي پيٽي صاحب جي دؤر ۾ نوڪريءَ مان تيرهن سؤ آفيسرن سان گڏ رٽائر ڪيو ويو. ڪمال همت پريو، محنتي ۽ قابل ماڻهو هئو سو نيڪا ڪئي اڳي کان به وڌيڪ خوشحال ٿي ويو. تڏهن به وٽ پڪڙ ۾ لڳو پيو هئو ته ڪيس پيهر نوڪريءَ تي بحال ڪيو وڃي. مون ڪيس سمجهائيندي چيو ته ادا نوڪريءَ ۾ رکيو ڇاهي، وڃي ڪڏ ۾ پوي، توهان ڇو اڃي پريشان ٿيا آهيو. جيڪو جواب ڏنائين تنهن مون کي ماٿ ۾ وجهي ڇڏيو. چيائين ته سائين منهنجي دل،

دماغ، رت ۽ رڳن ۾ اها ڳالهه پئي ٿي ڊوڙي تہ واهہ ۽ شاخون ڪيئن وهائجن ۽ پيڙيون ڪيئن آباد ڪرائجن، سو آرام نٿو اچيم. پاڻيءَ جي آمد ۽ ماپ جا انگ اکر دماغ ۾ جمع ٿي ويندا اٿم ۽ اڌ رات جو اٿي ڪنهن اڻ واقف انجنيئر کي بہ فون ڪندو آهيان تہ بابا فلاڻي واهہ يا فلاڻي بند جي فلاڻي هنڌ (آر. ڊي وٽ) ڪنڊ يا روڻ پوڻ جو امڪان اٿئي، تون ستو پيو آهين. بند مئنيوئل ۽ ڪنڊ ٻڌڻ جو ماهر هوندو هئو. سندس حد ڪان ٻاهر ڪنڊ پوندو هو تہ بہ ڪيس گهرائي ونندا هئا ۽ هو گهرٻار ڇڏي ڏينهن رات ڪنڊ واري جاءِ تي واڻ جي ڪتن تي وينو هوندو هئو. ڪنڊ ٻڌڻ جو سامان، واريءَ جون ٻوريون، وٽن جا ٿڙ ۽ پيڄر اڳواٽ گڏ ڪري رکندو هو جي جلد ئي گهرائي ڪم ۾ جنبي ويندو هو. نہ ننڊ جي پرواهہ نہ مانيءَ جي. ڪنڊ ٻڌي جڏهن آخري هنڌ ٻڌبو آهي تہ اهو ڏاڍو ڏکيو مرحلو هوندو آهي. ڇاڪاڻ تہ پاڻي ان سوڙهي هنڌ مان تمام تيزي ۽ زور سان وهندو آهي ۽ جيڪي ڪجهہ وجهبو آهي سو لڙهي ويندو آهي. ان مهل هڪ جاننثي مزور کي چيائين تہ پانهون ڪولي لڪڙن ۾ هٿ وجهي ڇاتيءَ سان پاڻيءَ کي روڪ تہ تنهنجي پنيان لڪڙا ۽ واريءَ جون ٻوريون تڪڙو تڪڙو اڇلي ڪنڊ بند ڪيون. مزور دل نہ ٻڌي، ڊنو. چيائين سائين مان لڙهي ويندس. ڪمال ڪيس پري ڪري، ڪپڙن سوڌو پاڻ ڪٽي ٽپو ڏنو. جيتوڻيڪ تارو بہ ڪونہ هئو. پر دلير ۽ طاقتور هئو ۽ اونو بہ هئس سو دير ئي ڪانہ ڪيائين. پيڙي آباد ڪرڻ جو بہ ايڏو اونو هوندو هئس جو ڪنهن تيسمار، خانبهادر، سردار، توڙي آفيسر کي همت ڪانہ هوندي هئي جو سندس حد ۾ واٽر پيچي يا حصي ڪان وڌيڪ ناجائز پاڻي ڪٽي. پيو تہ نهيو، ون يونٽ جي دؤر ۾ آبپاشيءَ جو سيڪريٽري هئو بلوچ شير محمد. ان وقت نواب ڪالا باغ ۽ جنرل ايوب جو دؤر هئو ۽ سيڪريٽري، وزير ڪان بہ وڌيڪ پاورفل هئو. بلوچ صاحب جا بہ واٽر ڪورس پڳل هئا. ڪمال بہ سيمينٽ ڪانڪريٽ سان سندس واٽر ڪورس ٻڌائي ڇڏيا. بلوچ شيرمحمد صاحب، مست ٻروچ ماڻهو، ڪيس چڱي مٺي جي تميز ئي ڪانہ هئي. پئسو بہ ڪروڙن ۾ گڏ ڪيو هئائين جيتوڻيڪ بنيادي طور مسڪين ماڻهو هئو. مان ڪيس چڱي طرح سڃاڻندو هئس جو گڏ پڙهندا هئاسون ۽ هڪ ئي هاسٽل ۾ رهندا هئاسون. بلوچ صاحب، ڪمال تي ٽپي ٻاهہ ٿي ويو تہ سندس هڪ معمولي ماتحت ايس ڊي او ٿو سندس واٽر بند

ڪري. پنهنجي ماڻهن کي حڪم ڏنائين ته لنيون کهاڙيون، بندوقون کڻي وڃي واٽر پيچي اچو. ڪمال کي به ڪڙڪ پئجي وئي سو به تي داروغا، سرويٽر وٺي، رائيفل کڻي وڃي واردات تي بيهي رهيو ۽ هڪل ڪيائين ته ڏسان ته ڪير ٿو اچي. بلوچ صاحب جي ماڻهن کي نه اها توقع هئي نه اهڙي همت سو ماٺ ڪري موٽي ويا. بلوچ صاحب ويتر باهه تي ويو. ڪمال سان چپ پئجي ويو ۽ چيف انجنيئر کي حڪم ڪيائين ته هن اسسٽنٽ انجنيئر جي آفيس جي انسپيڪشن ڪري غلطيون ڪڍي ڪيس رپورٽ ڪري. مون ڪمال کي سمجهايو ته بالا آفيسر سان ڦٽائڻ جوڳو جو ڪم آهي ته ڏاڍي اعتماد سان هٿي هٿ ڪولي چيائين سائين منهنجا هٿ آهن صابڻ سان ڌوتل ۽ هنن جا هٿ آهن ڊيزل سان ڪارا ٿيل سو مون کي ڇا ڪندا. پلي منهنجون چڪون ڪڍي جيڪي وٺين سو ڪن. هي هئو پنهنجي ڪم ۽ قابليت تي مڪمل اعتماد. پر مون وري به ڪيس سمجهايو ته چيائين ته سائين پوءِ پلا پيچريون سڪائي غريبن جون پوڪون سازائي، ڳوٺ ڦٽائي، زمينون اجاڙي، ماڻهو ۽ مال کي بک ۾ اچ ماريان. اهو مون کان ڪونه ٿيندو. پلي مون کي بدلي ڪري آفيس ۾ اچلين. ٿيو به ائين چيف انجنيئر جي ٽيم انسپيڪشن ڪري رپورٽ ڏني ته اسان جي آفيس کي هن ماتحت آفيسر کان سبق سکڻو پوندو. جڏهن ماڻهوءَ جا هٿ صاف هوندا ته همت به ايندي. ڪمال جڏهن پيچريءَ تي چيف انجنيئر کي وٺي ويو ته ماڻهن سندن استقبال دهل شرنائين سان ڪيو ۽ ديڳيون لاٿيون. فصل پلا ٿيا هئا ۽ مال به متارو هيو. گهٽ سالن کان پوءِ هڪڙو بيو چيف انجنيئر مليو. ڳالهه ڪيائين ته ان حد ۾ ويو ته فصل ويران، ماڻهو حيران ۽ مال ڏبرو هئو. ماڻهو مڙي وٽس آيا ۽ اچي چيائونس ته سائين اسان کي رکو ابڙو صاحب ايس ڊي او ڏي، بس بيو ڪجهه نه کپي. ماڻهو هليا ٿا وڃن ڳالهيون ۽ ڳڻ رهجي ٿا وڃن. بلوچ صاحب اهڙو وير وٺو، بدمزاج، بدڪلام ۽ چڱ مڻائي کان ايڏو عاري هئو جو حد حساب ناهي. مان جڏهن سجاول ۾ جج هئس ته هڪ ايس ڊي او ڳالهه ڪئي ته بلوچ صاحب منزل انداز ٿيندو هو ته هڪ شراب جي بوتل ۽ هڪ عورت ڪيس روزانو سپلاءِ ڪئي ويندي هئي. هڪ لڳا ايس ڊي او صاحب عورت جو بندوبست ڪري نه سگهيو ۽ عذر ڏنائين ته عورت نه ملي سگهي ته بلوچ صاحب گار ڏئي چيس ته ڇو جوءِ ڪانه اٿئي ڇا. توبهه.

اهڙن آفيسرن سان. سواءِ ويڙهه ڪائڻ جي ٻيو ڪهڙو چارو. هونئن بلوچ صاحب پنهنجي ڪم جو چاڻو ۽ هوشيار ٻه هئو پر سندس اندر، جو مرون وينو هو تنهن کي ڇا ڪجي. بلوچ صاحب ٻه ساڙ ۽ ڪاوڙ ۾ ڪمال جي بدلي ملتان ڪري ڇڏي. ڪمال چارج نه ڇڏي ۽ ڪورٽ مان منع نامو وٺي ڇڏيو. شابس هجي ائڊيسنل سيشن جج غلام محمد ڪونريجي صاحب ۽ سيشن جج حمزي خان قريشيءَ کي جن بلوچ صاحب جي نه ٻڌي ۽ منع نامو پڪو ڪري ڇڏيائون. بهرحال ڪمال کي سزا ڀوڳڻي پئي جو ڪيس بدلي ڪري سکر جي اوورسيئر اسڪول ۾ ليڪچرر ڪري رکيائون. اتي ٻه ڪمال نالو ڪڍيو. هوشيار ۽ محنتي ته هئو سو ڏاڪو ويهاري ڇڏيائين ته هڪ قابل انجنيئر آهي.

وفاداري، سچائي، محنت ۽ لڳاءُ، اهڙي اندر اجار ڪن ٿا جو ماڻهوءَ تي اڳواٽ انڪشاف ٿيڻ لڳن ٿا ۽ اڳڪٿيون ڪري سگهجن ٿيون. اسين ته ٿياسون معمولي پگهاردار ماڻهو. پر وڏا عظيم ليڊر ۽ قومن جي تقدير بدلائڻ وارن ماڻهن جي ٻه ڪجهه اهڙي هيجان ۽ جذب واري ڪيفيت ٿئي ٿي. ٻي مهاڀاري لڙائي کي ختم ٿئي سال لنگهي ويا. آمريڪا ۽ روس جا سڄي دنيا ۾ ٽڪر ٿيا. ڪوريا ۾ اڌ ٿي. ويتنام ۾ اڻ کٽندڙ لڙائي شروع ٿي. چين، ڀارت تي ڪاهيو. ڪانگو ۾ لممبا کي ماري سندس لاش تيزاب ۾ ساڙيو ويو. آفريڪا ۾ گورن ۽ ڪارن وچ ۾ لڙايون شروع ٿي ويون ۽ صدر ڪينيڊي، ڪيوبا جهڙي ننڍي ملڪ تي هلان ڪري ڏني ۽ ائٽمي جنگ جو خطرو ڀوت جيان لامارا ڏيڻ لڳو. ان وقت چرچل کان پڇيو ويو:

سوال: هن وقت حالتون خراب آهن؟

چرچل: تمام خراب.

سوال: ٻي جنگ عظيم ڇڙڻ کان اڳ جهڙيون 1939-40ع ۾ هيون؟

چرچل: انهيءَ کان ٻه خراب.

سوال: ڇا جنگ جا امڪان آهن؟

چرچل: ڪجهه ٻه غير ممڪن نه آهي.

سوال: پوءِ ڀلا ڇنبو ته جنگ لڳندي؟

چرچل: نه، جنگ ڪونه لڳندي.

سوال: ڇو ڀلا. اهو وري ڪيئن؟

چرچل: چو تہ مان جنگ پنهنجي هڏ ۾ محسوس نٿو ڪريان.

I do not feel the war in my bones.

ڏسو هاڻي، هن ۾ ڪهڙي منطق آهي. جالتون خراب آهن، تمام خراب. تڏهن بہ جنگ ڪانہ لڳندي ڇاڪاڻ جو چرچل صاحب هڏ ۾ ان کي محسوس نہ ٿي ڪيو. ڪو ڪوڙو ئي نٿو لڳي، پر آهي حقيقت.

يانيان تہ حسين هارون صاحب جو باب بلڪل ختم ڪجي ۽ باقي رهيل ڳالهيون بہ ڪري ڇڏجن. ويو خانصاحب غلام الرسول ڪيهر صاحب کان پڇڻ تہ اسيمبلي ڪيئن هلائجي. ڪيهر صاحب رڳو ايترو پڇيس تہ سيڪريٽري ڪير اٿئي. چي جمال الدين ابڙو. ڪيهر صاحب چيس تہ بس اطمينان سان چپ ڪري ويهي رهہ، اسيمبلي پاڻهئي پنهنجي مان شان سان قانون قاعدن موجب هلندي. پر هارون صاحب کي تہ ڪپندو هو اختيار استعمال ڪرڻ جو چشڪو، سو سڪ ٿي ڪونہ وينو. ڪلارڪن، پٽيوالن جون بدليون، هر انتظامي ڪم ۾ مداخلت سو بہ هرويرو بڌڻ پائي خاطر. پوءِ نظام درهم برهم ٿيندو ڪہ نہ. پيو تہ نهيو پر اسيمبلي جو اجلاس ڏسڻ خاطر مختلف گئلرين جون پاسون نڪرنديون هيون ميمبر صاحبن جي سفارش تي تہ ان ۾ بہ مداخلت. هڪ دفعي بجيٽ سيشن هلندي، مسٽر غوث بخش خان مهر جو ان وقت وزير خوراڪ ۽ زراعت هو تنهن جو ڪو معزز مهمان آيو تہ پاڻ وچي آفيس سپرنٽينڊنٽ مسٽر عبدالحميد سومرو کان، جو نهايت شريف، محنتي ۽ قابل آفيسر هو، هڪ گورنر گئلري جي پاس ڪڍائي مهمان کي اتي ويهاريائين. يلا وزير کي اهڙي معمولي رعايت ڪهڙو آفيسر نہ ڏيندو ۽ هرج بہ ڪهڙو. پر هارون صاحب تپي باهہ ٿي ويو ۽ اتي جو اتي اجلاس هلندي مسٽر سومري کي سسپينڊ (معطل) ڪيائين. نتيجو اهو نڪتو جو بجيٽ جي باري ۾ جيڪي موشن (تحريڪون) اتي جو اتي ٽائپ ڪندو، مسٽر سومرو، وزير خزانہ مسٽر جيانوالا کي پهچائيندو ٿي ويو سي اچڻ بند ٿي ويون. مسٽر جيانوالا منجهي بيهي رهيو ۽ مون ڏي ڏسڻ لڳو. مان پنهنجي ڪرسي ڇڏي وتس ويس ۽ ٻڌايومانس تہ اسپيڪر صاحب، عبدالحميد سومري کي سسپينڊ ڪري ڇڏيو آهي. مون وٽ بجيٽ جو مڪمل شيدول (ترتيبوار وچور) ڇپيل صورت ۾ موجود هئو سو ڪيس هٿ ۾ ڏنم ۽ چيم تہ ان مان انگ اکر ڏسي ترتيبوار تحريڪ پيش ڪندو وڃي. جيانوالا صاحب

قابل ماڻهو هئو سو ائين ڪري منهن ڏئي ويو. پر پڇيائين ته اها سندس خلاف سازش ڪنهن ڪئي آهي. منهنجو تجربو آهي ته هرڪو سياستدان حد درجي جو شڪي مزاج، خود پسند، خود غرض ۽ وڏو وير وٺو هوندو آهي. غوث بخش خان به ٻاهر وڃي مون کي سڏايو ۽ هارون صاحب کي گهڻ وڏ ڳالهائي چيائين ته هو چاڻي واڻي سندس بيعزتي پيو ڪري. مون چيو سائين اهو تمام خسيس معاملو آهي. مان پاڻهئي ٺيڪ ڪري ڇڏيندس توهان خيال نه ڪيو. اجلاس پورو ٿيو ته مان هارون صاحب کي وڃي عرض ڪيو ته اهڙي معمولي غلطيءَ کي نظرانداز ڪري معطلي جو آرڊر واپس وٺي نه ته هڪ سٺي ڪارڪن جي دلشڪني ٿيندي ۽ ٻئي پاسي به وزير مسٽر جيانوالا ۽ مسٽر مهر به خواه مخواهه دل ۾ ڪندا. پر هارون صاحب ضد تان لهي ئي نه، چي سندس اجازت ڪانسواءِ پاس جاري ڇو ڪئي وئي. چيم سائين توهان اجلاس ۾ ويٺا هئا ۽ پاسون زائد پيون هيون. پر هارون صاحب کي ته اها باراڻي لڳي ڪپندي هئي ته معمولي پاس لاءِ وزير اچي ڪيس منٿ ڪن. حالانڪ اهڙو ڪو قاعدو قانون ڪونه آهي ۽ هڪڙو معمولي ڪلارڪ پاسون ڪيڻ لاءِ مقرر ڪيو ويندو آهي. مسٽر غوث بخش مهر جو هڪ راڄاڻٿو ۽ وضعدار ماڻهو آهي سو ازخود هارون صاحب وٽ هلي ويو ته مسٽر عبدالحميد سومري جي غلطي معاف ڪري ۽ معطلي جو آرڊر واپس وٺي، ڇاڪاڻ ته هن سندس چوڻ تي اها غلطي ڪئي هئي. انهيءَ کي سفارتڪارانه جواب ڏئي ڇڏيائين پر معطليءَ جو آرڊر واپس نه ورتائين. هاڻي مسئلو هئو ته صورتحال کي ڪيئن سنڀالجي جو اسپيڪر صاحب جي به عزت قائم رهي ۽ وزير صاحب به نه ڪاوڙجي. وڏي ڳالهه ته بجيٽ اجلاس اسيمبليءَ لاءِ ۽ وزارت خزانه لاءِ هڪ نهايت نازڪ مرحلو هوندو آهي سو ان کي به منهن ڏيڻو هو. جيڪو ڪم مسٽر عبدالحميد سومرو ڪري رهيو هئو. انهيءَ ڪم لاءِ ٻيو ڪو به تربيت يافته ڪونه هئو. مون مسٽر سومري کي گهرائي چيو ته هو پنهنجو ڪم جاري رکي. مسٽر سومر عزت نفس وارو ماڻهو ۽ ڪم جو ڄاڻو به، سو به ڪاوڙيل هجي. چيائين ته سائين ٻلي انڪوائري ڪرائي مونکي سزا ڏئي. منهنجي عزت ڪندو هئو. ڇاڪاڻ ته مان به سائس عزت ۽ پيار ڀريو ورتاءُ ڪندو هئس. چيومانس ته تون پنهنجي ٽيبل ڇڏي ٻئي هنڌ ويهي ساڳيو ڪم ڪر. هن منهنجو چوڻ ڪونه موٽايو ۽ ڪم کي لڳي ويو. اسيمبليءَ ۾

ڏينهن رات ڪم ٿئي ٿو. هيڏانهن آغا رفيق صاحب، ولي محمد بلوچ ۽ عبدالقيوم چاچڙ ڪي لڙ ۾ مزو لڳو سو هارون صاحب وٽ وڃي ڪاناڦوسيءَ ۾ لڳي ويا ته سائين ابڙي صاحب تنهنجي عزت جو خيال نه ڪري، مسٽر سومري کي بحال ڪري ڪم تي لڳائي ڇڏيو آهي. حقيقت ۾ ماتحت آفيسرن کي سيڪريٽريءَ جي اجازت ڪانسواءِ اسپيڪر سان ملڻ کان منع آهي پر هارون صاحب ڪن جو ڪچو. پنهنجو مقام نه سڃاڻندي ماتحت آفيسرن کي پاڻ سان ملائي پنهنجي من ماني ڪندو هو. مون کي گهرايائين ته تو سومري کي بحال ڪري منهنجي بيعزتي ڪئي آهي. چيومانس ته سائين هڪ ته تنهنجي آرڊر ڪانسواءِ هو بحال ٿي ڪونه ٿو سگهي ۽ پيو ته نه مون اهڙو آرڊر ڪڍيو آهي نه ڪيندس. مون ته پاڻ مسٽر سومري کي چارج شيٽ ڏني آهي ۽ انڪوائريءَ ۾ مسٽر غوث بخش مهر ۽ مسٽر جپانوالا ٻئي وزير به توهان آڏو پيش ٿيندا ته ماٺ ولي ويس. چيائين اهڙي تڪڙ نه ڪجانءِ باقي سومري کي ڪم تي ڇو لڳايو اٿئي. مون چيو قاعدي موجب معطل آفيسر کي آفيس ۾ حاضر رهڻو آهي، پگهار به ٽيون حصو ملندس سو پلي هاٿي ٿي سزا هجيس ته گهٽ پگهار تي ساڳيو ڪم پيو ڪري. لاجواب ٿي ويو پر دل ۾ ڪاوڙ هئس. جپانوالا ۽ مهر صاحب کي چيم ته هارون صاحب سندن خيال رکندي مسٽر سومري کي ساڳئي ڪم تي لڳائي ڇڏيو آهي. ايترو ڪوڙ مون به ڳالهايو. شريمد گيتا ۾ حضرت ڪرشن فرمائي ٿو ته هڪڙو اهڙو ڪوڙ جنهن سان پلائي پراپت ٿئي سو هزار سچن کان بهتر آهي. اهڙا پيا واقعا به حياتيءَ ۾ مونکان سرزد ٿيا آهن تنهن ڪري مان ڪو گامون سچار ڪونه آهيان. ڪڏهن ٻن وڙهيل دوستن مان هڪ کي وڃي چوندو هئس ته ٻائو اڄ فلاڻو تنهنجي ساراهه مان ڍاپي ٿي نه پيو. انهيءَ هڪ جملي سان اڳلو پهريائين ته صفا بي هٿيار ٿي ويندو. پوءِ حيرت مان چوندو ائين وري ڪيئن هوندو. مان به، ”الائي يار. مان پاڻ حيران آهيان.“ چٽي گم ٿي ويندس. پوءِ اُهو دل ۾ پوريل تعويذ نيٽ هٿي وڃي هنڌ ڪندو هو. انهيءَ معاملي ۾ محترم محمد حفيظ قريشي نهايت قابل ۽ نفسياتي ماهر هوندو هو. انهيءَ جا ڪيئي دلچسپ واقعا بعد ۾ جي قلم تي چڙهيا ته ٻڌائيندو ويندس. هارون صاحب. مسٽر سومري تي انڪوائري ڪانه ڪئي ۽ ڪجهه وقت کان پوءِ ڪيس بحال ڪري ڇڏيائين. باقي دل ۾ خوش هو ته هن ڪو وڏو ڪارنامو

سرانجام ڏئي پنهنجي ڊسيپلين (منتظم هجڻ جو) ڏاڪو ويهاري ڇڏيو آهي. هڪڙي دفعي سندس آفيس ۾ وڃان ته هڪ ڇوڪرو ساٽس گڏ ڊبل صوفا سيٽ تي تنگ تنگ تي چاڙهيون وينو آهي. هارون صاحب چيو ته مسٽر ابڙا هن کي ته اڄ جو اڄ پٽيوالي جو آرڊر ڏي. حاضر سائين چئي، دل ۾ سوچيم ته هي جو اسپيڪر سان هيڏو حجائتو آهي سو ڪنهن جو پٽيوالو ٿي ڪيئن ڪم ڪندو. ٿوري دير ۾ هو ڇوڪرو مون وٽ آيو ۽ حڪماً چيائين ته ڪهان هے ميرا آرڊر. مون چيومانس ته درخواست ڏي ته آرڊر ڪيون ٿا. چي هن (اسپيڪر صاحب) جي چوڻ باوجود به درخواست ضروري اهي؟ مون ائڊمنسٽريشن جي اسسٽنٽ سيڪريٽري فضل النبي خان، جو پاڻ به مهاجر هئو. گهرائي چيو ته هن کي ساڻ وٺي وڃ ۽ پٽيواليءَ جو آرڊر ڪري ڏينس. ٿوري دير ڪان پوءِ فضل النبي خان لکت ۾ نوٽ موڪليو ته منظور ٿيل تعداد موجب ڪابه پٽيوالي جي جاءِ خالي ڪانهي انهيءَ ڪري توهان جي زباني آرڊر جي تعميل نٿي ڪري سگهجي جو ناڻي واري وزارت اعتراض ڪندي ۽ اهڙي مقرر ڪيل پٽيوالي کي پگهار ڪانه ملندي. مون به ساڳيو نوٽ اسپيڪر صاحب کي ڏياري موڪليو ته هو صاحب پاڻ ڏسي. گهڙي ڪانه گذري ته اهو ڇوڪرو منهنجي آفيس ۾ هليو آيو ۽ سخت لهجي ۾ ڳالهائيندي چيائين ته، ”چئبو ته حڪم متئين جو (اسپيڪر جو) نه تنهنجو ٿو هلي.“ مون کيس سمجهايو ته بابا پگهار نه اسپيڪر صاحب. نه مان. پنهنجي کيسي مان پريندا سون. اسپيڪر صاحب جي پگهار پري ته مان آرڊر ڪڍڻ لاءِ تيار آهيان. بڙ بڙ ڪندو هليو ويو.

ناڻي يا پئسن جو معاملو اهڙو آهي جو هڪڙو پئسو به هيڏي هوڏي نٿو ڪري سگهجي. پاڪستان ٺهيو انهيءَ معاملي تان (ڏسو مولانا آزاد جو ڪتاب انڊيا ونس فريڊم) ٿيو ڇا جو گڏيل هندوستان ۾ ناڻي جي وزارت ڏنائون لياقت علي خان کي ۽ هو اها وزارت وٺڻ ۾ خوش يا راضي نه هو. چوڌري محمد علي جو ان وقت فنانس سيڪريٽري هئو تنهن لياقت علي خان کي راضي ڪيو ۽ چيائينس ته هاٿي ڏسجانءِ مزو. چوڌري محمد علي اهڙو ڪٺي سيني وزيرن کي سوگهو ڪيو جو سردار ولڀ ڀائي پٽيل، هڪ پٽيوالو به نه پيو رکي سگهي. سردار صاحب بيزار ٿي گانڌي جي وٽ ويو ۽ چيائين ته ڏئي ڇڏيون پاڪستان نه ته هي اسان کي حڪومت ڪرڻ ڪونه ڏيندا. پٽيل

جهڙو آزمودگار سياستدان ڪاوڙجي ته پوءِ هارون صاحب جهڙو ڇوڪرات ڪيئن نه ڪاوڙبو. مٿان وري هوَ ٽيئي منهنجا سڄڻ وچي هارون صاحب جا ڪن ڀرڻ لڳا ته ابڙي صاحب ڄاڻي واڻي اسپيڪر صاحب جي بيعزتي ڪئي آهي ۽ هڪڙو واقعو پڌايائونس ته مون ڪيئن هڪڙي ماڻهوءَ کي گورنر جي ملٽري سيڪريٽري جي چوڻ تي پٽيوالو ڪري رکيو هو. ڳالهه هيئن هئي ته جنرل جهانداد خان جي ملٽري سيڪريٽري مونکي فون ڪئي ته هڪ ماڻهوءَ کي نوڪريءَ تي لڳايو وڃي. مون صاف انڪار ڪيو ته ڪا جاءِ خالي ڪانهي. ٿوري دير ۾ ملٽري سيڪريٽري پاڻ ان ماڻهوءَ کي وٺي منهنجي آفيس ۾ اچي ويهي رهيو. چيائين هي انساني همدردي جو مسئلو آهي. هي ڪو منهنجو مائٽ ڪونه آهي. مان پنجابي آهيان هي سنڌي، بي -اي پاس آهي، وڏي ڳالهه ته اڄ نوڪري نه مليس ته سياڻي سنڌس عمر ان حد کي پهچي ويندي جو هو سرڪاري نوڪريءَ جو اهل نه رهندو. توهان ڀلي پٽيوالو ڪري رکوس پر هن جو مستقبل تباهه نه ڪيو. سندس دليلن ۾ وزن هئو. مون ڊپٽي سيڪريٽري مسٽر ولي محمد کي گهرايو جنهن سوچي ويچاري هڪڙو رستو ڪڍيو ته ڪوبه پٽيوالو ٽن مهينن کان وڌيڪ موڪل وٺي ته عارضي طرح خالي ٿيل جاءِ تي ڀيو ماڻهو رکي ٿو سگهجي. مون چيو وارو ڪر ڪنهن کي موڪل تي اماڻ. چيائين ته سائين منهنجو چوڻ ڪير ولندو. مون سان منهنجو پرسنل اسٽاف گهڻي محبت ڪندو هئو. هڪدم گهنٽي وڄائي پنهنجي نائڪ کي گهرايم. هو پناڻ هو يا پنجابي ۽ عمر جو به وڏو هو. چيومانس يار تون بيمار ٿو ڏسجين موڪل وٺي وڃي آرام ڪر. هو ته پاڻ خوش ٿيو. چيائين سائين مهينو موڪل ڏيوم. مون چيو نه يار ٽي مهينا. ڪجهه منجهي چيائين حاضر صاحب. درخواست لکرائي اتي جو اتي منظور ڪري، هن گريجوئيٽ کي پٽيوالو ۽ پوءِ فوٽو مشين جو مشين مئن ڪري رکيم. منهنجو نائڪ به خوش، گورنر صاحب جو اي ڊي سي به خوش ۽ هن نوجوان گريجوئيٽ جو به مستقبل نهي پيو. اهڙي چڱي واقعي کي مروڙي سروڙي، منهنجن ٽن ياجوج ماجوج صاحبن اسپيڪر صاحب کي اهڙو ڀريو جو هن کي يقين ٿي ويو ته مون يقيناً ڄاڻي واڻي سندس حڪم عدولي ڪري ڪيس بيعزتو ۽ بي مانو ڪيو آهي. مون کي گهرايائين ۽ ڏوراپو ڏنائين ته تو هڪ ملٽري واري جو حڪم مڃيو باقي منهنجي چوڻ کي ليکيو به ڪونه. مون

ڪيس سموري صورتحال کان واقف ڪيو ته ٻه مطمئن نه ٿيو چيائين ته پوءِ منهنجي ماٺهوءَ لاءِ ٻه اٿين عارضي جاءِ ڪڍ. چيومانس حاضر سائين توهان پنهنجي نائڪ کي ٽي مهينا موڪل تي اماٺيو ته توهانجو ماٺهو توهان وٽ ٽي پٽيوالو ڪري ٿا رکون. هڪ ته ڪيس اميد آسروٽي ڪونه هئو ته سندس نائڪ کو سندس چوڻ وٺندو ٻيو ته هارون صاحب ڊڄٹو ٻه ڏاڍو هٺو ته متان سيڪريٽري ڪانئس غلط ڪم ڪرائيندو هجي ۽ متان مٿس حرف اچي ته هن اهڙي اٽڪل بازي ڪري پنهنجي ماٺهن کي نوڪري ڏياري سو مونکي چيائين ته اهو سيڪريٽري جو ڪم آهي ته جاءِ خالي ڪرائي ۽ ڪيس وچ ۾ نه آندو وڃي. ٻيو ٻه هڪ واقعو هارون صاحب جي ڊڄٹي طبيعت جو ياد اٿم. هڪ مهاجر نوجوان کي ڪلارڪ ڪري رکيو هئم. هو سٺو ٽائپسٽ هئو. منجهس خرابي اها هئي ته آفيس ٽائيم جيئن ٿي هڪ ٻي بجي پورو ٿئي ته هو جهلڻ جي باوجود جواب ڏئي هليو وڃي ته آفيس ٽائيم ڪانپوءِ هو ڪم ڪرڻ لاءِ ٻڌل نه آهي. آفيس وارن جي شڪايت تي ڪيس پاڻ وٽ گهرائي سمجهايم ته بابا هڪ ٻي بجي ته اجلاس ختم ٿو ٿئي ۽ اسان جو ڪم ٿي ٻي بجي کان پوءِ ٿو شروع ٿئي جو رات جو ٻارهين هڪ بجي تائين ٿو هلي سو ٻيو نه ته ٻي کان پنجين ڇهين بجي تائين تون ٽائيپ جو ڪم اڪلائي هليو وڃ. ڪراچيءَ جو شهري ڇوڪرو سو صاف انڪار ڪيائين. سندس علاج هئو جسٽس نانا وارو نسخو استعمال ڪرڻ پر اسيمبلي جهڙي حساس اداري ۾ اٿين ڪرڻ ممڪن نه هئو. سو ڪيس نوٽيس ڏئي نوڪريءَ مان ڊسچارج ڪري ڇڏيم. مڃاڻ هو ڪو هڪ ميمبر صاحب جنهن جو انٽرڪانٽينينٽل هوٽل سان ۽ هارون صاحب سان واسطو هئو. انهيءَ جو ماٺهو هئو. ميمبر صاحب مونکي چيو ته ڪلارڪ کي واپس نوڪريءَ تي رکان. مون عزت سان چيو حاضر. پر ڪلارڪ معافي وٺي ۽ ٻي بجي کان پوءِ ڇهين بجي تائين ڪم ڪري. هارون صاحب جو ٻه ان ميمبر ۽ مذڪوره هوٽل سان واسطو هئو سو ان ٻه مونکي گهرائي چيو ته ڪلارڪ کي واپس رک. مون چيو حاضر. مون چا ڪيو جو سڄو فائيل اسپيڪر صاحب ڏي ڏياري موڪليم ۽ لکيم ته ڪلارڪ پنهنجي ڪئي تي پشيمان آهي ان ڪري ڪيس معاف ڪري نوڪري تي بحال ڪيو وڃي ۽ اسپيڪر صاحب اهڙي اجازت ڏئي. هارون صاحب ڊڄي ويو ته متان هن کان بازپرس نه ٿئي سو فائيل رکي

چڙ يائين ۽ رڳو دستخط به نه ڪيائين. الٽو مونکي چيائين ته مون ڇو اهو معاملو سندس ڳچيءَ ۾ وڌو. چيائين ته پاڻ ۾ همت به ڪونه پيو ساري. اهڙا اندر جا ڏڄڻا ماڻهو، ٻاهر ڏڪٽيٽرانه ڏيک ڏيندا آهن ۽ ڏاڍيان ڳالهائيندا آهن ۽ ڏاڙون به هڻندا آهن ۽ ڪمزور ماتحتن جي بيعزتي ڪندا آهن ۽ کين دٻائيندا آهن. اٿين پنهنجي اندر جي کوٽ جو ظاهري پورائو ڪندا آهن. شاهوڪار گهرن جا اڻ گهڙيا نوجوان گهڻو ڪري اهڙائي ٿيندا آهن. ٻڌو اٿم ته حسين هارون جو پاءُ حميد هارون صاحب به ڊان اخبار جي اسٽاف سان سخت رويو رکندو آهي ۽ بيعزتو به ڪندو آهي. هيءَ ٻڌل ڳالهه آهي ۽ غلط به ٿي سگهي ٿي باقي حسين هارون صاحب بابت جيڪي ڪجهه لکيو اٿم سو سؤ سيڪڙو سچ آهي ۽ منهنجي مشاهدي جي ڳالهه آهي. مون ته هر طرح ڪيس محفوظ رکڻ جي ڪوشش ڪئي پر هو خسيس ماڻهن جي خوشامد تي سندن چالبازين جو شڪار ٿي ويو.

هڪ دفعي هارون صاحب هڪ مهيني جي موڪل وٺي لنڊن هليو ويو. هفتي کن کان پوءِ سندس پرائيويٽ سيڪريٽري مون وٽ آيو ۽ اچي پرابلم بيان ڪيائين ته اسپيڪر صاحب جي گهران حڪم آيو آهي ته ڪار جي پيٽرول ٽانڪي فل ڪرائي ڏيو. مون چيو هڪدم تعميل ڪيو. چيائين ته سائين هو ته لنڊن ويٺو آهي پوءِ پيٽرول پرچي سندس استعمال لاءِ ڪيئن نڪرندي. مون ٿورو سوچي چيو ته پرچي منهنجي گاڏيءَ جي نالي منهنجي صحيح سان ڪڍرائي پيٽرول اسپيڪر صاحب جي گاڏي ۾ وجهايو. حاضر ڪري هليو ويو پر هارون صاحب جيڪا فتني ۽ ويڙهه واري فضا، ماتحتن ۾ پيدا ڪري ويو هو سو ماتحتن جو مڪو مچي ويو هو. هرڪو پاڻ وٽائڻ لاءِ زياده خوشامد ۽ زياده ڇيهو رسائڻ nuisance value جي قوت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشان هئو. اهڙي صورتحال ۾ ماتحت پنهنجي بالا آفيسر جي غلطي يا ڪمزوري پڪڙي ان جو ناجائز فائدو وٺندا آهن. هارون صاحب به اهڙوئي ماحول پيدا ڪري ويو هو. سندس آفيس وارن ڇا ڪيو جو سندس لنڊن واري قيام دوران پيٽرول جون پرچيون سندس ئي نالي تي ڪڍندا رهيا ۽ مان ڀانيان ٿو ته پنهنجين ذاتي گاڏين ۾ پيٽرول به هارون صاحب جي کاتي ۾ پرائيندا رهيا. پوءِ جڏهن هارون صاحب جو ڪچو چٺو ٽائيپ ڪرائي سڄي ملڪ ۾ موڪليو ويو ته پيٽرول جي اهڙي ناجائز استعمال جو به ذڪر هئو جو هن

بيپرواهيءَ سان ڪري ڇڏيو ڇاڪاڻ ته وٽن ۾ پيٽرول پمپ تي لکت ۾ ثبوت موجود هو. هارون صاحب اهو سڀ مون ڏانهن منسوب ڪندو رهيو حالانڪ منهنجي ملاڪن ڪي به خبر ڪانه هئي. مون پوءِ به هارون صاحب سان عليڪ سليڪ جو رستو نه ڇڏيو ۽ هميشه ڪيس سر چئي مخاطب ٿيندو آهيان. حالانڪ هو منهنجي پيٽ ۾ پار آهي ۽ سندس والد سعيد هارون منهنجو چڱو واقفڪار دوستن جهڙو هئو. گهڻن مهينن کان پوءِ مون هارون صاحب کي چيو ته مان وٽس ملڻ ايندس ته هڪدم چيائين ته "ها، مان ڪنهن خلاف دل ۾ غير ڪونه رکندو آهيان." مونکي ڏچڪو پهتو ۽ وٽس هڪ ڏوهيءَ جي حيثيت ۾ وڃڻ مناسب نه سمجهيو.

سياستدانن جو هر قسم جي ماڻهوءَ سان واسطو پوي ٿو ۽ هو نهايت اونهي نظر رکن ٿا، مون جڏهن چيف منسٽر غوث علي شاهه صاحب تي شخصي زور وجهي مسٽر ولي محمد بلوچ کي اٺهٺ سالن جي عمر ۾ باعزت نوڪري وٺي ڏني ته شاهه صاحب مسٽر ولي محمد سان ٻن ٽن ملاقاتن بعد مونکي چيو ابڙا صاحب اهوئي ماڻهو تنهنجا پير ڪيندو. ٿيو به ائين. بعد ۾ مسٽر ولي محمد ٻوڙيو به ڏاڍو ۽ مونکي بار بار چوندو رهيو ته سائين مونکي دعا ڪيو. مون به چئي ڏنس ته دعا ڪيان ٿو باقي معاف ڪونه ڪندوسانءِ. اڄ جڏهن هو گذاري ويو آهي ته ڪيس معاف به ڪيان ٿو ۽ دعا به ڪيان ٿو. مرحوم ڏاڍو محنتي قابل ۽ چاڻو ماڻهو هئو پر ڪيس نوڪريءَ جي ڏاڍي لوڙ هئي ۽ ڪيس غير محفوظ هئڻ جو ڏاڍو احساس ۽ خوف هئو. مون ٻڌو ته سندس پٽ به ڪيس مار ڪيندا هئا ۽ پئسا ڦريندا هئا. هڪ ڏينهن مونکي نئين ڪوٽي پاتل ڏٺائين ۽ پڇيائين ته ڪٿان ۽ ڪيتري ۾ ورتم. ٻڌايومانس ته مونکي ڪا خبر ڪانه هئي. منهنجو پٽ بدر پاڻمرادو ڪوٽيون ڪٺائي آيو ۽ ٻه پسند ڪري زوريءَ منهنجي منع ڪرڻ باوجود خريد ڪري ڇڏيائين. اها ڳالهه ٻڌي مسٽر ولي محمد روئي وينو ۽ رومال ڪڍي ڳوڙها اگهندو رهيو. هيڏا هاڃا ٿين بري هن پنيور ۾. پيءُ سان پٽ اها حالت ڪن، سو به اهو پيءُ جنهن نه رڳو جواني پر پيري به سندن حوالي ڪري ڇڏي. الله معاف ڪري.

هڪ دفعي غوث علي شاهه صاحب مون کي چيو ته ابڙا صاحب سبب رڳو هڪڙو هئو ته تون تمام قابل ۽ چاڻو آفيسر هئين ۽ حسين هارون هڪ چسو بيوقوف، هو احساس ڪمتريءَ جو شڪار ٿي ويو. ٻڌايائين ته هن

ڪيس چيو تہ ”هارون صاحب، جمال ابڙي جهڙي قابل ۽ مثالي ايماندار ماڻھوءَ سان بہ تون نہ هلي سگهئين تہ پئي ڪنهن سان ڪيئن هلي سگهندين.“ تہ الٽو ڪيس جواب ڏنائين تہ اهو پراڻو ايماندار جمال ابڙو مٽجي چڪو هئو. شاھ صاحب ڪيس چيو تہ ڪوبہ معمولي ثبوت ڏيکار. مان چئلينج ٿو ڪيان تہ اهڙو ڪوبہ ثبوت پيش ڪري ڪونہ سگهندين. هارون صاحب بہ ڊاڙ هڻي چيو تہ ٻن ڏينهن اندر پڪو ثبوت پيش ڪندس. ٿيو ڇا هئو جو منهنجي ٻئي نمبر پٽ ڊاڪٽر اظهر جي شادي هئي ڪراچيءَ ۾ ڊاڪٽر فوزيہ سلطانہ بنت ميان محمد اشرف سان جو هڪ تمام معزز، بااخلاق ۽ وضعدار ماڻهو آهي. سنڌ مان ڪيئي مهمان فئمليون اچڻيون هيون ۽ انهن ڪي رهائڻ جو مسئلو هئو. مون هارون صاحب کان ايم پي اي هاسٽل جا ڪمرا استعمال ڪرڻ جي اجازت گهري جا هن خوشيءَ سان ڏني ۽ مون ڇهہ ڪمرا ڇهن ڪٽنبن لاءِ ورتا. ڪمرا ڇڏڻ مهل مان پاڻ هاسٽل جي ڪيئرٽيڪر سيد قمر حيدر وٽ ويس ۽ پڇيم تہ ڪرايو گهڻو ٿيو. هن ڪي نوڪريءَ ۾ ٿي مون رکايو هو ۽ ڏاڍو معزز ۽ شريف آفيسر آهي. ڪرايو پڇڻ تي چيائين سر ڇا جو ڪرايو، توهان پاڻ سيڪريٽري آهيو ۽ مونکي اسپيڪر جو حڪم اهي تہ ڪمرا ڏيان. پر مان اڙي ڪري بيهي رهيس تہ پئسا ٻڌاءِ چيائين ڇهہ سؤ رپيا. 1985ع ۾ اها چڱي خاصي رقم هئي. مون ڇهہ سؤ رپيا ڪيس ڪڍي ڏنا پر هو وٺي ئي نہ. مون پئسا سندس ٽيبل تي اڇلائي چيو تہ رسيد ڪڍي ڏي تہ مان وڃان. رسيد وٺي ڪيسي ۾ وجهي مان هليو ويس. هارون صاحب کي منهنجي اها ڪمزور رڳ سجهي سو قمر حيدر کي گهرائي چيائين تہ رپورٽ لکي ڏي. چي سائين ڇاجي رپورٽ. چيائينس ابڙي صاحب گهڻا ڪمرا استعمال ڪيا هئا چيائين سائين ڇهہ. پئسا گهڻا ٿيا، چي سائين ڇهہ سؤ رپيا. چي بس اها رپورٽ ڪر. هن چيس سر ڪهڙي رپورٽ ڪيان، هو تہ ڇهہ سؤ رپيا پوري رسيد وٺي ويو آهي. هارون صاحب تي جهڙوڪر وڄ ڪري ۽ ڪڙڪو ڪري چيائينس تہ تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين. هن بہ چئي ڏنس تہ سر مان سيد آهيان. ابڙو صاحب سيڪريٽري بہ نہ رهيو آهي، مان ڇو ڪوڙ ڳالهائيندس. پر جي مان ڪوڙ ٿو ڳالهايان تہ رسيد بوڪ ۽ خزاني آفيس جو چالان تہ ڪوڙ ڪونہ ڳالهائيندا. هارون صاحب کي اعتبار ئي نہ اچي تہ ڪو آفيسر ايترو ايماندار ٿي ٿو سگهي سو چيائينس تہ رڪارڊ کڻي اچ. قمر

حيدر چيس تہ سائين مان ڪونہ ويندس، مان هت ويٺو آهيان، توهان پنهنجو ماڻهو موڪلي رڪارڊ گهرائي وٺو. متان پوءِ چئو تہ تو ڪوڙيون داخلائون ڪري پوءِ رڪارڊ آندو آهي. عبدالقيوم چاچڙ جنهن جي نوڪري مون بچائي، جيتوڻيڪ چيف سيڪريٽري توڙي سابق سيڪريٽري اڪرام الدين سيد، سندس نوڪري ختم ڪرڻ جا خواهان هئا. تنهن ٻُل پئي ڏنا تہ سيد قمر حيدر ڪوڙ تو ڳالهائي ڪاغذ مان تو ڪٽي اچان. بهرحال رڪارڊ گهرايو ويو تہ سيني جا منهن پيلا ٿي ويا ڇاڪاڻ تہ نہ رڳو رسيدون ڪڍيون ويون هيون پر پئسا بہ سرڪاري خزاني ۾ جمع ڪرايا ويا هئا. هارون صاحب ڪي نيٺ غوث علي شاهہ آڏو ميڄٺو پيو تہ هن جو شڪ غلط ثابت ٿيو ۽ مسٽر ابڙي خلاف ڪوبہ ثبوت هٿ نہ آيو. الحمدلله هونئن بہ منهنجي عادت هوندي هئي تہ سرڪاري گاڏي جا منهنجي استعمال ۾ هوندي هئي سا بہ جيڪڏهن خانگي ڪم لاءِ استعمال ڪندو هئس تہ اول سرڪاري قاعدن موجب اٺ آنہ ميل تي پري يعني ٻن سون ميلن لاءِ سؤ رپيا پري، رسيد ڪيسي ۾ وجهي پوءِ سرڪاري گاڏي ڪٽي ويندو هئس، جنهن لاءِ فضل النبي خان اسسٽنٽ سيڪريٽري فنانس ۽ عبدالقيوم چاچڙ مون تي کلون ڪندا هئا تہ صفا ڏٺو آهي. اهيئي چوندا هئا تہ رولس آر فار فولس. هاڻي سائين ڏيو منهن، جيڪو ايماندار ٿئي ۽ قاعدي قانون جي پيروي ڪري سو ٿيو ڏٺو ۽ بيوقوف. ڪلچر ئي مٽجي ويو نہ؟ واقعي ڪلچر تبديل ٿي ويو. جيڪو صوبيدار چڱي مٺي ڪي ٿاڻي تي گهرائي گاريون ڏئي، پٽڪو لهرائي ۽ مار موچڙو ڪري ان لاءِ چون تہ واهہ جو مڙس ماڻهو آهي، وڏو دلير آهي. فلاڻي جو ٽڪو مان ڪيائين. اهو ياڙياڻپ جو ڪلچر اسان ۾ گهر ڪري ويو ۽ ماٺ ميٺ ۾ ظلم سهندا رهياسون. سنڌي ڪاموري بہ ان جو ڪافي فائدو ورتو. ڪو غريب غربو ملڻ آيو يا عرض ڪٽي آيو تہ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ٻيهاري ڇڏيندس. وري جي اندر اچي شڪايت ڪيائين تہ نائڪ کي چوندا اڙي نائڪ هٽيس تڦ، لاهينس پٽڪو، ڪڍينس مٿي مان هوا. هي اکين ڏٺا واقعا آهن. شابس هجي مهاجرن کي جن اچي ڪامورن جي ٽڪ مان ور ڪڍيو. الهہ تلهہ اڳيئي ڦرائي آيا هئا سو مختيارڪار توڙي ڊپٽيءَ جي آفيس ۾ زوريءَ گهسي ايندا هئا ۽ الٽو کين دبائيندا هئا ۽ زوري ڪرسيءَ تي چڙهي ويهندا هئا. مان هڪ دفعي ڊپٽي ڪليڪٽر ٽنڊي الهيار مسٽر محمد مبين وٽ ويٺو هئس تہ حاجي محمد

اڪرم يوسفاڻي جو وڏو معزز زميندار ۽ ڪروڙ پتي ڪارخانيدار ۽ وڏي ڳالهہ تہ تمام شريف ماڻهو آهي تنهن ملاقات لاءِ چوائي موڪليو. ڊپٽيءَ ڪيس گهرايو ۽ ڪرسي بہ ڪانہ آڇيائينس ۽ هو بيٺو رهيو. مون اٿي پنهنجي ڪرسي ڪيس آڇي پر هو نہ وينو ۽ ڊپٽيءَ بہ مون کي چيو تہ توهان وينا هجو. اها ڪامورڪي ڪنڊ جي ڪلي التو سندن آڏو آئي جو اڄ ڪامورا اهڙن ماڻهن معرفت سياسي اثر رسوخ استعمال ڪرائي نوڪريون بچايون وينا آهن، پر اسان سنڌين کي ٿوراڻتو ٿيڻ کپي مهاجرن جو جن ڪامورن جو زور پڇي بلڪ پوليس ٿاڻن تي حملا ڪري، اسان ۾ جيڪو ڏر ۽ ڏهڪاءُ ويهي رهيو هو سو ڪڍي ڇڏيائون. اڄ ماشاءالله ٻيو تہ ٺهيو، سنڌي عورتون بہ ٿاڻن جو گهيرائو ڪن ٿيون ۽ پريس ڪلب يا ڊي سي آفيس آڏو ڌرڻا ۽ بک هڙتال ڪن ٿيون. اهو هڪ وڏو انقلاب آهي، جنهن جو ٻج مهاجرن وڌو. نہ تہ اڳي عورتون تہ ڇا، پوليس ايندي هئي تہ مرد بہ ڀڄي ويندا هئا.

رڳو سنڌ ۾ نہ، پنجاب ۾ انهيءَ ڪان بہ حالتون خراب هيون. پروفيسر عبدالله ملڪ جو خود پنجابي ۽ ناليرو دانشور آهي سو پنهنجي مشهور ڪتاب "پنجاب ڪي سياسي تحريڪين" ۾ لکي ٿو تہ پوليس يا فوج، رڳو ڀرتي ڪرڻ خاطر ڪنهن ڳوٺ طرف ويندي هئي تہ سڀ مرد ڀڄي وڃي ٻيلن ۾ لڪندا هئا تہ متان کين فوج ۾ ڀرتي ڪيو وڃي. ائين پروفيسر صاحب پنجاب جي انهيءَ دعوىٰ جو ڀانڊو ڦوڙيو آهي تہ پنجابي ڪا بهادر، ويڙهو ۽ فوجي جذبي واري قوم آهي. حقيقت ۾ انگريزن پنهنجي مخصوص پاليسي هيٺ ميانوالي ۽ جهلم جي ماڻهن کي زوريءَ فوج ۾ ڀرتي ڪيو. هڪ دفعي مون سان مير علي احمد خان ٽالپر ڳالهہ ڪئي تہ هن هڪڙي وائسراءِ هند جا ريمارڪ پڙهيا هئا جنهن لکيو هو تہ، "پنجابيءَ کي مٺي تي هٿ ڦيرجي، پٺاڻ کي خريد ڪجي، بلوچ کي عزت ڏجي ۽ سنڌيءَ کي دٻائي رکجي." انگريزي ۾ آهي تہ:

Placate the Pubjabi, Purchase the Pathan,
Supress the Sindhi and Honour the Baloch.

ڏسو تہ حاڪم انگريز جو ڪيئن نہ قومن جي نبض تي هٿ هئو. اڳي اهو رواج هئو تہ وائسراءِ، گورنر، ڪمشنر ۽ ڪليڪٽر پنهنجا تاثرات مشاهدا ۽ مشورا هڪ مخصوص ڪتاب ۾ لکي ويندا هئا. قومن، قبيلن،

سردارن، وڏيرن ۽ عام ماڻهن بابت به. اهي سرڪاري ڪتاب هٿ ڪجن ته تاريخ جو بهترين ذريعو ثابت ٿي سگهن ٿا. اهڙو ڪتاب، عبدالقادر ابڙي جڏهن هو جيڪب آباد جو ڊپٽي ڪمشنر هئو ته مونکي ڏيکاريو هئائين پر پڙهڻ ڪونه ڏنائين جو منجهس ڪيترن ئي سردارن ۽ معززن جا نجي زندگي بابت سچا سچا احوال، حوالن سان لکيل هئا. اهو ڪتاب جنرل جان جيڪب کان وٺي مسٽر رڊلي ۽ ٻين ڪيترن جي هٿ اکر لکيل هئو. هاڻي به آفيسرن کي اهڙيون هدايتون ڏجن ته مستند تاريخ جو هڪ وڏو ذخيرو محفوظ ٿي ويندو. جس هجي سائين حسام الدين راشدي ۽ پير علي محمد راشديءَ کي جو اهڙا ضخيم ڪتاب لکي سنڌ جي سماجي توڙي شخصيات جي مڪمل تاريخ قلم بند ڪري ويا آهن. مان به هي تفصيل ان ڪري ويٺو لکان ته حقيقتون فاش ٿين ۽ هرڪو صورت جو اصلي روپ ڏسي سگهي. هي جو عبدالقيوم چاچڙ ۽ هارون صاحب کي پڪ هئي ته ابڙو ضرور ڇهه سؤ رپيا بچائي ويو هوندو، سو حقيقت ۾ سندن پنهنجو اندر پيو ٻولي. پاڻ جيڪڏهن ان پوزيشن ۾ هجن ها ته ضرور ڇهه سؤ رپيا ڪائي وجن ها. ۽ 1986ع جا ڇهه سؤ رپيا اڄ جي ڇهن هزارن برابر آهن. اندر جو برو ماڻهو، هر ڪنهن ٻئي جي لاءِ اهوئي سوچيندو جو هو خود پاڻ آهي.

پر ٻيو هڪ مسئلو تمام گنڀير ۽ سوچ طلب آهي جنهن جو مڪمل جواب مون وٽ ڪونه آهي. منهنجيون ٽيئي نياڻيون مارئي عرف شاهده، رابيل ۽ شبانه بلڪل نيڪ، خدمتگار، هر ڪنهن جي ڪم اچڻ واريون بلڪ الله واريون آهن. دشمن کي به تڪليف ۾ ڏسنديون ته ننڊ ڦٽي پوندن ۽ انهن جي هڙئون وڙئون مدد ڪنديون. سندن اوگڻن کي به گڻ ڪري پيش ڪنديون. سو شاهده مون کان ڏاڍو اٽانگو سوال پڇيو ته بابا ائين ڇو آهي جو چڱائي جو بدلو، الٽو برائي سان ڏنو ٿو وڃي. سنڌي روايت جو سهارو وٺي چيم ته بابا ويڇوڻ جو ڪم آهي ڏنگ هڻڻ، نانگ کي کير پيياربو ته به ڪکيندو. شاهده تمام سمجهدار آهي. مطمئن نه ٿي. مان خود به مطمئن نه آهيان. چياڻين چڱائيءَ جو بدلو اسين گهرون ڪونه ٿا. نڪو چڱائي مچوتيءَ لاءِ ڪيون ٿا، پر موٽ ۾ گلا طعنا ۽ گاريون ملن ته ڏک ته ٿئي ٿو. چياڻين جيڪي زالون مڙسن جون ڪڙيون تپائي تيون رکن ۽ سندن ويهڻ وهڻ ڪري تيون ڏين، مڙس انهن تان ٻلهار پيا وڃن ۽ جيڪي زالون ڏينهن رات مڙس

جو اونو رکن ۽ خدمتون ڪن انهن جو قدر ئي ڪونهي، چئبو تہ چڱائي غلط پاليسي آهي. مان انهيءَ سوچ ڪي سختيءَ سان رد ڪيان ٿو. جنهن عورت خدمت ڪي شعار بڻايو سا نيٺ وڃي اعليٰ منصب تي پهچندي، گهر ڏيائي ٿيندي ۽ حڪم هلائيندي تنهن ڪري وات اهائي ونبي. سوال جو باقي حصو ڏاڍو اٽانگو ۽ حل طلب آهي تہ چڱي سان برائي ۽ بري سان چڱائي ڇو ٿي ڪئي وڃي. مان وري بہ وڇون ۽ نانگ جو مثال ڏيندس، پلا ڇا ڪيان. ڳالهہ اها آهي تہ ڪن ماڻهن جي اندر ۾ وڇون ۽ نانگ وينا آهن، انهن ماڻهن جو ضمير مري چڪو آهي. هو خود غرض ۽ خود پسند ٿي پيا آهن ۽ ساڙ ۽ حسد ۾ پيا پچرن تہ ٻيو ڪو ماڻهو ڪائنن بهتر ڇو آهي. ساڙ ۽ حسد انهيءَ ڏنگ يا چڪ جي ڇيءَ ڪي هوا ٿو ڏئي ۽ اها ڇيي پڙڪو ڪائي، ڏنگ يا چڪ هڻي اطمينان سان ڦڻ ڪدي ڇپ مرڪائي، ور وڪڙ ڪائي پنهنجي اونداهي ٻر ۾ اطمينان سان ويهي ٿي رهي. اهڙا زهريلا جانور پنهنجي زهريلي عمل تي خوشي ۽ اطمينان حاصل ڪن ٿا. ساڙ حسد ۽ بنيادي بڇڙائي ڪي ڇا ٿو ڪري سگهجي. خود الله تبارڪ وتعاليٰ قرآن حڪيم ۾ نبي ڪريم ﷺ جو رحمت اللعالمين هئو، ڪي فرمايو تہ، ”تون ڇا بہ ڪرين ايمان ڪونہ آڻيندا. سندن اندر ۾ مرض آهي جو جيئن پوءِ تيئن وڌندو رهي ٿو. اهي انڌا آهن، ٻوڙا آهن ۽ سندن اکين تي پڙدا چڙهيل آهن پوءِ هو نہ سمجهندا. انهن جو مثال اهڙو آهي جو پنهنجي پرسان باهہ ٻاري ڇون تہ روشني آهي حالانڪ ان محدود دائري ڪان ٻاهر ڪين اوندهہ ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نظر نہ ايندو. وڃ جي روشني ۾ ٿورو هلي وري اوندهہ اندڪار ۾ ٿاٻڙندا رهندا.“ هيڏي وڏي قرآني فيصلي ڪان پوءِ بہ اطمينان نٿو ٿئي تہ چڱائيءَ جو بدلو چڱائي ڇو نٿو ٿئي. ان جو جواب اهو آهي تہ ٿيندو، ضرور ٿيندو. چڱائي جو بدلو نيٺ ملندو پر صبر شڪر ۽ ور ور چڱائي ڪرڻ سان، ماڻهو نہ، تہ الله ڏيندو. معاشرو ڏيندو، اوڙو پاڙو ڏيندو ۽ ڪو سجاڳ ضمير ڏيندو. وڏي ڳالهہ تہ پاڻ چڱائيءَ جي موت جو نہ انتظار ڪجي نہ آس رکجي. پر شاهده مائي چوي تہ دعا ڪيو تہ اسين اهڙا فرشتا ٿيون، اسين تہ انسان آهيون. هائو، ڏک ڏاڪڙا تہ ڏسڻا پوندا، ان ڪانسواءِ سک ڪٿان ايندو. تہ بہ شاهده مائي چوي تہ توهان زور آهيو، اسان بس ڪئي. هوءَ بہ برابر آهي. ماڻهو ايڏو وڏگڙدو، ايڏو ڪشاده دل ۽ ايڏو وسيع النظر ۽ فقير منش ڪٿان ٿيندو.

سالڪ چون ٿا ته رياضت سان ٿيندو. اهو به بلڪل صحيح پر الله چاهي ته ڪن کي ماءُ پيٽان ئي اهڙو ڪري ڇڏي ۽ ان کي اُمي چئبو آهي. جيئن ڪئمبرج جو پڙهيل ڪئنٽب، آڪسفورڊ جو پڙهيل آڪسان ۽ عليڳڙهه جو پڙهيل عليگ، تيئن ماءُ پيٽان عالم ٿي آيل اُمي. هونئن الله تبارڪ وتعاليٰ انسانن جي تقدير ۾ خسارو لکي ڇڏيو آهي، سواءِ انهن جي جن ايمان آندو (يقين رکيو) چڱا عمل يعني چڱايون ڪيون ۽ حق يعني سچ ۽ صبر جي تلقين ڪئي. هاڻي ته بس. الاهي فيصلو ميٺو پوندو. ماڻهو تيسمار يا ”عقل ڪل“ بڻجي پاڻ فيصلا نه ڪري، هدايت لاءِ رجوع ڪري. سچ، صبر ۽ چڱائي جو ترهو ٻڌي. راهون پاڻهئي کلي پونديون ۽ ڪنڊا ڪرڙ هٽي ويندا. واٽ وندر جي وڻ پيا ڏسيندا. شاهده مائي ته صابرين مان آهي پر رابيل چوي ٿي ته مونکان سُنو نٿو ٿئي مان ته بڇڙائيءَ کي بڇڙائي چئي بڇڙي جي منهن تي ٺهڪائي ڪينديس. اهو به شايد صحيح هجي ڇاڪاڻ ته بڇڙائي تي چشم پوشي ڪرڻ بڇڙائيءَ کي هٿي ڏيڻ ۽ بڇڙي کي شهه ڏيڻ برابر آهي ته. پلي وتي شريفن جون ٽوپيون لاهيندو. هاڻي هن تضاد کي مان ڪيئن منهن ڏيان. پر صبر جو مطلب اهو ناهي ته ظلم ۽ سياهه ڪاري تي اکيون پوري ڇڏجن. صبر جو مطلب آهي ته چڱائي جو عمل مسلسل جاري رکجي. نتيجي کان بي نياز رهجي. نتيجو الله تي ڇڏجي. ظالم کي ظلم کان روڪڻ خود هڪ وڏي چڱائي آهي. فرمايو ويو آهي ته مومن هڪ ئي ماں ٻه دفعا نه ڏنگبو آهي. اها غلطي مون ڪئي آهي. مان ميجان ٿو. تنظيمي معاملن ۾ مان ڪمزور ته نه آهيان پر شخصي معاملن ۾ حد کان وڌيڪ نرم دل يا ڪمزور آهيان. عبدالقيوم چاچڙ ۽ مسٽر ولي محمد بلوچ مونکي ٻن دفعن کان وڌيڪ ڏنگيو پر مان وري وري مٿن احسان ڪندو رهيس يا بيوقوف بڻجندو رهيس. ان معاملي ۾ سياستدان ڏاڍا زيرڪ ۽ دوررانديش ٿين ٿا. مون جڏهن ولي محمد بلوچ کي انهٺ سالن جي ڄمار ۾ غوث علي شاهه صاحب تي زور ڀري ٻيهر نوڪريءَ ۾ رکايو ته شاهه صاحب ٿورن ئي ڏينهن کان پوءِ مون کي چيو ته هن کي رکايو ته اٿئي پر ڏسجانءِ ته اهوئي تنهنجا پير ڪيندو. ٿيو به ائين. پر ڇا ڪجي هر ماڻهو پنهنجي طبيعت کان مجبور آهي. اهو مان فخر سان چئي سگهان ٿو ته مون ڪنهن به ماتحت کي يا ڪنهن به ماڻهوءَ کي نقصان نه پهچايو آهي.

چوندا آهن تہ جنهن کي ڪو دشمن نہ آهي انهيءَ کي ڪو دوست بہ نہ هوندو. مان انهيءَ مقولي جي نفي ڪريان ٿو ۽ پاڻ کي ثبوت طور پيش ڪريان ٿو. دوستن جي معاملن ۾ مان نهايت خوش نصيب رهيو آهيان. مون کي دوست اهڙا مليا آهن جو ذڪر ڪندي ڪندي دفتر پورجي ويندا پر ڳالهيون ڪونہ کٽنديون. باقي آغا رفيق جهڙا دوست، الله دشمن کي بہ نہ ڏئي. هاڻي بہ چوڏهن پندرهن سينئر آفيسرن کي ريٽي، سياسي اثر رسوخ هلائي، پروموشن وٺي ويو آهي. ڇا اها ڪنهن مهربان دوست سان سچائپ آهي؟ اهڙا ماڻهو انهيءَ کي ڪاميابي ٿا سمجهن ۽ ڪڇيون ٿا هڻن. اها ڪاميابي ناهي، غلطي آهي ۽ نيٺ رنگ لائيندي. الله سيني کي پناهہ ۾ رکي. وڏڙا دعا گهرندا هئا تہ الله حقئون بہ رکي ناحقئون بہ رکي. سڀ ڏي خير. مسٽر ولي محمد بلوچ، عبدالقيوم چاچڙ ۽ آغا رفيق صاحب شخصي مفاد خاطر هارون صاحب کي پنيلائي برغلائي مونکي ڊسمس ڪرڻ جو غلط ۽ غير قانوني قدم کڻايو. هارون صاحب تہ ان جو نتيجو ڀوڳيو. ولي محمد جو وسوڙل ۽ وهمي هئو سو هٿ ٻڌي مون کي چيائين تہ سائين مون کي دعا ڪيو ۽ معاف بہ ڪيو. مون چيو دعا ڪيانءِ ٿو پر معاف ڪونہ ڪندوسانءِ تہ ڏاڍو ڏنو. دلداري ڏني مانس تہ الله معاف ڪرڻ وارو آهي. اڄ جڏهن هو هن جهان ۾ ڪونہ آهي تہ مون کيس سڀ ڪجهہ معاف ڪيو.

هارون صاحب جو باب ختم ڪجي. ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ هو پير علي محمد شاهہ راشدي وٽ ويو ۽ چيائين تہ کيس ڪو اهڙو نسخو ڏئي يا گر سيکاري جو هو سنڌ جو ليڊر ٿي سگهي. پير صاحب چيس تہ ڦٽائين ٿو جمال ابڙي سان ۽ خواب ٿو لهين سنڌ جي ليڊري جا. اها ڳالهہ مون سان محترمہ بيگم ممتاز راشدي صاحبہ ڪئي جا خير سان حال حيات آهي. پير صاحب سان منهنجو ڪو اچ وڃ جو رستو ۽ ڪا گهڻي واقفيت بہ ڪانہ هئي پر هو هڪ نهايت ذهين، عقلمند، عالم ۽ سياست جي رڳ رڳ ڪان واقف هو. چرچل وانگر سياست سندس رڳن ۾ ڊوڙندي هئي. پير صاحب جڏهن گذاري ويو تہ مان سندس ٽڏي تي ويس. سائين جي ايم سيد ويٺو هئو. سندس هڪ پاسي محمود هارون صاحب ۽ ٻئي پاسي حسين هارون ويٺا هئا. مان سائينءَ جي ويجهو ويهي سائس هٿ ملايو. سائينءَ پڇيو، ”ميان جمال الدين هينئر ڪٿي آهين. مان رٽائر ڪري چڪو هئس. مون حسين هارون

ڏانهن نظرون کپائي سائينءَ کي چيو تہ هاڻي ڪنهنجو نوڪر نہ آهيان. سائين بہ اتر ڏنو تہ تون ڪڏهن بہ ڪنهن جو نوڪر نہ رهيو آهين. اهو سائينءَ جو سرٽيفڪيٽ هئو جو مون اکين سان لاتو. سائين ايڏو باخبر هئو جو ڄاڻائين ٿي تہ چوٽيهہ سالن جي لمبي سرڪاري نوڪريءَ ۾ مون ڪنهنجي غلامي ڪانہ قبولي هئي، نہ ڪنهن جي ڪاڻ ڪڍي هئي. چيئرمين انٽي ڪرپشن جي حيثيت ۾ مون جڏهن سنڌ جو گشت ڪيو تہ ان بابت باقاعده هڪ سرڪاري نوٽيفڪيشن نڪرندو هو جنهن ۾ ڊي سي، ايس پي ۽ ٻين آفيسرن سان ميٽنگ جا پروگرام ذري پرزي ڄاڻايل هوندا هئا. ان ۾ مون هڪڙو اسم سرڪاري طرح داخل ڪرائي ڇڏيو تہ سن ۾ سائين جي ايم سيد سان ملڻ، مون پوليس جي اٽالي کي ٻاهر بيهاري سائينءَ سان خلاصي ملاقات ڪئي ۽ صلاح مشورا ورتا. مطلب تہ رڳو هئو سائينءَ سان ملڻ ۽ پوليس عملي کي ٻڌائڻ تہ سائينءَ جي ڪيڏي عزت ڪبي آهي. حسين هارون صاحب ننڍو نيٽو نوجوان، دولتمند ۽ سياسي خاندان جو ماڻهو آهي. سندس چاچا، يوسف هارون ۽ محمود هارون پيرسن ٿي چڪا آهن. حسين هارون لاءِ ميدان ڪليل آهي. جيڪڏهن هو عوامي ماڻهن ۾ وڃي، صبر ۽ نوڙت سان سياسي ڪيتر ۾ ڪاهي پوي تہ هو ڪامياب ٿي سگهي ٿو پر ڪيس ڄاڻڻ کپي تہ سياست چالاڪين ۽ ٻين جي ترن ڪيڻ جو نالو ناهي پر هڪ نهايت مقدس ۽ نيڪ جذبن جو نالو آهي جنهن ۾ عوام جي امنگن سان گهري وابستگي لازم آهي. شخصي مفاد کي بلڪل پاسيرو رکجي ۽ عوامي مفاد لاءِ پاڻ ارپڻ ڪجي ۽ ذاتي خوشيون ۽ اميدون قربان ڪري ڇڏڻ کپن. پوءِ پاڻهئي ايندو هوت. ٽٽان ڦٽان ۽ ڦتڪڻ ڦرڪڻ مان ڪجهہ نہ ورندو. مسلسل عمل، مسلسل قربانيون ۽ حق ۽ صبر جي تلقين لازمي امر آهن. ڪاميابيءَ لاءِ ـ سا ڪاميابي بہ ڪا پنهنجي جند جيءَ لاءِ ڪانهي، پر عــوام جي ڀلي خاطر آهي. هڪ دفعي مشهور قانون دان ۽ فلسفي مرحوم اي. ڪي بروهي صاحب تقرير ڪندي چيو تہ حڪومت اهڙي ماڻهوءَ جي حوالي ڪجي جو حڪومت ڪرڻ نہ چاهي. مون کي سندس ڳالهہ ڏاڍي وڻي. جيڪو حڪومت ڪرڻ نہ چاهي ۽ ان کي تڇ سمجهي، اهو ضرور انصاف پسند ۽ اعتدال پسند هوندو ۽ خود پسندي ۽ خود غرضيءَ کان مبرا هوندو. اهڙو ماڻهو پاڻ کي هيٺو رکندو ۽ نهٺو ۽ عوام کي طاقتور ۽ خوشحال رکندو. اهائي ڪسوٽي آهي چڱائي ۽

برائيءَ جي.

اسان وٽ نام نهاد پير فقير، گڏهڙيءَ تي چڙهي اچن ۽ ڏسندي ڏسندي مرشد بڻجي ڪوٺن ۽ ماڙين ۽ زمينن ۽ جاگيرن جا مالڪ بڻجي وڃن ۽ سندن مريد وڃن پوٽا پوندا ۽ سندن حال اهيئي روهه رلا مٽي ڪلا. اسان وٽ لاڙڪاڻي ۾ هڪڙو ملا سڳورو خيرپور ناٿن شاهه، ڪڏڻ واهه جي ڪپ تان پڇي اچي مشورين ۾ ويٺو جو پوءِ مشوري شريف ٿي ويو. مون پنهنجي ڪنن سان ڪيس تجر باغ ۾ تقرير ڪندي ٻڌو. فرمائي رهيو هو تہ، ”لائوڊ اسپيڪر تي تقرير ڪرڻ غير اسلامي آهي. جيڪو بہ لائوڊ تي تقرير ٿو ڪري سو گڏهہ جون هينگون ٿو ڪري.“ خدا جوشان مون ان ئي بزرگ کي لائوڊ تان سندس ئي زبان ۾، رڙيون ڪندي ٻڌو. سندس عقيدتمندن ۾ شيخ برادريءَ جا مڙد توڙي عورتون تمام گهڻا هئا. شيخ صاحبان، تاجر برادري جا ماٺهو خوشحال، دولتمند، نرم مزاج ۽ عقيدي جا وسوڙل آهن. بزرگ سڳوري مال ملڪيت، جايون ڪوٺ ۽ زميندارين حاصل ڪري ورتيون ۽ پنهنجين ٻنين تي مريدن کان مفت هارپو ڪرائڻ لڳو. خود سندس شيخ مريد بہ سندس عجيب و غريب ڪهاڻيون ٻڌائڻ لڳا جن جو ذڪر ڪرڻ مناسب ناهي. ٻيو تہ ٻڌي ڳالهہ نہ ڪجي تہ چڱو. باقي جيڪي مون پاڻ ڏٺو سو مان چئي سگهان ٿو.

خانبهادر غلام محمد خان اسراڻ جو خود هڪ انصاف پسند، نيڪ نمازي بزرگ هو، اهو بہ سندس معتقد هئو ۽ وصيت ڪئي هئائين تہ سندس جنازي کي غسل اهوئي بزرگ ڏئي ۽ جنازي نماز بہ اهوئي پڙهائي. هي 1950ع جو ذڪر آهي. خانبهادر صاحب رات جو پنهنجي اوطاق تي کٽ تي ليٽيو پيو هو تہ ڪي مزور گڏهن تي سرون ڍوئي لانگهائو ٿيا تہ کين روڪي چيائين تہ ابا اهي سرون اسان جي مسجد وٽ لاهي وڃو. هنن عرض ڪيو تہ سائين هي پرئين ڳوٺ ڪنيون ٿا وڃون انهن اڳواٽ پئسا بہ ڏئي ڇڏيا آهن. چيائين تہ بابا اسان کي انهن کان وڌيڪ ضرورت آهي پئسا وٺو ۽ اهي سرون مسجد وٽ لاهي وڃو. خانبهادر صاحب جو حڪم پلا ڪير ٽاري سو پئسا وٺي سرون مسجد جي دروازي وٽ لاهي هليا ويا. صبوح جو نماز مهل خانبهادر صاحب وفات ڪئي ۽ اهي سرون سندس قبر تي ڪم آيون. سندس جنازي تي مان ۽ ادا شمس پهتاسون. خلقون ويٺيون هجن تڏي تي گلمن

غاليچن تي. عام توڙي معزز ماڻهو پٽ تي وينا هئا. دستور به اهو آهي. خانبهادر صاحب جا پٽ فرزند حاجي غلام مصطفيٰ خان اسراڻ ۽ روشن علي خان اسراڻ ڪنهن اوسيئڙي ۾ هجن. اتي اچي ڏهه ٻارهن وڳا ۽ تپش به شروع ٿي ته پڇيوسين ته چاچي دير آهي. چيائون ته مولوي صاحب ڏي جيپ موڪلي اٿئون، اچي ته غسل به ڏئي ۽ جنازي نماز به پڙهائي. نيٺ مولوي صاحب آيو ته چيلهه تي هٿ رکي بيهي رهيو. چيائونس ته سائين ويهو ته چؤڦير نظر ڦيرائي بيٺو رهيو ۽ نه ويٺو ته حاجي صاحب نوڪر کي هڪل ڪئي ته مولوي صاحب لاءِ ڪرسي آڻيو. هڪ نوڪر ست ڏئي موڙو کڻي آيو ته مولوي صاحب ان تي ٽنگ ٽنگ تي چاڙهي ويهي رهيو. ڇا هي تڪبر نه آهي؟ ڇا جنهن ۾ رتيءَ پر به تڪبر آهي اهو جنت جو حقدار آهي. الله غيب جوعلم رکي ٿو. اسان کي خبر نه آهي. تي سگهي ٿو بزرگ سڳوري کي گوڏن جو سور هجي پر ائين چيائين ڪونه. حاجي صاحب ڪيس خانبهادر صاحب جي خواهش ٻڌائي عرض ڪيو ته مولوي صاحب هلي غسل ڏئي پر هن صاحب انڪار ڪندي ساڻ آندل مريدن ڏي اشارو ڪيو ۽ انهن وڃي غسل ڏنو ۽ بزرگ سڳورو ڏاڍي مڳيءَ سان ٽنگ ٽنگ تي چاڙهي ويٺو رهيو. جنازي نماز پڙهايائين ۽ دعا به گهريائين ۽ جلدي ۾ اٿيو ته حاجي صاحب سچا سارا پنج سؤ رپيا ڪڍي ڪيس ڏنا ته هٿ سان مريدن ڏي اشارو ڪيائين ۽ انهن پئسا ورتا. حاجي صاحب عرض ڪيو ته خانبهادر صاحب جي ايصال ثواب لاءِ خير خيراتون ۽ ختما ڪيئن ڪيا وڃن ته بزرگ صاحب وڏي اعتماد سان چيو بس ڪا ضرورت ڪانهي. اسان سندس حق ۾ دعا گهري اها ڪافي آهي، ويو جنت ۾. اهو به هڪ قسم جو تڪبر. ٻيو به اکين ڏٺو واقعو ته بزرگ صاحب ريل گاڏيءَ مان لاڙڪاڻي اسٽيشن تي لٿو ته چيائونس ته جيپ ٻاهر بيٺي آهي ته ناراض ٿي پيو ته جيپ مٿي پليٽ فارم تي ڇو نه آندي وئي آهي. مريد ٻڳا سو پاسي وارو در کولائي جيپ مٿي پليٽ فارم تي چاڙهيائون تڏهن بزرگ صاحب بالم تي جيپ ۾ ويٺو. ڇا اهو تڪبر نه آهي؟ والله اعلم.

تازو هڪ ٻيو به بزرگ صاحب ساماڻو آهي. سيد محمد شاهه جنهن ڏسندي ڏسندي قنبر پرسان هڪ درگاهه جوڙائي آهي. رئيس زين العابدين عرف روشن علي خان اسراڻ سندس ڏاڍو معتقد هئو. هڪ ڏينهن رئيس جي

اوطاق تي وينو هئس تہ هڪ ماڻهو سهڪندو آيو ۽ ٻڌايائين تہ سائين محمد شاهہ آيو آهي. رئيس هڪدم اٿي ڪڙو ٿيو ۽ مون کان پڇيائين تہ توهان هلندا. مون هائو ڪئي. ٻئي تڪڙا تڪڙا ورهانگون پريندا ڳوٺ کان ٻاهر مسجد وٽ پهتاسون تہ شاهہ صاحب جيپ ۾ ويٺو هئو. اسان هٿ ڏنس. چيائين تہ مسجد ۾ ٿا هلون. مان رئيس، شاهہ صاحب جا ٻہ ٽي خادم ۽ هڪ ٻہ ٻيا ماڻهو مسجد طرف هلياسون تہ شاهہ صاحب ٻانهون لوڏيندو سيني جي اڳيان هلندي اچي مسجد ۾ بيهي رهيو. سندس خادم ڊوڙندا آيا ۽ غاليچي نما مصلو وڇايائون ۽ طول وهاڻو بہ رکيائون. شاهہ صاحب اتي ويٺو ۽ اسان سندس آڏو گوڏا ڀڃي ويٺاسون. شاهہ صاحب ٻہ چار دنياوي ۽ ديني ڳالهيون ڪري اٿيو ۽ اچي پنهنجي جيپ ۾ ويٺو. رئيس کيس چانهہ پاڻي، مانيءَ جي دعوت ڏني پر شاهہ صاحب ڪوئي معقول عذر ڏئي هليو ويو.

موٽي اوطاق تي پهچي رئيس مون کان منهنجا تاثرات پڇيا. مان ماٺ. نيٺ ٻہ ٽي دفعا سوال ورجائي رئيس چيو چئي ڏي، مان دل ۾ ڪونہ ڪندس. مون چيو رئيس مان ڇا ٿو چئي سگهان باقي هڪ حڪايت پڙهي اٿم سا ٻڌايان ٿو. سيد علي هجويري، داتا گنج بخش وٽ ڪو اوپرو شخص آيو ۽ وٽس ٻہ ٽي ڏينهن ٽڪي بغير ڪنهن سبب جي موڪلائي هليو تہ سيد علي هجويري رحمت الله عليه کانئس پڇيو تہ اي شخص آيو ڪيئن هئين ۽ وڃي ڪيئن پيو. ان شخص جواب ڏنس تہ ٻڌو هئم تہ تون وڏو بزرگ آهين سوچيم تہ روبرو وڃي ڏسان. هاڻ وڃان پيو تہ درويش پڇيس تہ ڀلا ڪجهہ ڏٺئي. هن جواب ڏنس تہ مون تہ ڪجهہ بہ نہ ڏٺو ۽ ائين چئي پٺي ڏئي هليو تہ سيد صاحب سڏ ڪري چيس تہ اهو ٻڌايو تہ انهن ٽن ڏينهن ۾ مون ۾ ڪا اهڙي ڳالهہ ڏٺئہ جا حضور ﷺ جن جي سنت جي برخلاف هجي. هن شخص ويچار ڪري جواب ڏنو تہ نہ اهڙي ڪا ڳالهہ نظر نہ آيم. اها ڳالهہ ٻڌي سيد علي هجويري الله تعاليٰ جو شڪر ادا ڪيو. رئيس صاحب منجهي پيو ۽ چيائين ڇا مطلب. مون چيو سائين پندرهن ويهہ منٽن ۾ هن شخص، سنت رسول الله ﷺ جون ٽي چار ڀڃڪڙيون ڪيون. هڪ تہ توهان وٽ اچڻ کان عار ڪيائين ۽ توهان جي ڳوٺ اچي توهان کي گهرائي پنهنجو استقبال ڪرايائين. ٻيو تہ پاڻ اڳيان ٿي هليو. ٽيون تہ مسجد ۾ امتيازي جڳهہ تي ويٺو چوٿون دعوت قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيائين. اهي سڀ سنت

رسول الله ﷺ جي پيڇڪڙي آهن.

رئيس ڪي ڳالهه سمجهه ۾ آئي ۽ چپ ٿي ويو. پڇيائين توڪي ڪو بزرگ مليو مون چيو هائو، ميان منظور صاحب مدني جو اصل ته خيرپور ميرس جو هئو پر پوءِ مديني شريف ۾ مستقل رهائش پذير ٿي ويو. مان هڪ دفعي لاهور ۾ هئس ته خبر پيم ته بزرگ صاحب گلبرگ ۾ ميان شجاع الدين جو ان وقت لاهور جو ميئر هئو ان جي بنگلي تي رهيل آهي. مان ۽ منهنجي گهر واري صبوح جو ڏهين بجي ڌاري ساڻس ملڻ وياسون. وڃون ته شجاع صاحب جي شاندار بنگلي جي ڪليل لان تي ڪيئي لاهور جا معزز ماڻهو ۽ خواتين اڳ ۾ ئي بزرگ سان ملڻ جي اشتياق ۾ ويٺا هئا. مان شجاع صاحب کي ڪونه سڃاڻندو هئس. پڇا ڪري وٽس ويس ۽ کيس عرض ڪيم ته بزرگ کي اطلاع ڪري ته جمال الدين ابڙو حاضر ٿيڻ چاهي ٿو. مون کي چتائي ڏسي چيائين ته هي سڀ معزز ماڻهو اڳ ۾ ئي انهيءَ انتظار ۾ ويٺا آهن توهان به ويهو. مون اصرار ڪيو ته توهان رڳو بزرگ کي اطلاع ڪيو پوءِ جي گهرايائين ته واهه نه ته مان هليو ويندس. ڪجهه حيرانگيءَ مان مون ڏي نهاري چيائين ته نالو لکي ڏيو ته ماڻهوءَ هٿان موڪليونس ٿا. مون اڳ ۾ ئي ڪاغذ تي پنهنجو نالو لکي آندو هئو. شجاع صاحب اهو پرزو هڪ ماڻهوءَ کي ڏنو ۽ چيو ته جنهن مهل توکي بزرگ سڏي ته هي پرزو ڏجانس. جهٽ ڪانه گذري ته بزرگ اسان کي گهرائي ورتو. عجب! بزرگ بدن جو سنهو، ڪمزور، گوڏ، گنجيءَ ۾ ڊاڪڻ هيٺان هڪ تڏيءَ تي ويٺو هئو. مون سان گڏ گهر واريءَ کي ڏسي هڪدم قميص ڪٽي پاتائين. مٿي تي انگوڇو ويڙهيل هئس. سندس منهن ۾ عجيب ڪشش ۽ معصوميت هئي. ائين ٿي لڳو ڄڻ بلڪل مطمئن هجي. پورا لفظ هٿ نٿا اچن. چا ڪجي، مان سوچيندو انگريزي ۾ آهيان پوءِ ان جو ترجمو مشڪل يا ذري گهٽ ناممڪن هوندو آهي. مون ڏٺو ته He was completely at peace with himself يعني پنهنجو پاڻ سان مڪمل امن ۽ شانتيءَ ۾ هئو. مون ٻڌو هو ته هو ڪنهن جي چوڻ تي دعا لاءِ هٿ نه کڻندو آهي رڳو ايترو چوندو آهي ته الله چڱي ڪندو، الله خير ڪندو ۽ ماڻهو خوش ٿي ويندا آهن. مون کيس چيو ته منهنجو پٽ بدر مارشل لا ڪيس ۾ بند آهي دعا ڪيو ته آزاد ٿي اچي ته هڪدم هٿ کنيائين ۽ چيائين ”يا الله مظلوم کي ظالم جي ظلم کان پناهه ڏي.“ ڪيترو نه احتياط

ڪان ڪم ورتائين دعا گهرڻ ۾. وري چيومانس تہ سائين مون غريب ساڌا ست لک ڀري ڪراچيءَ ۾ پلاٽ ورتو آهي پر هڪڙو وڏو ماڻهو هرويرو ضد ۾ ڪيس مٿان ڪيس ڪندو ٿو اچي ان لاءِ دعا ڪيوم تہ وري بہ هٿ ڪنيائين ۽ تمام محتاط لفظن ۾ چيائين، ”يا الله حقدار کي حق ڏيار.“ مون سنئون سڌو محسوس ڪيو تہ ولي الله حجت سان مداخلت نہ ڪندا آهن. ائين ڪندي سائرن وڳا ۽ گوڙ ٿيو. بزرگ چيو تہ هو اچي ويو توهان ٿورو پاسيرو ٿي وڃو. اسان بہ ٿورو پاسيرو هڪ ڪنڊ ۾ پٽ جي پنيان ٿي ويٺاسون تہ جنرل ضياء آيو. بزرگ چيس ويهو ويهو. مون محسوس ڪيو تہ جنرل صاحب يا تہ بغلگير ٿيڻ ٿي چاهيو يا هٿ چمڻ ٿي چاهيا پر بزرگ کيس تلقين ڪئي تہ ويهي رهہ. پهرين ڳالهہ جا بزرگ چيس سا اها تہ مون وٽ اچين تہ وردي ۾ نہ اچ ۽ ٻيو تہ اهو سرڪاري گاڏين جو شور شرابو بہ نہ ڪر. جنرل صاحب حاضر حاضر چوندو رهيو. ضياء صاحب کيس اسلام آباد پريزيڊنٽ هائوس اچڻ جي دعوت ڏني پر بزرگ چيو هائو جڏهن موقعو مليو تہ ايندس. جنرل صاحب کيس هيليڪاپٽر امائڻ جي آڇ ڪئي پر بزرگ چيو تہ نہ اسان آياسون تہ پاڻهي اچي نڪرنداسون. ضياء صاحب عرض ڪيو تہ سندس حياتي ۽ حڪمراني لاءِ دعا ڪري. بزرگ چيو تہ حڪمراني توڙي حيات ۽ موت، الله جو امر آهن. جنرل صاحب ويو تہ اسين ٻئي وري بزرگ وٽ وياسين. منهنجي گهر واري عبادت گذار ۽ ورد وظيفن ۽ درود شريف جو مسلسل ورد ڪرڻ واري هئي، تنهن عرض ڪيس تہ اسان ٻنهي کي مريديءَ ۾ قبول ڪري ۽ ذڪر الاهي عطا ڪري. مريد ڪرڻ کان تہ صاف انڪار ڪيائين ۽ ذڪر لاءِ چيائين تہ اوهين ٻئي اڳيئي الله ڪرڻ وارا آهيو توهان جو ٿا مريدي جي جهنجهٽ ۾ پئو. اسين ماٺ ڪري موڪلائي هليا آياسون. بزرگ صاحب پنهنجي هٿ اکر هڪڙو مخصوص درود شريف مونکي لکي ڏنو ۽ چيو تہ هر نماز کان پوءِ صرف يارنهن دفعا پڙهڻ ڪافي ٿيندو. بزرگ صاحب جا هٿ اکر (صورتخطي) ڏاڍا سهڻا هئا. پاڻ ڪنهن وقت اسڪول ۾ استاد هئو. هي 1980ع جي ڳالهہ آهي. منهنجي بزرگ سان ٻي ملاقات خيرپور ميرس ۾ سندس جاءِ تي 1983ع ۾ ٿي جڏهن مان هاءِڪورٽ جو رجسٽرار هئس. بزرگ اهوئي گوڏ گنجيءَ ۾، مٿي تي انگوڇو ٻڌل ۽ پٽ تي ويٺل هئو. مون سان گڏ خيرپور جو سيشن جج بہ هئو. ٻہ ٽي منٽ ويهي مونکي چيائين

تہ ٻاهر مرشد جي مزار تي ويٺو اٿم. هلون، اتي ڪڙا ٿيا سون. منهنجي بدنصيبي جو سائٽس گڏ مزار تي نہ ويس. مون ٻوڪپائي ڪري اهڙا ٻہ ٽي موقعا وڃايا آهن. شايد منشاء ايزدي ائين آهي. نہ تہ ڊاڪٽر مظهر ڪوسو ڳالهہ تو ڪري تہ سائين، پنهنجي مرشد سان ملاقات ڪرائي ٿو. ڊاڪٽر مظهر ڪوسو ايم بي بي ايس سينئر ڊاڪٽر آهي ۽ ظاهر آهي تہ سائنسي سوچ رکندڙ ماڻهو آهي.

ٻيو هڪ واقعو آهي تہ ڪوٽڙيءَ ۾ هڪڙو مستانو درويش هوندو هو بابا صلاح الدين. ڪتلي هٿ ۾ ۽ هڪ ننڍڙي هڙ ڪڇ ۾ سڄو ڏينهن گهٽين ۾ هلندو وتندو هئو. ڪتليءَ ۾ تہ الائي پاٽي هئو الائي ڪير الائي ڪاري چانهہ. ڪو چوندو هئس تہ مونکي پيار تہ نہ نہ ڪندي گهٽين ۾ گم ٿي ويندو هو. ڪوٽڙيءَ جو معزز ماڻهو حڪيم محمد عابد اجميري سندس خدمت ڪندو هو پر ان کي بہ ڪتليءَ مان پيئڻ ڪونہ ڏيندو هئو. منهنجا سا‌هرا ڪوٽڙيءَ جا آهن. هڪ ڏينهن گهٽيءَ ۾ منهنجي سامهون اچي ويو. مون سان ڪجهہ حال اورياائين جو مون بلڪل نہ سمجهيو. پوءِ پاڻهئي ڪتلي مون ڏانهن وڌائي چيائين پيءَ، مان محتاط ماڻهو، سوچيم الائي اوبر آهي الائي صاف سنائي واري (هائجنڪ) بہ آهي الائي نہ، سو ڪونہ پيتم. شام جو حڪيم صاحب منهنجي سهري ميان شمس الدين قريشي وٽ روزانو ڪچهري ڪرڻ ايندو هئو. سائٽس ڳالهہ ڪيم تہ افسوس وچان هٿ مهٽيندي چيائين جمال صاحب توهان تہ ڪمال ڪري ڇڏيو. اسين تہ سڪون پيا تہ بابا رڳو هڪ ڍڪ پيئڻ ڏئي. جيڪڏهن پين ها تہ چوڏهن طبق روشن ٿي وڃني ها، مان اهڙو ويسهہ وسوڙل ڪونہ آهيان سو ڪلي ڪٿي ماٺ ڪيم. ڪجهہ سالن کان پوءِ ڪوٽڙي ٻڏڻ جو خطرو پيدا ٿيو. ٻن طرفن کان درياهہ شاهہ پنهنجي ڀرپور موج مستي سان ڪوٽڙيءَ کي گهيري ويو. ماڻهن ۾ ڏهڪاءُ پئجي ويو. بابا صلاح الدين کي چيائون تہ درياهہ کي جهل. ڪلي سوال ڪيائين، "هان، ائين." پنهنجي ڳنڍڙي حڪيم عابد جي حوالي ڪري درياهہ طرف ويو ۽ درياهہ لهي ويو. بابا صلاح الدين وري ڪنهن نہ ڏٺو. ماڻهن جو چوڻ آهي تہ درياهہ ۾ لهي ويو، پر ائين نہ آهي. حڪيم محمد عابد کي چيم تہ اها ڳنڍڙي تہ کولي ڏسون تہ ان ۾ آهي ڇا. صاف انڪار ڪيائين تہ اها مون وٽ فقير صاحب جي امانت آهي مان نہ ڪنهن کي ڏيندس نہ

ڪوليندس. حڪيم محمد عابد صاحب به گذاري ويو آهي. سندس پوئين اها هڙ سنڀالي رکي آهي الائي نه.

ٽيون واقعو لاڙڪاڻي ۾ آيل هڪ درويش جو آهي جڏهن مان نندو هئس. ان مون کي هڪ نظر ڏسي ادا شمس کي سڏي پڇيو ته هيءَ ڇوڪر ڪير هئو. ادا چيس ته منهنجو ننڍو ڀاءُ. چيائينس ته هن جي منهن ۾ مٺيا آهي. حضور جن کي خواب ۾ ڏٺو اٿائين. ادا مونکان ان رات خلاصگائيءَ ۾ پڇيو ۽ پوءِ وچي بزرگ کي ٻڌايائين. بزرگ خواب جو احوال ٻڌي چيو ته وڏي ترقي ڪندو پر چوينس ته پنهنجا عقيدا درست ڪري. مان تن ڏينهن ۾ هارين ۽ مزدور تنظيمن ۾ ڪم ڪندو هئس. ادا صلاح ڏني ته هلي بزرگ سان ملاقات ڪر ۽ فيض وٺ پر مون تاري ڇڏيو. هاڻي ٻڌايو ته هڪ ڏاڙهي اٽجاتل اٽسيجاتل ماڻهوءَ کي منهنجي خواب ۽ منهنجي عقيدن جي ڪيئن خبر پئي. پيٽائي رح به سچل سرمست کي ٻالڪپڻي ۾ ڏسندي، ڪجهه اهڙائي رمارڪ ڏنا هئا.

ٻيا به گهڻيئي واقعا آهن. پر ڪول نه ڪجي. مُٺ پيڙيائي پلي. هن دنيا جي ظاهري نظام کان علاوه ٻيو به ڪو نظام آهي. چون ٿا ته غوث، قطب ۽ ابدال آهن جن جو حڪم هلي ٿو. دانشور ته ڪلندا پر منهنجي هڪ ابدال سان ملاقات ٿيل آهي. پڙهندڙن کي بور نٿا ڪيون، مهل موقعي سان اهڙين وارداتن جو ذڪر ايندو رهندو. محترم محمد ابراهيم جويو صاحب اهڙين ڳالهين تي وهلور ويندو آهي؛ پر رڳو اسلام دشمنيءَ سبب. جڏهن مان، اياز ۽ پاڻ هڪڙي رات اسلام ڪوٽ ۾ سيٺ نهالچند وٽ ٿر جي سفر دوران ٽڪيا هئاسون ته هڪ مٺ ۾ هڪ هندو ٻائي سان ملاقات لاءِ وياسون. مهنت صاحب پنهنجي قابليت ڏيکاريندي پٽائي، ڪبير ۽ ميران ٻائي جا بيت حوالن خاطر، غلط سلط پڙهندو رهيو، باقي هئو فقير منشن سنياسي. موٽياسين ته جويو صاحب ٻائي جي ساراهه مان ڍاپي ئي نه پيو. باقي جيڪڏهن ڪنهن مسلمان درويش، بزرگ يا رسول ڪريم ﷺ جي ڳالهه ڪيو ته جويو صاحب ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويندو. هيءَ ڪهڙي ايمانداري آ. حقيقت ڇا هئي ته ڪميونسٽ حضرات صرف اسلام کي ئي ڪميونزم جو مدمقابل سمجهندا هئا تنهن ڪري اسلام ۽ اسلامي عقيدن تي ٽوڪ ۽ طنز ضروري سمجهندا هئا ۽ اخلاقي قدرن جي ڀڃڪڙيءَ کي همٿائيندا هئا. شرابخوريءَ تي شاباس

چوندا هئا. حالانڪ سڄي دنيا شرابخوريءَ تي بندش وجهڻ لاءِ متفق آهي. جوئا، ڪوڙ ۽ زنا کي بہ صرف اسلام دشمنيءَ ۾ مباح سمجهندا هئا حالانڪ ڪميونزم ۽ ڪميونسٽ ليڊر بہ اخلاقيات جا حامي هئا. هوچي منهہ هڪ ڪامريڊ جي دعوت کائڻ سندس گهر ويو. اتي ان ڪامريڊ پنهنجي زال سان توهين آميز لفظن ۾ ڳالهايو. هوچي منهہ ماني کائڻ بنان اٿي آيو ۽ ان ڪامريڊ کي پارٽيءَ مان ڪڍي ڇڏيائين.

اسان وٽ ڪامريڊن اهڙو ماحول ڪٺي پيدا ڪيو جو بيحزائي تي ڪلي خوش ٿي فخر ڪرڻ لڳا. لاڙڪاڻي ۾ تاج محمد ابڙي جي اوطاق تي پراڻي سکر جي اهل مماتي واري پير خيرالدين شاهہ بخاري بادشاهہ جي ڳالهہ نڪتي جنهن جي درگاهہ جا مجاور پيرزاده عبدالستار، عبدالحفيظ ۽ عبدالمجيب جهڙا معزز ۽ پروقار ماڻهو آهن. ڪن چيو تہ بخاري بادشاهہ مرادون، پڄائي ٿو تہ ڪن مخالفت ۾ ڳالهايو. مولوي نذير حسين جتوئي وينو هئو جو پاڻ کي ڪميونسٽ سڏائيندو هئو. ان چيو تہ بخاري بادشاهہ سندس مراد تہ هڪ ڪن ۾ پوري ڪئي. سيئي واٺڙا ٿي مولوي صاحب کان پڇڻ لڳا. چيائين تہ نماشام جي مهل هئي هڪ زائفان ڏاڍي عاجزي سان پٺي دعائون گهريون. چوڪيدار اعلان پئي ڪيو تہ سڀ ماڻهو نڪرن تہ هو در بند ڪندا. مولوي صاحب مائيءَ کي ڪن ۾ چيو تہ تون ۽ مان لڪي ٿا وڃون پلي در بند ڪن، سو مان ۽ مائي ڪنڊن ۾ لڪي وياسون ۽ در بند ٿي ويو پوءِ تہ سڄي رات بخاري بادشاهہ مرادون پڄائيندو رهيو. مون کي شڪ ٿيو تہ مولوي صاحب هٿ جي ٺاهي پيو هٿي پر جي حقيقت بہ هئي تہ اها تہ شرم جهڙي ڳالهہ هئي، ان ۾ فخر ڪهڙو. جنگشاهي، جو پليجي صاحب جو ڳڙهہ آهي، اتي هڪ نوجوان مليم جنهن پنهنجي قابليت ۽ آزاد خياليءَ جو اظهار هيئن ڪيو جو چيائين تہ سائين نياڻي سٺ قرآنن جي برابر آهي پر رات جو نوان نڪور سٺ قرآن منهنجي ٽنگن جي رحل تي پيا تڙڦندا آهن. ڪهڙي نہ بيهوده ڳالهہ پر ماحول اهڙو پيدا ڪيو پئي ويو جو بداخلاقي ۽ بدڪرداري کي روشن خيالي سمجهيو ٿي ويو. هيءَ ڪهڙي معاشري جي يا نوجوان طبقي جي خدمت آهي؟ ڇا اهڙي بيهودگي ۽ بداخلاقي کي روشن خيالي چئبو؟ تفوبرتو اي، چرخ گردان تفو.

شخصيات ۽ سندن اعمال ۽ ڪردار جي وڏي اهميت آهي. جيڪڏهن

صرف لکتين ۾ فلسفي سان انقلاب اچن ها ته پوءِ مارڪس لنڊن ۾ ڪسمپرسي جي حالت ۾ نه مري ها. لينن ۽ مائو پنهنجي اعمال ۽ ڪردار سان سوشلزم نافذ ڪري ويا. حضرت موسيٰ عليه السلام جهڙو جليل القدر رسول به لاڳيتو چاليهه سال سينائي جي پهاڙن ۽ فلسطين جي وادين ۾ قوم جي عملي تربيت ڪندو رهيو. مان پوين ائن ڏهن سالن کان مسلسل ۽ باقاعدگي سان، دل جي ماهر ڊاڪٽر اظهر فاروقيءَ کان چڪاس ڪرائيندو اچان. منهنجي دل جون مشڪون پنجهتر سيڪڙو ناڪاره آهن. صرف پنجويهه سيڪڙو دل ڪم ڪري ٿي. مثان وي. ايس. ڊي به اٿم يعني دل جي ٻن حصن وچ ۾ سوراخ، جنهن ڪري ڳاڙهو صاف رت ۽ ڪارو ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ وارو رت پاڻ ۾ مِڪس يعني ڳاڏڙجي وڃن ٿا. هر مهيني ٻئي، ڊاڪٽر مون کي چڪاسي چوندو آهي ته بلڪل نارمل. لفظ اسٽيبل Stable استعمال ڪندو آهي. هڪ ڏينهن حيرت وچان چيائين ابڙا صاحب حيرت آهي، هن وڏي عمر ۾ هيترن سالن ۾ توهان سٽيبل آهيو، حالانڪ پنجويهه، ٽيهه، پنجٽيهه سالن جا بيشمار نوجوان مون وٽ اچن ٿا جي هائپرٽينشن ۾ ورتل، اعصابي مريض، بلڪ دل جا مريض ٿي مريو وڃن، توهان وٽ ڪهڙو جادو يا راز آهي. مون کلي چيو ڊاڪٽر صاحب حيات ۽ موت جو مڪمل اختيار الله وٽ؟ چيائين هائو. مون وري پڇيو ته عزت ۽ ذلت جو مڪمل اختيار به ان وٽ. چيائين هائو. چيم رزق جو ته ذمو ئي پاڻ کنيو اٿائين. چيائين بلڪل صحيح. مون چيو باقي مون وٽ ڇا بچيو پريشان ٿيڻ لاءِ. منهنجي هٿ کي زور ڏئي چيائين ته پوءِ اهڙيون ڳالهيون لکو نه اخبارن ۾. مون چيو نه. حيرت سان چيائين ڇو؟ مون چيو لکڻ سان ڪجهه نٿو ٿئي. ائين ته قرآن به ڪافي هئو، توريت به ڪافي هئو پر رسول به ضروري هئو جو اعمال ۽ ڪردار جو نمونو بڻجي، تقديرون مٽائي ڇڏي ۽ ڊاڪٽر صاحب هوئن به الله جنهنکي چاهي هدايت ڏئي ۽ جنهن کي چاهي گمراهه ڪري ۽ قرآن الحڪيم جي آيت پڙهيم ته ”يهدي من يشاء و يضل مَن يشاء“ ڊاڪٽر سوچ ۾ پئجي ويو ۽ لاجواب ٿي ويو.

هي جو اسان کي حڪم ڪيو ويو ته درود پڙهو رسول تي ۽ اسين پڙهندا اچون، جو اسان لاءِ بلڪ انسان ذات لاءِ بهترين طرز عمل آهي. هڪ دفعي مان ۽ پروفيسر اياز قادري، تاج محمد ابڙي وٽ ويٺاهئاسون ته تاج

محمد، حضور ﷺ متعلق هڪ نازيباً لفظ استعمال ڪيو. قادري صاحب ڪڪو وڪو ٿي ويو ۽ ڦڪي ڪل ڪلندي تاج محمد کي منع ڪيائين ۽ اعتراض ڪيائين. مون تي ته وچ ڪري ۽ سخت ڪاوڙ ۾ مٿان ٿي ويس. قادري صاحب ته اٿي ويو. تاج محمد منهنجي حالت ڀانپي مونکي هٿ کان جهلي اندر ڪمري ۾ وٺي آيو ۽ مون کي سمجهائڻ لڳو ته شخصيات کي اهميت ڏيڻ کي Personality Cult چوندا آهن جو صحيح نظريو ناهي. مان چپ رهيس. حقيقت ۾ ته مونکي ڪيس ردڪد ڏيڻ کپندو هو يا بائيڪاٽ ڪرڻ کپندو هو. پر شايد منهنجو جذبہ ۽ ايمان ڪمزور هئو. انڻ ڏهن ڏينهن کان پوءِ تاج محمد ۽ مان اڪيلا ويٺا هئاسون. مون کيس چيو ته تاج محمد، ڀڏو اٿم ته لينن مفعول هئو ۽ هارين ۽ مزدورن کان اهو فعل ڪرائيندو هئو. تاج محمد صفا آپي مان نڪري ويو ۽ ڪاوڙ مان چيائين، ”مهربان، سمجهي ڳالهاءِ.“ مون به مشڪندي چيو، ”تاج محمد، تون نظريہ شخصيات ۾ جڪڙيل آهين.“ اتي ڳالهه تازي ويو ۽ ماٺ ڪري ويهي چيائين ته رومال ۾ ويڙهي موچڙو هٽي ڪديئي. پاڻ پيري اهو حال اٿن ۽ پين جي احساس جي ڪا عزت ڪانہ اٿن.

مرحوم حيدر بخش جتوئيءَ جي به اها عادت هئي. عام جلسن ۾ لائوڊ اسپيڪر تي الله تبارڪ وتعاليٰ جي شان ۾ گهٽ وڌ ڳالهائيندو هو. ان جو عوام تي التو اثر پوڻ لڳو. خود پارٽي وارن کيس منع ڪئي ته مذهب يا الله تعاليٰ بابت هو تقرير ۾ ڪجهه نه ڳالهائي. حيدر بخش ڏاڍو مخلص هو ۽ معصوم طبيعت به. چيائين چا ڪيان پاڻ روڪي نٿو سگهان. پارٽي وارن مونکي حڪم ڪيو ته مان حيدر بخش جي پرسان ٿي ويهان ۽ جڏهن تقرير دوران هو مذهب جي موضوع تي اچي ته مان سندس قميص کي چڪ ڏيان ته هو پاڻ روڪي ويندو. حيدر بخش کي به اها تجويز وڻي. تقرير ڪندي جڏهن جوش ۾ آيو ۽ مذهب جو موضوع چيڙيائين ته مون سندس قميص کي چڪ ڏني ته لائوڊ اسپيڪر تي زور زور سان چيائين ته ڪامريڊ مونکي نه جهليو ماٺهن کي سچ ٻڌائڻ گهرجي. مون وري به سندن قميص کي چڪ ڏني ته نالو کڻي چيائين ته ڪامريڊ فلاڻا مون کي نه روڪ، چوڻ ڏي. مرحوم جو پنهنجو حال اهڙو هو جو ڪانئس ڪو ڪم ڪڍڻو هوندو هو يا ڪو مخصوص بيان ڏيارڻو هوندو هو ته تاج محمد ۽ مان، لينن جو فوٽو کڻي پوءِ

وٽس ويندا هئاسين. جڏهن مطلب جي ڳالهہ تي ايندا هئاسين تہ تاج محمد، لينن جو فوٽو ڪڍي اڳيان رکندو هو تہ مرحوم حيدر بخش هميشه جذباتي ٿيندي، ڪٻي مٿ ڀڪوڙي چوندو هو پارٽي لاءِ جان بہ حاضر آهي حڪم ڪيو ڇا ڪرڻو آهي. ڇا اها صاف اڱهاڙي شخصيت پرستي نہ آهي. اسين تہ وري بہ اصولن ۽ اخلاقيات جي ڳالهہ تا ڪريون. هوُ تہ پارٽيءَ جي نانءُ تي سڀ حدون اورانگهي تا وڃن. ڪير نٿو ڄاڻي تہ روس ۾ پارٽي مفاد ۾ لکين ماڻهو ۽ ڪارڪن ڪُٺا ويا. اهڙو ڪوس ڪري پوءِ اصول ٺاهيو ويو تہ زياده ماڻهن جي زياده مفاد خاطر، ڪجهہ بہ ڪرڻ جائز آهي. انهيءَ ڪان تہ مهاتما ٻڌ جو اصول چڱو تہ ڪارو نانگ تہ ڇا، هڪ ماڪوڙي بہ نہ ماريو. اهو تہ هڪ بهشتي اصول ٿيو. جنت ۾ ئي ائين ڪري سگهبو. انسان ذات جي مفاد خاطر اهڙا آفاقي اصول جڙندا آهن، اسان جي مذهب ۾ فرمايو ويو تہ هڪ انسان جو قتل، ساري انسان ذات جو قتل آهي. انهيءَ آفاقي مذهب جا پيروو وتن ڊولڪيون وڄائيندا تہ ڪارو ڪاري جو قتل جائز ۽ عين اسلام آهي. تفو بر تو.

اهو ”تفو برو تو“ تڪيو ڪلام هوندو هئو. خان صاحب عبدالحق وڪا جو، هو اڄ ٽين سيپٽمبر 1996ع، اڱاري جي ڏينهن، صبح جو تندي آدم ۾ گذاري ويو. صبوح جو ڇئين بجي نوڪر ڪان پاڻي گهريائين ۽ نئڊ نہ اچڻ جي شڪايت ڪيائين. صبوح جو پنجين بجي آرام سان بنان شور شڪايت جي آرام سان دم ڏنائين. ڏاڍو ذهين، دلچسپ ۽ زنده دل ماڻهو هئو. ڪچهري ۽ مذاح جو ڪوڏيو. وٽس ويٺي ڏکندو ڏور ٿي ويندو هو. کل مسخري لڳي پئي هوندي هئي. چرچو گهبو بند ئي ڪونہ ٿيندو. عام توڙي خاص وٽس ڳاهٽ پيا ٿيندا هئا. هر ڪنهن کي کلي پيو ڪيڪاريندو بلڪ ياڪر پائي ملندو. پلي ڪو مزور، هاري، پنگي يا ڇُهڙو هجي. سندس هڙئون وڙئون مدد ڪندو هو. هٿ جو چوٽ، سخي مرد هئو. سڀ و۠ا ماڻهو سندس سلامي هئا. پيراڻي جا چام، سنڌڙي جا جوڻيجا، فدا حسين ڏيرو، رسول بخش مري وارا شاهنواز جوڻيجو، مهاجر، پنجابي، آفيسر ۽ عوام هرڪو پير پري وٽس ايندو هو. پاڻ ڪاڏي ڪونہ نڪرندو هو. سندس حسن اخلاق ۽ اخلاص اهڙو هو جو سڀ ڇڪجي وٽس ايندا هئا. نوڪرن هارين وغيره کي سڏي گڏ ويهاري ماني کائيندو يا چانهہ پيئندو هو. پوليس

جو ايس پي هئو ته به اردلي يا سپاهيءَ کي سڏي گڏ ويهاري چانهه پياريندو هو. سندس دوستن ۽ مداحن جو دائرو تمام وسيع هو. جتي به رهيو اتي سٺو نالو ناموس ڇڏيائين. اصولن تي سوديبازي ڪانه ڪيائين ۽ نه ئي پئسي جو پوڄاري هئو. هر ڪنهن جي ڪم ايندو هو ۽ هر ڪنهن تي احسان ڪيائين. پنجاسي سال عمر ماڻيائين ۽ سڄي صدي جهڙوڪر دوستن، احبابن ۽ غريب غربي لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين. وڏو بختاور ماڻهو هئو. جتي ويو اتي عزت پاتائين. شڪار جو شوقين، ڪيرٿر جي پهاڙن ۾ ٿر جي بيابانن ۾، ڪڇ جي رڻ ۾ جتي ڪٿي شيل شڪار ڪيائين. هندو ماڻهو ۽ سيٺيون ته مٿس ٻلهار ويندا هئا. سيٺيون به اڄڪلهه جا پاڪستاني ڪاغذي سيٺ نه بلڪ نج خانداني سيٺ. ڏاڍو ذهين ۽ پنهنجا نجي خيال ۽ سوچ جو خالق هو ۽ اهڙا نقطا ڪڍي وٺندو هو جو ٻئي ڪنهن ڪان اڏارا ورتل تي نٿي سگهيا. مثلاً هڪ ڀيري محفل ۾ جتي مسلمان، رئيس، هندو سيٺ توڙي ٻيا پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو ويٺا هئا، اتي ٻيهي چيائين، ”اسين مسلمان سڀ ڀنگي، ڇهڙا، چمار يا وڏ ۾ وڏ ڀيل ڪولهي آهيون. جڏهن محمد بن قاسم آيو تڏهن خاندانِ اني ماڻهو راڻا، راجپوت، راجا، زميندار ۽ سيٺ ته مسلمان ڪونه ٿيا، باقي ٻاليشاهي ۽ ٻيا اهڙا مسلمان ٿي ويا. اسين انهن جو اولاد آهيون.“ چام صاحب اعتراض ڪيو ته به چيائين ته سائين توهان به ته سما راجپوت آهيو نه. چام صاحب چيو بيشڪ. جيئن مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان ته انب جي وڻ ڏانهن اشارو ڪري چيائين ته سائين هيءَ شگر فيڪٽري ڪٿان آئي، ڪنهن لڳائي. جرئت ۽ فرض شناسي ايڏي جو مير غلام علي خان ٽالپر کي گرفتار ڪري مٿي پهچائڻ کان انڪار ڪيائين ۽ پنهنجو پروموشن وڃايائين. ٻئي دفعي وري جڏهن سانگهڙ ۾ ايس پي هو ۽ خانبهادر وساڻ جي ڪنڊياري واري اوطاق تان چوري ٿي ته مٿس زور وڌو ويو ته ان ڏوهه ۾ عمر ڪوٽ واري سيد غلام حيدر شاهه کي گرفتار ڪري. انڪار ڪرڻ تي ڪيس هٽائي مٿيءَ جو ڊي ايس پي ڪيو ويو ته ڪلندو خوشيءَ سان هليو ويو. بعد ۾ ايس پي جهڙي عهدي تان استعيفا ڏئي، ٽنڊي آدم ۾ مستقل رهائش اختيار ڪري ويهي رهيو. هندو سيٺين جو منجهس ايڏو اعتبار جو مفت ۾ ڪبس زمينون ڏئي هندستان وڃڻ لاءِ تيار هئا پر پاڻ صاف انڪار ڪيائين. سيٺ هڪڙي سيٺ تيڪمداس تلوڪچند پنهنجي پنج سؤ ايڪڙ زمين ديهه

ڳاهڪيءَ ۾ خلاصي واٽر ڪورس ۽ بنگلي سميت لک پڙهه ڪرائي دستاويز اچي جهوليءَ ۾ وڌس، پر هي چوي ته مون وٽ پئسا ڪونه آهن. سيٺ چيو ته تون رکو پنجاهه هزار ڏي. سو به چيائين ته ڪونه آهن ته سيٺ پاڻ مرادو حجائتي نموني چيس ته چٽ هيءَ جيپ تنهنجي آهي نه؟ اها وڪڻ ته پندرهن هزار ڪن ملنديءَ. بيئنل فصل به ويهن پنجويهن هزارن جو آهي اهو وڪڻي مونکي ڏجانءِ. باقي پندرهن هزار ڪن گڏ ڪري وٺ، ڪٽي پنهنجيون ميهڙ واريون زمينون وڪڻ. وڃي زمين تي قبضو ڪر نه ته لالا اسرار ان زمين ۾ اکيون وجهيون وينو آهي قبضو ڪري ويندو. عبدالحق کي ڳالهه دل سان لڳي سو جيپ ۽ ڪجهه ميهڙ جي ملڪيت وڪڻي، سيٺ کي پئسا ڏنائين. بيئنل فصل جون ڦتيون وڪٽي پنجاهه هزار پورا ڪري سيٺ کي ڏنائين. چوندا آهن الله ڇت ڦاڙي ڏيندو آهي. عبدالحق کي به ائين لکن جي ڀلي زمين ملي. پاڻ اڃا نوڪريءَ ۾ هئو سو زمين منهنجي نالي ۾ ڪاتو ڪرايائين. پوءِ به ائنٽي ڪرپشن ۾ انڪوائري هلي. مان نئون نئون وڪالت پاس ڪري آيو هئس سو ايترا پئسا ته مون وٽ به ڪونه هئا. پر انڪوائري آفيسر لکيو ته وڏي ماڻهوءَ جو پٽ آهي سو انهن لاءِ پنجاهه هزار ڪا وڏي ڳالهه نه آهي حالانڪ بابا وٽ ڏهه هزار ڪونه هجن جو راءِ صاحب توپڻ داس وارو بنگلو خريد ڪري سگهون. اهو ته نهيو، پر ٻيا ڪيترا سيٺيون هزارين ايڪڙ ڀليون زمينون سندس نالي ڪري هندوستان هليا ويا پر عبدالحق ان مان هڪ ايڪڙ جي پيدائش نه ورتي ۽ هارين کي تلقين ڪندو آيو ته بابا سيٺين جي امانت رکندا وڃو. پر غريب هاري ناري، ڪوڙا ڪليم خريد ڪري زمينون پنهنجي نالي ڪرائي ويا. عبدالحق جي پٽن ڪيس چيو ته بابا سان کي ڇڏ ته اسين ٿا زمينن تي قبضو ڪري پيدائش کڻون. عبدالحق جو اثر رسوخ به هئو. خود هاري به راضي هئا، پر عبدالحق صاف انڪار ڪيو ته پرائي امانت جي پائي به حرام آهي ۽ جن اعتبار ڪري زمين سندس نالي ڪئي هئي انهن کي دوکو ڪيئن ڏيو. سندس پٽ نادر چوي ته بابا جڏهن سيٺ آيا، يا مالڪي ڪيائون ته کين موٽائي ڏينداسون پر عبدالحق اصل نه مڙيو. اڄ هو زنده ناهي پر غريب غربو، اوڙي پاڙي وارو، سڀڪو ڪيس ياد ڪري روئي ٿو.

ڪن ٿورن کي خبر هوندي ته مشهور ڌاڙيل، ميرو نظاماڻي، ڦل ماڇي، پوڙهو ۽ منٺار کي عبدالحق ماريو هو جڏهن هو ٽنڊي محمد خان ۾ ڊي

ايس پي هئو. انهن ڏاڙيلن جو ايڏو ڌهڪاءُ هئو جو وڏا وڏا ماڻهو ڪوٽن منجهه هوندي ڪانئن ڏڪندا هئا. عبدالحق کي انهن ڪارنامن تي انعام، آفرين ناما ۽ هڪ سوني روليڪس واچ سرڪار طرفان مليل هئا. جڏهن ڏاڙيلن پوڙهي ۽ منار کي ماريائين ته مان به وٽس ٿرڊي محمد خان ۾ ٽڪيل هئس. ڏينهن جو يارهين بجي جاسوسن اچي خبر ڏنس ته پوڙهو ۽ منار ساڄن سوائي جي ميلي تي آهن. ان وقت سائين الهه بخش شاهه سان شطرنج ويٺي کيڏيائين. راند کي ڊاهي چيائين هلو ته هلون. سائين الهه بخش شاهه ڪونه هليو باقي مان سپاهين سان گڏ ٽرڪ ۾ چڙهي پيس. ٽاڪ منجهند جو سخت گرمي ۽ لڪ ۾ اچي ڏس واري هنڌ پهتاسين. عبدالحق سپاهين کي آڙ ۾ ليٽائي ڇڏيو. مان ساڻس گڏ هئس. پر ڏاڙيل جي نهايت چالاڪ ٿين ٿا سي اڳواٽ ئي اتان نڪري ويا هئا. اسان ميلي جي ٻاهران وڻن هيٺ ويهي رهياسين. جاسوسن اعتماد سان چيو ته ڀرپاسي ۾ هوندا، اجهو ٿا خبر لهي اچون. سپاهين اجازت گهري ته ماني کائي وٺون. عبدالحق اجازت ته ڏني پر چيائين ته ڪوبه هيڏي هوڏي نه ٿئي. رڳو هڪڙو ڄڻو وڃي ٻوڙ ماني وٺي اچي. ماني آئي سپاهين ماني کائڻ شروع ڪئي. مان ۽ عبدالحق به پٽ تي ماني کائڻ ويٺاسون اڃا هڪ گرهه پٽيو هئوسون ته جاسوسن اچي اطلاع ڏنو ته فلاڻي چار (ڪبڙن) ۾ ويٺا آهن. عبدالحق پٽيل گرهه ڪٽي رکيو ۽ اٿي بيٺو چيائين جوانو هلو چڙهو ٽرڪ ۾. سپاهين چيو ماني کائي وٺون ته چيائين نه، مهل نڪري وئي ته ڳالهه وئي. سپاهين کي چار جي چوڌاري پوزيشن ۾ ويهاري، توتاري تي ڏاڙيلن کي چيائين ته نڪري پيش پئو نه ته مارجي ويندؤ. جواب ڪونه آيو. فائرنگ جو آرڊر ڏنائين ته موٽ ۾ ڏاڙيلن به فائرنگ شروع ڪئي. خوش ٿيو جو پڪ ٿيس ته ڏاڙيل گهيري ۾ آهن. اڌ منو ڪلاڪ فائرنگ هلي پوءِ ماٺي ٿي وئي پر سپاهين کي پوزيشن تي قائم رهڻ جو آرڊر ڏنائين ته متان ڏاڙيل دوکو ڏئي نڪري وڃن. پوءِ گرنيڊ (هٿ سان اڇلڻ وارا بم) اڇلائڻ جو حڪم ڏنائين. وري توتاري تي ڏاڙيلن کي پيش پوڻ لاءِ چيائين ته به اتر ڪونه مليو. پوءِ چار ۾ اندر گهڙڻ جو ارادو ڪيائين ته سپاهين خطرو ڏيکاريو ته متان ڏاڙيل اوچتو حملو ڪري سپاهي ماري وجهن. عبدالحق چيو ته سپاهي نه مارائبو. پوءِ چار کي باهه ڏياريائين ته ان صورت ۾ ڏاڙيل ضرور ٻاهر نڪري ڀڄڻ جي ڪوشش ڪندا. پوءِ به هو ڪونه نڪتا ته پڪ ٿيس

تہ مارجي ويا سو پنھنجي سر ھن چئن سپاھين سان ڪاھي پيو چار ۾. ڏسون تہ ٻئي ڏاڙيل مئا پيا آھن. مٿلن کي پونڊا ڏئي ماءُ پيڻ تي گاريون ڏنائين. چيائين سائين ھھڙا تھڙا ھيڏا ظالم نہ نياڻي سياڻي جو ننگ نہ حياء شرم، پيڻ (...) وتن مسڪينن کي ماريندا. لاش چنڊن کان گھلائي، ٽرڪ ۾ وجھائي ساجن سواڻي جي ميلي تي ڪٺائي خلق خدا کي ڏيکاريائين تہ ظالم مارجي ويا ماڻھن بہ سک جو ساھہ کنيو. مشھور حر ڏاڙيل ميرو نظاماڻي عرف حاجي امير علي نظاماڻي کي بہ ائين ھڪ ننڍڙي ٻن تن گھرن واري ڳوٺڙي تي صبوح سوير ڪڙو چاڙھيائين ۽ للڪاريائين تہ ميرا نڪري پيش پؤ نہ تہ مارجي ويندين. چپ چپات تي وئي. ائين ڪندي ھڪ ماڻھو اجرڪ ويڙھي ڪجھہ ڪروندڙو تي مسجد طرف وڃڻ لڳو. عبدالحق جي پوليس واري اک ڏسي ورتو تہ اجرڪ اندر رائفل ھئي سو ھڪل ڪيائينس تہ بيھي رھہ نہ تہ مارجي ويندين. ڪونہ بيٺو. وري ھڪل ڪيائينس. ميرو اجرڪ اڇلي پيچ پاڳارا جو نعرو ھنيو ۽ رائفل سنڀاليائين تہ عبدالحق جي اشاري سان ھڪ لحظي ۾ گولين جو ڏوڙيو تي ويو ۽ ميرو ڦھڪو ڪري ڪِري پيو. پوءِ بہ خبرداري سان آھستي آھستي وڏندا وڃي سندس رائفل کنيائون تہ متان چل ڪيو ھجيس ۽ اڃا جيئرو ھجي. پر ھو مري چڪو ھو. چاپنئين ننڍڙي ڏاڙھي، وتيل مڇون، نڪ نقشو سھڻو ۽ چاتي ويڪري. ايس پي آر جي جوانن خوشي ۾ جوش وچان دنبھا ھنيا. ميرو نظاماڻي جي معرڪي کان متاثر ٿي مون پنھنجو پھريون افسانو لکيو، "ھو حر ھئو". جو لال بن يوسف جي اخبار "طوفان" ۾ ڇپيو. منھنجو ٻيو افسانو پيراڻي، قادر بخش نظاماڻيءَ جي ڊيلي اخبار ۾ ڇپيو. افسانا اخبار ۾ ڇپجڻ تي مون کي تہ ڪا خوشي ڪانہ ٿي. جيڪي سو ٻئہ ٿيم تہ متان ڪو غلط نظريو يا تاثر نہ پيدا ڪيو ھجيم ڇاڪاڻ تہ ليکڪ تي وڏي ذميواري پوي ٿي. ذميواريءَ کان مادر پدر آزاد لکڻيون ڪيئن معاشري، قوم يا نوجوان طبقي جي ذھن ۾ ٺوسي وجھبيون. اسان جي ٿھيءَ کان پوءِ جيڪي ليکڪ پيدا ٿيا سي اھڙي ڇڙواڳيءَ تي موريو پڌرجندا ھئا. جي سندن لکڻي ڪنھن اخبار ۽ رسالي ۾ ڇپبي ھئي تہ نہ رڳو خوش ٿيندا ھئا بلڪ ڦونڊ ۾ پرجي ويندا ھئا ۽ اھڙي اخبار يا رسالي کي سند طور سانديندا ۽ پيش ڪندا ھئا؛ ڇڪ اھو دانشوريءَ جو سرٽيفڪيٽ ھجي. دانشور کي، سرٽيفڪيٽ جي کھڙي ضرورت. محترم محمد حفيظ قريشيءَ کي سنا ۽

سهڻا جملا ڳالهائڻ جي ذات آهي يا سندس سچو ۽ پرخلوص جذبو آهي جو ڪانئس اهڙا جملا چورائي ٿو. جهونا ڳڙهه ۾ پڙهندا هئاسون تہ ڪارلائيل جو ڪتاب هيرو آف پرافٽس پڙهيوسين جنهن ۾ حضور ﷺ جن جي شان ۾ تعريف ڪيل آهي. هڪ دوست اها ڳالهه ڪئي. حفيظ صاحب هڪدم چيس تہ، "مهربان، رسول الله ﷺ جي ذات کي ڪارلائيل جي سرٽيفڪيٽ جي ڪا ضرورت ڪانهي. البت ڪارلائيل کي اهڙي ڳالهہ چوڻ تي، چڱي چال جو سرٽيفڪيٽ ڏئي سگهجي ٿو." واهہ. سٺا جملا ڳالهائڻ جو ملڪو مون ٻن شخصن ۾ ڏٺو، هڪ محمد حفيظ قريشي ۽ ٻيو منهنجو مرحوم دوست غلام النبي سومرو، جنهن کي مير علي احمد خان ٽالپر زوريءَ سڏائي سانئس ڪچهري ڪندو هئو. هڪ دفعي عبدالله ميمڻ صاحب جو ان وقت حيدرآباد جو ڪمشنر هئو تنهن مون سان شڪايت ڪندي چيو جمال صاحب، ڪمشنر سان ملاقات ڪرڻ لاءِ ماڻهو حيران پريشان آهن، هيڏانهن توهانجي دوست غلام النبي سومري ڏانهن مان ماڻهو ۽ نياپا موڪلي بيٺو آهيان تہ اچي ٿي نٿو. مون پڇيو تہ ڪو ڪم آهي ڇا. چيائين نہ، رڳو غلام النبيءَ جون ڳالهيون ٻڌڻيون آهن. وضاحت ڪندي چيائين تہ غلام النبيءَ جو هڪ گفتو وهسڪيءَ جي پيگ برابر آهي. مان غلام النبيءَ کي سندس ٽنڊي ولي محمد واري فليٽ تان وٺي آيس. اچڻ سان عبدالله صاحب ڏوراپو ڏنس. جواب ۾ غلام النبي چيو تہ، "غير مساوي ڳانڍاپا، هميشه ڪمزور لاءِ نقصانڪار ٿيندا آهن." انگريزيءَ ۾ چيائين تہ Unequal combinations are always detremental to the weak يعني غريب ۽ وڏي ماڻهوءَ جو تعلق، هميشه غريب لاءِ نقصانڪار هوندو. اهڙو جواب ٻڌي عبدالله صاحب ٽهڪ ڏئي چيو تہ سائين ڏٺؤ نہ، عمر ڀر لاءِ هڪڙو اڻ وسرندڙ سبق سيکاري ڇڏيائين.

ٽنڊي آدم واري خانصاحب عبدالحق وڪي جو ذڪر پٺي ڪيم. ميرو نظاماڻيءَ لاءِ جڏهن مون چيو تہ سائين وڏو دلير هئو تہ چيائين واهہ سائين واهہ، هيڙو ياڙيو، بزدل ڪميڻو جو اتيت غريبن ۽ مسڪينن کي ڦري لٽي سو ڪيئن بهادر ٿيو. سچي ڳالهہ ڪيائين. محترمہ بينظير ڀٽو بہ دهشتگرد مهاجرن کي بزدل ڪوٺا ڪوٺيو تہ ڏسٽا وانسٽا پڙهيل ڳڙهيل مهاجر ڪاوڙجي پيا. اسان وٽ بہ ڌاڙيلن کي هيرو جو درجو مليو وڃي ۽ خودڪشي ڪندڙ ۽ پاڻ سازيندڙ کي شهيد جو. ڪارو منهن آهي اهڙن هترادو هيرو ۽

شهيدن جو ۽ اسان جي اونڌي سوچ جو. اخبار ۾ خبر آئي ته هڪ نوجوان کي ڪنهن پوليس آفيسر گاريون ڏنيون ته گهر اچي پاڻ تي گاسليٽ هاري باهه ڏنائين. ٽڪ هجيس. اڙي ڀاڙيا انهيءَ ڪان ته بهتر هو ته ان پوليس آفيسر جي پٽڪي لاهي، ڀونڊا ڏئي موچڙا هڻي اچينس ها ته پوءِ چئجي ها ته ها ڀيلي مڙس غيرتمند هئو. باقي ڏاڍي جي آڏو ڪوئو بڻجي گهر اچي پاڻ ساڙڻ ته حد درجي جي بيوسي، ڀاڙيائپ ۽ انسان ذات جي توهين آهي. انساني سوچ کي ڪو غلط فڪر اچي ٿو وڃي ته پوءِ سندس ذهن کي ڪوريئڙي جي جار جيان جارو لڳي ٿو وڃي ۽ ماڻهو جهالت جي گپ ۾ گچندو ٿو وڃي. پوءِ فيصلا به اهڙائي بيوقوف ڀولڙي جيان ڪندو ويندو ۽ نيٺ پنهنجو ڳاٽو ڀڃندو يا ڀڃائيندو. ميرپور ٻٺوري ۾ مان جج هئس ته هڪ ڏاڙيل ساماٽو مامو گڙدالي. گرفتار ٿي منهنجي ڪورٽ ۾ آيو ته هر حاضريءَ تي ماڻهو ڪيس ڏسڻ پيا اچن. مون مٿس ڪيس هلائي ست سال ٽيپ ڏئي ڇڏي. ٻيا ته نهيو پر محترم قاسم پٿر جو هڪ ئي وقت دانشور، اديب ۽ سياستدان آهي، تنهن مون کي اچي ميار ڏني ته ڪهڙي نه قنذار مڙس کي سزا ڏني اٿئي. اڙي، مون چيو، پٿر، هڙي ڪميٽي کي ٿو تون دلير ۽ دلاور مڙس چئين جنهن هڪ غريب هٽ واڻئي جي گهر ۾ گهڙي ڦر ڪئي ۽ ويچاري واڻئي کي زال ۽ نياڻين آڏو ٺٺا ٺوڪي ڪئي. قاسم پٿر ڏاڍو ڦڪو ٿيو. سچ ۽ سچائي ته هر انسان ۾ اڪيلي موجود آهي، جا هو وساري ٿو ويهي. پوءِ جڏهن ڪيس ياد ٿو ڏيارجي يا ڏونڌاڙجي ٿو ته ڪيس سچ، سچ جيان چٽو ٿو نظر اچي. مون کي به اهو سچ عبدالحق ڏيکاريو.

حياتيءَ جا ننڍڙا ننڍڙا معمولي واقعا، انسان جو مستقل ڪردار تشڪيل ڏيڻ ۾ وڏي اهميت رکن ٿا. رڳو مهل ۽ موقعي جو فائدو وٺي ٻار يا نوجوان کي سنئين دڳ لائجي ته هڪ نئون شخص، تشخيص ڏجي ٿو. متر ڪو رڳو وقت آهر ۽ مناسب ضرب سان هڻجي. جڏهن لوهه اجان گرم هجي. پاڻ پنهنجي سر آڱرڙيو بڻجي عمل ڪجي ته ننڍا ٻاٽهڻي ٻنان چوڻ جي وڏا وڏا سبق ائين سکي ويندا جيئن پٿر تي ليڪ. اسين وري الٽو عمل ڪيون. ٻار سچ ڳالهائي ته ٺڦڙ هڻي ڪڍونس، ڪوڙ ڳالهائي ته ڇڏي ڏيونس. وڙهي اچي ته شابس چئونس. غم کائي اچي ته ڀونڊو هڻونس. "غم کائڻ" سنڌيءَ ۾ چوندا آهن صبر يا برداشت کي. سهپ جو مادو هئڻ يا غم کائڻ يا صبر

ڪرڻ تمام چڱا ڳڻ آهن. پر چڱائيءَ کي اڄڪلهه ڏسي ڪير ٿو. هر ڪنهن کي جلد فائدو ۽ جلدي نتيجا کپن پوءِ ڀلي ڪنهن جا ترا ڪيڄن يا چڱائيءَ جا سڀ اصول ۽ قدر ڀلي چاڙهي ڇڏجن يا داوَ تي لڳائي ڇڏجن. رسڪن لکيو آهي تہ، سڀ ماڻهو مٿي چڙهڻ واري ديويءَ جا پوڄاري ٿي ويا آهن. انکي هو "Godess of Getting on" ٿو ڪوٺي. هر ڪو ڪلها گس ڪري ۽، اڳتي وڌي حاڪم جي نظرن ۾ اچڻ گهري ٿو جيئن ڪجهہ مفاد حاصل ڪري سگهي. حالانڪ جيئن مون مٿي مرحوم غلام النبي سومري جي چواڻي لکيو آهي تہ ڏاڍي ۽ ڪمزور جو ڳانڍاپو هميشه ڪمزور لاءِ نقصانڪار هوندو آهي. خليفي مامون الرشيد چيو آهي تہ "خوش قسمت آهي اهو جنهن وٽ چڱي زال آهي، چڱو گهر آهي ۽ بادشاهہ سان ڏيٺ ويٺ نہ اٿس." اهو جيڪو آخري شرط آهي خوش قسمت هجڻ جو، سو تمام اهم آهي. اسان جا جيڪي هندوستاني ڀائر آيا آهن سي سڀ جو سڀ "درباري ڪلچر" جي پيداوار آهن، يعني خوشامد ۽ مفاد پرستي. هرڪو ايران ۽ توران کان منزلون ڪچيندو ايندو هو تہ من ڪا دربار تائين رسائي ٿي وڃي. وڏا وڏا ليکڪ، دانشور ۽ تاريخدان انهيءَ وٽ وٺان ۾ لڳا پيا هوندا هئا تہ ڪنهن حيلي بهاني سان دربار ۾ پهچي، ڏاڪڻ چڙهي، ڪجهہ مفاد حاصل ڪري وٺجن. اڄڪلهہ جو هيءَ نئين رسم پئي آهي تہ ڪتاب جي رونمائي ڪرائي وڃي سا بہ ڪنهن حاڪم کان سا بہ انهيءَ ڪلچر جي ڪڙي آهي. پيا تہ نهيو حضرت غالب جهڙو عظيم شاعر ۽ فقير منش ماڻهو بہ سڄي عمر انهيءَ وٽ پڪڙ ۾ رهيو تہ بادشاهہ سلامت جي دربار ۾ حاضري لڳي وڃي تہ ٻيڙا ٺي پار ٿي وڃن. بينيازي ۽ بيپرواهي، جهڙي مون سنڌي ليکڪ ۾ ڏٺي آهي سا ڪنهين ۾ ڪانہ ڏٺم. خود پسندي ۽ خود ثنائي ٻي ڳالهہ آهي ۽ معاف ڪري سگهجي ٿي. باقي بينيازي سنڌي ليکڪ جو طرهء امتياز آهي.

عبدالحق صاحب جي ٻي هڪڙي مون عجيب ڳالهہ ڏٺي. نہ مان ويساهہ وسوڙل آهيان نہ عبدالحق. هُو تہ هڪ پوليس آفيسر هئو ان ڪري شڪي مزاج هئو ۽ هر ڳالهہ جي تور تڪ ڪندو هو. پيرن فقيرن ۾ ويسهہ ڪونہ هئس پر سنڌس دلي لاڙو ۽ رغبت فقيرن، غريبن ۽ درويشن ڏانهن ڏاڍي هئي سو بہ اهل مماتي بزرگن ڏانهن، پر مون اها ڳالهہ خاص نوٽ ڪئي تہ جتي بہ جنهن بہ درگاهہ تي ويو ٿي تہ سنڌس خاص آدرڀاءُ ٿيو ٿي، هي

نج شخصي مشاهدا پيو لکان. هڪ لڳا مون وٽ خيرپور ميرس ۾ مهمان ٿي آيو. مان ڪورٽ ۾ مصروف، هڪ ٻي بجي منجهند جو موٽيس ته عبدالحق صاحب بور ٿيو وينو هئو. خوش مزاج، ڪلٽو ڳالهائٽو ماڻهو ۽ اوطاق ۾ اڪيلو وينو اوٻاسيون ڏئي، ماني تکي کائي چيائين ته سائين هل ته ڪيڏانهن هلون. وٽس جيپ هئي. منهنجي ننڍڙي نياڻي تمام بيمار هئي، سو بي دليو چيومانس ته سائين ڪيڏانهن هلنداسون. چي سائين هي ته درويش بزرگن جو ضلعو آهي، لونگ فقير، شادي شهيد، درازا، راڻيپور، گمبٽ؛ اتو سائين اتو ته هلون. هاڻي انڪار به ڪيئن ڪجي. اندر گهر ويس، منهنجي مرحوم گهر واري ننڍڙي ربيءَ کي جهول ۾ کيون ويٺي هئي. ڳالھ ڪئيمانس ته ڏکاري ٿي چيائين سائين پاڻ ڏسو تا، منٽ منٽ ۾ ٿي اسهال ڪري، ڊي هيڊريشن ٿي وئي اٿس، توهان اهڙي حال ۾ ٿا وڃو. ڪيس دلداري ڏنم ته الله وڏو آهي، ڊاڪٽر غوث محمد اڇي پيو الله خير ڪندو. ائين چئي پنيرو ٿي هليس ته پنيان چيائين سائين شابس هجيو. مون سندس ڪرب محسوس ڪيو پر ماشاءالله چئي نڪري پيس. ان وقت ٽيهري جا ٽي لڳا هئا. آياسون لونگ فقير جي لوڙهي تي اڌ ڪلاڪ به ڪونه لڳو. اتان جو گادي نشين لوڙهي کان ٻاهر نه نڪرندو آهي. وڃون ته اڳواڻ ٿي هڪ خوبصورت نوجوان، اڇي پڳ ٻڌيو وينو آهي، اشارن ۾ هڪ ماڻهوءَ کان پڇيم ته ان ڪن ۾ ٻڌايو ته اهو گادي نشين پاڻ آهي. اسان کي کيڪاريائين ۽ پلاءُ گهران گهرائي کارايائين ۽ پوءِ درگاھ ڪولرائي پاڻ پنهنجي سر بزرگ لونگ فقير جي مزار تي وٺي هليو ۽ دعائون گهريائين. پوءِ موڪلائي اڳتي هلياسون. شادي شهيد به ساڳئي رستي تي آهي ۽ پندرهن منٽن ۾ اتي پهتاسون. گادي نشين، هڪ مسڪين ماڻهو، گوڏ ۾ پيرين اگهاڙو اچي اسان سان مليو ۽ عبدالحق سان ائين ڳالهائڻ لڳو جڻ پراڻا واقف هجن. عبدالحق مزار تي بيهي فاتح پڙهي ۽ دعائون گهريون. مون کي به ريجڪ آيو سو حجت مان چيم ته اي شهيد مان پيرن فقيرن کي ڪونه مڃيان، پر جون ٿا ته شهيد جيئرا هوندا آهن جي ائين آهي ته منهنجي ننڍڙيءَ جا اسهال هاڻي جو هاڻي، هن مهل (وقت ڏنم ته چار لڳي ويهه منٽ ٿيا هئا) بند ٿين ته پوءِ مڃيندوساڻ. ائين چئي ٻاهر نڪتس. اجان اڳيرو تکرين جي پريان مشهور بزرگ ابراهيم اڌم جي مزار آهي. اوڏانهن ڪونه وياسون جو چيائون ته جابلو علائقو ۽ پنڌ اٽانگو آهي. عبدالحق کي چيم ته

هلون واپس. چيائين تہ سائين، سچل سرمست ۽ سخي قبول محمد جي حاضري ڀربي، ڳوري دل سان حاضر ٿئي اچي درازا شريف نڪتاسون. لڙي ٽپهري هئي. درگاهہ تي ڪُڪڙوڪُو لڳي پئي هئي. اٿين اوچتو هڪڙو مستانو ماٺهو نڪتو. مٿي تي انگريزي ٽوپلو، سلوار قميص پيل ۽ اُڪٽ قميص کان هيٺ پئي لڙڪيس. ڪلهي تي هڪڙي لٺ نما ڪاٺي هجيس جا بندوق جيان جهليون بيٺو هئو. اهو اچي حالي احوالي ٿيو. پيو ڪلي ۽ مشڪي ٻہ ٽي فقير ڊوڙندا آيا. خبر پئي تہ هو پاڻ گادي نشين هئو. فقيرن کي چيائين تہ بابا درگاهہ کوليو مهمانن کي زيارت ڪرايو، اسين هلون ٿا. پڇيوسونس تہ سائين شڪار تي پيا وڃو. چيائين ڏسو نٿا. اتان نڪتاسون تہ عبدالحق چيو تہ هلو راڻيپور ۽ گمبٽ. انهن درگاهن تي بہ اسان جو آڌرڀاءُ ٿيو. مونکي تہ آنڌمانڌ لڳي پئي هجي. گهر پهتاسون رات جو ساڍي ڏهين بجي. هڪدم اندر وڃي ننڍڙيءَ جو احوال پڇيم. ماٺس چيو الحمدالله خوش آهي، اسهال بہ بند ٿي ويا اٿس. مون چيو ڪهڙي مهل بند ٿيا آهن تہ چيائين تہ چار لڳي ويهن منٽن کان پوءِ پيٽ ڪونہ آيو اٿس. مون کي ماٺ لڳي وئي. نڪي ڪڇيس نڪي ڪنهن سان سچي ڪيم پر دل ئي دل ۾ عقيدن ۾ ڏار پئجي ويا.

اها ساڳي روبي مائي جڏهن ڪراچيءَ ۾ فريئر روڊ واري گرلس ڪاليج ۾ پڙهندي هئي تہ اوچتو پرنسپال فون ڪئي تہ توهان جي ڇوڪري بيهوش ٿي ڪري پئي آهي. جهٽ ۾ ماٺس ڪار ۾ چڙهي وئي ۽ وٺي آيس. خبر پئي تہ کيس مٿي ۾ سخت سور پوندا هئا ۽ چڪر ايندا هئا. سور ايڏو پوندو هئس جو پيٽ سان مٿو ٽڪرائيندي هئي. مونکي اچي ڊپ لڳو سو سندس دماغ جو اِي. اِي. جي ڪرايم پر شڪر جو اهڙي ڪا خطرناڪ خرابي ڪانہ هئي. ڊاڪٽرن جو علاج ڪرايوسين پر فائدو ڪونہ ٿيو. اتي مون کي شادي شهيد ياد آيو. شهيد تي اڌ مٿي جي سور (مِگرين) جا مريض ويندا هئا ۽ شفاياب ٿي ايندا هئا. خيرپور ميرس ۾ هڪ ڏينهن صبوح جو پنهنجي بنگلي کان جو نڪران تہ سول سرجن ظهير انصاري ۽ سندس پيٽيويو ڊي آءِ جي پوليس صغير صاحب، سول سرجن جي بنگلي وٽ گاڏي ۾ ويهڻ لاءِ تيار بيٺا هئا. ظهير جو ننڍو ڀاءُ مرحوم شبير انصاري انجنيئر، منهنجو ۽ منهنجي ڀاءُ ڪمال جو دوست هئو. مون وڌي وڃي ظهير انصاري کان پڇيو تہ ٻيو مڙيئي خير آهي؟ ڪهڙي وٽ پڪڙ ۾ آهيو؟ چيائين منهنجي ڀيڻ (صغير

جي زال) کي مٽي جو سور نٿو لهي سو وٺي ٿا وڃنس شادي شهيد تي. مون ظهير کي طنزاً چيو تہ تون سول سرجن ٿي ڪري اهڙي وسوسي ۾ ڪيئن ٿو اعتبار ڪرين. چيائين ڇا ڪجي، اسان ڊاڪٽرن وٽان فائدو نٿو ٿئي تہ ماٺهو ضرور ٻيا در پيٽيندا. خدا جو شان، مائي ٺيڪ ٿي آئي. هوءَ پاڻ پڙهيل ڳڙهيل ايم اي پاس ۽ سول سرجن جي ڀيڻ هئي. پر هٿ ڪنگڻ کي ڪهڙي آرسي، مان بہ روبي بلڪ سڄي آڪهہ کي وٺي خيرپور آيس. جميل صديقي، بشير صديقي جو ڀاءُ، ڊي سي هو، ان کي فون ڪيم. هن نہ رڳو سرڪٽ هائوس رزروَ ڪرائي ڇڏيو پر هڪ ايس ڊي ايم، پيرزادي صاحب کي ريلوي اسٽيشن تي جيپ ۽ ڪار سميت موڪليائين، جو عزت ۽ شان سان اسان کي سرڪٽ هائوس وٺي آيو. مان هڪدم پنهنجي گهر واري سميت پنهنجن پراڻن دوستن هادي بخش لاڙڪ ۽ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جي گهر ويس ۽ ساڻن ملي. خوب ڪچهريون ڪري آيس. سائين غوث علي شاهہ ايڏو وڏو مشهور ۽ مصروف وڪيل ٿي چڪو هو جو ساڻس ملاقات ئي نٿي ٿي. ساڻس سندس والد صاحب جي وفات تي تعزيت ڪرڻي هئي. نيٺ منجهند جو فون ڪئي مانس. ان مهل بہ ايترو مصروف هو جو چيائين تہ شام جو پنجين بجي اچجو. مونکي سکر کان ٿيندو جيڪب آباد وڃڻو هو جتي عبدالقادر ابڙو ڊپٽي ڪمشنر هو؛ سو غوث علي شاهہ کي چيم تہ نہ چئين بجي. چيائين تہ ان وقت مان نند ڪندو آهيان پر توهان اچي اٿارجو. مان اڪيلي سر وٽس ويس تہ چيائون تہ نند پيو آهي اٿاريونس ٿا جو اڳواٽ چئي ڇڏيو اٿائين تہ ابڙو صاحب اچي تہ مونکي اٿارجو. ساڻس تعزيت ڪري کلي ڳالهائي موڪلايومانس. پاڻ بہ پيرو ڪونہ پڇندو آهي. مان 1990ع ۾ بيمار ٿيس تہ گهر آيو. 1991ع ۾ منهنجي گهر واري گذاري وئي تہ بہ تعزيت ڪرڻ آيو. چيف منسٽر ٿيڻ جي باوجود منجهس ڪو هٺ، وڏائي يا گهمنڊ نہ آيو آهي. جيستوڻيڪ هن وقت پنجاب جي نارووال تڪ مان پارليامينٽ جو چونڊيل ميمبر آهي. اسان جي دوستي بنا ڪنهن لوڀ لالچ يا غرض جي آهي.

خيرپور وڃجي ۽ ڏاڏا شاهہ سان نہ ملجي معنيٰ تہ خيرپور ويو ئي ڪونہ. سيد اميد علي شاهہ عرف ڏاڏا شاهہ، پنهنجي جند ۾ هڪ انجمن هئو. عجب ۽ تمام پيارو ماڻهو هئو. هڪ ئي ملاقات ۾ اهڙو پنهنجو ڪري

ڇڏيندو ڇڻ صدين کان سجاڻندو هجي. ويچا ئي متائي ڇڏيندو. سندس محفل ۾ غريب غربا، فنڪار، استاد گوئيا، ڳائڻا ڳائڻيون، آفيسر، سياستدان، وڪيل، وزير، مشير، لچ، لوفر، داداگير سڀ گوڏا ڀيچيون ويٺا هوندا هئا. هر ڪنهن جي مدد امداد هڙئون وڙئون پيو ڪندو، بنان لوڀ لالچ ۽ مطلب جي. پاڪستان جي جنهن به وڏي شهر ۾ وڃو ۽ ڪهڙي به محفل ۾ وڃو ۽ ڏاڏا شاهه جو نالو ڪڻو ته ضرور سندس چاڻ سڃاڻ وارا ملندا ۽ حال پائي تيندا. ڏاڏا شاهه تي هڪ جدا ڪتاب لکڻ جي ضرورت آهي جو جناب علي احمد بروهي بطريقه احسن ڪري سگهي ٿو. مون به خيرپور پهچي ڏاڏا شاهه کي اطلاع ڪيو ته هڪدم اچي نڪتو ۽ شام جو سرڪٽ هائوس تي وڏي ڊنر پارٽي ڪري ڇڏيائين. ڪو ايڏو پئسي وارو به ڪونه هئو. پر دل جو غني ۽ سخي مڙس هئو. ٻئي ڏينهن صبوح جو ٻه موٽر ڪارون موڪلي ڏنائين ۽ مان اهل عيال سان درگاهه شادي شهيد ڏي روانو ٿيس. اتي پهچون ته گادي نشين اڳوات استقبال لاءِ بيٺو هجي، ڇي مونکي ڏاڏا شاهه حڪم ڪري ڇڏيو آهي. مدعا ٻڌائيسونس ته هڪدم گهر وڃي بسري پچارائي آيو ۽ درگاهه کولي اسان کي اندر وٺي ويو. اتي بسري کي شهيد جي خنجر سان آڏا ابتا چير ڏيئي، ربي مائيءَ کي کارايائين ۽ خنجر سندس مٿي تي گهمايائين. ربي مائي ڳالهه تي ڪري ته خنجر مٿي کي تي لڳو ته ائين ٿي محسوس ٿيو ڄڻ سندس ميڄالي ۾ اندر ڪا چرپر ٿي ٿي. وري چيائينس درگاهه جي چراغ جي تيل ۾ آڱريون ٻوڙي نڪ ۾ وجهي سڻڪي. الحمدالله ربي مائي جي مٿي جو سور نوي سيڪڙو لهي ويو. گادي نشين اسان کي ڏاڏا شاهه جا مهمان تصور ڪري هڪ حجري ۾ وڃي ويهاريو ۽ چانهه سان تواضع ڪيائين ۽ پڻ شهيد جو جُبو، ٽوپي، تلوار ۽ پيالو به اسان جي زيارت لاءِ ڪڍي آيو. تبرڪ طور هر گهر ڀاتيءَ کي ان پيالي ۾ پاڻي پيارايائين. ائين ڏاڏا شاهه جي ڪري اسان جي وڏي قدرداني ۽ عزت افزائي ٿي. وري 1986ع ۾ منهنجي ننڍي نياڻي شبانه جمال کي سخت مٿي جا سور پوڻ لڳا. ان وقت مان چيئرمين انٽي ڪرپشن هئس. خيرپور ميرس پهتاسون. پوليس جو اتالو استقبال لاءِ موجود هئو جن سلامي پيش ڪئي ۽ سرڪٽ هائوس وٺي ويا. هادي بخش لاڙڪ گذاري ويو هو. سندس پٽ ڏي تعزيت لاءِ ويس. منهنجي گهر واري، اندر مسز لاڙڪ وٽ وئي ۽ مون ٻاهر اوطاق ۾ سندس پٽ ڪامران سان تعزيت ڪئي. انهيءَ

چيو تہ پوليس اچي وئي ۽ چيائون تہ چيئرمين صاحب ٿو اچي، مونکي کهڙي خبر تہ چاچا جمال ابڙو ٿو اچي. وري ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جي گهر مرحوم الطاف جي تعزيت لاءِ وياسون تہ اتي بہ اڳواٽ پوليس جو دستو بيٺو هجي. تنوير کلندي چيو تہ هي تعزيت ڪرڻ جو ڪهڙو دستور آهي. تنوير ۽ سندس گهر واري ڊاڪٽر قمر سنو آدرڀاءُ ڪيو ۽ ان ڪمري ۾ وٺي ويا جتي الطاف اچي ٽڪندو هو. الطاف هڪ عجب انسان هئو. آهن تہ سيئي يائر هيرا، جهڙو عبدالنبي عباسي، تهڙو تنوير، تهڙو ارشاد پارس، پر حقيقي پارس هئو تہ الطاف. نہ منجهس هٺ وڏائي، نہ ڏيک ويک، نہ آفيسري جي خوءَ ۽ نہ ئي منجهس اهو احساس تہ هو وڏ گهراڻو. وڏو آفيسر يا اديب ۽ شاعر هئو، جو تڏهن پئسو ٻين ۾ اڻ لڪوئي سهي موجود آهي. جيتوڻيڪ مان الطاف سان ايترو ويجهو نہ رهيو آهيان جيترو ٻين ٽن يائرن سان، تہ بہ الطاف جو رڳو ملڻ جو والهانہ انداز ۽ اونو رکي ٻين جي ڪم اچڻ، بنان زور بار جي، محض پنهنجي نج خوبيءَ طبيعت تحت، کيس ٻين کان منفرد بڻائي ٿو. الله سندس ٻچن کي خوش آباد رکي ۽ خاص نوازش سان نوازي. انهن يائرن ۾ بہ مثالي پيار ۽ ايڪو آهي. شال خوش آباد هجن ۽ ڏکيو ڏينهن نہ ڏسن.

منهنجي ننڍي نياڻي جو بہ مٽي جو سور پنجاهہ سٺ سيڪڙو لهي ويو. مان کو ويساهہ وسوڙل ڪونہ آهيان، جيڪي سو ڪاٻي ڏر جي سوچ رکندڙ ۽ علي خان ابڙي جو پٽ آهيان جنهن پيرن فقيرن خلاف ملڪ گير مهم هلائي هئي ۽ ماڻهو کيس وهابي سمجهندا ۽ سڏيندا هئا. مون جيڪي ڏٺو ۽ جيئن ڏٺو بيان ڪيو اٿم. جيڪي سو مسٽر گرنائي جو ائڊيشنل ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ خيرپور ۽ درازا شريف جو مريد هئو، تنهن سان جڏهن ٿوڪ طور گادي نشين جي ڳالهہ ڪيم تہ ڪيئن نہ چرين وانگر سٽڻ تي ٽوپلو پائي لٺ کي بندوق بڻائي شڪار تي نڪتو هئو. تہ گرنائي صاحب الٽو مونکي چيو تہ، "جئبو تہ اڃان اندر واري اک ڪونہ کلي اٿئي جو اصل کي ڏسي سگهين." ائين هوندو. ڀلا اسين ڄاڻون بہ ڇا تا ۽ جيڪي ڏسون تا سو بہ ڪو نج سچ تہ ڪونہ آهي. انهيءَ سائيڻ درويش هاءِ ڪورٽ جي ججن کي سفارشي چٺيون لکڻ شروع ڪيون تہ هي شخص اسان وٽ دانهن ڪٽي آيو آهي ان جي پارت اٿوَ. هاءِ ڪورٽ کيس توهين عدالت جو نوٽس ڪڍيو. اخبار ۾ بہ اهڙيون خبرون آيون. اسين سڀ حيران ۽ وائڙا تہ الائي ڇا ٿيندو؛

درويش هاءِ ڪورٽ جي سـڏ تي ويندو بہ الائي ڪونـہ. پر هو ويو انهيءَ ساڳئي فقيرانہ انداز ۾ ۽ بنا وڪيل، بنا لکپڙهہ جي وچي چيائين، ”هائو برابر، اسان چنيون لکيون آهن. ماڻهو الله جو نالو وجهي اچن ٿا. اسان بہ سفارش جي چٺي الله جي نانءَ تي لکون ٿا. توهان جي مرضي آهي وٺيوَ تہ سزا ڏيو وٺيوَ تہ ڇڏيو.“ هاءِ ڪورٽ ڪيس ڇڏي ڏنو ۽ چيو تہ آئينده اهڙيون چٺيون نہ لکندا ڪيو. هاءِ ڪورٽ وارا سندس معصومانہ انداز کان متاثر ٿي ويا. ٻيو بہ هڪ واقعو ڪـهـڙن جي مخدوم صاحب جو ٻڌم تہ هو ماڻهن جون سفارشون کڻي هزهائنس مير علي نواز خان ٽالپر وٽ ويندو هو. مخدوم صاحب وڏو عالم، درويش ۽ بزرگ هئو سو مير صاحب ڪيس انڪار ڪونہ ڪندو هئو. پر حڪمراني معاملن ۾ بالآخر ڪيتري مداخلت برداشت ڪري سگهبي سو هڪ لڳا مير صاحب چيس تہ مخدوم صاحب هن ڀيري سفارش قبول ڪيون ٿا پر وعدو ڪيو تہ اڳتي ڪنهن جي سفارش نہ آڻيندا. مخدوم صاحب وعدو ڪيو پر مير صاحب شاهاڻي انداز ۾ چيو تہ نہ مخدوم صاحب ڏاڙهي ڏيو. مخدوم صاحب ڏارهيءَ تي هٿ رکي وعدو ڪيو تہ وري سفارش ڪونہ آڻيندس. اڃا واعدو ڪري دربار کان ٻاهر نڪتو مس تہ هڪ سواليءَ اچي ورايس. مخدوم صاحب انڪار ڪندي چيو تہ بابا مير صاحب کي ڏاڙهي ڏئي آيو آهيان تہ وري نہ ايندس. سواليءَ بہ چيس تہ سائين الله جي نانوَ تي منهنجو ٻُڌو تاريو. مخدوم صاحب بہ موٽي ويو مير صاحب وٽ جنهن سبب پڇيس تہ مخدوم صاحب مدعا بيان ڪئي. مير صاحب وعدو ياد ڏياريندي فرمايو تہ مخدوم صاحب اڃا هاڻي ڏاڙهي تي وعدو ڪري ويا آهيو. مخدوم صاحب بہ صاف چيو تہ مير صاحب هڪ طرف ڏارهي ٻئي طرف الله جو نالو، تارازيءَ جي پڙ ۾ جو وڌم تہ منهنجي ڏاڙهي وارو پڙ مٿي هوا ۾ هليو ويو، الله جو نالو ڳورو ٿي پيو، سون واري ڏاڙهي ۾ تہ وزن ئي ڪونہ هئو. مير صاحب بہ کلي ويٺو.

اڳ ۾ لکي آيو آهيان تہ ادا شمس وٽ هڪ مست ملنگ ايندو هو جو چانهہ جو ڪوپ پي باقي شمس کي ڏيندو هو ۽ شمس اها اوبر پي ويندو هو. هڪ دفعي شمس جي اوطاق تي وينا هئاسون تہ عبدالحيي جاگيراڻي آيو ۽ ڳالهہ ڪيائين تہ قاضي فضل الله جي جاءِ وٽ گوڙ لڳو پيو هو ۽ پوليس بہ آيل هئي. جاچ لاءِ ماڻهو موڪليوسين تہ ان خبر آندي تہ هڪڙو

فقير قاضي صاحب جي بنگلي جي گيٽ ٻاهران وسلا ۽ گودڙي رکي ويهندو آهي سو اٿيئي نٿو. اسان پاڻ فقير کي اتي وينل ڏسندا هئاسون. چيائون تہ قاضي صاحب پوليس هٿان کيس اٿاريو پر وري موٽي آيو آهي ۽ اٿي ئي نٿو. اتي، ادا شمس وارو مست ملنگ اٿي بيٺو. چي "هان! اٿي نٿو؟ ڏسان ڪيئن نٿو اٿي." ايترو چئي مست ملنگ وڏيون وکون کڻندو محڪمانہ انداز سان قاضي صاحب، جي بنگلي طرف روانو ٿيو. هُن فقير جي نظر جيئن ئي مست ملنگ تي پئي تہ وٺي ڀڳو. پنيان مست ۽ اڳيان فقير، اهڙو ڀڳو جو وري نہ کنهن ڏٺو. اهو ڪهڙو اسرار آهي؟ جيڪو وزير کان ڪونہ ڊنو، پوليس کان ڪونہ ڊنو، سو هڪ غريبڙي فقير کي ڏسندي ئي وٺي ڀڳو ۽ لاڙڪاڻو ئي ڇڏي ويو. هي ڪهڙو سرڪاري حڪم هئو يا ڪهڙي سرڪار هئي.

مٿي سون پنهنجا اکين ڏٺا واقعا ۽ مشاهدا بيان ڪيا آهن. هاڻي عبدالحق ٿو ڳالهائي. چي، "سائين ابي کي پٽاڻو اولاد ڪونہ هئو سو اجمير شريف، خواجہ اجميري جي درگاهہ تي دعا گهري آيو تہ الله پٽڙو عطا ڪريم تہ اهو هتي اچي حاضري ڀريندو. مان ڄائس. مئٽرڪ پاس ڪيم تہ پوليس سب انسپيڪٽر لاءِ چونڊجي ناسڪ (بمبئي طرف) تربيت لاءِ موڪليو ويس. ڪيئي سال لنگهي ويا، سب انسپيڪٽر ئي هئس تہ دهلي ۽ آگري گهمڻ ويس. ابي مرحوم چيو هئم تہ خواجہ اجميريءَ تي حاضري ضرور ڏجانءِ سو دهليءَ کان نندي پٽي واري (راجا واري گاڏي چوندا هئا) گاڏيءَ ۾ جوڌپور ۽ اجمير طرف روانو ٿيس. فرسٽ ڪلاس ۾ وينو هئس. گاڏي اجمير شريف پهتي تہ ٻہ ماڻهو يونيفارم (وردي) ۾ آيا ۽ اچي در ڪوليائون ۽ ڪنڌ جهڪائي چيائون اچو راجا صاحب. مون دل ۾ چيو هي وري ڪهڙو ناٽڪ. پوليس جو ماڻهو سو سوين شڪ شبها پيا پون. پر چيم يار عبدالحق جي ههڙي عزت ملئي ٿي تہ بسم الله. لٿس هيٺ تہ هڪ وردي وارو گاڏي ۾ گهڙي منهنجي بئگ کڻي آيو ۽ چيائين تہ راجا صاحب بس هيءَ ئي بئگ آهي. مون چيو هائو. چيائون هلو صاحب. ٻاهر ڪار بيٺي هئي ڪنڌ جهڪائي دروازو ڪوليائون ۽ مان شڪ وسوسي جي ٻڌتر ۾ چڙهي ويٺس. تن ڏينهن ۾ موٽر ڪار ورلي ڪنهن ماڻهوءَ وٽ هوندي هئي. ڪار اچي هڪ شاندار هوٽل وٽ بيٺي ۽ چيائون تہ صاحب توهان جو ڪمرو اندر آهي هلي آرام ڪيو. اتي سمجهيم تہ شايد اهي ماڻهو ۽ ڪار هوٽل جا ئي هجن. ڪمري ۾ ونهجي

سهنجي سوٽ بوٽ لاهي سلوار قميص پائي وينس تہ وري اهي ماڻهو آيا ۽ چيائون تہ صاحب درگاهہ تي هلندا. چيم هائو. چيائون هڪ بجي درگاهہ کلندي آهي اسان توهان کي وٺي هلنداسين. مان بہ لنچ ڪري تيار وينو هئس تہ اهي يونيفارم وارا ٻئي ماڻهو آيا ۽ ڪار ۾ چاڙهي درگاهہ جي در تي آندائون. دروازو کليو تہ پريان گادي نشين خود بيٺو هو ۽ مون کي ڪلي کيڪاريائين ۽ خادمن کي حڪم ڏنائين تہ بابا روضو کوليو. انهن وٽ چاٻين جا ڇڱا هئا. روضو کوليائون. عام طرح سان روضو ڪونہ کوليندا آهن (اها خبر مون کي بہ آهي جو مان پاڻ بہ تي آيو آهيان. اهو ذڪر پوءِ ايندو). گادي نشين مونکي اندر مزار تي وٺي ويو ۽ مون مزار جي چوڪٺ کي چميو. پوءِ پرسان پلٿي ماري باادب تي ويٺاسون. گادي نشين هر هر ڪلي پيو مونڏي نهاري. نيٺ هڪ خادم کي حڪم ڏنائين تہ فلاڻو رجسٽر کڻي اچو. هڪ پراڻو رجسٽر آڻي ڏنائونس شايد 1909ع جو هئو، سو کولي هڪ صفحو مونکي ڏيکاريائين جنهن تي لکيو پيو هئو تہ اڄ فلاڻي تاريخ ميهڙ جو محمد بچل وقاصي آيو ۽ پٽ جي باس باسي ويو. گادي نشين مشڪي مونکان پڇيو تہ اهو پٽ تون آهين. سائين ڏسو قدرت. مون چيو هائو مان ڏهين آڪٽوبر 1910ع ۾ ڄائس. نذرانو پيش ڪري موڪلائي موٽي آيس. سائين هي ناٽڪ يا عبدالحق جو بخت. ڏسو مون لاءِ انتظار پئي ٿيو ۽ اڳوات رهائش ۽ ڪار وغيره جا بندوبست ڪيا ويا. الائي ڪهڙو راز آهي."

عبدالحق صاحب ان ڳالهہ کي پوليس جي زبان ۾ ناٽڪ ٿي سڏيو ۽ حيرت ۽ راز بہ. انهيءَ کان وڌيڪ حيرت جي ڳالهہ اها ٿي جو ٽين سيپٽمبر 1996ع تي ٽنڊو آدم ۾ وفات کان پوءِ جڏهن ان ئي ڏينهن، مطابق 18 ربيع الثاني 1317هجري تدفين ڪري پوري ڪئيسين تہ هڪ فقير (درويش) ڊوڙندو اچي پهتو. هڪ چادر تربت مٿان وڇايائين. چي هيءَ خواجہ اجميري جي مزار جي چادر آهي ۽ اڄ خواجہ جي عرس (يا برسي) جو ڏينهن آهي. مونکي حڪم ٿيو ۽ مان ڊوڙندو آيو آهيان. چادر چاڙهي هليو ويو. وري ڪونہ ڏٺوسون.

خواجہ اجميري جي درگاهہ تي مونسان جيڪو واقعو پيش آيو سو بيان ڪندو هلان. سن 1945ع ۾ جڏهن مان اجان ڪاليج ۾ پڙهندو هئس تہ مان غلام النبي سومرو ۽ مرحوم محمد خان سومرو هندوستان جي سير

تي نڪتاسون. مهاڀاري لڙائي جو زمانو، گاڏين ۾ رش، گرمي سخت ۽ ٿرڊ ڪلاس جو سفر، جواني هئي جو سهي وياسون. دهلي آگري کان ٿيندا خيال ڪيوسون تہ راجستان جو سير ڪجي. راجا واري گاڏي ۾ جيتپور، جوڌپور کان ٿيندا اجمير پهتاسون. هيو سڀ ذڪر ڇڏي، درگاهہ جي ڳالهہ ڪبي. درگاهہ جو گيٽ کليو ۽ ماڻهو گيٽ کان مزار شريف تائين جو رستو وچي، ان تي ٻنهي طرفن کان قطار ڪري ويهي ويا. ائين گادي نشين آيو. هٿ ۾ ٻهارو هئس. ماڻهو اشتياق سان ڪنڌ جهڪايون بيٺا هئا تہ شال کين ٻهارو هٽي، جو اهو مبارڪ سمجهيو ٿي ويو. ڪجهہ ماڻهن کي ٻهارو هڻندو جڏهن منهنجي قريب آيو تہ مون سندس اکين ۾ عجب جهڙي چمڪ ڏٺي. مون کي ٻهارو هڻڻ لاءِ وڌيو تہ مان قطار مان نڪري پٺتي ٿي ويس. مون انهيءَ عمل کي غلط ٿي سمجهيو. ايتري ۾ قوال بہ پلٽي هٽي قوالي ۾ شروع ٿي ويا. قوالي جا لفظ مون کي اجا ياد آهن تہ ”خواجہ تو سامنے آ، تو مين سجده ڪرون.“ مونکي اها ڳالهہ بہ نہ وڻي تہ سجدو تہ الله کي ڪبو آ، خواجہ کي ڪيئن ڪبو. گادي نشين ڪن ماڻهن کي ٻهارا هڻندو وري موٽيو ۽ ڪن ماڻهن کي اشارو ڪندو پاڻ سان گڏ وٺي هليو. مونکي بہ ڪلهي تي هٿ رکي، ساڻس هلڻ جو اشارو ڪيائين. ڏهہ پندرهن ڄڻا چونڊيائين ۽ مزار شريف کولائي اسان کي اندر وٺي ويو. مزار جي چوکٽ کي جي چانديءَ جا پاوا آهن تن کي ماڻهو چنبڙي چميون ڏئي، روئي روئي خواجہ کان دعائون گهرندا رهيا. مان مزار جي ويجهو بہ ڪونہ ويس ۽ پٺ کي ٽيڪ ڏئي بيهي رهيس. منهنجو اهڙين ڳالهين ۾ اعتبار ئي ڪونہ هو. پوءِ بہ گادي نشين چمڪندڙ اکين سان مونکي ڏسندو ۽ مرڪندو رهيو. نيٺ مونکي ڪنڌ پٺيان هٿ ڏئي مزار طرف وٺي هلڻ جي ڪيائين پر مان پاڻ ڇڏائي بيهي رهيس تہ بہ ڪاوڙيو ڪونہ رڳو کليو. اها ٻي يا ٽين چانس مون وڃائي. اڄ سوچيان ٿو تہ گادي نشين جي شرڻ اچان ها تہ ڪهڙو هرج. الله تہ معاف ڪندڙ دلين جو حال ڄاڻندڙ آهي ۽ معاف ڪري ڇڏي ها. جي درگاهہ تان ڪجهہ پلئہ پوي ها تہ منزلون آسان ٿي وڃن ها. پهرئين لاڙڪاڻي واري بزرگ سچ چيو هو تہ عقيدا درست ڪري تہ چڱي منزل ماڻيندو، پر مون ڪن لاتار ڪئي. ڪجهہ وهابيت جا جيوڙا مون ۾ ويهي ويا هئا. الله تہ وڏو رحمان، رحيم ۽ عفو سان محبت ڪندڙ آهي.

مونکي حيدر بخش جتوئي ڏو ياد اچي. اڪثر مهرباني ڪري مون وٽ پير پريندو هو. عادت موجب دهريت جو ذڪر ڇيڙيائين ته مون ڪيس جهليو ۽ حضرت علي رضي الله عنه جو قول ياد ڏياريو ته جي الله سائين ناهي ته به مڃڻ ۾ ڪو حرج ناهي ۽ جيڪڏهن آهي ته ڪفر جي صورت ۾ سزا ڏيندو، ته حيدر بخش صاحب ڪمال اعتماد سان چيو ته جيڪڏهن الله ناهي ته مونکي خوشي ٿيندي ته مان صحيح آهيان. پر جي الله آهي ته به مونکي ڪو ڊپ نه آهي ڇو ته الله سائين مهربان، رحمان ۽ رحيم آهي ۽ مونکي اجر ڏيندو جو مون سندس خلق جي خدمت ڪئي آهي ۽ محض انهيءَ ڪري سزا ڪونه ڏيندو جو ڪوئي پوررڙو سندس وجود ڪان انڪاري آهي. اهڙا خيال يا دليل، اڳتي هلي نهايت غلط ۽ نقصانڪار رجحان ۽ لاڙا پيدا ڪن ٿا جي قومن جي تقدير لاءِ نهايت هاڃيڪار ثابت ٿين ٿا. ماڻهو ته پوررڙو آهي ئي. پنهنجي علمي يا عقلي سطح آهر هو سوچي ۽ نتيجا اخذ ڪري ٿو. ان ڪري جڏهن به ڪو عالم، اديب ۽ دانشور ڪا ڳالهه ڪري ته نهايت سوچ، سمجهه ۽ احتياط کانپوءِ ڪري.

علامه اقبال جي خوديءَ کي اڄا تائين ڪيترا ماڻهو فخر ۽ وڏائيءَ سمجهن ٿا. خود علامه المشرقيءَ جو غلبه اسلام ۽ مهاتما گانڌيءَ جي رام راجيه جو حشر جو طالبان ۽ بي جي پي وارن ڏاڙهيل گرو گهنٽالن ڪيو آهي سو اڄ اسان جي اکين آڏو آهي. مهاتما گانڌيءَ وارو ستياگرهه ئي وٺو. ڪٿي اهو ستيه گرهه (سچ جو وچن) ڪٿي اڄ جا ايم ڪيو ايم وارا هڙتال. ڪٿي ان وقت ڏارين جو بهشڪار، ڪٿي اڄ جو گهيراءُ، جلاءُ ۽ راڪيٽ لانچر. ڪٿي ڀڳت سنگهه جو هڪ انگريز جنرل اوڊائر کي گولي هڻڻ، ڪٿي اڄ معصوم شهرين کي ڪلاشنڪوف سان پُڃي رکڻ. سياستدانن توڙي دانشورن کي نهايت سوچي سمجهي، ڇپي ڇتي ڳالهائڻ کپي ڇاڪاڻ ته هو تاريخ ساز موڙ ڏيڻ وارا ماڻهو آهن. ٻي مهاڀاري لڙائي جي ڪِيسن کان پوءِ سوويت يونين جي استالن جهڙي فولادي ماڻهو به ”عالمگير امن“ جو نعرو ڏنو جو آمريڪا ۽ يورپ جي سامراج شاهيءَ کي پسند نه پيو. الائي ڪهڙي انگريز دانشور چيو آهي ته امن جون فتوحات ڪنهن به صورت ۾ لڙائيءَ جي فتوحات کان گهٽ نه آهن. مونسان ويڌن اها آهي جو سن، تاريخ ۽ مصنف جا نالا اصل ياد نه پوندا اٿم.

ياد جو مسئلو بہ اهو آهي تہ توهان ڪنهن ڳالهہ ڪي ڪيتري اهميت ڏيو ٿا. جيڪڏهن ڪن واقعن ۽ شخصيتن ڪي مناسب اهميت نٿا ڏيو تہ ياد وري ڪيئن پوندا. گورنر يا چيف منسٽر دعوت ڏئي گهرائي تہ ڪو وسرندي؟ باقي جي غريب جي شادي بہ آهي تہ تاريخ، وقت ۽ هنڌ وسري ويندا. مون وٽ پئسي جي ٻاڙائي هوندي هئي. مهيني جون پويون تاريخون اوڌر تي گذاريندا هئاسون. پهرين تاريخ تي پگهار وٺڻ ئي وسري وڃي. ائين چوٿين پنجين تاريخ تي وڃي، گهر واري ويچاري روز تاڪيد ڪري تہ سائين گهر ۾ ڪائڻ لاءِ ڪونهي اڄ تہ ضرور پگهار وٺي اچجو پر مونکان هميشہ وسري وڃي. پئسي ڪي مون ڪڏهن اهميت نہ ڏني ۽ نہ پئسي ڏوڪڙ جو خيال ڪيم ۽ نہ رتابندي. نيٺ جڏهن حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ منهنجي نوڪري لڳي تڏهن منهنجي گهر واري آفيس ۾ فون ڪري مونکي ياد ڏياريندي هئي تہ اڄ پگهار کڻي اچجو. هوائي قلعا بہ اهڙا اڏيندو هئس جو هڙ ۾ پئسو نہ لهي ۽ چوندو هئس تہ بنگلو ۽ ڪار هجي پوءِ حج ڪري ايندس. منهنجو دوست شمس الدين صديقي سيشن جج، منهنجيون اهڙيون ڳالهيون ٻڌي چوندو هو. ”ميان مغز تہ جاءِ اٿئي. بنگلو ۽ ڪار بہ ٿي ۽ حج بہ ڪري آئين. هاڻي لهي آ زمين تي.“ سچ چوندو هو، پر الله ڪري ڏيکاريو ۽ ان ۾ منهنجو ڪو عمل دخل نہ هئو جي هڪ هڪ ڳالهہ جي تفصيل ۾ ٿا پئون تہ الائي ڪيڏي پنڌ تي ويندي.

ذڪر پي هليو ڳالهہ جي اهميت جو. ڳالهہ جي اهميت هوندي تہ وسرندي تہ ڪانہ پر جيڪي سو الڪو تي ويهندو. گلاب وڪيل ڏاڍو پيارو دوست آهي. سينئر وڪيل آهي. هڪ ڏينهن سيشن جج شيخ غلام الرسول، پري ڪورٽ ۾ ڪاوڙ جو مظاهرو ڪري ڪيس جو فائيل اڇلي ڦهڪو ڪرايو گلاب جي منهن ۾. سڀني وڪيلن ۾ ۽ بار روم ۾ چؤپچؤ ٿي وئي. ٻئي ڏينهن گلاب ڪلندو مون وٽ آيو چي سائين شيخ صاحب مون ڪي سڏائي افسوس جو اظهار ڪيو ۽ چيائين تہ، مونکي هاءِ بلڊ پريشر آهي سو پنهنجي وس ۾ ناهيان. مون چيو اڙي گلاب، اهو بلڊ پريشر هاءِ ڪورٽ جي جج، ڪمشنر ۽ گورنر اڳيان چو نہ ٿو اچيس. انهن آڏو تہ سُسي ڪوئو ٿيو وڃي، بلڊ پريشر بہ عقلمند اٿس. گلاب ڪجهہ ڦڪو ٿيو پر مرڪي چيائين تہ اسان جو تدارڪ ٿيو، ڳالهہ آئي وئي ٿي وئي، هاڻ ڪوٽ ڪوٽان چو

ڪجيس. مون چيو اهو رويو صحيح آهي. جهيڙي مان ڪو فائدو ڪونهي. سو بلڊ پريشر به اهميت ٿو ڏسي. گورنر جي اهميت ٻي وڪيل جي ٻي. مجال آ بلڊ پريشر ڪي جو وڏن صاحبن جي آڏو آپي مان نڪري. هرڪا ڳالهه، هرڪو عمل، اهميت سان وابسته آهي. ماڻهو نالا، تاريخون ۽ سن الائي ڪيئن ٿا ياد رکن. يا ته واقعي اديبن ڪي، اديبن جي نالن ۽ تاريخن ۽ تاريخ سان تمام گهري وابستگي يا پيار عزت هوندي. باقي ڪي اديبڙا ته وري بنا پڙهڻ جي مشهور اديبن ۽ سندن ڪتابن جا نالا ياد ڪري پنهنجي علم جو ڏاڪو ويهارين ٿا.

ڪن ماڻهن جي دلچسپي ۽ ياداشت عضب جي هوندي آهي. جهڙوڪ: شيخ اياز ۽ مرحوم وڪيل اي. ڪي بروهي صاحب جنهن جي بختيارپور وارو ڊاڪٽر مرحوم جان محمد قريشي ڳالهه ٿو ڪري ته ڪيس "ڪراچي هاءِ ڪورٽ ڪنهن ڪيس جي شاهدي ۾ گهرايو سو هڪ ڏينهن اڳ ڪراچي پهچي ويس. شام جو هوا خوري لاءِ ٻاهر نڪتس ته بروهي صاحب ملي ويو. هڪدم پڇيائين ته پيائو ميڊيڪل جورسپروڊنس (ڊاڪٽري قانون وغيره) جو سٺي ۾ سٺو ۽ مستند ڪتاب ڪهڙو آهي. مونکي به ڪٿي ٿي ڪٿي سو هڪ ڦوڙاٽ ڪتاب ۽ ان جي مصنف جو نالو ٻڌايومانس. ٻئي ڏينهن جو هاءِ ڪورٽ ۾ ويجان ته منهنجي آڏي پڇا ڪرڻ لاءِ بروهي صاحب اٿيو. هڪدم پڇيائين ته فلاڻو ڪتاب ۽ مصنف ڊاڪٽريءَ تي سَندَ آهي. چيم هائو. پوءِ ته مونسان اهڙي ڪيائين جهڙي ٻرڙو ڪري ٻارن سان. ان ڪتاب جا حوالا ڊاڪٽري جي باريڪ نقطن بابت وڃي پڇندو. جي مُنجهان ته ان ڪتاب مان حوالو صفحي سميت ٻڌائي ۽ پڇي ته ائين لکيل آهي. ائين لڳم ڄڻ بروهي صاحب استاد ڊاڪٽر هئو ۽ مان سندس شاگرد." ڊاڪٽر صاحب پاڻ به پنهنجي روبرو ٿيل ورهين جا واقعا اهڙي تفصيل سان ٻڌائيندو هو ڄڻ ته فلم پئي هلي. علامه غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب کي ڪتابن ۽ مصنفن جا نالا ته ٺهيو پر حوالا ۽ صفحا به ياد آهن. اهو ٿيو والهانه عشق ۽ شوق.

رسول بخش پليجو به بلاڙو آهي. ڪمال منهنجو يارُ، ماهر انجنيئر هئو. رسول بخش ڪو انجنيئري تي ڪتاب پڙهي آيو هئو سو ڪمال سان خيالن جي ڏي وٺ ڪيائين ته ڪمال ڪيس نظرانداز ڪري چيو پليجا صاحب انجنيئري تمام دقيق ۽ ماهرانه شعبو آهي توهان ٻي ڪا ڳالهه ڪيو. پليجي صاحب چيس ته نه، ڀلي انجنيئري بابت ڪو موضوع چيڙ. ڪمال ائين ڪيو

تہ، پليجي صاحب اهڙا اهڙا نڪتا ٻڌايا ۽ سمجهايا جو ڪمال لاجواب ٿي ويو. هي آهي شوق ۽ ذهانت. اسين تہ اهڙي ڪنهن ڪتاب مان هوند ورڇجي پئون. منهنجو دوست غلام النبي سومرو وري گفتن ۽ جملن جو عاشق هئو، جتي بہ ڪو سهڻو جملو يا گفتو ٻڌندو يا پڙهندو هو تہ سندس دل و دماغ تي نقش ٿي ويندو هو. پڙهندي پڙهندي وٺي ڪِيڪ ڪندو، اڙي ڇا ٿيو تہ چوندو سياڻا هي تہ ٻڌ ۽ پوءِ اها سِٽ سڄو ڏينهن پيو ورجائيندو. مير علي احمد خان ٽالپر بہ ائين ڪندو هو. ڪو شعر يا بيت وٺي ويس تہ بہ ٽي ڏينهن لاڳيتو، آئي وئي کي هر هر پيو ٻڌائيندو. مير صاحب تقرير جو آريٽر (وڏو ماهر) هئو. مان تہ چوندس تہ نواب بهادر يار جنگ جي پائي جو تقريري ماهر هئو. شروع تقرير ۾ پانءِ تہ پانءِ تہ ڪندو هو ۽ پوءِ جڏهن روان ٿيندو هو تہ ساموندي لهرون ۽ ڇوليون هونديون هيون ۽ سندس ڳالهہ ۾ اهڙي نواڻ هوندي هئي جو ماڻهو ڪم ڪار ڇڏي ڏانهنس متوجهہ ٿيندا هئا. ٻيو هڪ بزرگ هئو پير غلام مجدد سرهندي. سفيد ڏاڙهي گورو رنگ، تحريڪ خلافت ۽ سياسي ميدان جو مجاهد. اهو بہ فن تقرير جو ايڏو ماهر هئو جو وڃي ٿيا خير. آغا غلام النبي پٺاڻ جنهن جو ذڪر پير علي محمد راشدي صاحب گهڻو ڪيو آهي انهيءَ جي تقرير ۾ بہ جوش، جذبو، ڪڙڪو ۽ رواني هوندي هئي. باقي قاضي فضل الله، خانبهادر کهڙو ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جون تقريرون مون ريجهو باغ لاڙڪاڻي ۾ ٻڌيون تہ انهن ۾ اها رواني ڪانہ هوندي هئي. سائين جي ايم سيد بہ ڇپي ڇٽي، سوچي سمجهي ۽ آهستي آهستي ڪري تقرير ڪندو هو. جناح صاحب انگريزيءَ ۾ واهہ جي تقرير ڪندو هو. مخصوص لفظن تي زور ڏئي ائين ادا ڪندو هو جو وار ڪاندارجي ويندا هئا. هي سڀ ذات جو ڪرشمو آهي. ذات ڪان ڪو انڪاري نٿو ٿي سگهي. ذات سان گڏ جيڪڏهن مشق ۽ شوق بہ شامل ٿي وڃي تہ پوءِ جيئن تڏ تيئن وڌ. ذهنت ۽ شوق ۽ يڪسوئيءَ سان ماڻهو ڪيئي مرحلا طئي ڪري وڃي ٿو. منهنجو سوٽ عبدالقادر ماهر انجنيئر آهي. دادو مورو پل ٺاهيائين. حيدرآباد سپر هاءِ وي باءِ پاس ٺاهيائين پر دوائن ۽ ڊاڪٽري معاملن ۾ اهڙو ماهر جو ڊاڪٽرن کي بہ حيران ڪيو ڇڏي. دوائن جو ڪيميائي رد عمل ۽ انساني جسم جي مختلف عضون جي علاج جو بہ ماهر، حالانڪ ڊاڪٽري پڙهي ڪانہ اٿائين. سندس والد يعني منهنجي چاچي علي محمد ابڙي

جي مثانہ جا غدود سڄي پيا. وڏي عمر ۾ ائين اڪثر ٿيندو آهي. هرڪو چاٽي ٿو تہ ان جو علاج صرف آپريشن آهي، پر جيئن تہ چاچو لاغر ۽ ڪمزور هو ان ڪري عبدالقادر آپريشن جي اجازت نہ ڏني. سندس چوڻ هئو تہ غدودو سڄن تا ڪنهن انفيڪشن جي ڪري سو جي ان انفيڪشن جو علاج ڪجي تہ غدود سُسي نارمل ٿي ويندا. پاڻ علاج ڪيائينس ۽ چاچو نيڪ ٿي ويو ۽ ڪيترا سال زنده رهيو. سندس ڀيڻ زينت النساء زوجہ مسٽر غلام سرور عباسي ائڊووڪيٽ لاڙڪاڻو، کي پيٽ جو ڪينسر ٿي پيو. جناب غلام سرور عباسي بي تحاشا پئسو خرچ ڪري سندس علاج ڪرايو. آخر ۾ ڊاڪٽرن جواب ڏنو تہ بس هاڻي مهيني ٻن جي مهمان آهي. ادي زينت بہ واهہ جو خنده پيشاني ۽ دليريءَ سان موت جو مقابلو ڪيو، پر عبدالقادر سندس غذا ۾ ماکي ۽ زيتون جي تيل جو اضافو ڪرايو تہ ڪيس ڪافي فائدو ٿيو ۽ پوءِ بہ ٻارهن مهينا زنده رهي. خير سان تازو رب کي پياري ٿي وئي. ڇا تہ شاندار خاتون هئي. اسان جي خاندان ۾ ٻي نهايت شاندار ۽ راڄائتي خاتون آهي منهنجي ٻيو نمبر ڀيڻ رئيس زين العابدين خان اسراڻ جي گهرواري. اها تہ مثالي خاتون آهي، لفظ، سندس دانش، صبر ۽ شڪر جي وسعت جي اظهار لاءِ لفظ هٿ ئي ڪونہ ايندا.

عبدالحق ولد محمد بچل وقاصي جي ذڪر هلندي مٿيون سڀ ڳالهيون اچي ويون. عجيب فقير منش، سخي مڙد، ڪچهري جو مور ۽ دوستن جو وسيع حلقو رکندڙ شخص هئو. جهڙوڪر سڄي ويهين صديءَ تي محيط رهيو. ڏهين آڪٽوبر 1910ع تي تولد ٿيو ۽ ٽين سيپٽمبر 1996ع تي ٽنڊي آدم ۾ وفات پاتائين ۽ اتيئي انهيءَ هنڌ مدفون آهي جا جاءِ پاڻ پسند ڪري ڏيکاري ويو هو. عبدالحق صاحب کان ڇهہ ڏينهن اڳ سنڌ جو هڪ ٻيو نامور شخص قاضي عبدالمجيد عابد 28- آگسٽ تي گذاري ويو. قاضي صاحب ۽ سندس وڏو ڀاءُ قاضي محمد اڪبر صاحب سيوهڻ شريف جا هئا. سياڻا ۽ سمجهو ماٺهو هئا جن سوچيو تہ سنڌن لاءِ ترقي جا موقعا حيدرآباد جهڙي وڏي شهر ۾ هئا. حيدرآباد ۾ ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ جي ڊاڪ بنگلي پرسان اچي رهيا. جلدئي پنهنجي حسن اخلاق ۽ رلڻي ملڻي طبيعت سبب سڄي حيدرآباد شهر توڙي ضلعي ۾ مشهور ٿي ويا. ڊاڪ بنگلي جي نسبت سان سڏبائي هئا ڊاڪ بنگلي وارا قاضي. قاضي محمد اڪبر صاحب گاڏي کاتي ۾ طب جو دوڪان

يا دواخانو کوليو. مون پاڻ ڪيس اتي ڏٺو جڏهن 1940ع ۾ مان نور محمد هاءِ اسڪول ۾ پڙهندو هئس. قاضي صاحب وارا علمي ادبي ذوق رکندڙ ماڻهو هئا ۽ سندن نياڻيون به پڙهيل ڳڙهيل ۽ آزاد خيال هيون جا ڳالهه تنهن وقت جي مسلم معاشري ۾ نياري هئي. مان جڏهن ڊي جي نئشنل ڪاليج حيدرآباد ۾ داخلا ورتي ته پهريون دفعو هيترين سارين ڇوڪرين سان گڏ پڙهڻ جو موقعو مليو پر هيون سڀ هندو ڇوڪريون سي به گهڻو ڪري عامل. عامل ۽ ڀائيبند واڻين جو وڏو تفرقو هو ۽ هڪٻئي تي ٽوڪون ۽ طنز ڪندا هئا. سڄي ڪاليج ۾ مسلمان ڇوڪريون رڳو ٻه هيون. هڪڙي پنهور خاندان جي هئي جنهنجو نالو وسري ويو اٿم ۽ ٻي اسلم شيخ صاحب جي نياڻي فهميده شيخ صاحبه جا اڄڪلهه خير سان ليڊي ڊاڪٽر آهي. ٻئي مسلمان ڇوڪريون معقول لباس ۾ ۽ سفيد رئو اوڍيل هوندو هئن. باقي هندو ڇوڪريون ته مٿا اگهاڙا، وار ڪٽيل ۽ فراڪ پهريل، ٽنگون اگهاڙيون پيون چمڪنديون هيون ۽ ٺهڪڙا پيا پوندا هئن. ڪيڏو نه هندو اسان ڪان اڳيرا هئا. اسان جون ڇوڪريون ته اڃا تائين مٿا ۽ ٽنگون اگهاڙيون ڪري نٿيون هلن. اسان جي سوچ اڃا مُلن واري آهي ۽ ان سوچ جي گهاڻي يا چڪر ۾ قيد آهيون. لاڙڪاڻي هاءِ اسڪول ۾ به جتي پنج سؤ کان مٿي شاگرد هئا اتي مسلمان ڇوڪري رڳو هڪڙي هئي جيڪا اڄڪلهه مشهور ڊاڪٽر بيگم اشرف عباسي آهي. شابس آهي سندس پيءُ مسٽر غلام محمد عباسي ائڊووڪيٽ کي جنهن اهڙي همت ڪئي. مرحوم هڪ خوبرو ترقي پسند نوجوان هو جو اوچتو ننڍي عمر ۾ گذاري ويو. اها هئي مسلمان ڇوڪرين ۾ تعليم جي حالت. اڄ الحمدالله سوين هزارين ڇوڪريون پڙهن ٿيون. ڪجهه سال اڳ جڏهن سکر مرحوم رشيد ڀٽيءَ جي چاليهي تي ويس ته شاميانى ۾ ڪافي سنڌي مسلمان ڇوڪريون ويٺل ڏٺم. ان وقت مون کي ڏاڍي پرمسرت حيرت لڳي جڏهن هڪ مٿي اگهاڙي سيد ڇوڪري پاڻمرادو اچي مونسان ملي ۽ خيالن جي ڏي وٺ ڪئي ۽ پوءِ هيڏي ساري مجمع ۾ تقرير به ڪيائين. واقعي اسان جي ٿهي هاڻي جهوني ٿي وئي آهي ۽ اسين نئين ٿهي جا مسئلا نٿا ڄاڻون. رسول بخش پليجو ان معاملي ۾ پيش پيش آهي ۽ نوجوانن سان گهلي ملي ويو آهي جنهن ڪري سندس سوچ به جاندار آهي ۽ سڀ بندشون ۽ هٻڪون ٽوڙي ويو آهي.

قاضي محمد اڪبر صاحب رنگ جو گورو، ڪلٺو ۽ رلٺو ملٺو هو. طب

جي پيشي ڪري هڪدم وڏن ماڻهن، ميرن، پيرن مخدومن ۽ وڏيرن سان بيحجابانہ ۽ گهرا تعلقات پيدا ڪري ويو. متوسط طبقي جو ماڻهو هو. مير غلام علي خان ٽالپر وٽ سندن گهڻو اچڻ وڃڻ هو. مير صاحب رڄ چڱو مڙس ۽ شاندار ماڻهو ۽ وڏي هلندي پڄندي وارو هو. غالباً سندس ئي مدد سان قاضي عبدالمجيد چيف آفيسر ٿيو ۽ پوءِ يڪدم پئسي وارا ۽ اثر رسوخ وارا ماڻهو ٿي ويا. پوءِ تہ مسلم ليگ ۾ جناح صاحب جي مدد سان قاضي محمد اڪبر صاحب جي ايم سيد کان اليڪشن کٽي گهڻو مشهور ٿي ويو. اليڪشن ۾ ظاهر ظهور ڌانڌلي ٿي. اسان شاگردن جا ٽولا بہ ويا هئا. ڪامورن ڪلم ڪلا سائين جي ايم سيد جي مخالفت ۽ قاضي صاحب جي مدد پئي ڪئي. ڪوڙن ووٽرن جون ٽرڪون ڀرجي پي آيون. هاءِ ڪورٽ اهڙي تصديق ڪري قاضي صاحب جي چونڊ رد ڪئي. بهرحال ٻنهي ڀائرن جو ستارو زور هئو ۽ ويا چڙهندا. سندن سياست بہ هئي چڙهنديءَ جو سلام. پراڻيون وابستگيون هڪدم وساري، هر حاڪم ۽ حڪومت سان ساٿ ڏيندا آيا ۽ ان جو ڪنيو ڪاڏائون. قاضي عابد صاحب اها پاليسي رکندو آيو ۽ هر دؤر ۾ بااثر رهيو. پنج وقتو نمازي، نهايت تيز فهم، عقلمند ۽ عملي سوچ رکندڙ، يار ويس ماڻهو هئو. ڳالهائڻ جو ٺڌو، نرم مزاج ۽ رک رکاءُ وارو نماز جو پابند اهڙو جو هڪ دفعي مان ڪراچيءَ ۾ فيروزآباد ٺاڻي واري روڊ تي سينيٽر مرحوم محسن صديقيءَ جي بنگلي طرف پي ويس تہ مغرب نماز جو ٽائم پرجي آيو. نماز آهي حاضري يا پنج وقتو سلام. نمازي ماڻهو، نماز جي وقت تي بي آرام ٿي وڃي ٿو. مان گهران نڪرندو آهيان تہ گهڻو ڪري وضو ڪري نڪرندو آهيان. هي 1973ع جي ڳالهہ آهي. مون کي بہ اهڙي اچي هورا ڪورا ٿي جو هڪ بنگلي جو گيٽ کليل ڏٺم تہ پاڻ کي باور ڪرايم تہ اهو مير علي بخش خان ٽالپر جو گهر آهي. مير صاحب منهنجو ننڍي هوندي جو دوست هئو. بسم الله ڪري اندر گهڙي باغ جي ڇپر تي نماز نيتي ويهي رهيس. ائين محسوس ڪيم تہ ڪا گاڏي در تي رڪي ۽ هڪ ماڻهو منهنجي پرسان الله اڪبر ڪري ويهي رهيو. سلام ورائي جو ڏسان تہ قاضي عبدالمجيد. هڪٻئي کي ڪيڪاريونسون. پڇيومانس تہ هي مير علي بخش جو گهر آهي؟ چيائين خبر ناهي نماز جو وقت نڪتو ٿي ويو سو توکي ڏسي مان بہ هليو آيس. قاضي صاحب بہ باوضو هئو. ائين الائي ڪنهنجي

بنگلي جي ڇپر تي نماز پڙهي هليا آياسون. قاضي صاحب جو ننڍو ڀاءُ قاضي اعظم وڪيل بہ نماز جو پابند آهي. ٻنهي ڀائرن ڪي پيشانيءَ تي سجدي جو داغ آهي. مونکي اهو داغ نہ ٿيي نہ ٿيو آهي. الائي ڇو. منهنجو ٻيو نمبر پٽ ڊاڪٽر اظهر بہ پڪو نمازي آهي. اهو بہ سوال ڪندو آهي تہ بابا الائي ڇو اسان کي سجدي جو داغ نٿو ٿئي. ڇير مسجد ۾ تڏي تي مٿو رهڙبو تہ داغ بہ ٿيندو. قاضي عابد صاحب بہ سنو ۽ شاناٿو وقت گذاري، راهہ رباني وٺي ويو.

اهي بہ الله جا لک احسان جو حياتي بخشي دنيا ۾ آڻي ٿو، مهلت بہ ڏئي ٿو، توفيق بہ ڏئي ٿو جو ورهين جا ورهيہ گذاري آل، اولاد، مال ملڪيت، نالو ۽ ناموس ڇڏي وڃون ٿا. ڪن کي تہ جمڻ کان اڳ ۾ ئي ماءُ جي پيٽ ۾ موت ڳڙڪايو وڃي. شاهہ لطيف ٿو فرمائي تہ، "انهيءَ منجهہ آهي ڪا اونهي ڳالهہ اسرارَ جي". انهي اونهي ڳالهہ کي سلجهائڻ لاءِ آدجڳاد کان فلسفي ۽ دانشور ڪوشش ڪندا آيا آهن ۽ سمجهي نہ سگهيا آهن. انهيءَ اونهي ڳالهہ کي وري بہ سائنسدان ئي سلجهائيندا. اهيئي قدرت جي ڳجهہ ۽ اسرار کي سمجهندا ۽ سلجهائيندا. مون جيڪي سمجهيو آهي سو اهو تہ موت آهي "وقت جي پنجوڙ مان نجات." هڪ ٻج مان وڻ نسري ٿو. اهو وڻ تہ پنهنجو مدو پورو ڪري سڪي وڃي ٿو يا ڪٽجي وڃي ٿو پر پاڻ جهڙا لکين ٻج ڇڏي وڃي ٿو جنهن مان هر هڪ ۾ سندس بڻ يا جنس يا روح موجود آهي. انسان بہ نس پس ائين آهي. سندس مرده جسم ۾ بہ لکين ڪروڙين DNA موجود آهن ۽ هزارين سالن گذرڻ کان پوءِ بہ اهو DNA ڪڍي ڪنهن عورت جي ڳيرڻ ۾ وجهو تہ سندس ٻار ۾ ان جنس جون خصوصيتون پيدا ٿي پونديون. تازو سئٽزرلينڊ ۽ اٽليءَ جي سرحد وٽ هڪ انساني لاش برف ۾ دٻيل لڌو اٿن. سائنسدانن حساب لڳايو آهي تہ لاشو ٻہ هزار سال پراڻو آهي. يورپ جي ڪيترين عورتن رضاڪارانہ گذارش ڪئي آهي تہ ان جهنگلي انسان جو DNA سندن جسم ۾ داخل ڪيو وڃي. جيئن ان دؤر جي جهنگلي مڙد جون خاصيتون ۽ خصلتون سندن ٻار ۾ پيدا ٿين، جنهن سان ڪيترا تاريخي ۽ سائنسي ڳجهہ کلي پوندا. ڳجهن ۾ ڳجهہ ائين لڪا پيا آهن جيئن دٻليءَ ۾ دٻلي. پوءِ بہ حضرت انسان دعويٰ ڪري تہ مان جينيس يا سياڻپ جو سرچشمو آهيان، ڪيڏي نہ اياڻپ آهي. شاهہ لطيف فرمايو: "نمي

ڪمي نهار، آئون ڪهہ ڇاڻان پنڌ ڪيچ جو، اديون آءُ اڻجاڻ اگلڙي آءُ." اهو اگلڙي اکر انگريزيءَ جي Ugly سان ڪيترو نہ ملي ٿو. هڪ دفعي منهنجي ڪنهن يار انگريزيءَ جو لفظ Ago معنيٰ اڳي ويٺي پڙهيو ۽ پڙهڻ نٿي آيس ۽ هر هر پئي چيائين اگ، اگ تہ مون کي هڪدم لڳو تہ مار هي تہ سنڌيءَ جو اکر اڳ آهي جو ago ٿي ويو آهي. ٻولين جو اڀياس بہ ڏاڍو دلچسپ ۽ حيرت انگيز آهي ۽ نيٺ وڃي ٿو ثابت ڪري تہ سڀني ماڻهن جو ڏاڏو آدم هڪ ئي آهي. هاڻي تہ سائنسدانن ثابت ڪيو آهي تہ هومو اريڪٽس Homo Erectus انسان آفريڪا مان نڪتو ۽ مصر مان ٿيندو فلسطين ۾ داخل ٿيو ۽ هڪ شاخ اوپر يعني ايشيا طرف وئي ۽ ٻي يورپ طرف. هومو اريڪٽس اهو پهريون انسان آهي جو ڊارون جي ٿيئري (کوج) موجب ٻولڙي مان ڦري ٻن ٽنگن تي هلڻ لڳو. سندس پيشاني ۽ متو ننڍا ۽ ڳچي بہ گڪي هئي. اهو ٻن ٽنگن تي هلندڙ ٻولڙي جهڙو انسان بہ ٻہ لک سال اڳ ختم ٿي ويو ۽ موجوده انسان جو نسل وجود ۾ اچي ويو. پر سائنسدان منجهيل رهيا تہ انهن ٻن نسلن وچ ۾ بہ ڪجهہ اڻجاتل ڳانڍاپي وارو انسان ضرور هئو ۽ اها گم ٿيل ڪڙي هٿ نٿي اچي. ان Missing Link جي ڪري ڊارون جي کوج اڻپوري رهجي ٿي وڃي. رڳو آهن اوندهہ ۾ ٺاڦوڙا ۽ ڌڪا. هاڻي تازو هڪ کوجنا ٿي آهي جنهن سائنسدانن کي ٻيٺي مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو آهي. ڊارون جو اهو اصول تہ بهترين صلاحيتن وارو قائم رهي ٿو ۽ گهٽ صلاحيتن وارو ختم ٿي وڃي ٿو Survival of the Fittest رولڙي ۾ پئجي ويو آهي ڇاڪاڻ تہ جنهن نسل کي ٻہ لک سال اڳ ختم ٿي ويل سمجهيو ويو هو، اهو نسل ستاويهہ هزار سال اڳ بہ موجود هئو. هاڻي سوال آهي تہ اهو نااهل نسل جنهن ۾ پاڻ زنده رکڻ جون اهليتون ئي ختم ٿي ويون هيون سو پوڻا ٻہ لک سال ڪيئن ۽ ڇو زنده قائم ۽ دائم رهيو. ظاهر آهي تہ مڇيءَ کي پاڻيءَ کان ٻاهر رکبو تہ اها مري ويندي. جي سمنڊ سڪي وڃن، تہ سامونڊي جيوت لازمي ختم ٿي ويندي ڇاڪاڻ تہ ان ۾ ڌرتيءَ تي جيئڻ جي صلاحيت ئي ڪانہ آهي، جيسين اها نانگ وانگر يا آڙيءَ وانگر پاڻ ۾ يا پنهنجي وجود ۾ اهڙي ڦيرڦار يا صلاحيت آڻي جو پاڻيءَ کان ٻاهر بہ جي سگهي. منهنجي سامهون برڪلي (ڪيليفورنيا، آمريڪا) جي جيو ڪرانالاجي سينٽر جي سربراهہ سائنسدان ڪارل سئوش جي رپورٽ پئي آهي جنهن ثبوتن سان ثابت ڪيو آهي تہ

يولڙي نما يہ تنگو انسانُ، اڄ کان ستاويھہ هزار سال اڳ بہ زنده جاويد هئو ۽ اسان سان گڏ گڏ پوئتا يہ لک سال گذاريا اٿائين. مسٽر بل ڪمبل ۽ مسٽر ڪارل فرمائين ٿا تہ ”بنيادي سوال تہ هاٿوڪو انسان ڪڏهن، ۽ ڪيئن پيدا ٿيو، اڃا نہ سلجھي سگھيو آهي.“ نہ اها گم ٿيل ڪڙي ٿي ملي، نہ مسئلو ٿو سلجھي. ظاهر ٿيو تہ نظريہ ارتقا جنهن تي هيڏيون هنبوچيون هنيون ويون، اهو ڪو حرف آخر ناهي ۽ نہ ئي مڪمل. رڳو آهن اوندھہ ۾ ٺاڦوڙا. مان تہ پانيان ٿو تہ سڀ جيوت سمنڊ يعني پاڻيءَ مان نڪتي آهي. نظريہ ارتقا ڪو نئون نہ آهي، نہ ئي ڊارون جي ايجاد. الله تبارڪ وتعاليٰ قرآن حڪيم ۾ نهايت آسان ۽ صاف صاف نظريو ڏئي ڇڏيو تہ خلق الانسان من الماء. معنيٰ انسان کي خلقيوسين پاڻيءَ مان، ٻئي هنڌ فرمايو ويو تہ، ڪل شيءِ نفسن واحدة يعني سڀ شيون هڪ ئي بڻ بنياد جي پيداوار آهن.

هڪ دلچسپ واقعو ٻڌايانوَ ٿو. مرحوم حيدر بخش جتوئيءَ سان بحث مباحثي دوران، مرحوم حيدر بخش هر هر ان ڳالھہ تي زور پئي ڏنو تہ سائنسي تحقيق ۽ ڊارون جو نظريو ٻڌائن ٿا تہ هر وجود هڪ ئي شيءِ جي پيدائش آهي ۽ اهو ئي ماديت Materialism جو بنيادي اصول آهي. مون ڪلي چيومانس تہ اهو تہ قرآن شريف ۾ لکيو پيو آهي ۽ وڏيڪ ٻڌايو ويو آهي تہ هر شيءِ پنهنجي اصل ڏي موٽي ٿي. مون تي اعتبار ڪونہ ڪيائين ۽ وڏي اعتماد سان چيائين تہ مونکي قرآن ۾ اهو لکيل ڏيکار تہ مان انهيءَ مهل ايمان آڻيان. چيائين تہ خوش عقيده ماڻهو اجايو اهڙيون سائنسي حقيقتون قرآن ۾ گيتا سان ملائيندا آهن. بعد ۾ مون جڏهن کيس قرآن شريف جون مطلوبہ آيتون ڏيکاريون تہ چپ رهيو ۽ ڪو ردعمل نہ ڏيکاريائين ۽ ان موضوع تي وڌيڪ نہ ڳالهايائين. انهيءَ مان ثابت ٿيو تہ ماڻهو غلام آهي پنهنجي سوچ جو. جا ڳالھہ سندس سوچ سان نٿي ٺهڪي ان کي هو رد ڪري اڇلائي ٿو ڇڏي، باقي پنهنجي سوچ جي حق ۾ جواز ڳولهي ان کي هٿي ٿو وٺائي. منطق ۽ فلسفي جي زبان ۾ جواز ڳولهڻ ۽ هٿي وٺائڻ کي چوندا آهن. ريشنلائيز ڪرڻ ۽ جستيفاءِ ڪرڻ Justify ۽ To Rctionalise.
چيومانس تہ جتوئي صاحب اهو تہ ٺهيو پر ڊارون جي کوج جو اهم اصول سروائيول آف دي فٽيسٽ Survival of the fittest يعني بهترين ئي پاڻ کي قائم رکي ٿو ۽ باقي ٻيو ناس يا ختم Extinst ٿي وڃي ٿو سو بہ قرآني اصول

آهي. لکيو پيو آهي تہ ”تحقيق زمين جا وارث صالح بندا آهن.“ زمين بجاءِ لفظ ارض لکيل آهي جو وسيع تر معنيٰ رکي ٿو. صالح جو مطلب تہ صاف پيو آهي تہ صلاحيت رکڻ وارا. صالح هوندا تہ ارض و سماوات کي سخر يعني زير ڪري ڇڏيندا. جيڪڏهن صلاحيت نہ هوندن تہ ڳري ڪپي ويندا، جيئن ڪيترا نسل ۽ قومون ختم ٿي ويا آهن. تازو شيخ اياز جو ڪالم پڙهيم، جنهن ۾ لکي ٿو تہ انسان ۾ پاڻ کي تباهہ ۽ برباد ڪرڻ جون اهڙيون تہ بچڙايون ۽ برايون اچي ويون آهن جو ڪو عجب ناهي جو ڇئجي تہ هن پاڻ کي انسان مان پولڙو بنائي ڇڏيو آهي. اها ڳالهہ مون هن ٿي ڪتاب ۾ هڪ سال اڳ لکي آهي. مان تہ سدائين چوندو آهيان تہ اياز جي اندر ۾ اجار آهي ۽ هڪ صالح ماڻهوءَ جيان مٿس انڪشاف ٿيندا رهن ٿا.

منهنجي وڏي ڏيءَ شاهده تي بہ خواب وغيره جي وسيلي انڪشاف ٿيندا رهندا آهن. آهي نيڪ، خدا ترس ۽ غريب غربن جي سار سنڀال لهڻ واري. ڪين ڪاڏو، لتو ڪپڙو ويندي سندن علاج معالجو بلڪ اسپتال ۾ داخل ڪرائي خرچ پکو ڪرڻ بہ سندس سرشت ۾ شامل آهي. منهنجو نندو پياءُ ڪمال بہ ائين ڪندو هئو. سو ڪجهہ ڏينهن اڳ شاهده ڳالهہ ڪئي تہ بابا ڏاڍو خراب ۽ ڊپ وارو خواب ڏٺو اٿم. ٻڌائيندي بہ ڊني پئي. نيٺ رڳو ايترو ٻڌايائين تہ مئل ماڻهو ۽ لاش ڏٺا اٿم، رتو رت ٿيل. مون ڪيس دلداري ڏيندي چيو تہ خواب، خواب ٿي آهي، ستل دماغ، لاشعور جي تهن مان الائي ڪهڙيون ڳالهيون ڪوٺي ٿو ڪڍي جن جو حقيقتن سان ڪو واسطو ٿي ناهي. گهٽن مهينن کان پوءِ عبدالحق وقاصيءَ جو ٽيون جماڻو ڪري اچ ٽنڊي آدم مان جمعي ڏينهن شام جو 20- سيپٽمبر 1996ع تي ڪراچي پهتي. سندس گهر 70 ڪلفٽن جي سامهون آهي. پوڻي ائين بجي مون کي فون ڪيائين تہ بابا پهتا آهيون پر رستي تي پوليس جون گاڏيون ۽ پوليس ۽ ملٽري جا ماڻهو رائفلون ڪنيون پوزيشن جهليون بيٺا آهن. الائي ڇا ڳالهہ آهي. دير ٿي وئي آهي سو ٻارن کي موڪليو اٿئون تہ هوٽل تان ماني وٺي اچن. ٻارن جي گاڏيءَ کي بہ نہ پيا ڇڏين سو انهن بہ دڪان تان فون ڪئي آهي تہ هو بہ ڊپ سبب سلطانہ وقاصي، پنهنجي ڀڻيءَ جي گهر پهتا آهن ۽ دير سان ايندا. پوڻي نوين بجي مهل شاهده جو فون آيو تہ ڏاڍي فائرنگ ٿي آهي. خدا خير ڪري ڊجون پيا ۽ نڪري بہ نہ ٿا سگهون. ساڍي نوين بجي هڪ واقفڪار

جو فون آيو تہ عرب امارات مان لياقت جتوئي (اڳوڻي وزير) کيس فون ڪري ٻڌايو تہ مرتضيٰ ڀٽو کي قتل ڪيو ويو آهي ۽ بينظير جو خاتمو ٿيڻ وارو آهي. حالانڪ ان وقت مير مرتضيٰ ڀٽو اجان جيئرو هئو. پوئين مهيني ٻن ڪان ڪجهہ واقعا تسلسل سان مرحلي وار ائين ٿين پيا جو ڀانئجي پيو تہ ڪنهن ٺهيل ٺڪيل پروگرام هيٺ محترمہ بينظير ڀٽو جي حڪومت کي ختم ڪرڻ جي سازش تي عمل ڪيو پيو وڃي. نيٺ ائين ٿي ٿيو.

مٿي مان لکي آيو آهيان تہ آگسٽ 1996ع ۾ علي الاعلان نواز شريف جو بيان اخبارن ۾ شايع ٿيو تہ هاڻي اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ ماڻهو مارڻا پوندا. پير صاحب پاڳارو بہ چوندو آيو تہ ڀٽا خاندان کي اجا هڪ فرد جي قرباني ڏيڻي پوندي. بس هڪ مهيني اندر 20- سيپٽمبر تي فل سرڪاري رٿابندي سان مير مرتضيٰ ڀٽي کي روڪي، رٿابندي موجب شهيد ڪيو ويو. اڳواٽ رٿابندي موجب پرائم منسٽر کي اسپتال ۾ پاءُ وٽ وڃڻ کان روڪيو ويو. سندس خلاف نعريبازي ڪرائي وئي. هڪ ڏينهن اندر محترمہ غنويٰ کي پاڪستان شهريت ڏئي مخالف ليڊر طور اڳتي آندو ويو. هڪ ايس ايڇ او کي سندس گهر اندر گولي هڻي قتل ڪيو ويو تہ متان ٻڙڪ ٻاهر ڪڍي. پوءِ رٿيل ناٽڪ موجب سفيد ڪوڙ هنيو ويو تہ آصف زرداريءَ جي گرفتاريءَ وقت وٽانئونس ستر ڪروڙ رپيا هٿ ڪيا ويا ۽ ڪراچي ايئرپورٽ تان ستاويهہ مڻ سون هٿ ڪيو ويو جيڪو آصف زرداري جو هئو. اهي وڏا ڪوڙ اشتهار بازي ذريعي تيستائين ورجائبا رهيا جيسين اليڪشن ٿي. اليڪشن کانپوءِ سرڪاري اعلان ڪيو ويو تہ نڪي ستر ڪروڙ هٿ آيا هئا نہ ئي سون مليو هو. هيءَ تہ سنئين سڌي سرڪاري حرائمپائي جڻبي اليڪشن تي اثرانداز ٿيڻ لاءِ

ٽن مهينن اندر اليڪشن ڪرڻ جو وعدو ڪيو ويو آهي. ائين ضرور ٿيندو پر حالتون ٻڌائين پيون تہ اها پڪ ڪئي وئي آهي تہ محترمہ ٻيهر وزير اعظم نہ ٿئي. صدر صاحب آهي جو بار بار ٿي ويءَ تي پيو اڇي ۽ مونجهارا پيدا پيو ڪري. ووٽرن کي ٽڪرن ۾ ۽ گهڻين پارٽين ۾ ورهايو پيو وڃي جيئن اليڪشن کان پوءِ بہ گڙٻڙ گهوٽالو هجي ۽ حڪومت حقيقي معنيٰ ۾ صدر ۽ فوج وٽ رهي. مونکي تہ حالتون خطري واريون نظر ٿيون اچن ۽ ملڪ جو آئيندو تاريڪ ٿو لڳي. هاڻي تہ آمريڪا بهادر بہ سڌو سنئون فوج جي حق ۾ ۽ محترمہ بينظير ڀٽي خلاف پئي اشارا ڏئي، ڪنهن بہ سياسي يا

مذهبي ليڊر توڙي ڪنهن ڏاهي ۾ اها همت نہ آهي جو حقيقي لچ جو نالو ڪٺي. محترمہ بينظير جهڙي بهادر ۽ بي ڊپي ليڊر بہ خاموش رهڻ ۾ عافيت سمجهي ٿي. اسان وٽ اصل آزار آهي فوج جو. ملڪي پيداوار جو اسي سيڪڙو خرچ ٿئي ٿو فوج تي. باقي ويهہ سيڪڙو مان ڏوڙ ترقي ٿيندي عوام جي ۽ ملڪ جي. فوج جي اسي سيڪڙو بجيٽ مان بہ الائي ڪيترو ڳڙڪايو وڃن آفيسر ۽ سندن عيش عشرتون. مير علي احمد خان جڏهن ڊفينس منسٽر هئو تہ هڪ لڳا مون کي چيائين، سرڪار توهان ڪنهن فوجي جنرل جي رهائش تہ ڏسو، ڪنهن مغل شهنشاهہ کان گهٽ نہ آهي.

فوج کي حڪومت جو چشڪو اهڙو اچي ويو آهي جو اصل چڪ نٿا ڪڍن. پاڪستان جي تاريخ جي پنجاهہ سالن ۾ چوويهہ سال تہ سڌو سنئون فوجي ڊڪٽيٽرن جو راڄ رهيو. باقي پنجويهہ چويهہ سال بہ فوج حڪومتي ادارن تي حاوي رهي. بہ وزير اعظم قتل ڪيا ويا. ڪيترا ڊسمس ڪيا ويا، چڻ پٽيوالن کي نوڪريءَ مان ڪڍيو ويو. قانون ساز اسيمبلي توڙي وئي. هڪ فوجي جنرل اسڪندر مرزا کي پريزيڊنٽ بڻايو ويو، جنهن پريزيڊنٽ غلام محمد کي ايوانِ صدر مان زوريءَ ٻاهر ڪڍي ڇڏيو. پوءِ تہ ايوب، يحيٰ، ضياءالحق وغيره جي لانڊ لڳي ويئي. اوير پاڪستان بہ فوج ڇاٽي واٽي جدا ڪرايو ڇاڪاڻ تہ بنگال آدمشماريءَ جي زور تي، ملڪي وسيلن، سياسي ادارن، ڪامورا شاهي توڙي فوج ۾ پنهنجا جائز حق ٿي گهريا. ڪين حق تہ ڪونہ ڏنا ويا. اٽلو سندن نسل ڪشي ۽ قتلام ڪيو ويو. هڪ فوجيءَ تہ صاف بيشرم ٿي بيان ڏنو تہ اسان کي بنگالي ماڻهن جي نہ، پر سندن زمين جي ضرورت آهي. ساڳئي نظريہ ضرورت هيٺ بہ سنڌين جي نہ، پر ڪين سنڌ جي زمين ۽ وسيلن جي ضرورت آهي. هيءَ جو هندوستان سان دشمنيءَ جو هائوُ ٻچيو ويو آهي سو رڳو ماڻهن کي هيسائي سمورا پئسا فوج تي خرچ ڪرڻ لاءِ. باقي هندوستان کي ڪهڙي ضرورت پئي آهي جو ڪروڙين رپيا خرچ ڪري پنهنجا ماڻهو مارائي، پاڪستاني مسلمانن کي هندستان ۾ شامل ڪرائي، پنهنجي لاءِ آزار پيدا ڪري ۽ مٿي جو سور وڌائي. اسان جا فوجي ماهر ڇاڻن ٿا تہ هندوستان ڏاڍو مڙس آهي ۽ اسان ڪيس ڪجهہ بہ نٿا ڪري سگهون. اسان کان بنگال کسي ويو. حيدرآباد دکن کسي ويو، جهوناڳڙهہ ۽ ماناودر کسي ويو ۽ ڪشمير بہ کسي ويو. اسان ڪجهہ بہ نہ ڪري

سگهياسون. نہ قائد اعظم، نہ لياقت علي خان، نہ جنرل ايوب، نہ ضياءالحق ڪجھہ ڪري سگهيا. باقي ٻيا ڪهڙا تيسمار ايندا جي اچي جبل سان متو ٽڪرائيندا. اهو هرڪوئي فوجي ۽ سياستدان ڄاڻي ٿو. پوءِ هرويرو ڪشمير جو شوشو ڪڙو ڪري، اجايو ڇوٿو ويچارن ڪشميرين کي ٻوهي ۾ وڌو وڃي. اجايو پنهنجو پيٽ ڀرڻ لاءِ فوجي ۽ سولين ڪامورا شاهي ۽ سياستدان، ويچارن ڪشميرين جون لڄون، عزتون، جانيون ۽ ملڪيتون ٻيا اوڙاهہ ۾ باهہ جي آڙاهہ ۾ اڇلين. پنهنجي ملڪ ۾ بک بيروزگاري، بيماري، دهشتگردي، ڌاڙا ڦرون، ڪوس ۽ قتلام لڳا پيا آهن ۽ هليا آهيون ڪشمير جي جنازي کي ڪنڌو ڏيڻ. تفو بر تو.... هندوستان جو ڪشمير ڪيس، اخلاقي طور ڪمزور سهي، پر اسين ڪير ٿيندا آهيون جو آمريڪا وانگر ملڪان ملڪي پوليس واري جو ڪردار ادا ڪيون. اسان کي بہ هشي ڏيڻ وارا ۽ پٺي ٺپرڻ وارا ڪي ٻيا آهن جي ڏکڻ اوڀر ايشيا ۾ امن کي خطري ۾ وجهي پنهنجا سياسي ۽ اقتصادي مفاد سڌ ڪن ٿا. اسان احمقن وانگر هنبوچيون هڻي پنهنجي پير تي پاڻ پيا ڪهاڙو هڻون ۽ سياسي استحڪام جا تختا ڪيون. هندستان ۽ پاڪستان ٻئي ڄاڻن ٿا تہ نہ هو جنگ ڪري سگهن ٿا ۽ نہ ئي ڪا هڪڙي ڌر اهڙي جنگ کٽي سگهي ٿي. ان ڪري فوجي جنرل اسان کان بهتر ڄاڻن ٿا تہ جنگ ڪانہ ٿيندي. باقي هيڏي ساري فوج ۽ هيڏو سارو خرچو رڳو پنهنجي ئي ملڪ کي هيسائڻ لاءِ ۽ پيٽ ڀرڻ لاءِ ڪير پيو وڃي. ماڻهن جي جذبن کي اهڙو ڀڙڪايو ٿو وڃي جو، ڇوتيا ماڻهو نعرا هڻندا وتن تہ "دهلي چلو" ۽ "هندوستان کو ڪچل دو." پوڪپائپ جي بہ حد ٿيندي آهي. مشهور صحافي ۽ ڪالم نويس مرحوم انعام دراني تہ طنز ڪندي لکيو تہ مون تختي ٺهرائي ڳچيءَ ۾ لٽڪائي ڇڏي آهي تہ "مان هندوستان نہ آهيان" 1972ع ۾ مان اسيمبليءَ جو سيڪريٽري هئس. منجهند ڌاري، ڳگهر ۾ شمر، ان وقت جو ايس ايس پي ڪراچي، هڪ پٺاڻ هئو، نالو شايد مسٽر فياض يا گوهر زمان هئس، منهنجي چئمبر ۾ آيو. اچي شڪايت ڪيائين تہ روزانو وات ڳاڙها ڇوڪرا (لفظ لونڊا استعمال ڪيائين) هنگاما ڪن ٿا، دوڪان بند ڪرائن ٿا ۽ نعرا هڻن ٿا تہ هندوستان کو ڪچل دو، دهلي چلو. شراب جا دوڪان بند ڪرائڻ جي بهاني، پاڻ شراب جون ٻاٽليون کولي پيئن ٿا ۽ ڀڄن ٿا. اهڙي افراتفريءَ کي پوليس تہ منهن نٿي ڏئي سگهي. مون

چيومانس ته فياض صاحب ترڪن ۾ رائيفلون پري سيني کي سڌي چئون ته ونو رائفل ويهو ترڪ ۾ ته هلون هندستان، هاٿي جو هاٿي. ٻئي ڏينهن ڪلندو مون وٽ آيو چيائين، ”صاحب، واهه جو ترڪيب ڪم آئي.“ پوليس وٽ ڪو ڪوڙيون ڏمي رائفلون ٽين تيون سي ڇوڪرن ڏانهن اڇلي چيائين ته هلو ته هلون هندستان. چورا سڀ ڏهن پندرهن منٽن ۾ پڇي ويا. ڪوڪلا نعرا هڻڻ ۽ سر ترڻ تي رکڻ ۾ فرق آهي.

هندوستان سان دشمني ڪانه هئي پر سنڌي پرائيم منسٽر سان دشمني هئي. ولي خان جو پاڻ کي نئشنلسٽ ليڊر سڏائيندو آهي ان به ڀٽي صاحب لاءِ ڪليل جلسي ۾ سنڌي ٻچا جا الفاظ استعمال ڪيا. بلوچستان جو نواب اڪبر خان بگٽي به اهڙا تحقير آميز لفظ استعمال ڪندو هو. فوجي جنرل ته ائين ئي سڀ پنجابي هئا. مهاجرن جي به خدا ڪارڻ دشمني سنڌين سان سي به پنجاب سان ڀٽ ٿي ويا ۽ مهاجر پنجابي پناڻ متحده محاذ ٺاهيائون. اصل جهيڙو آهي ئي سنڌ جي وسيلن، زمينن ۽ نوڪرين تي، سو پناڻ ۽ مهاجر ته هڪدم پنجاب سان ڀٽ ٿي ويا جيئن لٽ جي مال ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿين. هوڏانهن ڀٽو صاحب به نهايت ذهين هئو تنهن سيني کي سُڪ ڪري ڇڏيو ۽ لڳو ٿي ته پندرهن ويهه سال ڀٽو صاحب ۽ سندس پارٽيءَ کي ڪو لهر لوڏو ڪونه آهي. ڀٽي صاحب جي مضبوطي ۽ سندس مقبوليت ئي سندس دشمن ثابت ٿيون. 1976ع ۾ شاهه فريدالحق صاحب مون وٽ آيو ۽ نهايت رازدارنه نموني چيائين ته ڀٽي صاحب کي ڪيڏڻ ڪان سواءِ ڪو چارو ڪونهي. ورنه اسان کي ته ڏهه پندرهن سال ڪو سياسي مستقبل نه آهي. خود ڀٽي صاحب جي ويجهن رفيقن کي به انهي غم جو گهٽو ڪائي رهيو هئو. نيٺ آمريڪا بهادر کي به ڀٽي صاحب جي مقبوليت ۽ مضبوطي نه آنڙي. آمريڪا جو شاطر فارين سيڪريٽري هينري ڪسنجر، ڀٽي صاحب کي صاف صاف دڙڪو ڏئي ويو ته تنهنجو خطرناڪ حشر ڪيو ويندو. "We shall make a horible example of you" ڀٽو صاحب، مقبوليت جي نشي ۾ پوءِ به نه سمجهيو ۽ اعتماد سان، وقت کان اڳ ۾ ئي نيون چونڊون ڪرائڻ جو اعلان ڪيائين. مون سان قاضي عبدالمجيد عابد صاحب، جو تمام سمجهو ماڻهو هئو، تنهن ڳالهه ڪئي ته ڀٽي صاحب ساڻس مشورو ڪيو ته هن ڪيس صاف جهليو ته نيون چونڊون نه ڪراءِ، پلي پهرين آمريڪا ۾ چونڊون ٿي وڃن،

آسمان صاف ٿي وڃي، پوءِ چونڊون ڪراءِ. پر ڀٽي صاحب 1977ع جي اوائل ۾ چونڊون ڪرائڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو ڇو تہ بجا طور کيس سوبيءَ جو يقين هو.

مون سان سنڌ يونيورسٽيءَ جي هڪ اهم اهلڪار ڳالهہ ڪئي تہ چونڊن دوران ٽي چار آمريڪي اچي وٽس مهمان ٿيا ۽ شراب نوشي ۽ گپ شپ ۾ شروع ٿي ويا. چيائون تہ، ”چونڊون يقيناً علي ڀٽو وڏي اڪثريت سان کٽندو پر چونڊن جا نتيجا قبول نہ ڪيا ويندا ۽ مٿس ڌانڌلين جا الزام لڳايا ويندا ۽ پوءِ ملڪ گير تحريڪ شروع ڪئي ويندي ۽ نيٺ فوج مارشل لا لڳائيندي.“ جنهن لاءِ اڳواٽ ئي جنرل ضياءالحق کي تيار ڪيو ويو هو ۽ کيس آمريڪا جي چونڊ تي وقت کان اڳ ترقي ڏئي فوج جو سربراهہ بڻايو ويو هو جيتوڻيڪ هو گهڻو جونئر هئو. هو آمريڪا جو آزمايل هو جو هن ئي فلسطيني مسلمانن تي گوليون هلائي سندن قتلام ڪيو هو. هو خوشامدي ٿي ڀٽي صاحب جي پٺيان پٺيان پيو هلندو هو ۽ سَر سَر Sir, Sir پيو ڪندو هو. چون ٿا تہ پنهنجي وفاداري جتائڻ لاءِ ڀٽي صاحب کي ائين بہ چوندو هو تہ سر مان توهان خاطر پنهنجي پيءُ کي بہ گولي هڻي سگهان ٿو. چونڊون بلڪل صاف شفاف ٿيون هيون پر آمريڪي پروگرام موجب ڪروڙين ڊالر پاڪستان پهچي ويا ۽ هڪ زوردار تحريڪ شروع ٿي وئي. ڀٽو صاحب بہ نهايت خبردار ماڻهو هئو سو سياستدانن سان ناهہ ڪري ٻيهر چونڊون ڪرائڻ تي راضي ٿي ويو. عين ان موقعي تي پروگرام موجب مارشل لا لڳائي ڀٽي صاحب کي گرفتار ڪري ڪوهہ مري ۾ نظربند ڪيو ويو ۽ ماڻهن سان دوکو ۽ ڪوڙ ڪيو ويو تہ نوي ڏينهن اندر چونڊون ڪرايون وينديون. اهي چونڊون يارهن سالن کان پوءِ ڪرايون ويون سي بہ جهڙيون تهڙيون، سياسي پارٽين کانسواءِ. جنرل ضياءَ جهڙو غير مقبول پريزيڊنٽ پاڪستان جي تاريخ ۾ ڪونہ ٿيو. ماڻهو سندس اهل ڪندا هئا ۽ گاريون ڏيندا هئا ۽ کيس ڪاڻو سڏيندا هئا. ڪاڻي دجال جي نسبت سان. ٽي ويءَ تي ايندو هئو تہ ماڻهو چوندا هئا تہ دل ٿي چوي تہ اتي کهاڙي هڻي ڪڍانس. پهرئين نمبر جو ڪوڙو، منافق ۽ پلستر هئو. هڪ پاسي اسلام اسلام ڪندو وتندو هو تہ ٻئي پاسي ڪعبةالله ۾ بيهي اعلان ڪيائين تہ ٽن مهينن اندر مارچ ۾ چونڊون ڪرايون وينديون. الله جي گهر ايڏو ڪوڙ ۽ دوکو. چاڻي واٽي

ڪعبة الله جي تقدس کي سياسي مقصد لاءِ استعمال ڪيائين ته پلي ماٺهو مونجهاري ۾ پون ۽ آسري ۾ رهن. هڪ دفعي سرڪٽ هائوس حيدرآباد ۾ عالمن جو وفد ساڻس ملڻ آيو ته ٻاهر اچي سندن استقبال ڪيائين ۽ جي حضور جي حضرت چوندو رهيو. موڪلائڻ مهل به ٻاهر نڪري کين رخصت ڪيائين. جڏهن هو هليا ويا ته ڪمشنر کي چيائين ته هنن حرامزادن (لفظ باسترڊ استعمال ڪيائين) کي ويجهو اچڻ نه ڏجانءِ. اها ڳالهه ڪمشنر صاحب مون سان پاڻ ڪئي. ٻيون به ڪيئي ڳالهيون، پر ڊچان ٿو ته گلا ۽ غيبت جي وڪڙ ۾ نه اچي وڃان.

حاجي عبدالرحمان پاتولي هئو ڊائريڪٽر پروٽوڪال. اهو چوندو هو ته نه نماز جو وقت نه وضو جو اهتمام، جنرل صاحب چوندو حاجي صاحب جاءِ نماز (مصلو) آهي. حاجي صاحب به ڏاڍو قابل ۽ زيرڪ آفيسر هئو سو هڪدم مصلو ڪڍي کيس ڏيندو هو ۽ جنرل صاحب مصلو وڇائي الله اڪبر ڪري نماز تي بيهي رهندو هو. ٿي سگهي ٿو ته جنرل صاحب باوضو هجي ۽ نفل نماز پڙهندو هجي. مومن کي هميشه حسن ظن رکڻ کپي. يعني جتي به ڪ مطلب نڪري سگهن ته پوءِ جيڪو چڱو مطلب هجي اهو ڪڍجي. آهي معمولي اصول، پر جي ائين ڪجي ته هوند دشمنيون پيدا ٿي نه ٿين ۽ نفرتون ڪلفتون ۽ ڪدورتون نڪري وڃن، جيڪو تصوف جو بنيادي اصول آهي. تصوف جو پهريون ۽ بنيادي اصول آهي ته انسان جو قلب آئينو آهي. ان کي جيترو صاف رکبو يعني نفرت، ڪلفت ۽ ڪدورت کان پاڪ رکبو ۽ هر انسان سان محبت ۽ خير خواهي ڪبي ته اهو آئينو چمڪي پوندو ۽ ان ۾ الله جو عڪس ۽ اسرار چٽا نظر ايندا. ڪو اعتبار ڪري نه ڪري، آزمائش شرط آهي. مخالف يا دشمن سان همدردي، خيرخواهي ۽ محبت ڪيو. نفرت ڪلفت ۽ ڪدورت صفا ڪڍي ڇڏيو پوءِ ڏسو ته اسرار الاهي ڪيئن منڪشف ٿين ٿا ۽ رحمت جي پالوٽ ٿئي ٿي.

سياست مان وڃي روحانيت تي پياسين. مون مٿي چيو آهي ته جنرل ضياءَ ڏاڍو نامقبول هئو. حقيقت اها آهي ته پنجاب کي قبول هئو ۽ اتي مقبول به هئو. پاڪستان جي سياست جي ڳوٽ اتي اچي ٿي پڇي. پاڪستان معنيٰ پنجابستان. اها ڳالهه اسلام آباد ۾ مون کي هڪ وڏي پنجابي آفيسر ٻڌائي. جڏهن مون دليلن سان کيس ثابت ڪري ڏيکاريو ته پنجابي مفاد کي اوليت

آهي پوءِ پلي وزير اعظم قتل ڪيا وڃن يا ڊسمس ڪيا وڃن ۽ پلي بنگالين تي پيرتي (هڪ جيتري نمائندگي) مڙهجي نه ته موچڙا هڻي ڪين جدا ڪجي، سنڌ جون زمينون ۽ نوڪريون ڦٻائجن وغيره. ته هن صاحب آگونو مٿي ڪري غصي ۾ چيو ته پاڪستان معنيٰ پنجابستان نه ته آيو هن تان (آگوٺي تان). ڪوهه مريءَ ۾ نيشنل بئنڪ جي بلڊنگ وٽ بيهبو ته سڄي مال روڊ جي رونق ۽ نظارو نظر ايندو. اتي مان هڪ پنجابي جج صاحب سان بيٺو هئس. ان ڳالهين ڪندي مون کي چيو ته سنڌ ۾ اڄڪلهه تعصب ڏاڍو وڌي ويو آهي. مون سندس اکين ۾ گهوري چيو ته، "شرم تم ڪو مگر نهين آتي." ششدر ٿي چيائين پائي ڪيون، ڪيا هئا. مون چيس ته سنڌ ۾ آفيسر، ڪلارڪ، پٽيوالا، چوڪيدار، زميندار، واپاري سڀ پنجابي پريا پيا آهن، پنجاب ۾ هڪ سنڌي ڏيکار جو پٽيوالو يا چوڪيدار هجي يا رڳو هڪ ايڪڙ زمين هجيس، پوءِ به اسين تعصبي ۽ توهين مومن مسلمان ۽ شريف فرشتا. ڪجهه شرمندو ٿيندي چيائين ته ها ائين ته آهي. جج هئو تنهن ڪري مڃي ويو نه ته مهاجرن وانگر چوي ها توهان جٽ، اٺپڙهيل ڳنوار، اسان ته اچي سنڌ کي سڌاريو آهي. اها ڪوهه مري واري ڳالهه 1967ع جي آهي. ان کي اڄ ٽيهه سال ٿي ويا.

وري 1981ع ۾ مان فيڊرل سروس ٽربيونل جو جج ٿي اسلام آباد ويس. پهرئين ڏينهن جڏهن مان چيئرمين جسٽس دائود جي ڪمري ۾ ويس ته اتي اڳي ئي سينئر ميمبر چوڌري نذير احمد ويٺو هئو. مون اسلام عليڪم ڪري چيو ته مان آهيان ٽربيونل جو نئون ميمبر ته جسٽس دائود هڪدم چيو ته، "پر چو هڪ پيو سنڌي؟" مون به نهه پهه چيو، "واقعي، سنڌي پاڪستاني نه آهن." ڊاڪٽر افغان صاحب اڳ ۾ ئي هڪ سنڌي ميمبر هئو، ان ڪري ٻيو سنڌي ميمبر ڪين نه آڻيو. اسان ٻنهي سان هر قسم جو، ناروا سلوڪ ڪيو ويو. ڊاڪٽر افغان صاحب جو هڪ فرشته سيرت برجستو آفيسر هئو، ان کي ته نيٺ نوڪري مان ئي ڪڍايائون. جسٽس دائود ڪاريان جو وينل پنجابي نژاد پناڻ هئو. خدا جي ڪرتي اهڙي ٿي جو ڪيس به بنان سبب نوڪريءَ مان ڪڍيو ويو، باقي چوڌري نذير صاحب نهايت بااخلاق، باڪردار ۽ مذهبي قسم جو ماڻهو هو. ان به اسان سان ڪو چڱو پير نه پريو. جيڪي سو لپيٽيل لفظن ۾ اسان جي شڪايت ڪري ويندو هو. ڪيس پنهنجي پارسائي پاڪدامني ۽ عبادتگذاريءَ تي ڏاڍو ناز هئو ۽ ڪنهن کي پاڻ

جهڙو ڪونہ سمجهندو هو. بدر جڏهن شروع شروع ۾ مارشل لا جي مخالفت ڪرڻ سبب جيل ۾ ويو تہ سندس ماءُ ڏاڍي پريشان هئي جو نذير عباسيءَ کي جو بدر جو ٻال جتيءَ جو دوست هئو، فوجي حراست ۾ شهيد ڪيو ويو هو. سو رات جو چوڪيدار کان آفيس کولائي، گهرواريءَ کي وٺي ٽيليفون تان ڪراچي ڳالهرايو. چوڌري صاحب ٻئي ڏينهن هيڊ سارو نوٽ لکي مون ڏانهن موڪليو ۽ طنز ڪيائين تہ اها ڪهڙي ايمانداري آهي جو سرڪاري فون خانگي ڪم لاءِ استعمال ڪري سرڪاري پئسن جو زيان ڪيو ٿو وڃي. حالانڪ پاڻ توڙي ڪلارڪ ڪڙا ۽ چوڪيدار ۽ پٽيوالا بہ بيدريغ سرڪاري فون جو استعمال ڪندا هئا ۽ چوڌري صاحب کي اهو سڀ ڪجهہ معلوم هئو. سندس لکيل نوٽ تي تہ خير مون ڪجهہ بہ جواب نہ ڏنو. رڳو صحيح ڪري ڪيس واپس موڪلي ڇڏيم. پر مونکي رنج پهتو ۽ ڪاوڙ بہ آيم. سو وٽس روبرو وڃي هڪ پارسي شعر پڙهيم تہ:

این خاکسارانِ جهان را بحقارت منگر
تو چه داني کهَ در این گرد سوار باشد

يعني دنيا جي هنن گودڙي پوشن کي حقارت سان نہ ڏس، توکي ڪهڙي خبر تہ انهيءَ ڌوڙ ۾ ڪو شهسوار هجي.

چوڌري صاحب سخن سنج ماڻهو ۽ شعرو شاعري جو دلداده هئو سو چپ ٿي ويو ۽ ان موضوع تي هڪ اکر نہ ڳالهايائين. پوءِ مون کي آفيس سپريڊنٽ وٽان خبر پيئي تہ چوڌري صاحب جو ارادو انڪوائري ڪرڻ جو هئو پر منهنجي خاموشي ڳالهہ تي پڙدو وجهي ڇڏيو.

جسٽس دائود تہ گهٽيون حرڪتون ڪيون. مان سنڌ يونيورسٽي سنڊيڪيٽ تي گورنر سنڌ جنرل عباسي طرفان مقرر ڪيل ميمبر هئس. ميٽنگ لاءِ حيدرآباد اچبو هو تہ سرڪاري خرچ تي ٻارن ٻچن سان ملڻ جو موقعو ملي ويندو هو. دائود صاحب چوري چوري اسٽيبلشمينٽ ڊويزن کي رپورٽون ڪري منهنجي وڃڻ تي بندش وجهرائي ڇڏي جا غلط ۽ غير قانوني ڪارروائي هئي. وري ڪراچيءَ ۾ منهنجي طبيعت ناساز ٿي تہ دل جي اسپتال جي سربراهہ ڊاڪٽر جنرل سيد شوڪت، جو هڪ فرشتہ سيرت انسان آهي، ان جي سرٽيفڪيٽ سان مهينو موڪل ورتم. دائود صاحب ڪاوڙجي پيو ڇي تو غير ذميدارانہ عمل ڪيو آهي. چيومانس تہ بيمار ٿيڻ غير ذميواري آهي يا

ڊاڪٽري سرٽيفڪيٽ تي موڪل وٺڻ. تہ بہ چيائين تہ ڊاڪٽر تہ وڪامن ٿا. مون چيس ڇا جنرل ڊاڪٽر سيد شوڪت بہ، تہ ڏڄي ويو ڇاڪاڻ تہ پاڻ ڪئپٽن هئو ۽ ڊاڪٽر سيد شوڪت جنرل. چيائين مونکي اها خبر ڪانہ هئي تہ سرٽيفڪيٽ جنرل صاحب جو آهي. ٻيون بہ گهڻيئي هلڪڙايون ڪيائين. مثلاً سرڪاري گاڏي ۾ گهر واريءَ کي راولپنڊي شاپنگ لاءِ وٺي ويندو هئس تہ آفيس وارن هٿان پيٽرول جو بل ڏياري موڪليندو هو جو مان هڪدم ڀري ڇڏيندو هئس. هو ۽ چوڌري صاحب جهٽ هوندا هئا، سو چوڌري صاحب سان شڪايت ڪيم تہ ٻلي ڪيس ٻڌائي. چوڌري صاحب ڏاڍي پياري ڳالهہ ڪئي جا اڄ تائين ياد اٿم ۽ ٻين کي بہ ٻڌائيندو آهيان. مڃاڻ جسٽس دائود ڪو دهريو هئو سو چوڌري صاحب پنهنجي لونڊڙي تي آڱر رکي چيو تہ جمال صاحب هُن جو ڪو ڪنٽرول روُم ئي ڪونهي سو انهيءَ جي ڳالهہ دل ۾ نہ ڪندو ڪر. هن جي دماغ واري ريڊار سسٽم کي ڪو هلائڻ وارو آهي ئي ڪونہ ۽ سندس ويڊر ڪاڪ (هوائي ڦرٽي) بي ترتيبو پيو ڦري. مونکي اهو مثال وڻيو ۽ کٽي ماٺ ڪيم.

ڳالهہ پئي هلي پاڪستاني سياست جي، جنهن جو محور آهي پنجابي فوج ۽ پنجابي ڪامورا شاهي. 1945ع ۾ ڊاڪٽر امبيدڪر، جو اڇوتن جو نمائندو هو، تنهن دهلي ڪائونسل ۾ تقرير ڪندي صاف ڳالهہ چئي تہ هي جو انگريز هڪ ئي صوبي مان فوج پيا ڀرتي ڪن، تہ ڇا سندن مقصد هندوستان ۾ فوجي ڊڪٽيٽرشپ قائم ڪرڻ جو آهي. ڪيڏا نہ ڏاها ماڻهو هئا جن ڪيئي سال اڳ ۾ صحيح اندازو لڳائي ويا. پنجاب مان بہ ڇانٽي واٺي زوري ڀرتي ڪيائون. ائين ڪونهي جيئن پنجابي ڊاڙ هڻندا آهن تہ هو پنهنجي دليري ۽ بهادري سبب فوج ۾ ڀرتي ٿيا آهن. پروفيسر عبدالله ملڪ جو هڪ پنجابي دانشور آهي تنهن اها ڳالهہ پنهنجي ڪتاب "پنجاب ڪي سياسي تحريڪين" ۾ لکي آهي تہ جڏهن فوجي ماڻهو ڀرتي ڪرڻ لاءِ پنجاب جي ڳوٺن ۾ ويندا هئا تہ سڀ مڙد ڊپ کان ٻيجي وڄي جهنگن ۾ لڪندا هئا ۽ پنيان گهرن ۾ رڳو زائفون ۽ معصوم ٻار اڪيلا پيا هوندا هئا. پوءِ بہ انگريز ڪين، نوابن، زميندارن ۽ جاگيردارن جي مدد سان زوريءَ ڀرتي ڪندا هئا. خود علامہ اقبال بيت جوڙي ماڻهن کي ترغيب ڏيندو هو تہ فوج ۾ ڀرتي ٿي. برطانيہ جي تاج شاهي جي حفاظت ڪن. انگريزن ڪين مراعتون، عزتون ۽

زمينون به انعام ۾ ڏنيون، پوءِ ته هو انگريزن جا پڪا وفادار ٿي ويا. ائين فوج هڪ نئي صوبي جي مفادن جو ڳڙهه ٿي وئي. هاڻي ته سائين ڪير فوج جو نالو وٺي. ڪجهه چئه ته، ڪاٺ ۾. اڄ سياست جي سڄي واڳ فوج جي هٿ ۾ آهي. هرڪو ڄاڻي ٿو، پر چئي ڪوبه نٿو سگهي. خود پريزيڊنٽ ۽ پرائيم منسٽر کي به مجال نه آهي. بلڪ هو ته سندن رحم ڪرم تي آهن. هڪ عجيب نازيبا صورتحال آهي جو ملڪ جو صدر، وزير اعظم، وزير، ڪامورا، خود پارليامينٽ ۽ عوامي نمائندا هر وقت خوف ۾ آهن ته ڪهڙي وقت ڪو بندوق بردار پهريدار سندن ٽوپي نه لاهي وجهي. سڄي دنيا اسان تي کلندي ۽ ٺوڪون ڪندي هوندي. هر خرابي به فوجي آمريت دوران پيدا ٿي. ڊاڙيل، دهشتگرد، سمگلر، ڪار چور، آفيم، چرس ۽ هيروئن جا ڪروڙ پتي واپاري، بم گولن، راڪيٽ لانچرن ۽ ٻين خطرناڪ هٿيارن جي هيراڦيري ڪندڙ. رشوت ته چوٽ چڙهي وئي، جنهن ملڪ جا فوجي اهڙا ٿي وڃن، ان ملڪ جو ڪهڙو حشر ٿيندو. ٻيو ته ٺهيو، هڪ صوبي جو گورنر، جيڪو فوجي جنرل به هئو، اهو به ان ڪڌي ڪاروبار ۾ ملوث هئو، چون ٿا ته جڏهن جنرل ضياءالحق، ان گورنر کي چيو ته توکي سفير ڪري ملڪ کان ٻاهر ٿا موڪليون ته ٺهه پهه ڪيس چئي ڏنائين ته ”پوءِ ٻئي گڏجي هلنداسين.“ اهڙي صاف دڙڪي کان پوءِ جنرل صاحب (ضياءَ) چپ ٿي ويو ۽ مٿانس ڪوبه قدم کڻي نه سگهيو. يعني ڊڄي ويو. رڳو ضياءَ نه، جنرل ايوب جي وقت ۾ به ائين ٿيو. سندس پٽ، جو معمولي ڪئپٽن هئو ۽ سندس پاءُ جو جنرل هئو. سي ڪروڙن جا مالڪ ٿي ويا ۽ شهنشاهن جيان گذارڻ لڳا. خانصاحب غلام الرسول ڪيهر جو ان وقت پلييننگ ڪميشن جو ميمبر هئو تنهن ڳالهه ڪئي ته جڏهن جنرل ايوب کي اهو ٻڌايو ويو ته ٺهڪ ڏئي چيائين ته مونکي خبر ڪانه هئي ته منهنجو پٽ اهڙو قابل ۽ سمارٽ ٿي ويو آهي. يعني مونکي سڀ خبر آهي توهان چپ رهو. ائين پنجاب ملٽريءَ ۽ پٺاڻ ملٽريءَ جا مفاد هڪ ٿي ويا. ائين ٽيڻ سان خان ولي خان جو صوبائي خودمختياري جو چئمپين هئو، تنهن اهڙي قلابازي کاڌي جو پنجاب مفاد سان ٻٽ ٿي بيهي رهيو. اهو سڀ ڏوڪڙن جو ڪرشمو هئو. سيني جو مارو هئو سنڌ تي. پنجابي، پٺاڻ، بلوچ، سيئي مکين جيان ميڙاڪو ڪري اچي ٿنا سنڌ تي. مٿان مهاجر به لٽ جي مال ۾ حصيدار ٿيڻ لاءِ پنجاب ۽ پنجابي فوج آڏو

پچ لتڪائو ٿي ويا. شابس آهي محترم محمد ابراهيم جويو صاحب کي جنهن پاڪستان ٺهڻ کان بہ اڳ اها صورتحال ڀانپي ورتي ۽ ڪتاب لکيائين ”سنڌ بچايو، هند بچايو.“ نہ سنڌ بمبئي کان ڌار ٿئي، نہ هي ممڻ مچي. سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جو واسطو اتر کان وڌ اولهہ ۽ اوڀر وارن خطن سان هئو. بلوچ تہ اسان جا پنهنجا آهن. اوڀر ۾ ڪڇ، گجرات، مارواڙ، راجستان، جيسلمير، جوڌپور، ٻارميڙ، احمد آباد، جهونا ڳڙهہ ۽ ممبئي جڻ سنڌ جا شهر هئا. حيرت آهي تہ سنڌ جا ماڻهو بمبئيءَ کي ممبئي چوندا هئا ۽ اسين پڙهيل لکيل ماڻهو سمجهندا هئاسون تہ ويچارا اڻ پڙهيل جٽ ماڻهو بمبئي بدران ممبئي چون ٿا. هاڻي خود هندوستان حڪومت بمبئي کي اصلوڪي نالي ممبئي سان سڏي ٿي. سنڌي نوجوان گهران ڪاوڙيا هئا تہ ملتان يا لاهور وغيره ڪونہ ويندا هئا پر سڌو وڃي ممبئي کان نڪرندا هئا.

هت ڊفينس فيز پنجين ۾ منهنجي گهر سامهون هڪ شانائتو ماڻهو سيد مسعود نقوي رهي ٿو. 1988ع ۾ رمضان جي عيد تي مان ۽ منهنجي گهر واري رسمي طور ساڻن عيد ملڻ وياسين. اتي هڪ فوجي برگيڊيئر صاحب بہ ويٺو هو. ڳالهين ڪندي، رشوت، بدامني ۽ دهشتگرديءَ جو ذڪر نڪتو. مون کان رهيو ڪونہ ٿيو سو چئي ڏنم تہ در جو چوڪيدار بندوق جي زور تي مالڪ کي ڪڍي پاڻ مالڪ ٿي ويهي رهي تہ اهوئي ڪلچر پيدا ٿيندو. برگيڊيئر صاحب کي باهہ وٺي وئي سو دليل ڏيڻ لڳو. مون بہ وٺ ڪئيمانس. نقوي صاحب مونکي جهليو تہ جواب نہ ڏيان ۽ چپ رهان. پر موضوع هيوئي اهڙو جو گرما گرمي تہ ٿيڻي هئي. برگيڊيئر صاحب نيٺ ڪاوڙ ۾ چيو تہ ٺيڪ آهي پوءِ ڪيو اسان کي ٻاهر پوءِ ڏسون تہ توهان ڪيئن ٿا ملڪ هلايو. مون بہ ٻئي هٿ مٿي ڪري چيو تہ الله ڪيو اسين تہ ڪمزور آهيون ڪجهہ نٿا ڪري سگهون. الله وڏو آهي. خدا جو شان انهيءَ ئي سال 17- آگسٽ 1988ع تي هوائي جهاز جو حادثو پيش آيو ۽ ملڪ کي فوجي آمريت کان نجات ملي. اهو ڏينهن، اڄ 1997ع آهي، نوَ سال گذري ويا آهن فوج ٽنگ اڙايون ويٺي آهي ۽ اهو فوجي آمريت وارو ڪلچر ختم ئي نٿو ٿئي.

فوجي آمريت جو ڪلچر معنيٰ پنجابي آمريت وارو ڪلچر. پنجابي بہ ايڏو خود غرض آهي جو ملڪ ۽ ماڻهن کان وڌ ڪيس پنهنجو مفاد ۽ ننڍا فائدا عزيز آهن. ملڪ جو ٻيڙو ٻڏي تہ ڀلي باقي سندن شخصي مفاد کي

نقصان نہ پهچي. ڪراچيءَ ۾ مقيم هڪ پنجابي ليڊيءَ جي ڊاڪٽر پٽ کي نوڪريءَ جو آرڊر مليو پر ڪراچيءَ کان ٻاهر تہ مونسان شڪايت ڪندي چيائين تہ سنڌي ڊاڪٽرن کي کھڙي پيئي آ جو ڪراچي تا اچن، پنهنجي ضلعي يا ڳوٺ ۾ ئي نوڪري ڪن هيڏي چو تا اچن. مون بہ ٺوڪ مان چيو هائو، ڪوٽ راڏا ڪرشن ڪالا شاهہ ڪاڪو ۽ اوڪاڙا وارا ڀلي اچن پر سنڌي ماڻهو ڇاجي لاءِ تا ڪراچي اچن. مسئلو مات ٿي وئي. هن ملڪ جي سيني مسئلن جو واحد حل آهي صوبائي خودمختياري جا مسلم ليگ جي 1940ع واري بنيادي ٺهراءَ ۾ آهي ۽ جا جناح صاحب ڏيڻ ٿي چاهي پر پنجابي لابي، غلام محمد، گرماڻي ۽ چوڌري محمد علي وارن تمام بيشرميءَ سان روڪي ڇڏي. لياقت علي خان کي پنڊيءَ ۾ جنهن پوليس عملدار قتل ڪرايو تنهن کي ترقي ڏئي بلوچستان جو گورنر ۽ پوءِ صوبہ سرحد جو وزير اعلى بڻايو ويو. ڪرائي جي قاتل سعيد اڪبر کي تڏي تي ماريو ويو جيئن ڪينيڊيءَ جي قاتل لي هاروي آسولڊ کي ماريو ويو. هن ملڪ ۾ جيڪڏهن صوبائي خودمختياري نہ ڏني وئي تہ خدا خير ڪري، ياجوج ماجوج اچي ويندا ۽ ملڪ جو الائي ڇا حشر ٿئي. پير صاحب پاڳارو وقت بوقت خبردار ڪندو ٿو اچي پر ڪنهن جي ڪن تي جونءِ بہ ڪانہ ٿي سُري.

ڪنهن بہ اداري کي سياست ۾ پوڻ سان خود اهو ادارو بدنام بہ ٿئي ٿو تہ ناڪاره بہ. ان جا ترائي نڪري تا وڃن. پهريائين ڪامورا شاهي اهو شوق ڪيو ۽ اهو تاثر ڏنائون تہ هوئي حڪومت هلائڻ وارا ۽ اهل آهن ۽ سياستدان تہ ٻوڪ بصر آهن جن کي ڪا ڄاڻ ئي ڪانهي ۽ نڪا اهليت. ائين هڪٻئي سان اٽڪي، پنهنجائي ترا ڪڍيائون. جڏهن ٻئي بدنام ۽ ڪمزور ٿي ويا تہ مڪو متو فوج جو ۽ حڪومت تي قبضو ڪري ٻالم ٻڄي ويهي رهيا. فوج جي ذهنيت ئي اها آهي تہ مار موچڙي ۽ گوليءَ سان سڀ ڪنهن کي سڌو ڪري سگهجي ٿو. هنن سمجهيو تہ ماڻهن کي بيعزتو ڪرڻ، ڪڪڙ بنائڻ ۽ ڦٽڪا هڻڻ سان سڌو ڪري ٿو سگهجي. اها سندن وڏي ڀل هئي. مٿن اهڙيون ٺوڪون ۽ چرچا ٺهيا جو ماڻهن جون دليون سندن خلاف نفرت سان ڀرجي ويون. اها ڳالهہ ڀانپي جنرل ايوب خان عقلمنديءَ کان ڪم وٺي فوج کي جلد ئي بيرڪن ۾ واپس گهرايو ۽ بنيادي جمهوريت جي نالي ۾ چونڊون ڪرائي عوام کي ڪجهہ نہ ڪجهہ حصيدار ڪيائين.

ان دؤر ۾ جسٽس ڪياني مزاحيہ انداز ۾ انهيءَ نظام تي ڏاڍيون

جُلهون ڪيون ۽ بنيادي جمهوريت ڪي سڏيائين بي بنياد جمهوريت. فوجي حڪومت دوران، پوليس زور وٺي ويندي آهي ۽ هڪ پوليس اسٽيٽ قائم ٿي ويندي آهي. مٿان وري گورنر مقرر ٿيو نواب ڪالا باغ جنهن وڏيرڪي نموني پوليس کي اهڙو زور وٺايو جو ضلعي جو حاڪم، ڊپٽي ڪمشنر بجاءِ، ايس پي ٿي ويو. دادوءَ جي ڊپٽي ڪمشنر ڳالهه ڪئي ته هڪ لڳا نواب صاحب ايس پيءَ کي سندس روبرو چيو ته هن (يعني ڊي سيءَ) جي پارت اٿئي پنهنجو ٻچو آهي. سنڌ سان بمبئي پوليس ائڪٽ لاڳو هئو جنهن موجب ٿاڻيدار جي بدلي توڙي ساليانه ڳجها رمارڪ لکڻ جو اختيار ڊي سيءَ کي هو. ان کي رد ڪري سنڌ سان پنجاب پوليس ائڪٽ لاڳو ڪيو ويو. اهڙي طرح ضلعي انتظاميه جو ڏينگو ٽي ڏيري ٿي ويو. پوليس وارا مڇن کي تاءُ ڏئي پاڻ کي بادشاهه سمجهڻ لڳا. اڄڪلهه جو ايس ايچ او ته پاڻ ڏسو تا. پنهنجي وجود ۾ اڪيلي سر هڪ مڪمل مافيا آهي.

پنجاب ۾ پوليس جو ايڏو زور هئو جو مون سان مسٽر رسول بخش لغاري ۽ مرحوم شفيع محمد آخوند، جي اتي ائڊيشنل سيشن جج ٿي رهيا هئا. ڳالهه ڪئي ته اتي سيشن جج، ايس پي جو سلام پرڻ ويندو هو. پوءِ انصاف ڪٿان ملندو، ڪيئن ٿيندو؟ چون ٿا ته ڪورٽن جي حدن اندر، شاهدن کي پوليس موچڙا ماري ڪندي هئي ته شاهدي ۾ هيئن چئجو. سيشن جج ڪڇي نه سگهندو هو. سنڌ ۾ وڏو فرق هئو. رواجي سب جج به ايس پي جي پرواهه نه ڪندو هئو بلڪ ڪڏهن ته ڪيس ڪورٽ جي بيعزتي ڪرڻ جي تهمت رکي، ڪورٽ ۾ حاضر ڪرائيندو هو. مون خود ٻن ايس پي صاحبن کي اهڙا نوٽيس ڪڍي گهرايو ۽ هو آيا ۽ پنهنجي بيگناهي لاءِ سبب ٻڌائي جند ڇڏائي ويا. پنجاب ۾ اها ڳالهه سوچ کان ٻاهر هئي.

سيوهڻ جي سب جج مون سان ڳالهه ڪئي ته دادوءَ ۾ ڊي سي ۽ ايس پي ٻئي انگريز هئا ۽ هڪ ٻئي جا گهاٽا يار هئا. چيائين ته مان ڊي سي سان ملي ٻاهر نڪتس ته ڊي سي جو پٽيوالو (ان کي نائڪ چوندا هئا) پڄندو آيو ۽ چيائين ته توکي ڊي سي پيو سڏي؛ مان واٽڙو وائڙو وٺس پهتس ته مون کي منع ڪيائين ته مٿان ايس پيءَ جو سلام پرڻ ويو آهين، تون مئجسٽريٽ آهين ۽ هو پوليس وارو آهي. بلي انگريز بلي. اهڙي هئي سندن سوچ ۽ نظام. جڏهن خيرپور رياست مان ريل ٿي ڪيڍيائون ته مير صاحب

اعتراض ڪيو ۽ ڪورٽ مان منع نامو وٺي ڪم بند ڪرائي ڇڏيائين ۽ انگريز بهادر ڪورٽ جو حڪم مڃي ريل جو بند وڍائڻ جو ڪم بند ڪري ڇڏيو. پوءِ مير صاحب کي معاوضو ڏئي اجازت ورتائون. هي آهن حڪومت جا آداب ۽ قانون جو احترام. اهو سلسلو پاڪستان ٺهڻ تائين هليو، پوءِ اهڙو تتو جو تاڪو ٿي نتو لڳيس. سڄو قصو ڏانوائڏول ٿي ويو. ان جا مک جوابدار ايوب شاهي جو مــارشل لا ۽ نواب ڪالا باغ جو وڏيرڪو راڄ آهن. اهڙي طرح فوج جو ادارو، پوليس جو ادارو توڙي ڪامورا شاهي نہ رڳو بدنام ٿيا بلڪ واقــعي ڪمــزور ۽ خراب پرزا ٿي ويا. عــوام پنهنجي ليکي بد دل، چڙيل ۽ بغاوت تي آمده ٿي ويو. صوبائيت ۽ فرقيواريت زور وٺي وئي ۽ هرڪو ٻي ڌر کي ڏوهي ۽ دشـمن سـمـجهڻ لڳو. مـاڻهـو سڀني ادارن مان بيزار ٿي ويا. اها ڳالهہ جنرل ضياءالحق جهڙو، اقتدار جي هوس رکندڙ ماڻهو، بہ ڀانپي ويو ۽ صاف اعلان ڪيائين تہ جيڪڏهن چونڊون ٿيون پيرو مارشل لا لڳايو ويو تہ ملڪ ٽٽي ختم ٿي ويندو. اهوئي سبب هئو جو جنرل اسلم بيگ، مـوقـعو ملندي بہ، مارشل لا نہ لڳايو ۽ عـام چونڊون ڪرايائين. پر چونڊن جو نتـيـجو اهڙو تہ حيران ڪن نڪـتـو جو سڀ سـراپـجي ويا ۽ نہ چاهيندي بہ حـڪـومت جون واڳون بينظير ڀٽو صاحبہ جي حوالي ڪرڻيون پيون.

چونڊن ۾ وڏا وڏا ڏينگ ڏري پيــا. رئيس غلام مـصطفيٰ خان جتـوئي سابق وزير اعظم، هڪ مـعـمـولي مـاڻهـوءَ ڪـان هارائي ويو. مـهـرن جو سـردار غلام محمد خان مهر هارائي ويو. چانڊين جو لٺ سردار سلطان احمد خان هـڪ عـورت ڪــان هــارائي ويــو. پيــر صــاحب پاڳارو هــارائي ويو تہ رئيـس عبدالحميد خان جتوئي بہ هارائي ويو. پاڪستان جي تاريخ ۾ هي تمام وڏو واقـعو هئو جو وڏا وڏا رئيس، پير، وڏيرا ۽ سردار، هڪ پارٽيءَ ڪـان هارائي ويا. پيـــپلز پارٽيءَ تي اجايو ۽ ڪوڙو الزام آهي تہ اها وڏيرن ســرادارن ۽ جاگيردارن جي پارٽي آهي. هڪ مضبوط عوامي پارٽي آهي ۽ ماڻهن پارٽيءَ کي ووٽ ڏنو.

اها ٻي ڳالهہ آهي تہ چونڊيل نمائندا اخلاق، ڪردار ۽ ايمانداري جي ڪســوٽي تي پورا نہ آيا ۽ پارٽيءَ کي ٺي بدنام ڪري ڇڏيائون. آهســتي آهستي، مـفـاد پرست پارٽيءَ تي قـبـضـو ڪري ويا ۽ نيٺ 1997ع ۾ پارٽـيءَ شڪست کاڌي. اها پارٽيءَ خلاف هڪ منظم سازش هئي جو ڪامورا شاهي،

فوج، صنعتڪار، واپاري، وڏيرا ۽ وڏي ڳالهه تہ اخباري مافيا پارٽيءَ خلاف منظم ۽ مسلسل پرچار ڪري پارٽيءَ خلاف زهر اوڳاڇيو. اخباري دنيا تہ ڪوڙ کي اصول بڻائي ڇڏيو ۽ ڪين حڪومتي ادارن جي مڪمل پنيرائي حاصل هئي. توبهہ ڪيڏا نہ ڪوڙ گهڙيا ويا. اخبارن وڏيون سرخيون ڏنيون تہ آصف زرداري وٽان، گورنر هائوس تي ڇاپو هڻي، ستر ڪروڙ روڪ هٿ ڪيا ويا. انهيءَ ڪوڙي خبر کي اليڪشن ٿيڻ تائين ڪنهن بہ حڪومتي اداري طرفان رد نہ ڪيو ويو. ڀي ڪوڙي خبر هلائي وئي تہ ادائي ٽن سون هٿ ڪيو ويو جو آصف زرداري ملڪ ڪان ٻاهر ٿي موڪليو. پوليس، فوج، رينجرس، ڪسٽم عملو، ايڪسائيز وارا توڙي نگران وزير، چيف سيڪريٽري، آءِ جي پوليس وغيره سيني جي وات ۾ مگ پئجي ويا. ٽن مهينن ڪان پوءِ جڏهن چونڊون ٿي ويون تڏهن انهن خبرن جي ترديد آئي. صاف ظاهر پيو آهي تہ ملي ڀڳت ڪري سازش طور، چونڊن ۾ اثر انداز ٿيڻ خاطر اهڙي سريحاً ڪوڙي خبر هلائي وئي.

نگرانن کي فرشتو ڪري پيش ڪيو ويو حالانڪ انهن بہ اهيئي ڪم ڪيا جيڪي اڳين ڪيا پئي. نگران وزير اعظم معراج خالد کي هڪ دانشور ۽ درويش صفت انسان ڪري پيش ڪيو ويو پر ڪيس اهڙو پورڙو ۽ بيوقوف بنايو ويو جو ڪانئس پڇڻ يا ٻڌائڻ ڪانسواءِ وڏا وڏا فيصلا ڪيا ويا ۽ هو صاحب وتيو ترديدون ڪندو. جڏهن حقيقتون ظاهر ٿيون تہ بجاءِ احتجاج ڪرڻ يا استعيفا ڏيڻ جي، بيعزتي ڪيسي ۾ وجهي ڇڏيائين ۽ هضم ڪري ويو. ٻيا نگران بہ صدر لغاري جا چمچا بڻجي، ها ۾ ها ملائيندا، وفاقي وزير بڻجڻ جي نشي ۾، پاڻ کي فرشتو سمجهڻ لڳا ۽ ڪم اهيئي ڪيائون جيڪي ڪامورا شاهي ڪانئن ڪرائڻ گهريا ٿي. ڪو سوجهرو ڪونہ ٿيو، ڪا ترقي ڪانہ ٿي موريگو اڳيون نور بہ ويو.

اهڙي طرح سڀ ادارا: پوليس، فوج، ڪامورا شاهي، سياستدان، پارليامينٽ، اسيمبليون، سيني جي ساک ختم ٿي وئي آهي يا ڪئي وئي آهي. اهڙي صوروتحال ۾ ماڻهو وائڙا وائڙا آهن ۽ بي يقيني ۾ گرفتار آهن تہ ڇا پيو ٿئي. ڇو پيو ٿئي ۽ ڇا ٿيڻ وارو آهي. ماڻهو لاتعلق ٿي ويا آهن، تہ وڃي ڪڏ ۾ پوي، جيڪي بہ ٿئي رڳو جان، مال ۽ عزت جو خير هجي. اهو بہ ڄاڻن ٿا تہ جان، مال ۽ عزت جو بہ خير ڪونهي. جوناٿن سوفٽ واري تيل آف دي

تب (تب جي ڪهاڻي) آهي جنهن کي اونڌو ڪرڻ ڪانسواءِ ٻيو علاج ئي ڪونهي. حالتون اهڙيون اچي بيٺيون آهن جو چڱائي ڪرڻ ۽ رشوت نہ وٺڻ بہ چڻ تہ ڏوهہ هجن. قاعدي قانون جي ڳالهہ ڪرڻ واري کي بيوقوف ۽ بي فيض سمجهيو وڃي ٿو. رشوت نہ وٺندڙ کي خطرو ليکجي ٿو.

هائي ڏائي بچي هئي عدليہ، يعني ڪورٽون ۽ جج صاحب. مشهور انگريز فلسفي رسڪن لکيوآهي تہ، "ڪنهن بہ قوم جي صفحہ هستي تان مٽجي وڃڻ جي آخري نشاني اها آهي تہ ان جي عدليہ ڪرپٽ ٿي وڃي." مون چاٽي واٽي رشوت بجاءِ لفظ ڪرپٽ استعمال ڪيو آهي ڇو تہ ڪرپشن ۾ ڏنئونس، ڏانڌلي، ڌپاءَ، نوڪري وڃائڻ جو ڊپ ۽ ترقيءَ جا خواب بہ اچي وڃن ٿا. عدليہ لاءِ ڪجهہ چئي بہ نٿو سگهجي ۽ چوڻ ڪان رهي بہ نٿو سگهجي. هيٺين جڊيشري ۾ تہ رشوت ڪاهي پئي آهي. اڳي اٺانوي سيڪڙو جج ايماندار هئا ۽ باقي ٻہ سيڪڙو ۾ شڪ هئو. هاڻي تہ ڪوڙيءَ کي ئي گهمرو آهي. اٺانوي سيڪڙو ڪرپٽ ليکيا وڃن ٿا باقي ٻہ سيڪڙو ۾ شڪ آهي تہ شايد ايماندار هجن. اعليٰ عدالتن ۾ بہ بريف ڪيسن ۽ لفافن جي ڳالهہ هلي هئي پر پوءِ اهو هُل بند ٿي ويو.

پانيان تہ جڊيشري جي باري ۾ ڪجهہ تفصيل سان لکان. سنڌ چيف ڪورٽ جي چيف جج، جسٽس ڊيوس ڪيرون لهٽيون جنهن وڏي جدوجهد کان پوءِ سنڌ ۾ عدليہ کي انتظاميہ کان جدا ڪرايو. انتظاميہ سخت مخالفت ڪئي. ايتري قدر جو ڪليڪٽر، ڊپٽي، ويندي مختيارڪار ۽ تپيدار جي سطح تائين اعتراض ڪيو ويو تہ جيڪڏهن مئجسٽريٽ، جج صاحب ٿيا تہ سرڪار کي ڊل بہ ڪونہ ملندي ۽ نظام سڄو درهم برهم ٿي ويندو. اهڙن اعتراضن جا جواب جسٽس ڊيوس لکت ۾ اهڙا مدلل ۽ سهڻا ڏنا آهن جو ڪتابي صورت ۾ ڇپجن تہ ادب جو شهپارو ٿي وڃي. انهيءَ جسٽس ڊيوس جو چوڻ هو تہ جج مقرر ڪرڻ مهل قابليت ۽ ذهانت کان وڌيڪ مونکي بااخلاق، باڪردار ۽ ايماندار ماڻهو کپن. اها ساڳي ڳالهہ هاڻي، هندوستان جي چيف جج ڪئي آهي. اڳيان جج، توهان کي ياد هوندا تہ نہ ڪنهن سان ملندا هئا نہ گهران نڪرندا هئا نہ ڪنهن دعوت ۾ ويندا هئا. وڏي ڳالهہ تہ اخبار بہ ڪانہ پڙهندا هئا تہ متان سندن ذهن تي ڪو اثر نہ ويهي. ٻيو تہ ٺهيو، هڪ سرڪيولر نڪتل هئو تہ جج سرڪاري تقريبن مثلاً آزادي جو

ڏينهن، قائد اعظم جي ولادت جو ڏينهن وغيره ۾ به شرڪت نه ڪن. اڄڪلهه جج صاحبن کي جي دعوت نٿي ملي ته ڪاوڙجي ٿا پون. هر مهيني سيئي لانڊ ڪيو گورنر صاحب يا چيف منسٽر جي ڪوٺايل دعوت ۾ وينا آهن. اهڙو ڪم ته آسروند ۾ عرضدار ٿي ڪندو.

مونکي به چار واقعا ياد ٿا اچن سي ٻڌائي ڇڏيان. ڊي جي ڪاليج سامهون هڪڙو پٿرن جو ٺهيل بنگلو آهي، ان ۾ هاءِ ڪورٽ جو جج رهندو هئو جو رڳو منهن اونداهي مهل نڪرندو هو ۽ برنس گارڊن ۾ پسار ڪري موٽي ايندو هو. گهٽا گهٽا سال پوءِ جڏهن مان ڪراچيءَ ۾ سب جج ٿي آيس ته بنگلي جي چوڪيدار سان خبرون چارون ڪندي پڇيومانس ته اڳي ۽ هاڻي ۾ ڪو فرق ڏسين ٿو. ڏاڍو سهڻو ۽ وزندار جواب ڏنائين. چي ”سائين اڳي ماڻهو سِڪندا هئا ته جج صاحب کي ڏسون. هاڻي جج صاحب ٿا سِڪن ته ماڻهو اچن ۽ ڏسون.“ ڪيڏي نه چيندڙ تنقيد ڪري ويو. جسٽس محمد بچل ميمڻ ان بنگلي ۾ رهندو هو. پنج ڇهه ماڻهو ڳاهٽ ڪيو فوٽ پاٿ تي بيٺا هوندا هئا ته جج صاحب نڪري ته ڏسون. نڪرندو هو ته ماڻهو تعظيم سان سلام ڪندا هئا ۽ جج صاحب نه سلام جو جواب ڏيندو هو نه ڏانهن نهاريندو هو.

لاهور ۾ اسپيڪرن جي ڪانفرنس هئي ۽ گورنر صاحب سندن مان ۾ دعوت ڪئي هئي. مان اڌ ڪلاڪ ڪن اڳواٽ وڃي پهتس ته بندوبست نظر مان ڪڍي ڇڏيان. ڏٺم ته هڪ پوڙهو مالهي گڏ ڪري رهيو هئو. وڃي پاسو ورتومانس ۽ حال احوال ڏنوسين ورتوسين. اتي گورنر کي چون لاٽ صاحب (لارڊ). ڪئيتا ۽ پشاور ۾ به ائين چون. رڳو سنڌ ۾ گورنر سڏبو هئو جو اسان وٽ گورنر. انگريز راڄ جي آخري دؤر سن 1936ع کانپوءِ آيا. مالهيءَ کي چيم ته ڪا خاص ڳالهه جا ڏني هجئي ته ٻڌاءِ. رنبي ڪٿي ڇڏيائين. چيائين آهو (هائو) سال ۾ هڪ ڏينهن اهڙو ٿيندو هو جو لاٽ صاحب مٿان لهي هيٺ وراندي ۾ پيو اچ وڃ ڪندو هو. ائين ڪندي ٻاهريون گيٽ کلندو هئو ۽ هڪ گاڏي اچي وراندي واري ڇپري (پورچ) ۾ بيهندي هئي. لاٽ صاحب پاڻ وڌي وڃي در کوليندو هئو ۽ گاڏيءَ مان چيف جج (صوبائي) لهندو هئو ۽ ٻئي ڄڻا هٿ هٿ ۾ ڏئي ڏاڪڻ چڙهي مٿي وڃي ويهندا هئا. اهو هو طور طريقو ۽ اعزاز صوبائي چيف جج جو. اڄ جج صاحب آتا آهن ته

گورنر صاحب کين گهرائي ۽ هو ڊوڙندا وڃن.

هڪ ذڪر جوڳو واقعو ياد ٿو اچيم. جسٽس عبدالحئي قريشي چيف جج هئو ۽ مان رجسٽرار. قريشي صاحب علاج لاءِ لنڊن ويو ۽ چارج سينئر جج جسٽس نعيم الدين ورتي. گورنر صاحب جنرل عباسي هو. جسٽس نعيم الدين وٽ سائٽس سنڌ اسيمبلي ۾ ملي آيو. ڪجهه وقت کان پوءِ وري به سائٽس ملي ڪيس سکر هاءِ ڪورٽ بينچ جي افتتاح جي دعوت ڏئي آيو. جسٽس قريشي موٽي آيو ته ڪيس سڀ خبرون پيون. مون کي گهرائي صلاح طور پڇيائين ته مسٽر ابڙا هي جو جسٽس نعيم الدين گورنر سان ملي آيو آهي ته مونکي به وڃڻ کپي ڇا. مون ٿورو سوچي چيو ته سائين بهتر ٿيندو ته توهان به ملي اچوس نه ته سوچيندو ته مستقل چيف جج ڪيس ليکيو ئي ڪونه. پاڻ به ٿورو سوچي چيائين ٺيڪ آ پوءِ ٽائيم وٺ ته مان به ملي اچانس." گورنر جو سيڪريٽري هئو شاهد عباس جو منهنجو واقف هئو. مون ڪيس فون ڪئي. هن چيو ته ڪو مسئلو ئي ڪونهي مان جنرل صاحب کان پڇي هينئر ٿو توکي ٻڌايان. پندرهن منٽن ۾ فون ڪيائين ته رسيس ۾ يارهين بجي يا آفيس ٽائيم پوري ٿيڻ مهل هڪ ڏيڍ بجي جيئن چيف جج صاحب واندو ٿئي ته هليو اچي. ساڍي ڏهين بجي جج صاحب چانهه جو وقفو ڪندا آهن. مون وڃي جسٽس قريشيءَ کي ٻڌايو ته ٻنان ڏير جي هڪدم چيائين مسٽر ابڙا تون به ڪمال ٿو ڪرين، مان نه ويندس. مان ٿورو حيران ٿيس، ته چيائين ته ايتري ڳالهه به نٿا سمجهو، هڪ چيف جج، مارشل لا هيڊ ڪوارٽر ۾ ڪيئن ويندو. مان ڪونه ويندس ۽ ٻڌائي ڇڏين. ايترو ته پختي ارادي سان چيائين جو منهنجا ڪپاٽ کلي ويا. هيءَ هئو هڪ سنڌي جج ۽ هوڏانهن هئو درباري ڪلچر جو دهلي وارو مهاجر جج. جسٽس نعيم الدين هئو به ڪروڙ پتي، نه هئس زال نه اولاد تڏهن به خوشامد ۽ چاپلوسي سندس رت ۽ رڳن ۾ پيريل هئي. بعد ۾ سپريم ڪورٽ جو جج هوندي جڏهن چيف اليڪشن ڪمشنر بڻيو ته کهڙو نه ڪارو منهن ڪري ڇڏيائين سڄي قوم جو. پاڪستان جي تاريخ ۾ اهڙي ڌانڌلي ۽ بدمعاشي واري اليڪشن ڪڏهن ڪانه ٿي. پاڪستان جو ٻچو ٻچو اها ڳالهه ڄاڻي ٿو، پر هن صاحب ٽي وي تي اچي دعوا ڪئي ته اليڪشن نهايت صحيح ۽ ايماندارانه ٿي. هرڪو ڄاڻي ٿو ته صدر غلام اسحاق خان پنهنجن ڄاڙتن روئداد خان ۽ اجلال حيدر

زيديءَ جي معرفت وڏي پٺماني تي رٿابنديءَ سان ڊانڊلي ڪرائي. ويندي جنرل اسلم بيگ به مچيو ته ڪيس ڏهه ڪروڙ انهيءَ لاءِ ڏنا ويا ۽ جسٽس صاحب جي حضوري ڪندو رهيو. ڳالهه آهي اخلاق، ڪردار ۽ ضمير جي. انهن خاصيتن ڪانسواءِ ڪوبه ماڻهو سٺو جج ٿي نٿو سگهي. جسٽس ڊيوس چوندو هو ته قابليت کان وڌ ايمانداري ۽ اصول پرستي آهي ۽ پلي ڪو جج قابل نه هجي پر ايماندار ۽ باضمير هجي ته مان انهيءَ کي چونڊيندس. هر محڪمه جي پنهنجي تقاضا آهي. منهنجو اسڪولي ۽ ڪاليجي دوست، عبدالوهاب شيخ، فيڊرل سيڪريٽري آبپاشي جو قابل به هو ۽ نيڪ سيرت به، اهو چوندو هو ته مونکي اهڙو انجنيئر ڪپي جو قابل هجي پوءِ پلي رشوتي هجي. چو ته اهو لک کائيندو ته ڪروڙن جو ڪم سٺو ۽ مضبوط ڪرائيندو، پر جي ايماندار هوندو ۽ ناقابل، ته ڪروڙن جو نقصان ڪرائي ڇڏيندو. هو پنهنجي جاءِ تي صحيح هئو پر عدليه لاءِ جسٽس ڊيوس جي راءِ وزندار آهي.

جسٽس عبدالحئي قريشي جو ٺپ جواب ٻڌي، مان پنهنجي آفيس ۾ آيس ۽ مسٽر شاهد عباس کي فون ڪري چيم ته چيف جج صاحب تمام مصروف آهي، وڏا وڏا وڪيل اي. ڪي. بروهي ۽ خالد اسحاق بحث مباحثا ۽ تقريرون پيا ڪن سو چيف جج صاحب آفيس ٽائيم ۾ نه اچي سگهندو. سي. ايس. پي آفيسر نهايت سمجهدار ۽ حقيقت پسند ٿا ٿين سو هلڪو ٽهڪ ڏنائين. چيائين پائي ابڙو صاحب پريشان ٿيڻ جي ڪا ڳالهه ناهي، مان هاڻي ئي جنرل صاحب سان ملي توکي پندرهن منٽن ۾ فون ڪيان ٿو، جلد ئي فون ڪيائين ۽ چيائين ته گورنر صاحب چوي ٿو ته چيف جج صاحب اڄ شام جو سندس باٿ ائلنڊ واري بنگلي تي وٽس چانهه جي دعوت قبول ڪري. مون وڃي جسٽس قريشيءَ کي ٻڌايو ته هن مرڪي چيو ته اهو ٺيڪ آهي ڪنفرم ڪري ڇڏ. مون فون ڪري پروگرام پڪو ڪرائي ڇڏيو. شام جو جج صاحب باعزت نموني سان وڃي گورنر سان چانهه پي ڪچهري ڪري آيو. ٻئي ڏينهن مونکي ٻڌايائين ته ائڪٽنگ چيف جج صاحب وري پيو به گند ڪري آيو آهي. گورنر چيو ته سکر ۾ جو هاءِ ڪورٽ جي شاخ ڪلڻي آهي ان جي افتتاح لاءِ ڪيس دعوت ملي آهي ۽ هو ايندو. هاڻي تون ٻڌاءِ ابڙا، ته اهو نهي ٿو جو هاءِ ڪورٽ جو افتتاح هڪ فوجي جنرل ۽ مارشل لا ائڊمنسٽريٽر ڪري. مان ته پاڪستان جي چيف جج جسٽس حليم کي دعوت ڏيندس،

تنهنجو ڇا خيال آهي. گهڻن آفيسرن جي عادت آهي ته وڏن صاحبن سان ها ۾ ها ملائيندا آهن. پر مون وٽ الائي ڪهڙي جنڙي آهي جو ڪن ڪان وٺي منهن تي ابتي ڳالھ چواريو ڇڏي. پلي اڳيان چيف منسٽر هجي، گورنر هجي، اسپيڪر هجي يا وزير. وڏي ڳالھ ته اهڙي ڳالھ مونکي ڦبي به وڃي. اڳتي هلي ناراضگيءَ جو سبب بڻجي ته بڻجي، شايد نقصان به پهتا هجن. پر ضمير مطمئن اٿم. چيف جج صاحب کي چيم ته سائين اهو مناسب نه ٿيندو. ڇيائين جو؟ چيم ته گورنر پاڻ توهان سان ڳالھ نه ڪري ها ته پوءِ ٺيڪ هئو، پلي جسٽس حليم کي دعوت ڏيو ها. هاڻ جڏهن گورنر پاڻ ڳالھ ڪري دعوت قبول ڪرڻ جو راضپو ڏيکاريو آهي ته پوءِ هرويرو ڪيس نيچو نوائڻ مناسب نه آهي، ڊگهي کي ڳاڙهو ڪپڙو ڏيکارڻ برابر آهي. جسٽس قريشي مشڪيو پر چيائين ته ڏٺو ويندو. بعد ۾ جڏهن سکر بينچ جو افتتاح ٿيو ته گورنر عباسيءَ کي ئي دعوت ڏنائين.

مون مٿي انگريز مفڪر رسڪن جو قول لکيو آهي ته ڪنهن به قوم جي تباھ ٿيڻ جي آخري نشاني اها آهي ته ان جي عدليه ڪرپٽ ٿي ويندي آهي. اهو انگريزي جو لفظ ڪرپٽ، اسانجي سنڌي لفظ ڪِرپٽيءَ سان علامتي طور ملي جلي ٿو. اڳ واري جڊيشريءَ جا شاندار مثال مون مٿي ڏنا آهن. انگريز دؤر حڪومت ۾ عدليه جو وڏو مان شان هئو. ڪنهن پوليس آفيسر، فوجي، ويندي انگريز گورنر يا وائسراءِ جي مجال نه هئي جو جڊيشري جي توهين ڪري. خيرپور رياست مان ريل ڪڍي ٿي وئي ته مير صاحب ڪورٽ ڪان منع نامو ورتو ۽ حڪومت بيوس ٿي وئي. هڪ دفعي ايران جو جج آقا دانشمند صاحب ڪراچي آيو ۽ مان ڪيس پاڻ سان گڏ مٿي ٺلهي تي ويهاريو ۽ اهو ڪيس هلائڻ جو اشارو ڏنم جنهن ۾ هڪ معمولي شهريءَ، حڪومت خلاف يعني ملڪ جي گورنر ۽ صدر جي حڪم کي چئلينج ڪيو هو. دانشمند صاحب حيران ٿي ويو. چيمبر ۾ موٽي آياسين ته دهيل لفظن ۾ اهڙي قانون جي تعريف ته ڪيائين پر چيائين ته ايران ۾ اهو تصور ئي ڪونهي ته حڪومت يا شاھ جي ڪنهن حڪم خلاف عدالت ۾ به وڃي سگهجي ٿو. هندوستان ۾ جڏهن سباش چندر بوس انگريز حڪومت خلاف زوردار تقريرون ڪيون ته مٿس غداري جو مقدمو هلايو ويو. هاءِ ڪورٽ هڪ اهم تاريخي فيصلو ڏنو ته حڪومت خلاف ڳالهائڻ يا ان کي ڊاهڻ جا جتن ڪرڻ

غداري نہ آهي. البت رياست يعني ملڪ ۽ تاج برطانيہ خلاف ڳالهائڻ غداري ٿي سگهي ٿي. اهڙيون شاندار روايتون قائم ڪيون ويون جو مولوي تميزالدين خان، گورنر جنرل ملڪ غلام محمد تي ڪيس داخل ڪيو تہ هن کي قانون ساز اسيمبلي ٽوڙڻ جو اختيار نہ آهي. سنڌ هاءِ ڪورٽ جي جج صاحبن، خاص طور تي جسٽس محمد بخش ميمڻ، باوجود سخت حڪومتي دٻاءُ جي فيصلو حڪومت خلاف ڏنو. سڄي دنيا ۾ پاڪستاني عدليہ جو ناماچار وڌي ويو. چون ٿا تہ چرچل کي جڏهن اها خبر پڌائي وئي تہ فخر سان چيائين تہ، انهيءَ جي معنيٰ تہ اسان کي فخر جهڙيون روايتون ڇڏي آيا آهيون.

پاڪستان جو پهريون سيڪريٽري قانون هئو هڪ انگريز مسٽر سنيلسن. ان هڪ رازدارانہ سمري (مسودو) ٺاهي تہ اعليٰ عدالتن جي ڪنهن فيصلي سان جيڪڏهن حڪومت جي معاملن ۾ رنڊڪ پوي يا پريشاني جو سبب پيدا ٿئي تہ ڪهڙا ڪهڙا طريقا اختيار ڪري سگهجن ٿا. اتفاق سان، سنڌس انهيءَ مسودي جا ڪجهہ حصا ظاهرر ٿي پيا ۽ مسٽر سنيل سن هڪدم استعيفا ڏئي هليو ويو. ايڏو ۽ اهڙو هئو عدليہ جو وقار ۽ ڏهڪاءُ.

بعد ۾ حڪومت ۽ حڪمرانن هٿان، هٿ وٺي جڊيشري کي بيعزتو ۽ تباهہ ڪيو ويو. مولوي تميز الدين جي ڪيس هلندي جج صاحبن تي ايڏو دٻاءُ پيو جو جج صاحب لڪي لڪي برقعو پائي ڪورٽ ۾ ايندا هئا. فيصلي کان پوءِ، جسٽس محمد بخش ميمڻ تي زنا جو ڪوڙو ڪيس ٺاهي گرفتار ڪرڻ جي سازش ڪئي وئي. ڪنهن نيڪ نيت پوليس آفيسر رات جو وچي سنڌس مسلم آباد واري بنگلي ۾ اطلاع ڏنو ۽ صلاح ڏني تہ رات وچ ۾ ڪراچي ڇڏي وڃي. جسٽس صاحب راتو رات ڀڄي وڃي پنهنجي ڀنين تي ضلعي نوابشاهہ ۾ لڪو. نہ تہ ٻئي ڏينهن بدنام ٿئي ها ۽ گرفتار بہ ٿئي ها.

مان جڏهن 89-1988ع ۾ اسلام آباد ۾ فيڊرل سروس ٽربيونل جو جج هئس تڏهن هڪ واقعو پيش آيو. صدر جنرل ضياءُالحق فيڊرل سيڪريٽرين ۽ جنرلن جي روبرو، نهايت حقارت سان چيو تہ منهنجي ساٿي جنرلن جو خيال آهي تہ ڪي سيڪريٽري اهڙا آهن جن کي ڦٽڪا هنيان وڃن. جسٽس صمداني اٿي چيو تہ اسان جي خيال ۾ ڪي جنرل اهڙا آهن جن کي ڦٽڪا لڳڻ کپن. ڏينهن ٻن کان پوءِ جسٽس صمداني کي نوڪريءَ مان ڪڍيو ويو. هن جهڙي قابل ماڻهوءَ کي ڪهڙي لوڙ. ڪراچيءَ ۾ وڪالت

مان لکين رپيا پيو ڪمائي ـ جسٽس فخرالدين ابراهيم به وڪالت مان لکين پيو ڪمائي. اڳي ٿيندو ئي ائين هو جو وڏا قانون دان قرباني ڏئي هاءِ ڪورٽ جو جج ٿيڻ قبول ڪندا هئا. محمد حيات جوٽيجي کي هاءِ ڪورٽ جو جج ڪيو ويو ته استعيفا ڏئي ويو. وري ڪيس سفير ڪري موڪليو ويو ته به استعيفا ڏئي آيو ۽ وڪالت پيو ڪري. ڀلا اي. ڪي بروهي ۽ خالد اسحاق کي هاءِ ڪورٽ جو جج ٿيڻ جي ڪهڙي ضرورت. ڪين آڇ ڪئي وئي هوندي ۽ هنن يقيناً انڪار ڪيو هوندو. هاڻي ته اهڙا وڪيل صاحب ساماڻا آهن جو حيلا ۽ سفارشون پيا هلائين ته ڪين جج ڪيو وڃي. پوءِ اهڙا ماڻهو ڪهڙو انصاف ڪندا.

ڪجهه وقت اڳ ججن جي مقرري واري ڪيس تي ڪافي ٽيڪا ٽپڻي ٿي ۽ اخبارن ته عدليه جي آزادي لاءِ هائيدوس مچائي ڏنو. اها ته صاف منافقي ۽ بدمعاشي هئي، جو يقيناً سياسي سازش جي رٿابنديءَ جو هڪ حصو هئو. هڪ جنرل چاڻي واٽي اخبار وارن آڏو بيان ڏنو ته هن فلاڻي سياسي ڪيس ۾ سپريم ڪورٽ جي ججن کي نياپو موڪليو ته جيڪڏهن فيصلو سندس راءِ مطابق نه ٿيو ته نتيجا خراب نڪرندا. عدليه جي انهيءَ ڪان وڏيڪ ڪهڙي بيعزتي ٿي سگهي ٿي. اخبارن ۾ نه اهڙي هاءِ گهوڙا ٿي نه سپريم ڪورٽ ئي جنرل صاحب کي ٺيڪ ڪري سگهي. جيڪو ورجائي چوڻ لڳو ته هو نوٽيس ملڻ باوجود سپريم ڪورٽ ۾ حاضر نه ٿيندو. ان ڪان به وڏيڪ بيعزتي ڪلي ڪورٽ ۾ شريف الدين پيرزاده صاحب ڪئي جو چيائين ته اوائلي مارشل لا دؤر ۾ هن سپريم ڪورٽ جي چيف جج جسٽس يعقوب عليءَ کي خبردار ڪيو ۽ هن نه مڃيو ته ٻئي ڏينهن تي هن کي ڪرسي خالي ڪرڻي پئي. اها ته سڌي سنئين سپريم ڪورٽ جي ججن کي ڌمڪي هئي ته توهان سان به ائين ٿي سگهي ٿو پر جج صاحب هضم ڪري ويا ۽ پيرزاده صاحب کي توهين عدالت جو نوٽيس به ڪونه ڏنائون. فتوٰي اهائي ڏنائون جنهن لاءِ پيرزاده صاحب زور پي ڀريو. پوءِ به اخبارن، ريڊيو ۽ ٽي - وي تي واهه واهه ٿي وئي ته عدليه جو وقار بلند ٿي ويو. هيڏا هاڃا ٿين بري هن ڀنيور ۾.

ڪهڙيون ٿا ڳالهيون پڇو. جڏهن مولوي تميزالدين جو ڪيس جسٽس منير وٽ پيش هليو ته هو صاحب مدعا عليه يعني ملڪ غلام محمد وٽ، گورنر جنرل هائوس ۾ رهندو. مانيون کائيندو ۽ شراب نوشي ڪندو

رهندو هو. سرڪاري خرچ تي روزانه سندس شيل شڪار جو بندوبست ڪيو ويندو هو. اڪين ڏٺن شاهدن جون شاهديون اڃان به موجود آهن. نيٺ اهوئي فيصلو ڏنائين جيڪو صريحاً غلط هئو. اهو چئي پاڻ بچائي ويو ته هن اهو فيصلو نظريه ضرورت هيٺ ڏنو. ضرورت جو، قانون ۽ انصاف سان ڪهڙو تعلق. جج صاحب کو آسمان کي ڪرڻ کان روڪي بيٺا آهن ڇا.
اميرالمؤمنين حضرت علي رضي الله عنه جي چوري ٿيل زره هڪ يهوديءَ وٽان ملي. قاضيءَ نه رڳو يهوديءَ کي ڇڏي ڏنو پر زره به ڪيس ڏياريائين. ڪو آسمان ته ڪونه ڪريو: نه ئي اميرالمؤمنين حضرت علي رضي الله عنه قاضي کي معزول ڪيو.
جج صاحبن کي ڪاوڙ لڳي هئي ته هڪ جونيئر جج آغا رفيق کي پندرهن ويهه سينئر ججن مٿان ٽپائي هائي ڪورٽ جو جج ڪيو ويو هئو. اهو ته آغا رفيق جو ڏوهه هئو جو ائين ڪيائين. ڪيس انڪار ڪرڻ کپندو هو. مان جڏهن ستر جي ڏهاڪي ۾ اسيمبليءَ جو سيڪريٽري هئس ته خانصاحب غلام الرسول ڪيهر جو اسيمبليءَ جو اسپيڪر هئو تنهن چيف سيڪريٽري کي لکي موڪليو ته مسٽر جمال الدين ابڙي جهڙي قابل ايماندار ۽ تجربيڪار ماڻهوءَ کي ڇڏڻ، اسيمبلي لاءِ هاڃيڪار ۽ لاتلافي نقصان ٿيندو، تنهن ڪري ڪيس گريڊ ايڪيهه ۾ ترقي ڏئي مستقل طور اسيمبليءَ جي حوالي ڪيو وڃي. ان وقت مان پنهنجي ڊپارٽمينٽ، يعني هاءِ ڪورٽ ۾ اوڻويهين گريڊ ۾ سيشن جج هئس. مون مناسب نه سمجهيو ته هڪدم اوڻويهين گريڊ مان ٽپائي ايڪيهين گريڊ ۾ ترقي ڏني وڃي. مون ان فائيل تي لکيو ته اهو منهنجو اختيار ۽ منهنجو نجي معاملو آهي ۽ مون کان نه ان لاءِ پڇيو ويو آهي نه قبول آهي. اهو فائيل اڃا اسيمبلي سيڪريٽريٽ ۾ موجود هوندو. ڀلي وڃي ڪو تصديق ڪري. نه رڳو ايترو پر مون روبرو وڃي چيف سيڪريٽري سعيد احمد قريشيءَ کي چيو ته منهنجو راضپو نه پڇيو ويو آهي. آغا رفيق، حسين هارون جو به ائين مٿو وڃايو. مونسان ممتاز علي خان ڀٽي، جڏهن هو نگران چيف منسٽر هئو. پاٺهئي اها ڳالهه ڪئي ته انهي آغا رفيق، نه رڳو حسين هارون، پر بينظير ڀٽو صاحبه جو تڏو ويڙهايو. ڪنهن اونچي پد تي پهچڻ جي چاهنا (ائمبيشن) چڱي ڳالهه آهي پر اها جاءِ محنت، لگن ۽ قابليت سان حاصل ڪجي، نه ڪه غلط طريقن سان. اها ته ائمبيشن سان

ويساهه گهاتي آهي.

مون کي به هاءِ ڪورٽ جو جج ٿيڻ جي چاهنا هئي جا مان پنهنجي محنت، ايمانداري ۽ قابليت سان حاصل ڪرڻ وارو هئس پر ائين نه ٿيو. مان سيني کان سينئر هئس ۽ چيف جج صاحب مونکي گهرائي پاڻ ٻڌايو ته منهنجو رڪارڊ تمام سٺو هئو ۽ هو منهنجو نالو موڪليندو. مسٽر شمس لدين صديقي، جو تمام ايماندار جج هئو ۽ سينئر به هو، ان کي به ائين چيائين. مان چاهيان ها ته سفارش به ڪرائي سگهان ها ڇاڪاڻ ته ان وقت جو پرائيم منسٽر محمد خان جونيجو مون تي خاص مهربان هئو. اسان جي حيرت جي حد نه رهي جڏهن اسان بجاءِ ٻيا ٻه جج ڪنيان ويا جي نه رڳو جونيئر هئا پر سندن ايمانداري به مشڪوڪ هئي. مون سمجهيو ته جنرل ضياءَ چاٽي واٽي ڪرپٽ جج رکي ٿو جيئن هو ضرورت آهر سندن پُڇ مروڙي سگهي. مان ته ڪٽي پاڻ کي آٿت ڏيان ته منهنجي سياسي رجحانات ۽ بدر جي ڪيس ڪري مونکي نه کنيو ويو پر شمس الدين صديقي ۾ ته اهڙي ڪابه ڳالهه ڪانه هئي. سندس ڪوتاهي صرف ۽ صرف اها هئي ته هو نهايت يماندار هئو ۽ جهڪڻ وارو نه هئو. ان ڪري مان پانيان ٿو ته منهنجو به هوئي ڏوهه هو جيڪو مسٽر شمس الدين صديقيءَ جو هئو. الحمدالله ان لاءِ مون کي اڄ به ڪوڙاڻ محسوس نه ٿي آهي. البت افسوس اٿم ته قدر نه ڪيو ويو. ان وقت صحافت جي وات ۾ مڱ پئجي ويا. نه اسانجو پهلوان آرديشور ڪاوسجي ڪڇيو نه اخبار وارن کي سيڪ آيو، پر جڏهن پهلوان ادارن چاهيو ۽ رٽيو تڏهن هرڪو ٻرن مان نڪري ٻوڪٽ ڪندو رهيو ۽ مسلسل ڪندو رهيو ته هاءِ ڪورٽ جا جج مقرر ڪرڻ واري معاملي ۾ بينظير صاحبه جي حڪومت صحيح طريقو استعمال نه ڪيو آهي.

اهي سا ڳيا جج صاحب جيڪي هڪ جونيئر جج صاحب جي تقرري تي اعتراض پيا ڪن سي ضياءَ دور ۾ مارشل لا جي دٻ سببان فوجي برگيڊيئر کي گڏ ويهاريندا هئا. عدليه جي تاريخ ۾ اهو ڪارو عمل هئو جو عليٰ عدالت جي جج صاحبن هڪ فوجيءَ کي پاڻ سان گڏ هاءِ ڪورٽ ۾ ويهارڻ قبول ڪيو. ايڏي وڏي بيعزتي سهڻ بجاءِ ڪين بائيڪاٽ ڪرڻ ڪپندو هو يا استعيفا ڏيڻ کپندي هئي جيئن انڊيا جي جج صاحبن هڪ لڳا اندرا گانڌي جي دؤر ۾ ڪري ڏيکاريو. پر اسانجا جج صاحب مارشل لا جي ڏنڊي

اڳيان ڪوئنا ٻڌجي ويا ۽ اڪر نہ ڪچيائون.

هي جيڪي ڪجهہ مون مٿي لکيو آهي سو نيڪ نيتيءَ سان ۽ هاءِ ڪورٽن جي وقار کي بلند ڪرڻ لاءِ لکيو آهي. توبهہ، اعليٰ عدالتن جي تحقير، رسڪن چواڻي، قوم جي تباهي جي نشاني آهي. شال ائين م هوءِ، الله اسان جي عدليہ ۽ جج صاحبن جي عزت ۽ وقار بلند کان بلندتر ڪري.

مون مٿي پاڪستان جي سياست ۽ پنجاب جي ڪردار جو ذڪر ڪيو آهي. سڄي ۽ سموري گڙٻڙ پنجاب جي ڪاتي ۾ وجهي سگهجي ٿي. بنگال ۾ جيڪي ظلم ۽ ڏاڍايون پنجاب جي فوج، ڪاموار شاهي ۽ صنعتڪارن ڪيون سي تاريخ جو حصو ٻڌجي چڪيون آهن. ان لاءِ سڄي دنيا اسان تي ٿڪ لعنت ڪئي آهي. پنجاب، بنگالين جي اڪثريت مان جند ڇڏائڻ لاءِ چاڻي واڻي بنگال کي الڳ ٿيڻ تي مجبور ڪيو. بلڪ الڳ ڪيو. ڪين ظاهر ظهور ايوب دؤر کان وٺي چيو ويو تہ توهان الڳ ٿيو پر هنن نہ پئي چاهيو جو سمجهيائون ٿي تہ اڪثريت جي زور تي هو حڪومت، توڙي صنعت، واپار، نوڪرين ۽ ٻين پيداواري وسيلن ۾ وڏيڪ حصيدار ٿيندا. انهيءَ ڪري ڪين سبق سيکارڻ ۽ بد دل ڪرڻ لاءِ سندن عزتون لٽيون ويون ۽ قتلام ڪيو ويو. اسان جا پاڪستاني ان تي شرمندو ٿيڻ بجاءِ فخر ڪندا هئا ۽ نفرت وچان ڪين سالا هندو کي اولاد چوندا هئا. پوليس بہ هتان اماڻي وئي. منهنجو هڪ واقف پوليس وارو ذات جو راڻوڙ هئو تنهن مونکي پاڻ ٻڌايو تہ سندس خيمہ (تنبوءَ) ۾ چار بنگالي عورتون سندس حوالي هيون. هت ڪراچيءَ ۾ منهنجو هڪ ڪروڙپتي مهاجر دوست هئو تنهن پاڻ مونکي فخريہ انداز ۾ چيو تہ سالن بنگالين جو تخم ئي تبديل ڪري ڇڏيندا سين. انهي ۾ فخر جي ڪهڙي ڳالهہ هئي، ٻڌي مرڻ جو مقام هئو. ڪيئن فوج اٽڪل بازي ڪري فوجي حملي جو ڊرامو رچائي بنگلاديش هٿ وڃائي ناهيو، ان لاءِ اقبال آخوند جو ڪتاب" هڪ بيهي ڏسندڙ جون يادگيريون "انگريزيءَ ۾، وٺي پڙهڻ گهرجي. آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس وارن ڪراچيءَ مان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. فوجي جنرلن چالبازي ڪري، ڏوهہ سياستدانن مٿان مڙهڻ لاءِ ڪوڙيون خبرون ۽ افواهہ هلايا. حقيقت ۾ شروع کان ئي فوج ۽ پنجاب (فوج معنيٰ بہ پنجاب) ڪمال خود غرضي ۽ مفادپرستيءَ سان پاڪستاني سياست ۾ ڊاهہ ڊوهہ ڪندا آيا جا اڄ تائين جاري آهي. لياقت علي خان کي قتل ڪرڻ، خواجہ

ناظم الدين کي ڊسمس ڪرڻ. اسيمبليون ٽوڙڻ، وزير اعظم هڪبئي پنيان ڪيڻ ۽ رکڻ. آئين معطل ڪرڻ مارشل لا لڳائڻ ون يونٽ ٺاهڻ، سڀ هڪ ئي ڊرامي جون ڪڙيون آهن. سنڌ جي مفاد تي ڏاڙا هڻڻ ۽ هتان جي نوڪرين زمينن ۽ پيداواري وسيلن تي قبضا ڪرڻ سندن مول متو آهي ۽ بڪي نگاهه آهي. ملاڪاتيار ڪان پرپرو جتي يونين ٽيڪساس وارن تيل ڳولهي لڌو آهي اتي، حيدرآباد جي ڊپٽي ڪمشنر سان گڏجي ويس. پر واري ڳوٺڙي مان هڪ به ماٺهو اتي ڪونه هئو. پنجابي آفيسر ڪان سبب پڇيم ته چيائين ته سنڌين ۾ ڪوبه تربيت يافته ڪونه آهي. پڇيومانس ته چوڪيداريءَ لاءِ ڪو ٽريننگ اسڪول آهي ڇا. جواب ڪونه ڏنائين. سنڌ جي دولت تي قبضو ڪرڻ لاءِ سنڌين خلاف نفرت ڦهلائڻ ضروري آهي. انهيءَ ڪري مهاجر، پنجابي، پٺاڻ متحده محاذ نهيو. چوندا آهن ته حب علي آهي يا بغض معاويه. هتي حب پاڪستان ناهي. بغض سنڌ آهي. جڏهن ڀٽي صاحب کي ڦاسي ڏنائون ته مون مشهور شاعره فهميده رياض کان پڇيو ته ڀٽو صاحب سنڌي نه هجي ها ته ڇا ڦاسي اچيس ها. هوءَ تمام ذهين ۽ صاف گو آهي سو صاف چيائين ته بلڪل نه. جيڪڏهن ڀٽو صاحب پنجابي، پٺاڻ، بلوچ، مهاجر يا ڪشميري سواتي هجي ها ته ڦاسي نه اچيس ها.

ڀٽي صاحب جي ڦاسي به عدليه تي داغ آهي. تڏهن به صحافتي ادارا خاموش رهيا. ڪيئن ته جج صاحبن سان حالتون ڪيون ويون. پنجاب مان سينئر ججن کي ڪڍي مولوي مشتاق کي چيف جج ڪيو ويو ۽ ڪانئس ڪڌو ڪم ورتو ويو. سپريم ڪورٽ مان هڪڙن ججن کي ڪڍيو ويو. هڪڙو افغانستان ڀڄي ويو ۽ هڪڙو وڃي لنڊن ۾ پناهه گزين ٿيو. جسٽس وحيد الدين جو شينهن مڙس هئو تنهن کي بيمار قرار ڏئي زوريءَ موڪل تي ڪراچي اماڻيو ويو. اهڙين ڏاڍاين ۽ زيادتن تي ڪنهن کي ضمير جي ڇهنڊڙي ڪانه پئي. نه ڪنهن ڪاوسجيءَ کي نه ڪنهن صحافيءَ کي. معنيٰ ته ميڊيا مافيا ۽ ٻيون سڀ مافيائون ڳانڊڙ سانڊڙ ۾ هيون ۽ سندن وچ ۾ هڪ ناپاڪ ڳجهو ناهه هئو. تڏهن ته ڪراچيءَ ۾ مٺايون ورهايون ويون ۽ فوجين کي ڳلن جا هار پارايا ويا. ان وقت عدليه جي عزت ۽ آزاديءَ جي ڪنهن کي پرواهه ڪونه هئي. ضياءَ جي ڏينهن ۾ جڏهن عارضي فوجي آئين P.C.O نافذ ڪيو ويو ته سپريم ڪورٽ جي چيف جج سميت جسٽس دوراب پٽيل

جهڙي ماڻڪ موتي ۽ ڪيترن ٻين جج صاحبن کي بنان سبب ڇاٽائڻ جي ڪل ٻارهن ججن کي نوڪريءَ مان ٽي ڪڍيو ويو. ان وقت ڪنهن کي سيڪ نه آيو نه وويڪ جي ڇهنڊڙي پئي، ويندي نام نهاد بابائي صحافت به گوشه ۽ عافيت ۾ خاموشي اختيار ڪئي. تڏهن ته عدليه جي اختيارن ۽ عزت ۽ وقار کي ڪنهن ڪونه ڪنگهيو. جيڪي هاڻي سپريم ڪورٽ ۾ ويٺا آهن سي به چپ رهيا. نه ڪنهن نظامي، شامي، حقاني ۽ نه ئي صحافت جي هترادو شيرن کي ڪڇڻ جي همت ٿي. هي اوچتو عدليه سان عشق به ان ئي مافيا جو ڪرشمو آهي. ڳالهه اصل اهائي آهي. جي ايم سيد سان ضياءالحق جو عشق به ساڳي ڪڙي آهي.

سنڌ جي سدا بهار سرزمين کي ڳڙڪائڻ لاءِ هرڪو ساندي جيان جهپٽ هڻڻ لاءِ لالچي اک وجهيون ويٺو آهي. سنڌ کي الله ڪيو به سون جي کاڻ آهي. گئس هٿ، ڪوئلو هٿ، پيٽرول هٿ، چيرولي ۽ چونو هٿ، گرينائيٽ پٿر هٿ، مٿي اهڙي ٻلي جو هڪ آمريڪي مونکي چيو ته هت ماڻهو پوکيو ته ڦٽي پوندو. ڏسو نه، انب هٿ، ڪيلو هٿ، نارنگي هٿ، چڪو ۽ ڦاروان هٿ، ڪپهه، ڪڻڪ، چانور، مڱ، مگيرا، وڏڦ، تر، ڪجور، جيڪي پوکيو، ويندي پان جي پوک ۽ سٽي به هٿ پوکجن ٿا. حضور اکرم ﷺ کي هتان خوشبو نه آئي هئي. ڪاته ڳالهه هئي. اڄان ته الائي ڇاڇا سنڌ ۾ هوندو. وڏي ڳالهه ته هتئون جو ماڻهو به منڙو، نيڪ نيت، جيءُ ۾ جايون ڏيڻ وارو، صابر ۽ شاڪر اهڙو جو جيل ۾ هوندو ته به چوندو "شڪر آ." اهڙن ماڻهن کي الله رڻ ۾ ڪونه رولبندو، نڪو اهڙو عرف ۽ اعليٰ ڪلچر تباهه ٿيندو. نهنائي نياز نوڙت الڳ. اهوئي سبب آهي جو هر ڪنهن جون بريون اکيون اسان ۾ آهن، پوءِ به اسين سلامت آهيون. رڳو پنهنجو اخلاق ۽ ڪردار بهتر ڪان بهتر ڪيون ۽ ڪجهه جاڪوڙيون. هٿ تي هٿ ڌري نه ويهون، نه ٻين ۾ آسرو رکون. چوندا ئي ائين آهيون ته اپٽي گهوٽ ته نشا هووئي. مذهب ۾ اسان ڪشاده دل آهيون. ينگ عام پيئون ۽ ان کي برو ڪونه سمجهون. ڪٽر ڪونه آهيون. ملان کي ملامت ڪيون ۽ مستن کي پوڄيون. منهنجي دوست غلام النبي سومري وٽ هڪ آمريڪي دوست آيل هئو. ڪيترا ڏانهن رهڻ ڪان پوءِ عجب ظاهر ڪيائين ته ههڙي غريب ۽ پوئتي پيل ملڪ ۾ نه نفسياتي ڊاڪٽر آهن نه نفسياتي شفاخانه. غلام النبي سومرو نه رڳو ذهين

هئو، پر منجهس مزاح جي ٻه اعليٰ خوبي هئي. سو چيائينس ته هت چريو ايترو اٿليِ آهي جو اتفاق سان ڪو چريو ٿي پوي ته اسان ان کي سنت Saint سمجهي پوڄيندا آهيون. مون چيو نه، ملان کي ملامت ڪيون ۽ چرئي کي درويش سمجهون. ماءُ پيءُ، چاچي مامي ۽ وڏي ڀيڻ کي پيرين پئي ملون، ٻين سان هٿ جوڙ جي واٽ. باقي سر زمين ۾ ساهه اٽئون. نه سنڌ ڇڏي ٿا سگهون نه ان تان هٿ کڻي ٿا سگهون. لڪ ۽ لوءِ ۾ مٿي اگهاڙا پيرين اگهاڙا بيهڻ برداشت ڪيون ٿا پر سنڌ کي ڪوسو واءُ لڳندي سهي نٿا سگهون. اسان جي انهيءَ چر تي گهٽائي ليڊر سڀُورا پنهنجي ڪڇُي پچائڻ لڳي وڃن ٿا. عجب نه آهي جو مهاجر ٻه ائين اسان جيان ٿي وڃن ۽ شل اهو قدم سڀُورو ٿئي.

مون مٿي پنجاب تي ۽ پنجابي فوج تي تنقيد ڪئي آهي پر اها سورنهن آنا صحيح نه آهي، رموٽ ڪنٽرول ڪنهن ڏورانهين ڏيهه ۾ آهي. اهو جيئن چاهي چئنل مٽائي وينو ۽ اسين ان مٽ سٽ ۾ ڳڏين جيان پيا نچون ٽپون، ڪرون ۽ مرون. اهو پس پڙده دجال شايد اصل ڪاٺو دجال هجي جو سڀ ڪجهه، پنهنجي مفاد ۾، هڪ اک سان وينو ڏسي. اصل ڏوهه ان دجال جو آهي جو آءِ. ايم. ايف جي روپ ۾، يونائيٽيڊ نيشنس جي روپ ۾، نئين ورلڊ آرڊر جي روپ ۾ وينو رموٽ ڪنٽرول جو بٽڻ دٻائي.

هيڏا سارا صفحا سياست تي ڪارا ڪري ويس حالانڪ سياست منهنجو سبجيڪٽ ئي نه آهي. اسان جي بڪئي ڏکئي ملڪ ۾ مکيه موضوع سياست نه ٿيندو ته ٻيو ڇا ٿيندو. آزاديءَ کان اڳ هڪ آمريڪي سولجر مونکي چيو ته حيرت آهي، توهان جو هر هڪ ماڻهو سياست تي ڳالهائي ٿو. ڪلي چيائين ته سياست جي ڳالهه هجي نه هجي توهان ڦيرائي گهيرائي ان ۾ سياست ٽنبيو ٿا. جي هڪ ماڻهوءَ کان پڇيم ته توهان هندوستاني مرچ ايترا گهڻا ڇو ٿا کائو ته چيائين ته غلامي ۽ غريبي ۾ ٻيو ڪجهه کائڻ لاءِ ميسر ناهي ته مرچن جي ڇهر تي رکي سگهي کائي ٿا وڃون. سياست ۽ حڪومت سان عوام جو واسطو نه هوندو ته ٻيو ڪنهنجو هوندو؟ اهو ته لازمي امر آهي. تنهن ڪري ائين چوڻ ته اسان جو سياست سان واسطو ناهي. منافقي ٿيندي.

باقي سياست کي جيڪا اڄ معنيٰ ڏني وڃي ٿي ته سياست معنيٰ ڪوڙ،

ٺڳي، دولاب، دوکو ۽ چالاڪي، اهو سڀ غلط آهي. سياست معنيٰ قرباني، مال جي ملڪيت جي، اولاد جي، سر جي، وقت جي، عيش آرام جي، ۽ شخصي مفاد جي. اڄڪلهه ان جي بلڪل ابتڙ پيو ٿئي، يعني شخصي مفاد لاءِ پنهنجي سڪون آرام ۽ مفاد کي قربان ڪري ڇڏڻ. جيڪو ڏس سو ميمبري حاصل ڪرڻ لاءِ حيران پريشان ۽ دهل جي ڏونڪي تي پيو چوي ته مونکي ووٽ ڏئي ميمبر ڪيو ته توهان جي خدمت ڪيان. صفا ڪوڙ. اها ڳالهه ئي غلط آهي ته ميمبر ٿيڻ سان ڪو ماڻهن جا مسئلا حل ڪرائي سگهبا يا سندن مفاد جو تحفظ ڪرائي سگهبو. حقيقت ۾ ميمبر صاحب وزير بڻجڻ جا خواب پيو ڏسي ۽ مسئلا ۽ مفاد پنهنجا بچائيندو، عزت ماڻيندو، ٺيڪا ڪٽندو، رشوتون وٺندو، بنگلا گاڏيون ۽ زمينون خريد ڪندو ۽ ساڳي ڦرلٽ ڪندو جيڪا ٻيا پيا ڪن.

حقيقت ۾، سياست ۾ هڪڙو فرد ڪابه حيثيت نه ٿو رکي. ووٽ فرد کي نه، پارٽيءَ کي ڏبو آهي ڇاڪاڻ ته هڪ منظم طاقتور عوامي پارٽي ئي مهاڏو اٽڪائي مسئلا حل ڪرائي سگهي ٿي. ها، پارٽيءَ کي به پنهنجا مفاد آهن ۽ اتي مار کائي وڃي ٿي جيئن ڪميونسٽ پارٽي، جا همه‌گير، عالمي ۽ عوامي پارٽي هوندي به مار کائي وئي. پر ڇاڪاڻ ته اها عوام دوست منظم ۽ عالمگير پارٽي هئي تنهن ڪري پنهنجا اڻ مٽ نشان ڇڏي وئي آهي جي زنده سلامت آهن ۽ ڪڏهن به آرس ڀڃي ڪر موڙي اٿي ببيهي رهندي. باقي اسان جا شوقيه سياستدان ته اهڙا آهن جو خدا جي پناهه. مون مٿي ڪٿي لکيو آهي ته ماڻهو اهڙا ڀورڙا ناهن جو شهرن ۾ مقيم وڪيلن ليکڪن ۽ دانشور سڏائيندڙ قوم پرستن کي ووٽ ڏئي وتن ڌڪا ٿاٻا کائيندا. اهڙا صاحبلوڪ ساڻن ملڻ به پسند ڪونه ڪن، نه مٿي ننڍ ڦٽائن نه ڪين سڏ ۾ سڏ ڏين. وڏيرو ته وچ ميدان ۾ آڏي مانجهي اوطاق ڪيو ويٺو آهي. بنان پئسي وڪيل بڻجي ٿاڻي تي به ويندو، ٽپيدار وٽ به ويندو ته تنديل آبدار وٽ به ويندو. جي ڪو گهرو جهيڙو يا راڄائتو مسئلو هوندو ته اهو به نبريندو. اسان جا دانشور سڳورا پاڻ سڏارڻ بجاءِ چوندا ته ماڻهو ڇٽ اڻ پڙهيل ۽ بيوقوف آهن. اڄڪلهه مشهور صحافي اياز امير ميمبر چونڊيو آهي سو صاحب مهيني پن ۾ اهڙو بغان ٿيو آهي جو فرمائي ٿو ته ماڻهن جا مسئلا ٻڌڻ لاءِ نه وٽس وقت آهي نه سهپ. چئو اڃا به ته جمال ڪوڙو، وڏيرن جو دلال.

کير سچ چوي. ڪير سچ ٻڌي. هاڻي ته قانون ناهيو اٿن ته جيڪو جناح، پاڪستان يا فوج تي تنقيد ڪري سو پينل ڪوڊ هيٺ ڏوهاري ۽ سزا جو مستحق آهي. هي ته آهي سڌي سنئين حرامپائي. ڀلا تاريخ تي پڙدا ڪيئن وجهبا. جناح ڪي جو هٿ وٺي مرڻ ڏنو ويو ان لاءِ ڪو ڪونه ٿو ڪڇي. فاطمه جناح دانهون ڪندي مري وئي پر اخبارن سندس ڳالهين کي بليڪ آئوٽ ڪري ڇڏيو. هاڻي ڪمال منافقيءَ سان فاطمه جناح ۽ لياقت علي خان جون ورسيون پيون ملهائجن. ڇي جناح وڏو جمهوريت پسند ۽ اصول جو پختو هو. هڪ سال اندر سنڌ جي چيف منسٽر کي ڊسمس ڪيائين. پنجاب جي چيف منسٽر ۽ سرحد جي چيف منسٽرن کي ڊسمس ڪيائين جيتوڻيڪ تنهي کي اسيمبليءَ ۾ اڪثريت حاصل هئي. ٻيو ته ٺهيو لياقت علي خان کان به اڳواٽ استعيفا لکائي پوءِ کيس پرائم منسٽر ڪيائين. اها ڳالهه مون سان مير علي احمد خان ٽالپر پاڻ ڪئي. وري جو لياقت علي جي سوانح عمري پڙهون ته سندس سيڪريٽري نواب صديق علي خان لکي ٿو ته لياقت علي خان کي پرائم منسٽر ٿيڻ جو ڪو شوق ڪونه هو ان ڪري هن جناح صاحب کي اڳواٽ ئي استعيفا لکي ڏئي ڇڏي هئي. ڳالهه ظاهر پئي آهي، پر ڇٻيو ڪين. ڇي جناح صاحب وڏو مدبر سياستدان بلڪل اسٽيٽسمن هو. اڄ پاڪستان جو هر پڙهيل لکيل ماڻهو ڄاڻي ٿو، جسٽس دوراب پٽيل به چوي ٿو ته هندستان جو سربراهه مملڪت، لارڊ مائونٽ بيٽن، پرائم منسٽر نهرو جو پيغام کڻي آيو ته ڪشمير وٺو ۽ حيدرآباد دکن ڏيو. جناح صاحب روايتي شوخيءَ ۽ ضد سان انڪار ڪري ڇڏيو. نتيجو سيني ڏٺو ۽ ڏسن ويٺا. ڪشمير به ويو، دکن به ويو. دکن ۾ لکين ماڻهو مارجي ويا ۽ ڪشمير ۾ به اڄ تائين هزارين ماڻهو مارجن پيا ۽ ٽي لڙايون لڳي چڪيون آهن جي ٽيئي اسان هارايون. هيءَ کهڙي سياسي بصيرت ڇٻبي. اهي فاش سياسي غلطيون جناح صاحب جي ڪنڌي ۾ وجهون يا لياقت علي خان جي ڪنڌي ۾ جنهن مُڪو اپو ڪري هندوستان کي للڪاريو. ڪيئي ڪونڊر ڪسجي ويا. ڪروڙن اربن جو نقصان ٿيو ۽ وريو ڪجهه به نه.

مونکي هندوستاني فلم جو گانو ٿو ياد اچي ته "بولونگا تو بولينگے که بولتا هے." ڪڇي ڪير؟ ڪشمير ۾ به ڪوس مسلمانن جو ۽ دکن ۾ به ڪوس مسلمانن جو، جن کي جناح صاحب سڏيندو هو موزلمانس.

اهڙيون من گهڻيون ڪهاڻيون ڪٽي ناهيائون جو خدا جي پناهه. ڇي آڌي رات جو پريزيڊنٽ هائوس ڪراچيءَ ۾، هڪڙو اردلي جان ڪٽي جناح صاحب جي ڪمري ۾ جهاتي پائي ته جناح صاحب تهجد پيو پڙهي. توبهه، ڪوڙ جي به حد ٿيندي آهي. هُن ويچاري کي نماز پڙهڻ ته ڇا وضو ڪرڻ به ڪونه ايندو هو. ٿيو ڇا جو 1945ع ۾ سنڌ مدرسه ۾ ٽالپر هائوس ۽ خيرپور هائوس کي شاگردن جي هاسٽل ڪيو ويو هئو. اسان شاگردن جناح صاحب کي دعوت ڏني جا هن مهرباني ڪري قبول ڪئي. هڪ ننڍو جلسو ڪيوسين. سپاسنامو احمد خان لانگاهه پڙهيو ته ٽيپهري نماز جي بانگ آئي. مون جناح صاحب کي چيو ته نماز لاءِ مسجد ۾ هلون. سنڌ مدرسه ۾ به مسجدون، سني مسجد ۽ شيعا مسجد آهن. جناح صاحب مهل ۽ موقعو ڏسي هائوڪار ڪئي ۽ مسجد ۾ هليو. ڇوڪرن وضو ڪيو ته جناح صاحب ڏسندو رهيو. نيٺ ٿورو جهڪي رڳو هٿ آڳهاريائين. مان سندس پرسان بيٺس. اکين ڏٺو شاهد آهيان ته جناح صاحب لوٽا ڦيريندو ڏسندو رهيو ته ڇا ٿا ڪن ۽ اُئين ڪندو رهيو. مس وڃي رڪوع، سجدي ۽ نماز مان جند ڇڏايائين. ٻيو دفعو مون کيس عيدگاهه ميدان تي عيد نماز پڙهندي ڏٺو. سر غلام حسين ۽ خدا نئو پلائي ته خانبهادر کهڙو ساڻس گڏ هئا. ڪو خاص اهتمام ڪري ڪونه آيا هئا جو آخري صفن ۾ عام ماڻهن سان گڏ بيهي رهيا. جناح صاحب گورنر جنرل هو پر جس هجيس جو نه پوليس جو اتالو آنڌائين نه ڪنهن مخصوص جاءِ تي بيهڻ ۽ نه ئي اڳين صفن ۾ بيهڻ جو بندوبست ڪيو هئائين. مان سندس پنيان واري صف ۾ هئس ۽ اتي به اهوئي نظارو ڏٺم جو ٻه ادائي سال اڳ سنڌ مدرسه واري مسجد ۾ ڏٺو هئم. هوئن به هرڪو ڄاڻي ٿو ته اسماعيلي خواجه نه نماز مان ڄاڻن نه ئي قرآن جي تلاوت ڪن. بس جماعت خاني ۾ گڏ ٿين ۽ گنان پڙهن. خواجه ڏاڍا ڀلا ماڻهو آهن ۽ ڪيترائي منهنجا گهاٽا دوست آهن. فيروز خواجه ڪيمسٽ، جنت علي خواجه، شير علي خواجه، مِس گلشن حاجي اسيمبليءَ جي لئبريرين کي ته رکيو ئي مون نوڪري ۾، منهنجي سرڪاري گاڏي جو ڊرائيور به مون هڪ خواجه رکيو. سڀ ڀلا ماڻهو هئا. فدا حسين خواجه هاءِ ڪورٽ وارو ۽ سندس وڏو ڀاءُ فقير محمد عيسلي خواجه جا به مونسان تمام سٺا تعلقات هئا پر اهي اسماعيلي نه هئا. الله جنت نصيب ڪرين بئي گذاري ويا آهن.

هي ته مسلمان ڀائر آهن پر مان هوندڻ به مذهبي ڀيد ڀاؤ ڪونه رکان. هندو ڀائرن سان به تمام سٺا تعلقات رهيا آهن. اسڪول ۽ ڪاليج ۾ ته هٿائي هندو دوست پر ٻين سان به ڀائپي وارا تعلقات رهيا آهن. ميرپورخاص جا سيٺ ته گهڻائي گڏ پڙهندا هئا ۽ دوستي هلندي آئي. سيٺ گنومل جا پٽ سيٺ سوڀراج ۽ سيٺ آسنداس سان سٺو نباهه ٿيو. سيٺ ديارام ۽ رتن آباد وارن سيٺين سان به سٺي دعا سلام رهي. ٽنڊي آدم وارا سيٺ سيرو مل ۽ ڀيا مهربان هئا. سيٺ جمنومل ته هندوستان مان به خط موڪليندو هو ۽ دعوتون ڏيندو هو. اتم سان به سٺي سڪ محبت اتم جو بمبئي مان حال احوال موڪليندو رهندو آهي. دبئي ۾ به جيتوٽيڪ منهنجا عزيز رهن ٿا پر مان وٽن وڃڻ بجاءِ سڄو وقت موتي پرڪاش ۽ ڀيڻ ڪلا وٽ گذاريو جن ڏاڍو آدرڀاءُ ڪيو. مونسان گهر واري به ساڻ هئي. جيتوٽيڪ منهنجي پير صاحب جي مون ڪي منع ٿيل آهي ته هندن وٽ ماني نه کان چو ته ان ۾ شايد پاڪيزگي نه هجي، پر مون انهي اذن جي ڀوئواري نه ڪئي آهي. ٻڌو ويو آهي ته هندو ماٺهو ڪاڏي جي شين ڪي گانئٽ جو ڇنڊو هڻندا آهن. اسان ته ننڍي هوندي کان هندن جا ٽنڊڙيءَ جا لولا ڪاڏا آهن. پنهنجي اکين سان ڏٺوسين ته گانءِ پيشاب ڪندي هئي ته هندو ماٺهو برتن جهلي اهو گڏ ڪري گهر کڻي ويندا هئا ۽ ان کي گانئٽ سڏيندا هئا ۽ برڪت وارو سمجهندا هئا. عجب جهڙا عقيد آهن. ڇا ڇئجي.

اسان سان هڪ ڇوڪرو ڀريو گڏ پڙهندو هو جو سنجوڳي شيخ هئو يعني اڌ مسلمان اڌ هندو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ اهو ۽ سندس ڪٽنب هندوستان ڀيا وڃن ته سڀ هندو دوست (ٻڙهيل ڳڙهيل) مٿن ٺوڪون ڀيا ڪن ته توهان هندوستان ڇو ٿا وڃو، توهان ته مليڇ آهيو ڌرم ڀرشٽ ڪري ڇڏيو اٿؤ، توهان کي ته نه ڪوئي سڱ ڏيندو نه وٺندو، پر جيئڻ هتي تيلي، ڪوري ۽ ڪاسائي، مٿجي سيد مرزا ۽ نوابزادا ٿي ويا تيئن هو به اتي ڪپي ويا. بابا جي به هندن سان گهٽي ڀوندي هئي ڇاڪاڻ ته انهن ۾ نياز نوڙت، صفائي سٺائي ۽ ڌرم ڪرم جي شناس هئي. امڙ ته ڀنگياڻيءَ سان به سٺو ورتاءُ ڪندي هئي. ڪيسري ڀنگياڻي، امان سان اهڙو نهي وئي جو جنهن محلي ۾ وڃون، ڪيسري به اتي اچي نڪاءُ ڪري. ڪرمان باغ ۾ به اها، دڙيءَ ۾ به اها ته جاڙل شاهه ۽ نوان تڪ ۾ به اها. آخر تائين توڙ نباهيائين.

ڪم ڪار لاهي امان سان ڪچهريون ڪري، ڏک سور ونڊي، ڍڳ مانين جو يا ٻچيل ڇانور رئي جي پلاند ۾ ٻڌي ڪٽي ويندي هئي. نلڪو گيڙي بالٽيون ڏوئي ڀري ويندي هئي. ٻيون مايون اعتراض ڪنديون هيون ته امان چوندي هئي، "هي ڇا؟ اسان جهڙي الله جي خلقيل آدم زاد آهي. ڇا ٿي پيو." مايون نڪ چاڙهي چونديون هيون ته ڪرپٽيءَ ۾ هٿ ٿيون هڻن. امان به مات ڪائڻ واري ڪانه هئي. چوندي هئي ڪيرَ نٿو ڪرپٽيءَ ۾ هٿ وجهي. پنهنجي ڪرپٽيءَ ۾ روز هٿ وجهون. ٻارن جا گونهه ڌوئون. ڪيسري ويچاري ته پرائو ڪچرو ٿي ڪٽي. باقي هو صابڻ رکيو آهي. هٿ ۽ ٻانهون صابڻ سان ڌوئي پوءِ ٿي بالٽيون ڀري. ڀنگياڻي هجي يا ڇهڙي، آهي ته اسان جهڙي. مون ڇيو نه، ته گهر وڏو درسگاهه آهي، بلڪ يونيورسٽي آهي. جتي اهڙيون ڳالهيون ٻڌبيون ۽ ڏسبيون، اتي تربيت به اهڙي ٿيندي. هي جو چوندا آهن ته خاندان سٺو هجي انهي جو مطلب به اهو آهي ته اٿٽي ويهٽي، سوچ ويچار، اخلاق ۽ ڪردار سٺو هجي پوءِ ڪٽي پئسي ۽ مال ملڪيت ۾ خانداني نه هجن.

ڇگو جو ڪيسريءَ جي ڳالهه نڪتي ۽ سياست مان جند ڇٽي. نه ته سياست تي لکڻ ويهجي ته ڪيئي دفتر ڪارا ٿي وڃن. سوئي اسان جي ملڪ جي سياست ۽ سياستدان. سڀ مفاد پرست، انا پرست، خودپرست ۽ نڪ چڙهيا. اڳتي جيئن جيئن ذڪر آيو ته مختصر ٽيڪا ٽپٽي ڪبي رهبي.

پنهنجو پاڻ تي لکڻ به ڪو مذاق ناهي. پاڻ تي لکڻ معنيٰ پنهنجو پاڻ کي ڳولهي ظاهر ڪرڻ. پاڻ کي پٽ وجهڻ، معنيٰ پاڻ کي سڃاڻڻ. پاڻ سڃاڻڻ اهڙوئي اؤکو آهي جهڙو ڪائنات ۽ ان جي اسرار کي سڃاڻڻ. اها ڪا ٽِندوُ ٽوپڻ جي مجال ناهي جو وڳنڌ جيان ڪڙيون ڪٽي ڪائڻ لاءِ به اک ٽيٽ ڪري ته خوشبوءِ لاءِ به شهباز جيان لامارا ڏئي. اسين عام مخلوق، سڀ وڳنڌ آهيون سو به گدرا ڪيئن مٺ ۾ ايندا. اديون آءٌ اٺجاڻ. آءٌ ڪوه ڇاٽان پنڌ ڪيچ جو. اسين گرا، گدلا، گولاڙا، اگلڙا. اگلڙي آئون مون ڪان ڀڙا ڀڳا نه ٿيا. ائين وقت ڪٽيو، ائين عمر لٽي. ڪوچارو ڪونهي، ڪا واهه، وٽي، واٽ ڪانهي، سواءِ ائين چوڻ جي ته "سما چام سلطان، منهنجي ذات مهاٽي." هي جو اسان جا ڪجهه يار سمجهن ٿا هنن دنيا ڏوڏي ڇڏي. سي الائي ڪهڙي جنت ۾ رهن ٿا. ماٺهوءَ جي محنت جو مان منڪر ناهيان، پر ڪنهن به ڪي

ڦاڙها ڪونہ ماريا آهن ۽ نہ ماري سگهن ٿا. هڪڙو اٽل نظام هلي پيو، هلندو رهندو. ڪو پينڊ پتر اڇلي ڦينگون ڦهلائي سگهي ٿو، بس. باقي هڪڙو ديوَ هيڪل ڪامپيوٽر، جنهن ۾ اڳواٽ مواد پريل آهي، اهو ڪل ڪائنات کي ڪنٽرول ڪيون، پيو پنهنجي ماڳ ڏانهن هلائي. ٿيندو اهوئي آهي جيڪي ٿيندو. سک، شانتي ۽ امن سان رهي، پيار محبت ونڊي، عجز نياز نوڙت ۽ خدمت سان، خادم ٿي گذاري وڃجي تہ لڪ ڪٽيوسين. ماڻهو پڙرجي تہ اسان ڪا ڪيپ ڪٽي آهي، سو اجايو آهي، پاڻ سان دوکو ۽ دولاب آهي. اسان ڪجهہ ڪونہ ڪٽيو آهي، رڳو هارايو آهي. سڄي عمر، خالي ڪشڪول ڪٽي هليا آهيون. لطيف سائين فرمايو آهي تہ:

هڙ ۾ ڪين هون، ههئين هن نہ چاڙهيا،
سارو ڏينهن سمونڊ تي، لهي سچ ويون،
جڏهن سائنئين‌ءَ سبب ڪيون، تڏهن سنڊ ٿيا سيد چئي.

اسين بہ ائين آهيون، ڪشڪول خالي آهي، هڙ ۾ ڪي ڪين اٿئون، اجايو پساري پيا سڏايون. تر ۾ ترين کان ڏاڍو پيارو گفتو ٻڌم. چي، سائين، "انسان ويچارو ماڙهوءَ جي آچار." ماڻهوءَ کي شايد ماڙهو ٿا چون، الائي مڙهہ آچار ٿا سمجهن. ڪيڏو نہ پيارو سچ آهي ان گفتي ۾. انسان ڪيڏو بہ عالم، فاضل، بزرگ توڙي بادشاهہ ٿئي تہ بہ آهي تہ ماڙهوءَ جي آچار. هڻ هٿان ڪيو حياتي وڃايو ڇڏين، هڙ حاصل ڪجهہ بہ نہ، هوت تنهنجي هنج ۾ پڃين ڪوهہ پهي، ڪڏهن ڪانہ وئي هوت ڳولڻ هٿ تي (شاهہ). هوت کو هٿن تي ملندا آهن ڇا! هوت تنهنجي هنج ۾ پڃين ڪوهہ پرياڻ، پنهنجو آهي پاڻ آڏو عجيين ڪي. اهو "پاڻ" جيڪو آڏو بہ آهي هنج ۾ بہ آهي، تنهن کي سڃاڻڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. بلهي شاهہ جهڙي بزرگ بہ دانهن ڪري چيو تہ، "ڪي ڄاڻان، مين ڪون." "هجڻ" يا "نہ هجڻ" ماڻهن کي ڏاڍو منجهايو آهي. شيڪسپيئر بہ چيو تہ سوال ئي آهي هجڻ يا نہ هجڻ جو- غالب فرمايو تہ "بوڙيو مونکي هجڻ، نہ هجان ها تہ ڇا هجان ها."

هجڻ ۽ نہ هجڻ ۾ ڪو فرق ئي ڪونهي. هجڻ بہ حالت آهي نہ هجڻ بہ حالت آهي. هوءَ بہ حقيقت، هوءَ بہ حقيقت، البت تبديل ٿيل حقيقت. ٻئي حالتون آندل آهن هڪ ئي لازوال هستيءَ جون جا ازل کان آهي. اسان کي تبديلي کي ناهي ڏسڻو؛ پر ڏسڻو آهي ان تبديلي آڻيندڙ کي جو آدجڳاد کان

موجود آهي ۽ بيحساب تبديليون پيو ٿو آڻي. تارن ستارن ۾، جبلن، سمونڊن ۾، زمين آسمان ۾ ۽ سموري ڪائنات ۾. پوءِ هڪ معمولي تبديليءَ جي ڪهڙي وقعت. هڪڙو تارو اڄ هتي آهي سڀاڻي نہ هوندو پر هي مانداڻ هڪ نظام هيٺ موجود هوندو. هئڻ ۽ نہ هئڻ جي ڪا حيثيت ئي ڪانهي. هئڻ ۽ نہ هئڻ جي بکيڙي ۾ نہ پئجي تہ چڱو. ڀلي ماڻهو ان سوال جو جواب تلاش ڪن. تلاش برحق آهي. پر ماڻهوءَ جي سمجهاڻي، سمجهائي نہ سگهندي، ڇاڪاڻ تہ ماڻهوءَ جي "وجودي طاقت" ۽ سمجهہ جو دائرو، انهيءَ ڳجهہ يا اسرار جي سمجهڻ جي سگهہ نہ ٿو رکي. اهو الاهي اسرار آهي، جنهن جي ڄاڻ الاهي اذن ڪانسواءِ ممڪن ڪونهي. "وجودي سمجهہ" جي قوت ڪان ئي جا شيءِ ٻاهر آهي. اها ڪيئن سمجهبي، مڇيءَ کي زميني ماحول جي ڪهڙي خبر جيسين ڪيس پاڻيءَ کان ٻاهر ڪڍي خشڪيءَ تي ڪڍي ڦٽو ڪجي، پوءِ ڪيس ٿوري محدود خبر پوندي تہ گهڻي ويهين سؤ آهي.

ماڻهوءَ کي بہ اهڙي طرح وجود کان ٻاهر نڪري ڄاڻ پوندي، يا ائين چئجي تہ ڪجهہ ڏيو پوندو تہ ڪجهہ مڙيوئي آهي. هي ڳجهہ آهي، اسرار آهي، جنهن کي سلڻ جي امانت انسان کي سونپي وئي آهي. انهيءَ لاءِ منصور حلاج واري اپهرائي ۽مستي ڪم نہ ايندي ۽ نہ ئي گوتم ٻڌ واري تن کي تسيا يا روزا ۽ رياضت. هيءَ تہ مهرباني آهي، جنهن تي ٿئي. مستي توڙي صبر ٻئي انساني جبلتون آهن ۽ انهي لحاظ کان "پڙدو" آهن. جيسين پڙدو نہ ڪڇندو تيسين ڪيئن ڪجهہ نظر ايندو. حضرت جنيد بغدادي فرمايو تہ "صبر"آهي روحاني تسڪين جي حالت ۽ مستي آهي سڪ ۽ محبت جو حد کان لنگهي وڃڻ ۽ اهي ٻئي حالتون يا ڪيفيتون انساني ڪاوش سان حاصل نٿيون ڪري سگهجن. 'او ڪو پيو فهم' مطلب ظاهر پيو آهي پر ٻڌائي نٿو سگهجي. غالب انهيءَ بکيڙي ۾ قاسي رڙ ڪري چيو تہ بڪ رها هون جنون ۾ ڪيا ڪيا، ڪجهہ نہ سمجهي خدا ڪري ڪوئي."مان بہ الائي ڇا وقلي ويو آهيان. چريائپ ڏسو، چوان ٿو تہ مطلب ظاهر پيو آهي؛ اهو بہ تہ نيٺ پنهنجي وجودي عقل آهر ٿو چوان نہ؟ ان لاءِ ڪهڙي اتارتي آهي. اتارتي هئي تہ ڪن مخصوص چوندڀانهن، نبي سڳورن ۽ معصومن وٽ. چپ رهڻ چڱو. لطيف سائين بہ چپ رهيو يا چئجي ڪٿي تہ چپ لڳي ويس جو فرمايائين تہ حقيقت هن حال جي، جي ظاهر ڪيان ذري، تہ لڳي ماٺ مرن کي ڏونگر پون ڏري، وڃڻ وڻ

ٻري اوپڙ اپري ڪين ڪي. هيءَ تہ ٻڳري ڳالهہ چئبي. الائي ڪهڙو اسرار آهي.

دوست ڪهائي دادلا، محب مارائي،
الله صمد بيپرواهہ، سا ڪري جا چاهي،
انهيءَ ۾ آهي، ڪا اونهي ڳالهہ اسرار جي.

اسان جيتامڙا ڪير ٿيندا آهيون جو انهيءَ اونهي ڳالهہ ڪي پرجهون، پروڙڻ تہ پري ٿيو. انهيءَ ڪري ازرا پائوند وانگر سڌي ڳالهہ سؤنٽي جي تہ مان نٿو ڄاڻان، نٿو ڄاڻان، نٿو ڄاڻان. بس چپ 'ڪي ڄاڻان مين ڪون'.

پوءِ بہ هڪ اهم ڳالهہ رهجي ٿي وڃي. حيرت ۾ حيران رهڻ پنهنجي جاءِ تي، پر انساني ڪرتوَ يعني اعمال، انسان جو بنيادي فرض آهي. نيٺ تہ بشري ۽ سماجي تقاضائون آهن. انهن کي پورو ڪرڻ، ۽ احسن طريقي سان پورو ڪرڻ، انسان جو نهايت اهم فريضو آهي. گهر ٻار، اوڙي پاڙي، توڙي عام مخلوق سان احسن سلوڪ ڪرڻ. اهو آهي تت. حضرت گوتم ٻڌ بہ تپسيائون ڪري انهيءَ نتيجي تي پهتو تہ منش جو ڪارج آهي ڪرتوَ. شري رامچندر بہ ائين فرمايو تہ مستقبل جي ٻڪيڙي ۾ نہ پئو. توهان جو فرض رڳو اهو آهي تہ ڪرم يعني ڪم، چڱا ڪندا رهو. حضور ﷺ تہ پنهنجي رسالت جو مقصد ئي اهو ٻڌايو تہ ماڻهن جي خلق اخلاق کي زور وٺايان. فرمايائون تہ تواضح ۽ نوڙت، پاڪيزگي جا عمل آهن. سندن حسن اخلاق اهو هئو جو ڪنهن کي سلام ڪرڻ ۾ اڳرائي پاڻ ڪندا هئا. اسين آهيون جو چئون تہ فلاڻو ڪير ٿيندو آهي جو مان سلام ڪيانس. حسن اخلاق اهڙو جو ڪو ساڻن (حضور ﷺ) هٿ ملائيندو هو تہ پاڻ هٿ ڇڏائيندا نہ هئا جيسين اڳلو ڇڏي. رستي ويندي ڪوئي ساڻن گفتگو ڪندو هئو تہ پاڻ سڳورا سمورو وقت بيهي سندس ڳالهہ ٻڌندا هئا. اسان وانگر "چڱو ڀلا" چئي جند ڪونہ ڇڏائيندا هئا. ماني عام ماڻهن سان گڏجي پٽ تي ويهي کائيندا هئا. اسان وانگر ڪونہ جو مهمان وينا هوندا تہ ٻار اچي ڪن ۾ چوندو تہ بابا گهر هلي ماني کائو. هي تہ مون ڪي معمولي مثال ڏنا جيئن توهان اندازو لڳائي سگهو تہ اخلاق ڇا ٿيندو آهي. پاڙي وارن جي خبرگيري ڪرڻ، بيمارن جي تيمارداري ڪرڻ، دشمن تي احسان ڪرڻ، يا ٻين کي ڪارائي پاڻ بکئي پيٽ سمهڻ. اهڙا ڪرتب روزمره جو معمول بڻائي پوءِ ڏسو تہ توهان ڪيئن، پاڻ کي پاڻ کان الڳ ڪري ٿا وڃو.

ٻين لاءِ جيئبو تہ پاڻ کي وسارڻ سکبو. پاڻ وسارڻ يا وقف ڪرڻ آهي ڀهريون ڏاڪو تصوف جو، خلوص ۽ اخلاص شرط آهي. جو تہ اهو بنياد آهي ۽ ضرروري آهي. اهڙي طرح ماڻهو پاڻ کان آزاد ٿيندو تہ وجودي قوت کان علاوه ڪا ٻي ازغيبي قوت يا قوتون مٿس القا ٿينديون يا واسو ڪنديون. جڏهن اهڙيون ازغيبي قوتون ڪيس ويڙهي ويندي يون يا لپيٽي ڇڏينديون تہ هڪڙو نئون انسان جنم وٺندو ۽ اهڙي ماڻهوءَ کي چوندا آهن ”پهتل شخص“. وري بہ چئون ٿا تہ خود مطلبي، لوڀ يا شوق قطعي نہ هجي، مڪمل اخلاص اولين شرط آهي. پنهنجو يا پنهنجن جو ڪوبہ شخصي غرض نہ هجي؛ نہ ئي پنهنجي پذيرائي جو شوق هجي. رڳو ٻين جو خير گهرجي ۽ ٻين کي خير پهچائجي. ويدانت، ڀڳوت گيتا، توريت، انجيل ۽ قرآن الحڪيم اهوئي درس ڏين ٿا ۽ هڪ ئي يا هڪ جهڙي ڳالهہ چون ٿا. ويدانت تہ ڏاڍي سولي ۽ سليس سمجهاڻي ڏني تہ ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ ۽ اهنڪار تياڳ ڪيو. ڪام معنيٰ نفساني خواهشون، ڪروڌ ڪاوڙ، لوڀ لالچ، موهہ، چاهنا ۽ اهنڪار آهي تڪبر جو سڀ کان خطرناڪ آهي ۽ هڙني نيڪين کي ڪائي وجي ٿو. قرآن الحڪيم اڳين ڪتابن جي سختيءَ ۾ اعتدال آندو آهي. برهمچريہ ۽ سنياس کي نہ قبوليو آهي. بشري تقاضائون بہ پوريون ڪرڻيون آهن پر حد اندر. بشري تقاضائون احسن طريقي سان پوريون ڪرڻ فرض ڪيون ويون. زالن ۽ ٻارن جي پرگهور لهڻ، ماءُ پيءُ جي خدمت ڪرڻ، عزيزن قريبن کي ڪم اچڻ، پاڙيسري، مسافر ۽ مظلوم جي ڪم اچڻ عبادتن ۾ شامل آهي. رڳو پاڻ وساري، شخصي مفاد ڇڏي، عام خلق جي خدمت ۾ لڳي وڃڻ سان روح کي غذا ۽ تقويت ملي ٿي ۽ ان ڏس ۾ انسان جو ڪنيل هر قدم ذڪر الاهي جي مترادف آهي. عملي ذڪر اهوئي آهي باقي ڪنڊ ۾ ويهي هُو هُو ڪرڻ ڪا خاص معنيٰ نٿو رکي، البت ياد الاهي بہ ضروري آهي. ”لاڳاپا لاهي، حسن اخلاق سان خدمت خلق ڪرڻ، الله ڪارڻ، خوف ۽ عجز سان“ اهو آهي تصوف جو نچوڙ. الله جون مهربانيون پوءِ پاڻهئي وسڻ شروع ڪن ٿيون. هڪ نئون لاغرض انسان جو تخليق ٿئي ٿو، اهو آهي صوفي. اهڙو انسان جو پاڻ کي، پنهنجي مفاد کي ۽ پنهنجي انا کي مڪمل طرح ڇڏي، هر انسان جي بلا تفريق نسل ۽ مذهب جي خلوص ۽ خيرخواهي سان خدمت ۾ جنبي وڃي“ اهوئي آهي صوفي يا درويش يا ولي. پنهنجو پلو

چڙي پئي جو ڀلو چاهڻ ۽ خلق خدا جي خدمت ۾ لڳي وڃڻ وارو آهي ڀلومانس. ٻي ڪا واٽ ئي ڪانهي. ڪرامتـون يا پٽ پاراتو يا تعـويذ وغيـره، ڪا ڪسوٽي ناهي. ڪرامتون ۽ معجزا انسان جي وس ۾ ناهن. ڪرامتون، معجزا، نفعو نقصان سڀ الله جي طرفان آهي جو مهربان ٿئي تہ سڀ ڪجهہ ٿي وڃي ٿو؛ ۽ الله مهربان ٿئي ٿو جڏهن ماڻهو تن من ڌن ۽ خلوص سان انسان ذات جي ڀلائيءَ ۾ جنبي وڃي، بنا معـاوضـہ، لوڀ، لالچ يا پذيرائي جي. رسـول ڪريم ﷺ، رحمة اللعالمين هئا. صوفي درويش يا ولي بہ صرف اهوئي ٿي سگهندو جو ٻين لاءِ رحـمت جو باعث بڻـجي وڃي. هر ڪنهن جو دعـاگـو هجي، خير خواهہ هجي، خدمتگذار هجي ۽ مندو نہ چاهيندو هجي. جيڪو ائين ڪري سگهي سو هن ٻڙ ۾ پير پائي. پاڻ وڃائڻ، پاڻ وسارڻ، پاڻ ارپڻ، اهو آهي پاڻ سڃاڻڻ تهان پوءِ جيڪو قدم کڻندو سو رحمت ئي رحمت هوندو، عبادت هوندو ۽ ذڪر هوندو. اهڙو ماڻهو ڀلائيءَ جو پنبار ٿي پوندو.

درويش الله لوڪ ۽ ٺهروپئي وچ ۾ فرق ۽ سڃاڻپ جو سؤلو ۽ سؤ فيصد صحيح طريقو توهان کي ٻڌايان ٿو. سچي درويش جي سڃاڻپ آهي تہ پاڻ وڃي وڏيڪ ســادو ۽ مــفلس ٿــيندو ۽ سندس پوئلڳ يا مــريد وڃن خوشحال ٿيندا. ان بجاءِ اسان التو طريقو ڏسون ٿا تہ هڪ غريب مفلس فقير اچي ديرو ڄمـائي ٿـو ۽ درويش سـڏجي ٿـو. ڏسندي ڏسندي ڪوٽ قلعـا ماڙيون اڏبيون وڃن ٿـيون ۽ زمينون زميندارين ۽ ٻيا آمدني جا وسيلا وڌندا وڃن ٿا ۽ هو موٽر ڪارون ۽ ٻجيرا وغيره رکڻ شروع ڪري ٿو؛ هوڏانهن سندس پوئلڳ ۽ مريد وڃن وڏيڪ بدحال بکيا ۽ ڏکيا ٿيندا ۽ هو انهن کي نوڪر ۽ هاري ڪري هلائي ٿـو ۽ کين پنهنجا ٻانها ڪري سمجهي ٿـو. هيءَ کهڙي فقيري ۽ درويشي آهي. سڌوسنئون ڍؤنگ ۽ فريب آهي. پير فقير اهو آهي جو ڏيندو وتي ۽ ورهائيندو اچي؛ پاڻ وٽ پئـسـو پنجڙ نہ رکي نہ گـڏ ڪري. قرآن الحڪيم ٿو فرمائي تہ جيڪو ميڙي ٿو ۽ ڳڻي ڳڻي ٿو رکي ان لاءِ وڏو عذاب آهي ۽ انهيءَ ئي سون چانديءَ سان ڪيس ڏنب ڏنا ويندا. هاڻي تہ ڳالهہ صاف ٿي وئي نہ، بنا شڪ شبہ جي، تہ اهڙو مـاڻهـو درويش ڪيئن ٿيندو. ڀلي حضور ﷺ ۽ سندس آل ۽ اصحابن ۽ بعد جي بزرگن جون حياتيون جاچي ڏسو. مولا علي ڪرم الله وجه تہ صاف فرمايو تہ "جتي بہ ملڪيت گڏ ٿيل ڏسو تہ سمجهو تہ غلط طريقا استعمال ڪيا ويا آهن." پوءِ ڀلا غلط

طريقن استعمال ڪرڻ وارو ڪيئن درويش بزرگ يا ولي الله ٿيندو؟ سڄو مدار آهي اعمال حسنه ۽ حسن اخلاق تي. اهوئي آهي تصوف، اهائي آهي درويشي ۽ بزرگي. ذڪر الله به اهوئي آهي، هي جو چون ٿا ته قلبي ذڪر ڪجي يا ٻين لفظن ۾ قلب ذڪر ڪري، بي معنيٰ ۽ غير مستند ڳالهه آهي. ڀلا دل کي ڌڙڪائڻ سان ڪهڙو خلق خدا جو فلاح ۽ بهبود ٿيندو. سورة جمعة ۾ قرآن الحڪيم ڳالهه واضح ڪري ڇڏي ته، ”اي مؤمنو! جمعي جي ڏينهن جڏهن نماز لاءِ سڏيو وڃي ته ڪم ڪار ڦٽي ڪري ڊوڙو الله جي ذڪر ڏانهن.“ صاف ٿيو ته ذڪر الله، دل کي ڌڙڪائڻ ۾ نه پر، باجماعت نماز ۾ آهي جتي خطبو ٻڌڻ فرض آهي ۽ نماز واجب“ يعني ”اجتماعي طور گڏجي قرآن شريف ٻڌڻ سمجهڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ“ آهي ذڪر. اجتماعي طور قرآن جي روشني ۾ سوچ ويچار ڪري صحيح عمل جو تعين ڪرڻ ۽ گڏجي ان راهه تي عمل پيرا ٿيڻ آهي ذڪر الله. مان ڪو عالم نه آهيان ۽ نه ئي دستار بند مولوي پر جيڪي ڪجهه مون پڙهيو آهي ۽ پرايو آهي سو بيڌڙڪ چوان ٿو، چو ته اهو چوڻ گهرجيم. ماٺ ڪبي ته مشرڪ ٿبو. آهي به ”سچ“ اهو ته ٻاڙيسريءَ سان اهڙو سلوڪ ڪيو جهڙو گهر ڀاتيءَ سان ۽ هر شخص سان اهڙو ورتاءُ ڪيو جيڪو توهان پاڻ لاءِ چاهيندا هجو. هي مان ڪونه ٿو چوان، هي رحمة اللعالمين (ﷺ) جا فرمان آهن. اهو آهي نج تصوف ۽ ان تي عمل ڪندڙ آهي مبدي (ابتدائي) صوفي. انهيءَ حساب سان توهان مارڪس ۽ لينن کي به مبتدي صوفي سڏي سگهو ٿا چاڪاڻ ته انهن سڄي چمار عوام جي ڀلي لاءِ سوچيو ۽ جاڪوڙيو، سر جو سانگو ڪونه ڪيائون. توهان چاهيو ته رسول بخش پليجي، شيخ اياز ۽ سائين جي ايم سيد کي به ان قطار ۾ شامل ڪري سگهو ٿا.

ڪٿي جمال ابڙو ڪٿي هي ڦوڙاٽ ۽ دقيق مسئلا. الله معاف ڪندو. پر مونکي به پنهنجي مهربان شيوخ، هن سمنڊ ۾ ٽبي ڏياري آهي. پهرين منهنجو ابو علي خان ابڙو ۽ پوءِ سيد اخلاق احمد رضوي صاحب ۽ منهنجو شيخ الشيوخ حضرت سيد افضل حسين شاهه، علي پور سيدان واري جماعت جو گادي نشين، شيخ اياز به هلي سائڻ مليو. سائين تمام ٿورڳالهائو ۽ فرش نشين آهن. اياز ڪين فقط دعا لاءِ گذارش ڪئي. ڪي تمام ٿورا ماڻهو سائڻ اهڙي حجت ڪندا آهن، پر سائين هڪدم هٿ ڪٽي اياز جي حق ۾ ٻاڏايو.

اياز جو چوڻ آهي تہ انهن چند منٽن ۾ سندس پنجاهہ سيڪڙو ذهني مونجهارا توڙي جسماني علالت، لهي ويا. هاڻي هيءَ ڳالهہ ڳري آهي. اياز جهڙو اسڪالر ۽ دانشور جنهن تي دهريت جو ليبو بہ لڳل هجي سو ههڙي ڳالهہ ۾ ڪوڙ تہ ڪونہ ڳالهائيندو ۽ ڇو ڳالهائيندو. هيءَ تہ معمولي ڳالهہ آهي پر هن فقير، يعني مون تي اهڙيون مهربانيون ٿيون آهن جو ڳالهہ نٿي ڪري سگهجي، نہ ئي ڪرڻ کپي.

پڙهيو هئم تہ لنواري واري بزرگ کان ڪنهن پڇيو تہ سائين، حضور ﷺ جن جو معراج جسماني هئو تہ ڇا پوءِ ٻيو ڪوئي بشر بہ معراج جي سعادت ماڻي سگهي ٿو. بزرگ ڏاڍي ڌيرج سان فرمايو تہ، ”بغداد جي خليفي دجلہ تي پل ٺهرائي پوءِ پهريائين پاڻ وڏي شان مان ۽ ٺٽ ٺانگر سان گهوڙي تي چڙهي اتان لنگهيو. هاڻي سڄي خلق خدا جي، ان پل تان پئي لنگهي.“ هي وري تمام وڏي ڳالهہ ٿي وئي. حضور سائين ﷺ فرمايو هو تہ انا بشر مثلکم يعني مان بشر آهيان توهان جهڙو. جي ائين آهي ۽ ضرور ائين آهي تہ پوءِ سوال آهي تہ هڪڙو بشر پاڻ ۾ اهڙيون خاص خصلتون پيدا ڪري، ڪجهہ ڪٿا هڙ پلئہ ڪري سگهي ٿو. هيءَ آهي اصل اسرار ۽ اهو اسرار رهڻ ئي کپي جو تہ ”ڳولها“ هڪ عمل جاريہ آهي. ”ڳجهہ“ لامحدود آهي تنهن ڪري مسلسل لوچ ۾ ئي انساني ارتقا جو راز سمايل آهي. ڳولهيان ڳولهيان، شال مَ ملان هوت يا اٿي لوچ لطيف چوي يا مر مران مارڳ ۾. انسان جو اولين فرض آهي ”لوچ“ يا قرآني زبان ۾ عمل صالح. حضرت ابوُ بن ادم جڏهن بادشاهي ڇڏي برپٽ رلندو رهيو تہ ڪيس ڄاڻ پئي تہ ”سچو علم آهي ئي عمل ۾.“ فرمائي ٿو تہ جيڪي ڪجهہ ڄاڻو ٿا ان تي ئي عمل نٿا ڪيو تہ پوءِ جيڪي ڄاڻو ئي نٿا ان جي پنيان وهلور ڇو ٿا وڃو. هيءَ بہ تمام وڏي ڳالهہ! معنيٰ تہ ڏاڪو ڏاڪو ڪري جيڪا ڄاڻ پوي ان تي عمل ڪري پوءِ ٻيو ڏاڪو چڙهجي. حضرت امام ابو حنيف فرمايو تہ عمل ڪانسواءِ علم آهي ئي ڪونہ؛ ڄاڻ تہ علم حاصلات ئي آهي عمل جي. اسان وٽ سنڌ ۾ جو ملان يا ٻانيڻ تي طنز ٺٺبي تي سا بہ رڳو ان ڪري جو هو آهن عالم ”بنان عمل“ جي يعني علم اٿن ئي ڪونہ ڇو تہ علم پئدائش آهي عمل جي.

هاڻي وڏي ڳالهہ آهي تہ ”علم“ آهي ڇا. علم لامحدود آهي، اسرار آهي. عجب آهي حيرت آهي. ان ڪري جيڪا بہ هريڙ هڙ پلئہ پوي ان تي

شڪر ڪري نهنائي ۾ نماٿائي سان عمل ڪري جيسين وجي ڪو پيو سوجهرو پويس ۾ وري عمل دهرائي. ڇيهه ته آهي ئي ڪونه. فقير عبدالرحيم گرهوڙي رحمة الله عليه ٿو فرمائي:

عجب آهي مون ڏٺي، جامع اضدادن،
انڻ جڙنديون ان جوڙيون، جي مشڪل مخلوقن،
عيسيٰ عبد الله جو، پيءُ ري پيدا ڇون،
امر ساڻ الله جي، سرجيو سو جاڻن،
ريءَ سمجهاڻي رب جي، ڪين ڪڏهن سمجهن،
هيءَ ڳنڍ وهين نه ڇڙٽي، جا ڏني پاڻ پرين.

اهو ڳجهه ۾ اسرار هڪ ڳنڍ آهي، جا ڏني پاڻ پرين. شاهه لطيف به انهيءَ ڳنڍ ڪي هڙ ٿو سڏي ۽ سندس مشهور بيت آهي ته، "جا هڙ اندر جيءَ ساهڙ ڏني ساهه ڪي، سا هڙ ڪلي نه ساهه جي سا هڙ، ساهڙ ريءَ." شاهه لطيف گهٽو اڳ ۾ چٽي ويو ته اها ساهه ڪي ڏنل ڳنڍ، ساهڙ (الله) ڪانسواءِ ڪلندي ڪونه. گرهوڙي فقير به ائين چيو ته "امر ساڻ الله جي" پرو پوندو. تت اهو ٿيو ته بي انت علم جو انت تڏهن پوندو جڏهن امر ٿئي الله جو. اها ڪا نئين ڳالهه نه آهي. قرآن الحڪيم ڏيڍ هزار سال اڳ ۾ صاف ٻڌائي ڇڏيو ته، "جيڪي سندس علم جي احاطي ۾ آهي. ان جي گهيري ڪي ڪو ڇهي به نٿو سگهي، سواءِ سندس مرضيءَ جي." (آيت 255 سورة البقرة) مون لفظ "مرضي" استعمال ڪيو آهي. مولانا تاج محمود امروٽي عليه الرحمة ترجمو ڪيو آهي ته جي هو (الله) گهري. ڳالهه مڙيئي ساڳي آهي. علامه علي خان ابڙو سليس ٻوليءَ ۾ لکي ٿو ته، "انسان هن جي علم مان ڪجهه پروڙي نٿو سگهي مگر ايترو جيترو الله تعاليٰ پاڻ عطا ڪرڻ چاهي ٿو ۽ ڏئي ٿو." چاهڻ، گهرڻ ۽ مرضيءَ جو مطلب هڪ ئي نڪري ٿو. اصل قرآني لفظ آهي "ماشاءَ" ۽ مون لفظ احاطه ۽ گهيرو استعمال ڪيو آهي جو قرآن ۾ لفظ آهي "يحيطون". قرآني ٻولي ادبي ۽ سائنسي لحاظ کان به تمام سهڻي آهي. منهنجي سوچ چاڪاڻ ته سائنسي آهي ان ڪري جيڪو ٿورڙو علم اٿم سو انهيءَ رنگ ۾ اپڙڪي ٿو پوي. رياضيءَ جي شاخ جاميٽري ۾ گهيري ڪي سرڪمفرنس يا گولائي دائرو چئبو آهي. علم جو گولائي دائرو O آهي ۽ جيڪا ليڪ ان جي ٻاهرئين حصي سان لڳي ان ڪي ٽيجنيٽ Tangent چئبو آهي

۽ ان لڳاءَ کي ٽينجينشل ٽچ O يا ڇهاءَ چئبو آهي. هاڻي ڏسو ته ڳالهه ڪهڙي سهڻي ٿي بيٺي. علم جي دائري سان ڇهاءَ، سواءِ رب جي منشا جي ناهي ۽ الله تعاليٰ قرآن الحڪيم ۾ بار بار فرمايو آهي ته توهان نٿا ڄاڻو، مان ڄاڻان ٿو." رسول الله ﷺ به بار بار فرمايو ته مان نٿو ڄاڻان، الله کي خبر آهي جو عليم ۽ خبير آهي. عبدالرحيم گرهوڙي ۽ شاهه لطيف عليه رحمت به ائين ٺي چيو ته، "ريءَ سمجهاڻي رب جي، ڪين ڪڏهن سمجهن"يا "سا هڙ ڪلي نه ساهه جي سا هڙ ساهڙ ريءَ." هي تمام اونهي عميق جا معاملا آهن. انهن جي کوج ضروري آهي. جواب مون هيچمدان وٽ ڪونهن، البت ٻين الله وارن بزرگن کي پڙهيو اٿم ۽ سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. حضرت علي هجويري جو ڪشف المحجوب، حضرت سلطان باهو جو محڪ الفقراء ۽ حسين بن منصور حلاج جو ڪتاب الطواسين اردو ترجمو، ڪجهه ڪجهه پڙهيا اٿم ۽ سمجهڻ ۽ سوچڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. مون اڳ ٺي لکيو آهي ته جسماني حدن ۾ رهي حاصلات ڪرڻ مشڪل آهي. عجب جهڙيون ڳالهيون ڪري سگهجن ٿيون پر سلي اهو سگهي ٿو جنهن تي الله طرفان علم القا ٿئي. ان لاءِ قلب، ذهن، ضمير ۽ جسم جو آئينو صاف ۽ اجرو رکڻو پوندو. جو "عمل" سان يا "امر ربي" سان حاصل ٿيندو. هڪواري اهو آئينو اجرو ٿي ويو ته اهو ريڊيو رسيور جي حيثيت رکي ٿو. رڳو سئي، ريڊيو رسيور جي پوري جاءِ تي فٽ ٿئي. پوءِ بي بي سي جي بگ بين گهڙيال جا ٺڪاءَ لنڊن ۾ وينل ماڻهوءَ کان اڳ اوهان ٻڌي سگهندا. آهي نه عجب جهڙي ڳالهه. اسان روزانه اهي ٺڪاءَ ريڊيو تي لنڊن وارن کان اڳ ۾ ٻڌون ٿا پر نه عجب ڪائون ٿا نه ڄاڻون ٿا ته اهو ائين آهي. علم به ائين اوچتو نور آهي جو القا ٿئي ٿو. "علم ۽ عمل" جو مشترڪه هئڻ ته مان اڳ ٺي سمجهائي چڪو آهيان، باقي "امر ربي" مان نه سمجهائي سگهان ٿو نه سمجهائي سگهندس. هي ايمان ۽ عقيدي جو سوال آهي. ايمان ۽ عقيدو بنياد آهن جن کانسواءِ صحيح علم جو حصول به مشڪل آهي، ڪنهن يورپي فلسفي کي پڙهيو هئم جو چوي ٿو ته، "جيڪڏهن ڪنهن قوم يا ملڪ کي مُسخر ڪرڻ چاهيو ٿا ته اول سندن ايمان ۽ عقيدو کسي وٺو." چوڻ جو مقصد اهو آهي ته ايمان ۽ عقيدو تمام اهم آهن.

امر ربي آهي روح. اهو قرآن چوي ٿو. انهيءَ حساب سان روحانيت

جو تعلق بہ امر ربي سان آهي. الله امر ڪري تہ روحانيت جا راز القا ٿين ٿا. مون اڳ ئي چيو آهي تہ اسرار ۽ رموز جو راز ڄاڻڻ لاءِ علم ۽ امر ربي ضروري آهي جن ٻنهي لاءِ حسن اخلاق ضروري آهي. پر امر ربيءَ کي سبقت حاصل آهي، جو چاهي تہ بنا محنت مشقت جي محبوب ملائي.

ڪيئي مثال آهن. ڪيترا ڄمندي ڄام آهن. ڪي مادر زاد ولي آهن. حضرت عيسيٰ عليه السلام ڄمندي ڳالهايو ۽ شاهدي ڏني. فقير گرهوڙي فرمايو تہ، عيسيٰ عبد الله جو (الله جو ٻانهو) ريءَ پيءُ پيدا ٿيو. اڻ جوڙيون، ان جوڙيون، جي مشڪل مخلوقن. مشڪل رڳو مخلوقن لاءِ آهي، هو تہ اڻ جوڙيون ٿو جوڙي ۽ پيءُ ري پيدا ڪري، اهو اڻ ڏٺي تي ايمان ازحد ضروري آهي نہ تہ نٽشي وارو ڪامل انسان سپر مين، هڪ مشيني روباٽ وڃي رهندو. علامہ اقبال بہ نٽشي کان متاثر ٿي مرد مؤمن جو تخيل ڏنو ۽ خوديءَ کي بلند ڪرڻ جو تصور پيش ڪيو. مان فلسفي جو شاگرد نہ رهيو آهيان پر ڪاليج ۾ اچڻ سان نٽشي ۽ افلاطون جي رپبلڪ جو چوٻول ٻڌوسون. ٻنهي ۾ روحانيت جو فقدان هئو انهيءَ ڪري ئي ڪاٻي ڌر جي دهريت پسند طبقن ۾ اهي دانش جو محور هئا. پر مون کي ڪونہ آئڙيا. نٽشي جي نظر ۾ جو "مرد ڪامل" نہ هئو، اهو بيڪار پرزو هئو. افلاطون جي رپبلڪ ۾ تہ اهڙي انسان کي جيئرو رهڻ جو بہ حق نہ هئو. جيڪو بدصورت، بدشڪل، ڪمزور، بيمار، لولو لنگڙو هئو تنهن کي ختم ڪرڻو هئو ۽ ڪانئس شادي ڪرڻ جو حق بہ کسئو هو. انسان کان جيڪڏهن رحم، همدردي، تيمارداري، خدمت ۽ ايثار جا جذبا کسيا وڃن تہ انسان ڇا رهندو سواءِ هڪ روباٽ جي. پوءِ انسانيت جي آبياري ڪيئن ٿيندي. علامه عنايت الله خان المشرقي، جو وڏو داناءُ، عالم، سائنسدان ۽ مذهبي ماڻهو ۽ باعمل انسان دوست هئو، تنهن بہ تي بنيادي اصول ڏئي ايڏي مضبوط خاڪسار تحريڪ ٺائي جنهن جو مثال نٿو ملي. خاڪسار معنيٰ ئي خاڪ نشين، نياز نوڙت وارو ۽ سادگي سچائي وارو. دعوت عمل ڏنائين خدمت خلق بلاتفريق، مذهب ۽ ملت جي. انسان ذات جي خدمت هڙان ۽ وڙان. سڀني ڏٺو تہ انهيءَ سببان خاڪسارن ۾ ڪيڏو اخلاص ۽ جذبو هئو. علامہ صاحب خاڪسار تحريڪ کي ختم ڪيو تہ بہ جيڪو خاڪسار جتي بہ جنهن بہ مقام تي هئو اتي اخلاق ۽ ڪردار جو نمونو ٿي رهيو، مثال طور لال بن يوسف، محمد

عرس سمو، علي احمد قريشي، تاج صحرائي، شمس الدين شاهہ، مستري فيض محمد، نصير محمد نظاماڻي، محمد حسين لوهر (ترڪ) مير نور احمد ٽالپر، مير علي احمد خان، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سائين جي ايم سيد ۽ ٻيا اڪيچار.

انسان ذات جي خدمت جي ڳالهہ نڪتي تہ هڪڙو ٻيو واقعو ياد ٿو اچيم. حيدرآباد کان ٻاهر، ڏيٺا لڳ جهوپڙيءَ ۾ هڪڙو فقير رهندو هو. پير علي محمد شاهہ راشدي اڪثر وٽس ويندو هو. اتي ڳالهہ نڪتي تہ ملا ڪاتيار وارو بزرگ جو وڏو عالم، درويش ۽ ولي سمجهيو ويندو هو سو ماڻهن سان هٿ بہ نٿو ملائي. ڏيٺن وارو فقير اها ڳالهہ ٻڌي جلالي ۾ اچي ويو. چي هيءَ ڪهڙي بزرگي آهي، بزرگ تہ اهو جو ماڻهن جا گونهہ صاف ڪري، سنگهہ آگهي، هٿ منهن ڌوئاري، ڪپڙا ڌوئي پهرائي. فقير جي ڳالهہ بہ سورنهن آنا سچ پر مان ملا ڪاتيار واري بزرگ لاءِ ڪجهہ چوڻ جي قابل ناهيان. اهو راز بزرگ پاڻ ڄاڻي. مون گناهگار کي هڪ دؤر ۾ منهنجي شيخ چيو تہ ڪاري عينڪ پاءِ ۽ نہ ڪنهن سان هٿ ملاءِ، نہ پاڪر پائي مل. الائي ڪهڙو راز آهي. پر توهان ڏٺو هوندو تہ هندو ماڻهو ديوي، ديوتا يا ڪنهن ٻلي مانس جي مورتي ٺاهيندا آهن تہ ان جي چوڌاري هڪڙو سفيد هالو بہ ڏيکاريندا آهن. اسين بہ نور ۽ نوراني چهرو چوندا آهيون. سائنسي تحقيق موجب انسان ۾ برقي قوت موجود آهي. دماغ، دل کي برقي قوت سان هلائيندو آهي ۽ جڏهن دماغ جو اهو عمل گهٽجي ويندو آهي تہ سيني ۾ هٿرادو بئٽري وجهي دل کي هلائبو آهي. ٻلي ڪنهن بہ ڊاڪٽر کان پڇي ڏسو. هي جو دعا لاءِ انساني جسم مٿان ڪو بزرگ هٿ ڦيريندو آهي اهو عمل بہ ساڳيو آهي. بزرگ پنهنجي نوراني (وڏيڪ وولٽيج واري) بجلي سان بيمار ماڻهوءَ جي ڪمزور بجليءَ کي تقويت ڏيندو آهي. جيئن مقناطيسي حلقو ٺيندو آهي جنهن کي ڪنهن ٻي طاقت يا وڏيڪ طاقتور مقناطيس سان تبديل ڪري سگهبو آهي، تيئن بجليءَ جو بہ هڪ محدود حلقو ٺيندو آهي جنهن کي تبديل ڪري نيون تبديليون آڻي سگهجن ٿيون، عجب ناهي تہ انهيءَ عمل ذريعي (الله جي حڪم سان) حضرت عيسيٰ عليه السلام بيمارن کي هٿ گهمائڻ سان شفا ڏيندو هجي. ڇا بہ هجي ٻيئي نقطہ نظر پنهنجي جاءِ تي صحيح پر مان، پير علي محمد شاهہ راشدي واري فقير صاحب جي نقطہ نظر

کي ترجيح ڏيان ٿو.

انسان کھڙو بہ گرو گدلو ۽ گناهگار هجي. عزت، محبت ۽ رحمت جو حقدار آهي. اسان سڀ اهڙا ئي گرا گدلا ڪوجها ۽ ڪمزور آهيون؛ ڪوبہ تيسمار يا تورسين ڪونہ آهي جو پاڻ کي افضل ۽ ٻين کي گهٽ سمجهي. ڇا ڪوئي ڪوجهو ڪمزور يا لولو لنگڙو وڏو داناءُ (جينئس) نٿو ٿي سگهي. مان تہ يانيان ٿو تہ ملٽن جو نابينا هئو، اهو نٽشي ۽ ارسطوءَ ڪان عظيم تر هئو. يونان جو جڳ مشهور شاعر هومر جنهن اليڊ ۽ اوڊيسي جهڙا شاهڪار ڪتاب لکيا، سو بہ نابينا هئو. نيپولين بوناپارٽ جو دنيا جو عظيم جنگي جنرل ۽ بلاجو ذهين هئو سو ننڍي هوندي اهڙو ڪمزور ۽ لاغر هئو جو اسڪولي ڇوڪرا ڪيس مارون ڪيندا هئا. جون آف آرڪ هڪ معمولي ٻڪرار ڇوڪري هئي جنهن وڏن وڏن فوجي جنرلن کي شڪستون ڏئي فرانس جو مان مٿاهون ڪيو. انهن سڀني ۾ ڪا تہ جوت هئي. سندن اندر جي اک ڪليل هئي ۽ هو ايندڙ واقعن ۽ حوادث جو اڳواٽ ئي اندازو لڳائي وٺندا هئا ۽ ان جو حل سندن سمجهہ ۾ اچي ويندو هئو. چمڙو جو انڌو ٿئي ٿو سو بہ اندر جي سڄائيءَ تي پنهنجو گهر ڳولهي وٺي ٿو ۽ پيت سامهون اچيس ٿي تہ موٽ ڪائي ٿو. ڪولين ۽ ماڪوڙين کي برسات اچڻ کان اڳ خبر پئجي ٿي وڃي ۽ چوپائي مال کي زمين ڏهڻ کان اڳ پرو پئجي ٿو وڃي ۽ مينهون رنڀڻ شروع ڪن ٿيون. سورة الشمس ۾ حيرت انگيز انڪشاف ڪيو ويو آهي تہ الله هر نفس تي چڱائي ۽ بڇڙائي جو الهام ڪري ڇڏيو آهي. انهيءَ تناظر ۾ مون جاچيو آهي تہ ڪتو بہ جيڪڏهن ڪو غلط ڪم ڪندو آهي تہ ظاهر ٿي پوندو آهي. مثلاً ماني چورائٿي هوندس تہ جهيڙ هٿي اکيون ٻوٽي پڇي ويندو. تہ هر مخلوق تي الهام ٿئي ٿو. شاعر حضرات بہ اهڙي دعويٰ ڪندا آهن. غالب تہ صاف چيو تہ آتے هين غيب سے مضامين خيال ۾. الله تبارڪ وتعاليٰ تہ سورة النحل ۾ تمام اهم انڪشاف فرمايو آهي تہ تنهنجي رب ماکيءَ جي مک کي وحي ڪيو تہ تون ٻهاڙن ۾، وڻن ۾ ۽ انگورن جي منهن ۾ پنهنجو مانارو ٺاهہ (سورة النحل آيت 69). هاڻي الهام کان وڌي وحيءَ تي اچي وياسون. مون هي سڀ جانورن جا مثال ڏنا آهن اهو ڏيکارڻ لاءِ تہ وحي ڪوئي عجوبو ناهي بلڪ حقيقت آهي. سڀني نفوس تي الهام ٿئي ٿو (علماءِ سڳورا معاف فرمائين). هومر، ملٽن ۽ هڪ ٻڪرار ڇوڪريءَ تي الهام ٿئي ٿو تہ پوءِ

جيڪي نفوس قدسيہ آهن انهن تي الله جي حڪم سان بيشڪ ٿئي ٿو.
مون هڪ يهودي عالم جو انگريزي ۾ لکيل ڪتاب پڙهيو هئو. ڪتاب ۾ مصنف جو نالو ياد نٿو پويم. هن صاحب حضور ﷺ جي هر عمل ۽ گفتي جي ڇنڊڇاڻ ڪري اهو نتيجو ڪڍيو آهي تہ ان مخصوص حالت ۾ ان کان بهتر عمل يا گفتو ٿي نٿي سگهيو تنهن ڪري اهو پيغمبر (ﷺ) جي غير معمولي ذهانت جو ثبوت آهي ۽ ان ۾ وحي وغيره جي ڪا ڳالهہ ناهي. اتفاق سان حضور ﷺ جن لکڻ پڙهڻ ڪونہ ڄاڻندا هئا پوءِ بہ اهڙا صحيح ۽ تز فيصلا ۽ گفتا ظاهر ڪن ٿا تہ حضور ﷺ جن پنهنجي ذات اقدس ۾ وحي هئا يا وحي جو رسيور (ريڊيو رسيور) هئا. سندن اٿڻ ويهڻ، ڳالهائڻ ٻولهائڻ، کائڻ توڙي پهرڻ سڀ ڪجهہ اسوه الحسنة هئا ۽ الله جي امر (وحي) جي مطابق هئا. اها ہي ڳالهہ آهي تہ پيغمبر جي حيثيت ۾ ڊائريڪٽ پيغام بہ وٺن ايندو هو جو سلسلو ڪائنن پوءِ بند آهي. جيڪا قوت وٺن پيغام ڪٺي ايندي هئي. ان کي بہ قران الحڪيم "روح" سڏيو آهي (سورة القدر) ۽ روح معنيٰ "امر ربي". هرڪا ڪڙي وحي امر ربي سان ملي ٿي. اسين بہ هر ڳالهہ ۾ چوندا آهيون، "جيڪو امر الله جو." وک وک تي روحانيت جي تصديق ڪندي بہ، ان کي نہ رڳو سمجهڻ کان انڪار ڪيون ٿا بلڪ ان جا منڪر ٿيون ٿا ۽ عذر اهو ٿا ڏيون تہ سمجهہ کان ٻاهر آهي. حسين بن منصور حلاج، ڏاڍيون سهڻيون سمجهاڻيون ڏنيون آهن جي طوالت جي سبب ڏيڻ کان پاسو ڪريان ٿو. اصل مقصد، عقلمندن لاءِ ڪافي چٽو ڪري چڪو آهي. هن سڄي ساري اپٽار جو مطلب اهو آهي تہ علم، برابر عمل جو يا جاکوڙ جو نتيجو آهي پر پيو بہ ڪجهہ وسيلو آهي يعني 'مشقت' کان علاوه 'عطا' بہ آهي ۽ 'عطا' آهي امر ربي، جو قرآني زبان ۾ روح جو مفهوم آهي. اهو امر ربي هڪ ڳجهہ آهي. اها گرهوڙي ۾ شاهہ لطيف عليہ رحمة جي زبان ۾ ڳنڍ آهي جا کولڻ وارو بہ پاڻ ئي آهي، جنهن تي سندس عطا ٿئي، اهو روحانيت جو صاحب ٿي ويندو. جڏهن امر ربي ٿئي ٿو ۽ اها ڳنڍ کلي ٿي تہ نفوس قدسيہ تي عجب اسرار ۽ علوم القا ٿين ٿا. انهن کي اهڙا اهڙا علم حاصل ٿيو وڃن جو ڏندين آڱريون اچيو وڃن. مارڪس سالن جا سال مٿو هڻي ڪانٽراڊڪشنس Contradictions جي اصولن جي وضاحت ڪئي. اسين جڏهن نوان نوان ڪاليج ۾ آياسون تہ اسان جا ڪاٻي ڌر وارا دوست اهڙا الفاظ ۾ فلسفا بيان ڪري

ڪڳيون پيا هٿندا هئا. چيو ويو تہ ڪتاب ائنٽي ڊيوٽرنگ پڙهي ڏسو. مون اهو ڪتاب هٿ بہ ڪيو ۽ ڪجهہ پڙهيو بہ. سچي ڪيان ٿو تہ پورو سمجهہ ۾ ڪونہ آيو جو مان اقتصاديات ۽ فلسفي جو شاگرد ناهيان. هتان هُتان انهن موضوعن تي دلچسپ ڪتاب پڙهيا اٿم باقي نوٽ ۽ ڦوڙاڻ ڪتاب پڙهڻ جو صبر ۽ برداشت مون ۾ ڪونہ آهي. ٻلي ڪو چوي تہ مون ۾ اهڙي اهليت ڪانهي. ڳالهہ هئي ڪانٽراڊڪشن يا تضادن جي. مارڪس کان بہ سؤ سال اڳ، گرهوڙي فقير اهڙي ڳالهہ ڪري عجب ۾ وجهي ڇڏيم. فرمائي ٿو:

عجب آهي مون ذاتي جامع اضدادن،
اڻ جوڙيون، اَن جوڙيون، جي مشڪل مخلوقن.

اضداد آهي ضد جو جمع يعني ڪانٽراڊڪشن ـ فقير صاحب اضدادن ۾ الله کي سڃاڻي ٿو، غير معمولي ڳالهيون ٿين ٿيون ۽ ٿين پيون ۽ اسين بنا ويچار جي لنوائي ٿا وڃون. قمر شهباز سان ڪچهري ٿي تہ ان اهڙا حيرت انگيز واقعا ۽ وارداتون بيان ڪيون جي سمجهہ کان ٻاهر آهن. فقير گرهوڙي عليه الرحمة تہ هڪڙوئي اهم واقعو ٻڌائي ٿو تہ،”عيسيٰ، عبد الله جو، پيءُ ري پيدا ڇون ۽ امر ساڻ الله جي سرجيو، سو چاڻن.“ انهيءَ هڪڙي ڪانٽراڊڪشن سبب سڀ قاعدا قانون پاسيرا ڪري، سرجڻهار جي انيڪ قوتن ۽ اسرارن کي ثبوت طور قبول ڪرڻو پوندو. مولا علي ڪرم الله وجه بہ فرمايو تہ، ”مون الله تبارڪ وتعاليٰ کي سڃاتو ارادن جي ٽٽڻ ۾.“ ارادن جو ٽٽڻ بہ تضادن جو نمونو آهي. ورنہ مولا علي جا ارادا ٽٽن ۽ تبديل ٿين، اها اڻ ٿيڻي آهي؛ ڇوتہ ارادن جو ٽٽڻ معنيٰ يا تہ ارادا ئي غلط هئا يا وري علي سائين ۾ فيصلي جي قوت ڪانہ هئي، جيڪي ٻئي مفروضا قبول ڪرڻ جهڙا نہ آهن. معنيٰ تہ ٻي ڪا اهڙي قوت هئي جا ارادا توڙي رهي هئي. اها قوت خارجي هئي يا داخلي، ان بحث ۾ پئبو تہ منصور الحلاج وانگر سوريءَ تي ٽنگجي وڃبو. ان ڪري ان بحث ۾ نہ پئبو ۽ نہ اسان ۾ اهڙي ڪا ٿوم آهي جو اها ڳنڍ کولي سگهون.

مسئلو آهي مشقت ۽ عطا جو. اهي بہ ٻہ جدا شيون نہ آهن. پڙاڏو سو سڏ وارو معاملو آهي. مشقت يا جاکوڙ بنياد آهي عطا جو. تحصيل علم ۽ شريعت جي پابندي (شريعت جي پابندي معنيٰ ڪوڊ آف ڪانڊڪٽ يا حسن اخلاق بمع بندگي جي) سان عطا جي پالوٽ ٿيندي. هڪ ڏاڪو آهي ۽ ٻيو حاصلات. حسن اخلاق ۽ بندگي آهي هڪ ڏاڪو. بندگي معنيٰ بندو يا عبد

ٿيڻ يعني حڪم مڃڻ ۽ بجا آڻڻ. حاصلات، حصول به آهي 'عطا' به آهي.
جڏهن عطا ٿئي ٿي، نور جو نزول ٿئي ٿو، يا سنڌيءَ ۾ چوندا آهن ته اوچتو
هنيانءُ کلي پيس، ته پوءِ، چڻ ته منزل ملي وئي يا سامهون نظر اچي پئي.
جڏهن منزل سامهون نظر اچي يا ماڻهو منزل تي پهچي وڃي ته پوءِ نه واٽ
جي ضرورت رهي ٿي نه سونهين جي. توبهه. اهڙي مقام تي ڪفر جو خدشو
رهي ٿو. اهنڪار (تڪبر) ڪفر آهي. واٽ ڏيکارڻ وارو به پيو، واٽ تي هلائڻ
وارو به پيو، منزل تي پهچائڻ وارو به پيو. پاڻسان "پاڻ" ڪٿي اتي ڪونه
پهچبو. پاڻ کي پاڻ کان علحدو ڪري علحدگيءَ کان به علحدو ٿيڻو آهي.
هي وري پيو ڪفر ٿيندو. ڪجهه نه سمجهي خدا ڪري ڪوئي.

پانيان ته هن بحث مان جندا ڇڏايان، تنهن ڪري ٻُنڊو ٿو ڏيانس.
جنهن کي ٻنڊو ٺوڙي ٻوڙ ٻوڙان ڪرڻ جي همت هجي سو وٺيس ته ڪري.

عملي طرح تصوف ۾ صوفي اهو آهي جو هر ڪنهن سان پيار ۽ عزت
سان هلي ۽ ڪنهن سان به نفرت نه ڪري يا ڪنهنجو به مندو نه گهري.
"پيار" ۾ سڀ ڪجهه اچي وڃي ٿو. پيار ۾ عزت ته ازخود شامل آهي ۽ پيار
جو بنياد آهي. نفرت جو تصور ئي مري وڃي ٿو چاڪاڻ ته پيار جو مطلب ئي
آهي ته پيارل جي هر ڳالهه چڱي هجي يا مَني، غلط هجي يا صحيح ته اها
غلطي ۽ مَنائي به پئي وڻندي. ٻارڙو زبان ڪندو، تپڙ پيو اونڌا ڪندو ته به
سندس حرڪتون پيون وڻنديون. پيارل جا ڏنل سور، سُڪائون ڪري پيا
سانديا. پريان سنڌي پار جي مڙيئي منائي، ڪانهي ڪڙائي، چکبن جي چيت
ڪري. پاڻ ارپڻ ۽ پاڻ وسارڻ به پيار ۾ ازخود اچي وڃن ٿا. انهيءَ حساب
سان جي مان چوان ته تصوف آهي "پيار" ته اهو ڪافي ٿيندو. وڌيڪ ڊيگهه
جي ضرورت ئي ڪانهي. وري پيار آهي به لامحدود. هر ڪنهن سان پيار. لوڏي
لنگڙي، انڌي منڊي ۽ پڻ ڪاٺي ۽ ڪوجهي ۾ الائي ڇو سونهن جو جلوو،
هيڏن وڏن ماڻهن نٽشي ۽ ارسطوءَ کي ڏسڻ ۾ نه آيو. صاف آهي ته الاهي
حسن جو پرتو هنن نه ڏٺو هو، انهيءَ ڪري ئي روحانيت ضروري آهي. اها نه
هوندي ته باقي ڇا بچندو. ڪميونزم جيڪو انسانيت ۽ غريب عوام جي
ڀلائيءَ جو جهنڊو کڻي نڪتو هئو، ان جي علمبردارن لکين انسان مارائي
ڇڏيا. استالن ته ڇڏيو، لينن جهڙي پياري ماڻهوءَ به قلم جي هڪ نوڪ يا
اک جي اشاري سان هزارين ماڻهو کهائي ڇڏيا. ظاهر آهي ته اهو انهيءَ

ڪري ٿيو جو روحانيت معدوم ھئي. اسين به، يعني مان به جڏهن ڪاليجي دؤر ۾ ڪچو ذهن رکندو هئس ته اهو اصول قبول ڪري ورتم ته گهڻن جي گهڻي ڀلائي خاطر ڪجهه ماڻهن ۽ سندن مفاد کي قربان ڪرڻ ضروري آهي. اهو بلڪل غلط آهي. اهڙو فيصلو ڪرڻ جو حق ڪنهن کي آهي ۽ ڪنهن کي ڏبو؟ ڪوبه هڪ فردِ اهڙي فيصلي ڪرڻ جي نه اهليت رکي ٿو نه حق. پوءِ ته چنگيز، هلاڪو، تيمور، نادر، غوري ۽ غزنوي به تلوار جي زور تي يعني ڏاڍ ڏمر جي زور تي اهڙو حق استعمال ڪري ويا. سندن جانشين ڪندا رهن ٿا. اورنگزيب پنهنجي ڀائرن دارا شڪوه ۽ ٻين کي ڳولهي ڳولهي عذاب ڏئي ماريو. پيو ته ٿيو پيءُ جهڙي مقدم ۽ محترم هستيءَ کي سڄي عمر جيل ۾ رکيو. اسان جا چنگيزي ذهنيت وارا ڀائر اورنگزيب جي اهڙي ڪريهه ۽ ندامت جهڙي عمل کي به اسلامي هڪ هتي جي بنياد تي صحيح ۽ ساراهه جوڳو پيا سمجهن. اورنگزيب کي اهو حق ڪنهن ڏنو؟ نه الله نه رسول ﷺ. هن پنهنجو پاڻ کي اهو حق ڏئي ڇڏيو جا بلڪل غلط ڳالهه آهي. روزا ۽ نمازون منجهس الوهيت ۽ روحانيت پيدا نه ڪري سگهيا. انهيءَ تناظر ۾ لطيف سائين جي ڳالهه تي ويچار ڪيو ته روزا ۽ نمازون، اي پڻ چڱو ڪم، پر...... اها ''پر'' جيڪا آهي سا آهي ڳجهه ڳجهاندڙ ڳالهڙي. وڏيڪ مونکي نه اهليت آهي نه اجازت. سمجهو ڪي سمجهن.

ڏسو نه، ٻَندو پاڻ ئي توڙي وينس. لکيو لوح قلم جو. قلم ڪياڙيءَ نه وهي. لوح قلم جو لکيو به ڪو ڪل جو گهوڙو ناهي جو چاهيءَ تي پيو هلي. جبر ۽ قدر جي مامري ۾ به گهڻا داناءُ منڌل (منجهيل) آهن. لوح قلم ۽ اڳوات علم ۾ تر برابر ٿورو فرق آهي. بنا ٽيڪي واري ڇت تي جيڪڏهن ڪو ابهم ٻارڙو پيو ڊوڙون پائيندو ته هرڪو ذي فهم ماڻهو چوندو ته اجهو ڪي ڪريو پر جيڪڏهن اهڙي ڇت تي ڪو ٻال ڳڙڪائيندو ته هرڪو چوندو ته ٻال هيٺ ڪرندو. اهو آهي اڳوات علم، جنهن فاطر السماوات والارض هي مانداڻ جوڙيو آهي. انهيءَ کي واقعات ۽ حادثات جو اڳوات علم ڪا عجب جهڙي ڳالهه ناهي. پر ڳنڍ اجان به ڳوڙهي آهي. تنهن ڪري ماٺ ڀلي. ڪچان تان ڪافر.

جُز ۽ ڪُل جو مسئلو به ڏاڍو ڳوڙهو آهي. هرڪو جز يعني هر شيءِ، جمادات، نباتات توڙي حيوانات هڪ ئي ڪُل جا جزا آهن. هي قرآني فيصلو

آهي تہ ڪُل شيءِ نفس واحدة. صوفي سڳورا يا پيا پانڌيئڙا هن مام ۾ الجهي تا وڃن تہ جز بہ ڪل آهي. اوائلي دور ۾ تہ سوين خدا بڻائي هرهڪ کي الڳ محڪما ڏنا ويا. ڪو شڪتيءَ يعني طاقت جو خدا يا ديوتا، ڪو جنگ جو، ڪو قهر جو وغيره. انهيءَ نظريہ کي بهتر انداز ۾ شري رامچندر ۽ شري ڪرشن پيش ڪيو آهي تہ ايشور يا پرميشور يڪتا ۽ يگانو آهي جو سڀ کان مٿاهون آهي. سندن پوئلڳن بہ کين ايشور جو اوتار سڏيو ۽ سمجهيو. وقت گذرڻ سان عقيدا مٽ سٽ ٿيندا اچي ان حد تي پهتا جو کين خود ايشور سمجهيو ويو نہ ڪہ ايشور جو اوتار. ائين ئي حضرت عيسيٰ عليه السلام کي الله جو پٽ ڪري سمجهيو ويو. اسان جي نبي سڳوري ﷺ ڳالهہ کي صاف سلجهائي فرمايو تہ، ”مان آهيان الله جي نور مان ۽ باقي خلقت آهي منهنجي نور مان.“ جز ۽ ڪُل جو مسئلو ائين ڪافي حد تائين تمام سهڻي نموني سلجهي ويو. سيني جزن جو تقدس بہ قائم رهيو ۽ مڪمل ڪُل بہ پنهنجي منفرد، يڪتا ۽ الڳ حيثيت سان قائم دائم (حي و قيوم) رهيو. پر ڳنڍ اڃان بہ منجهي ٿي. ان ڪري ان مسئلي ۾ ڳوڙهو نہ وڃجي. ڳوڙهو وڃبو تہ راهہ تان ٿڙي وڃبو. عشق معنيٰ جنون. هر شيءِ ۾ محبوب نظر ايندو. انهيءَ حد تائين بہ ٺيڪ آهي تہ هر شيءِ کي محبوب جو پرتوؤ سمجهي ان جي خدمت چاڪري ڪجي. وڏيڪ ۽ وڏيڪ سوچڻ سان، جذب ۽ جنون جي ڪيفيت ۾ الائي ڪٿان جو ڪٿان وڃي ٿو نڪرجي. حسين بن منصور حلاج وانگر چئي ويهندو تہ مشڪ ۽ عنبر ۾ ڪهڙو فرق؛ پين لفظن ۾ گل ۽ خوشبوءَ ۾ ڪهڙو فرق. چوي ٿو تہ حق، حق سان گڏ حق آهي. پوءِ مان حق آهيان.“ وري حيران ٿئي ٿو تہ مان جيڪڏهن جزو آهيان تہ پوءِ ”ڪل“ جو بار ڪيئن کنيون بيٺو آهيان. هي سڀ ويچارن جا وڪڙ آهن. باقي ٺيڪ آهي جي تون حق آهين تہ پوءِ الله وارا سڀ بار کڻ، ربوبيت جا، عدل جا، شفا جا، هدايت جا وغيره وغيره. الفاظن ۾ چو الجهجي. مان محض ٽن لفظن ۾ تصوف ۽ صوفيءَ جو خاڪو پيش ڪرڻ جي جسارت ڪيان ٿو: 1- خير خواهي، 2- خدمت ۽ 3- خُلق. بس اهو آهي صوفيءَ جو يا تصوف جو مڪمل خاڪو. خلوص نيت، خير خواهي ۾ اچي وڃي ٿي، جي نہ تہ اها چوٽين ”خ“ بہ ملائي ڇڏيوس. رب معاف ڪندو غلطيءَ کان ۽ غلط فهميءَ کان. تہ مڪمل خاڪو آهي.

1- خلوص، 2- خير خواهي، 3- خدمت ۽ 4- خُلق. اهي چارئي ”خ“ اسلام جو مول متو آهن:

1- اعمال نيتن سان آهن (خلوص):

2- ٻين لاءِ اهوئي چاهيو جو پاڻ لاءِ چاهيو ٿا. (خيرخواهي)

3- توهان جي زبان ۽ عمل سان ٻين جي ڀلائي ٿئي، جيڪو ٻندن سان پيار ٿو ڪري سو الله سان پيار ٿو ڪري. (خدمت)

4- ڏينهن قيامت جي، نبي سڳورن ﷺ کي اهوئي قريب ترين هوندو جنهن ۾ خُلق، تواضح ۽ نوڙت وڌ ۾ وڌ هوندي. (خلق)

ڏسو ڪيڏيون واضح عملي هدايتون آهن، پوءِ به اسين هر ڳالهه ۾ ان جي ابتڙ هلون ٿا: (1) چوندا، مان به ڪري نه ڏيکاريانس ته منهنجو نالو مٽائي رکجو (بدنيت)

(2) ٻين کي نيچو نوائڻ: پاڻ کي سمجهي چا ٿو. ٽڪ مان ور ڪڍي ڇڏيندوسانس (مندو گهرڻ)

(3) گلا غيبت: هتي هرڪو پاڻ کي پيار ٿو ڪري ۽ پاڻ کي چڱو ٿو چوي. پاڻ کي چڱو ثابت ڪرڻ جو سؤلي ۾ سؤلو طريقو آهي ته ٻئي کي گهٽ ڪري ڏيکارجي. اهڙي طرح ماڻهوءَ جو هر قول ۽ فعل مصنوعي يا جڙتو ٿيو پوي ۽ هو خود پنهنجي اصليت کان دور ٿي هڪڙو مصنوعي وجود ٿيو پوي ۽ سندس سڄي حياتي ساز ۽ پڇرڻ جي ڏنوڻ ۾ دڪندي ٿي رهي. سندس سڄي ڪوشش اها ٿي رهي ته پنهنجيون گهٽتائيون چڱائيءَ جي لباس ۾ پيش ڪري ۽ ٻين جون چڱايون به گهٽتائي جي لبادي ۾ لڪائي مروڙي سروڙي پيش ڪري. اهڙي ماڻهوءَ جي سڄي ڄمار الجهن ۾ گذري ٿي ۽ هو تضادن جو شڪار ٿي پنهنجي اصليت وڃائي ٿو ويهي. اهڙن ماڻهن تي پيار به اچي ٿو، رحم به. اهڙو ماڻهو ٻين سان ڀلائي ته نه ٿو ڪري، الٽو پاڻ تي ظلم ٿو ڪري.

(4) خُلق تواضح نياز نوڙت نه هئڻ معنيٰ پاڻ کي ڪا چيز سمجهڻ: ٻئي لاءِ چوندا، مان ڇو سلام ڪيانس، ٽڪي جو ماڻهو، سڃاڻانس ٿو ڏڪا کائيندو وتندو هو. هيءَ نشاني آهي تڪبر جي، پوءِ ڀلي اهو رتيءَ برابر هجي. تڪبر سيني چڱاين کي حتيٰ ڪ عبادتن کي به کائي ٿو وڃي. قرآن الحڪيم نهايت سهڻن ادبي لفظن ۾ فرمائي ٿو ته، ”زمين تي آڪڙجي نه هلو، نه زمين

ڪي ڏوڏي سگهندؤ نہ آسمان سان مٿو گسائي سگهندؤ.“ اهڙو ماڻهو نفرت جو ڪاج ٿي وڃي ٿو. نفرت جو جذبو ايڏو گندو آهي، ايڏو گندو آهي، ايڏو گندو آهي جو چئي نٿو سگهجي. ڪوبہ ماڻهو جيڪڏهن پنهنجي ڪڏي عمل سان مون ۾ نفرت جو ذرو بہ پيدا ڪري وجهي تہ چئبو تہ هو ڪامياب ٿيو.

انهن سيني براين جو توڙ آهي، پيار. پيار، آب حيات آهي. جنهن پيتو تنهن کي رڳو سڳنڌ ۽ سونهن نظر ايندي. برائيون سڪل پَنَ جيان ڇڻي وڃي ڪرنديون ۽ چڱاين جا گـؤنچ (غنچہ) ۽ گل تـڙي پوندا. انهيءَ ڪري ئي، صوفي فقير مجازي عشق کي اهميت ڏيندا هئا جنهن ۾ پاڻ وساري يڪسوئي سان محبوب جي تات تنوار ۾ لڳي ويندا هئا. اها تانگهہ، تات، تنوار تمام چڱو جذبو آهي ۽ اهڙن جذبن سان سرشار ماڻهو نيٺ وڃي منزل ماڻيندو، پر مون گنهگار کي اها سمڪ اصل نہ پئجي سگهي آهي تہ محبوب سان جيڪو ۽ جهڙو پيار ڪري سگهجي ٿو اهو ۽ اهڙو الله سان ڪيئن ڪري سگهبو؟ اهو ڇڻ ممڪن ئي ڪونهي، پر ڇو ممڪن ڪونهي. جيڪڏهن ڪرڪيٽ سان، راڳ سان، سياست سان، ويندي چوريءَ سان ۽ وهسڪيءَ سان عمر ير لنؤ لڳائي ٿي سگهجي تہ الله سان ڇو ڪين؟ خليفي گل هالائي الائي قاسم فرمايو تہ:

رب جي رهہ رمز ۾، ري رب غافل ڪيم گهار،
جا چڱي ڪر ڪرت سا، ٻيو سڀ ڦٽو ڪر ڪار ڪم،
ڪار ڪم دنيا سندو آهي ذلالت ۽ زيان،
سچ چوڻ، سچ جي سوا، ٻيو سڀ ڦٽو ڪر ڪار ڪم.

خليفو صاحب دنيا تياڳڻ (سنياس) جي ڳالهہ نٿو ڪري. فرمائي ٿو، ”جا چڱي، ڪر ڪرت سا.“ يعني چڱي ڪرت سان لڳو پيو هج ۽ سچ سان سچو رهہ. ائين گـهڻن صوفين، درويشن ۽ بزرگن ڪري ڏيکاريو. ويندي ٽئگور ۽ ٽالسٽاءِ جهڙا نواب ۽ جاگيردار بہ ائين ڪري ويا ۽ لازوال نقش ۽ نشان ڇڏي ويا.

تانگهہ، تات، طلب ۽ تنوار تہ هر انسان ۾ موجود آهي. هو ڪيتري قدر ان کي وڌائي يا وڃائي ٿو. اها ٻي ڳالهہ آهي. ان ۾ ماحول، تربيت ۽ خواهشون رڪاوٽ بڻجن ٿيون. انهن تي قابو پائي، ذهن ۽ ضمير جي سچ ۽ سچائي مطابق عمل ڪري تہ هوند ٻيڙائي پار ٿي وڃن. هاڻي ڪي قدر ڳالهہ

صاف ٿي تہ عمل صاف سٺرو هجي ۽ تانگهہ تات طلب ۽ تنوار بہ مسلسل هجي تہ "عطا" جو وسڪارو ٿئي ٿو ۽ اهڙو ماڻهو اڏجي وڃي ٿو. محنت ۽ مشقت سان ئي احسان ۽ عطا جو مينهن وسي ٿو. لطيف سائين فرمائي ٿو:

1- اول "عشق"

عشق سانڻ اناءِ، پيرِ پريان جي پار ڏي،

سڄو بيت آهي:

پاڻ مَ ڪٺج پاڻ سين، وسيلا وڃاءِ،
عشق سانڻ اناءِ، پير پريان جي پار ڏي. (سر سهڻي)

عشق شرط اول آهي، پير ڪٺڻ (عمل ڪرڻ) سو بہ ضروري آهي، سو بہ "پاڻ" وڃائي يعني سڀ خواهشون ڇڏي.

2- جهوري يا لوري: اٽڻ لڳي پئي هجي:

جيئن جهوريءَ ڪان جهليانس، جهڄيو تئن جهوريءَ پوي (رپ)

سڄو بيت آهي: پل پل ٿي پليانس، پلڪ نہ رهي پرينءَ ري،
جئن جهوريءَ ڪان جهليانس، جهڄيو جهوريءَ پوي (رپ)

3- سڀ ڪجهہ قربان ڪرڻ:

اوڏا ٿيا آڳ ڪي، سڙيا متي سچ (يمن ڪلياڻ)

4- انهيءَ ماجرا ڪان پوءِ: طالب ۽ مطلوب جو مامرو،
پڇن جي ميهار ڪي، پڇي سي ميهار. (سهڻي)
يا
پڇن سي پسن، جڏهن تڏهن پرين ڪي،
ڏوربنديون ڏسن، اڳڻ عجيبن جا. (حسيني)

ظاهر ٿيو تہ "پڇڻ" ۽ "ڏورڻ" ضروري آهي، انهيءَ ڪانسواءِ "پسڻ" عبث آهي. لُڇڻ ۽ لَڇڻ بہ ضروري آهي. لڇڻ معنيٰ خُلق، خلوص ۽ عمل صالح. لڇڻ ڪي لکڻ بہ سڏيو ويو آهي جو انساني ڪردار جو جوهر يا تت ۽ ست آهي. فرمايو ويو تہ، "جو لکڻ منجهہ ماڻهئين سو مکڻ منجهہ کير." جئن کير جو تت ست مکڻ آهي تئن ماڻهوءَ جو تت لکڻ آهي. مان پانيان ٿو تہ هاڻ ڳالهہ پڌرپٽ پئجي وئي تہ لڇڻ، پڇڻ ۽ ڏورڻ سان ماڻهو پنهنجي اعليٰ مقام تي پهچي ٿو جنهن ڪي وليءَ الله، صوفي بزرگ وغيره سڏين ٿا. انهيءَ لاءِ اعليٰ اخلاق، ڪردار، جهوري ۽ جهڄڻ، تانگهہ طلب، تنوار ۽ محنت

مشقت ضروري آهي. باقي ائين ڪونهي تہ وڏي پير صاحب جي اڪيون پورڻ سان سندس مربي پٽ جو ڪٽي آفيمي، چرسي ۽ ڀنگئي هجي سو هڪ ڪن ۾ ولي الله ۽ ڪاني ڪرامت جو صاحب ٿيو پوي. محبوب ملي ٿو پر لوچڻ ۽ ڏورڻ سان. پوءِ اهڙو مقام بہ اچي ٿو جو، "پڇن جي ميهار ڪي، پڇي سي ميهار" يا "پڇن سي پسن جڏهن تڏهن پرين ڪي، ڏوريندي يون ڏسن اگڻ عجيبن جا." پر رستو اٿانگو آهي، سٿانگو ناهي. جيئن خليفي صاحب فرمايو تہ، "سچ چوڻ، سچ جي سوا ٻيو سڀ ڦٽو ڪر ڪار ڪم." اهو آهي ٽاندن تي هلڻ. شيخ اياز بہ چيو تہ ٻاٻري ڪنڊ تي هلڻو ٿو پوي، جڻ ڪاريءَ تي پير پيو. سچ مٿي سڙڻ تہ ازلي سچ آهي. ڏسو سيني ائين چيو آهي. لطيف سائين، گرهوڙي فقير، خليفي صاحب، سچل سائين توڙي ٻين. منصور حلاج بہ ڳالهہ اهائي حق ۽ سچ جي ڪئي پر لفظن جو انتخاب ڪي قدر جارحانہ هئس. نہ تہ گرو نانڪ عليه الرحمة بہ اهوئي چيو تہ:

آد سچ، جڳاد سچ، سيئي سچ،
نانڪ هي ڀي سچ، هوسين ڀي سچ.

سڀ ئي سچ معنيٰ پاڻ بہ سچ، ٻي خلقت بہ سچ، اول ڪان آخر سچ. ڪهڙو نہ سادن لفظن ۾ جز ۽ ڪل جي ٻڪيڙي کي سلجهائي ويو.

هاڻ ڳالهہ پڌر پٽ پئجي وئي. وڌيڪ ولوڙڻ جي ضرورت ناهي. اجايو اونهو ڇو وڃجي. پر اهڙڪا اڃن ٿا. اونهي ڳالهہ اسرار جي اها آهي تہ ڇا منزل رڳو محنت ۽ مشقت سان ملي ٿي ۽ "عطا" نالي ڪا شئي ناهي. انهيءَ ڳنڍ ڇوڙڻ جو نہ مون وٽ علم آهي نہ اختيار. مشقت تہ آهي ئي آهي. انهيءَ تي مان مٿي مفصل بحث ڪري آيو آهيان ۽ لطيف سائين جي چواڻي، "عشق ساڻ انا ء پير پريان جي پار ڏي." يا "جي لوچن سي لهن." منهنجي ناقص خيال ۾ عطا ڪان انڪار ڪفر ٿيندو. تنهن ڪري مان هن نتيجي تي پهتو آهيان تہ محنت ۽ مشقت بہ عطا آهي. پر پوءِ بہ عطا ۽ مشقت ۾ ڪو رتيءَ برابر فرق رهجي ٿو وڃي. مشقت توڙي عطا ٻئي امر ربي آهن. الله جي امر ۽ رضا ڪان سواءِ ڪوبہ محنت ۽ مشقت جي ڏچي ۾ ڪونہ پوندو. جڏهن الله جو امر ۽ رضا ٿيندي تڏهن ئي محنت ۽ مشقت يا ڏورڻ ۽ لوچڻ جو عمل شروع ٿيندو. اهو فيصلو بہ الله تبارڪ وتعاليٰ واضح الفاظن ۾ فرمائي ڇڏيو آهي تہ، "يهدي من يشاء و يضل من يشاء" معنيٰ جنهن کي مان چاهيان

هدايت ڏيان ۽ جنهن کي وٺيم گمراهه ڪيان." هيءَ اها ڳنڍ آهي جنهن لاءِ گرهوڙي صاحب فرمايو ته ڪولڻ وارو به اهو الله پاڻ آهي. لطيف سائين به فرمايو ته: "سا هڻ ڪلي نه ساهه جي، سا هڻ "ساهڻ" ري." هتي جبر ۽ قدر جو مسئلو اچي وڃي ٿو جنهن تي بحث ڪرڻ منع آهي. انسان جو ڪم آهي "پچڻ" لوچڻ ۽ لهڻ. جنهن لاءِ مٿي مان گهڻو ڪجهه لکي چڪو آهيان.

امر ۽ رضا ڪانسواءِ پن به نٿو ڇڙي. دل جو چرخو به امر ۽ رضا جو محتاج آهي. لطيف سائين چٽي ڇڏيو ته:

"واڳ پرين تنهنجي وس، آءُ ڪا پاڻ وهيٽي،
هلائين ته هلي هلان بيهارين ته بس."

انهيءَ اٹل نتيجي تي پهچي پوءِ به فهمائش ڪري ٿو ته:

سڀ ننگيون ٿي نڪرو، لالچ ڇڏي لوڀ،
سپريان سين سوڀ، نندبون ڪندي نه ٿئي. (معذوري)

يا

سنيئن سنجهيئي، منهن وڙهي مئن جيئن،
اوجاڳو اکين کي، چاتوءِ نه ڏيئي،
هٿان تو پيئي، ڪچو ڪيچين کي ڪرين! (ڪرمياري)

ڏسو، هڪ پاسي "هلائين ته هلي هلان بيهارين ته بس." ٻئي پاسي فهمائش ته "اوجاڳو اکين کي چاتوءِ نه ڏيئي" يا سڀ ننگيون ٿي نڪرو لالچ ڇڏي لوڀ. هي ظاهري تضاد، تضاد ناهن. ڳالهه هڪ آهي. امر ربي آهي. رضا رب جي آهي، پر: آهي ايءُ گناهه، جا ڪا ڪري ٻڌري (يمن ڪلياڻ)

هاڻي ٻڌايو ته بندو ڪيڏانهن وڃي. ماٺ ڪيان تان مشرڪ ٿيان. ڪڇان تان ڪافر. سچل سائين به ائين جند ڇڏائي ويو. پوءِ اسان ٻارن جي ڪهڙي مجال. مٺ ڀيڙيائي ڀلي (شاهه ڪريم).

سو هن باب جو اختتام انهيءَ اٹر اصول تي ٿا ڪريون ته "عطا" ڪانسواءِ ڪجهه ناهي؛ يا ائين چئجي ته عطا ۽ مشقت جدا شيون ناهن. مشقت به عطا آهي. محنت به عطا آهي. سور پريان جا به عطا آهي، ڏک ڏاڪڙا به عطا آهي ۽ سڀ جهولي پائي جهلڻا آهن، تحفاً سمجهي. مونکي مون پرين مڪا سور سڪائون ڪري. ڪانهي ڪڙائي، چڪين جي چيت ڪري.

هاڻي مان پنهنجا ڪي ذاتي مشاهدا بيان ڪندس جن ۾ نه ڪوئي وڏاءُ آهي نه خوش فهمي. اهي واقعا مونکي مجبور ڪن ٿا ته مان مڃان ته بنا

محنت جي بہ عطا جي پالوٽ ٿئي ٿي. هي رضا ۽ عطا اصل ۾ امر ربي آهي. لطيف سائين فرمايو تہ هيءَ ڪميٽي ڪير جا امر ڪي آڏو اچي.

مان 1956ع کان 1958ع تائين ٽي سال شڪارپور ۾ سب جج ۽ ايڊيشنل سٽي مئجسٽريٽ هئس. نيڪ نمازي ڪونہ هئس. نہ عقيدن جو ڪچو يا ويساهہ وسوڙل هئس. جيڪي سو ڪامريڊي لڏي سان واسطو هئم جن ڪي دهريو سمجهيو ويندو هئو. نورالدين سرڪي، حبيب الله ڀٽو، احسان بدوي، بشير موريائي ۽ ٻين سان سنگت هئي. شڪارپور جي سخت گرمي، ڪچڙي منجهند، سخت گرميءَ ۾ ٻاهرئين ڪمري ۾ ويٺو هئس تہ هڪ چوڪراٽ، مٿو اگهاڙو، قميص جا بٽڻ ڪليل، پير ڌڌڙ ۾ ڀريل اچي در تي بيٺو. ٻاهر نڪري ڪيس هٿ ڏئي مليس ۽ بہ ڪرسيون ڪڍي ٻاهر ٿلهي تي هوا ۾ ٽي ويٺاسون. مون سواليہ نظرن سان ڏانهنس ڏٺو تہ چيائين تہ منهنجو نالو مظهر شاهہ آهي، ائين توڏي هليو آيس. شاهہ صاحب کي مچڻ جي ساوڪ بہ ڪانہ هئي. چيائين تو ۾ ڪوبہ ڪم ڪونہ اٿم. تڏهن بہ مون شڪ ڀرين نظرن سان ڪيس ڏٺو ۽ ڪجهہ بيزاريءَ سان بہ چو تہ اندر ڊاڪٽرياڻي آيل هئي ۽ منهنجي گهر واريءَ کي ويم جا سور هئا. سو شاهہ صاحب ڏانهن ڌيان ڪونہ ڏنم. البت شربت جو گلاس گهرائي شاهہ صاحب کي پياريم. شربت پيئندي گلاس رکي شاهہ صاحب اشهد آگر کي وڪڙ ڏئي، ڪٽي سڌو ڪيو. مون پڇيو شاهہ صاحب اهو ڇا ڪيؤ تہ اشاري سان چپ رهڻ لاءِ چيائين تہ ڪجهہ خفي ٿي چيومانس تہ ٻڌاءِ اهو ڇا ڪيئي. چيائين تہ ٻار ابتو هو سو سڌو ڪيومانس. اتي در جو ڪڙڪو ٿيو تہ مان جلدي اٿي در وٽ ويس تہ ڊاڪٽرياڻي منهن ڪڍي چيو جج صاحب مبارڪ هجئي پٽ ڄائو پر ڏاڍو ڏکيو ويم هو. ٻار اونڌو هو ۽ مان توهان کي سکر وڃڻ جو مشورو ڏيڻ واري هئس تہ الائي ڪيئن اوچتو ٻار ڦري سڌو ٿي ويو ۽ گهڙيءَ ۾ ويم ٿي ويو. ٻاهر نڪتس تہ شاهہ صاحب گم هئو يعني اٿي هليوويو بنان موڪلائڻ جي. چڻ تہ آيو ئي هئو ڪنهنجي حڪم سان، اسان جي مشڪل آسان ڪرڻ.

شڪارپور ۾ آفتاب شعبان ميراڻي سان دعا سلام هئم. هو هڪ مهذب، نرم مزاج ۽ نرم گفتار وارو ڀل مانس آهي. ان سان ڳالهہ ڪيم تہ چيائين تہ هائو اهو غريب ٻار اسان جي گهر ڀرسان رهي ٿو، اجان ننڍڙو ٻار

هئو گهر ۾ راند پي کيائين ته وٺي دانهون کيائين ته ادي کي ماري ويا.
سندن زمين جو ٽڪرو شڪارپور کان ٻاهر هئو. ماٺهو پڇندا ويا ۽ وڃي
ڏنائون ته شاهه صاحب جو وڏو ڀاءُ قتل ٿيو پيو هو. هڪڙي ڏينهن اوچتو
وري اچي وارد ٿيو. جج کنهن اوچتي ماڻهوءَ جو اچڻ پسند نه ڪندا آهن.
منهنجي منهن جو تاثر پڙهي چيائين ته جمال صاحب مان کنهن ڏي ڪونه
ويندو آهيان، هو ڏاڙهيءَ وارو نمازي (اشارو جسٽس عبدالرحمان شاهه ڏانهن
جو به اتي جج هئو) ان ڏي به اصل ڪونه وڃان پر توڏي اچان ٿو. ها توڏي
اچان ٿو. ته مون پڇيومانس ته پوءِ مون ڏي ڇو ٿا اچو. چي تون به اڌ فقير
آهين، اڌ فقير آهين. ائين اڪرن جو ورجاءُ ڪندو هو. مون چيومانس ڇڏ شاهه
صاحب مان ته شرابي ڪبابي مان فقير ڦقير ڪونه آهيان ته چپن تي آڱر رکي
چيائين، "شُو شُو، ائين نه چئه اڌ فقير آهين. آهين." مون ڪٿي ماٺ ڪئي.
منهنجي گهر واريءَ جو ڀاءُ انورالدين قريشي اتي ئي رينج فاريسٽ آفيسر
هئو. اسين سڀ سانس ملڻ وياسون. شاهه صاحب ڪو منهنجي گهر آيو ۽
اچي انور صاحب جي بنگلي تي نڪتو. انور، شاهه صاحب سان مذاق ڪندو ۽
طنز ڪندو آيو. شاهه صاحب به تنگ ٿي چيس ته اها خبر اٿئي ته توکي
ڪل ڪيتريون پينر آهن. انور چيو پنج. شاهه صاحب چيو ته ڇهه. مون به
چيو پنج، انور به ضد مان چيو ته شاهه صاحب مون کي خبر يا توکي. شاهه
صاحب وري به چيو ڇهه پينر، وڃ وڃ، اٺ وڃي ماءُ کان پڇي اچ، وڃ."
مجاڻ انور جي والده به ڪا ڪوٺڙي مان آيل هئي ۽ کنهن کي خبر ڪانه
هئي. انور بڙ بڙ ڪندي اٿي گهر ويو ۽ منهن پيلو ڪري ٻاهر نڪتو ۽ چيائين
امان چوي ٿي ته ڇهه هيون هڪ ننڍي ئي گزاري وئي هئي. آهي نه حيران ٿيڻ
جهڙي ڳالهه. جا خبر ڀاءُ کي نه هئي سا شاهه صاحب کي ڪيئن پئي.

شاهه صاحب هڪ معصوم ٻار جيان هو. هڪ ڏينهن مون وٽ اندر
ڪمري ۾ ويٺو هو ته نهايت معصوميت سان پڇيائين ته، "جج صاحب اهو
الائي ڇاهي. هي پتيون آهن نه، سي ڇڻ ته آهن ئي ڪونه. مان سڀ ڪجهه
ويٺو ٿو ڏسان. اهو ڀلا ڇو." مون چيو مونکي ڪهڙي خبر. چيائين. تون جج
صاحب آهين، تون ٻڌاءِ. مونکي ته خبر ناهي. اهڙو معصوم ۽ صاف گو هئو
جو پنهنجي اڻجاڻائي به ڪانه ٿي لڪايائين. پوءِ ته ڏاڍو مشهور ٿي ويو.
هڪ دفعي ريلوي اسٽيشن تي ويٺو هو ته وڏا واڪا ڪيائين ته ائڪسيڊنٽ

ٿي ويو سوين ماڻهو مري ويا. اسٽيشن ماسٽر ۽ ٻيا بابو اچي پريشان ٿيا. سکر، ڪراچي ۽ حيدرآباد سان رابطو ڪيائون پر سيني چيو ته ڪو ائڪسيڊنٽ يا حادثو ڪونه ٿيو آهي. سيني چيو ته شاهه صاحب ويچارو مستانو آهي، اجايو چئي وينو. ڪلاڪ ڏيڍ ڪان پوءِ خبر آئي ته پنجاب ۾ گمبر وٽ وڏو ريلوي حادثو ٿيو آهي جنهن ۾ سوين ماڻهو مري ويا. پوءِ ته ريلوي وارا مظهر شاهه جا عقيدتمند ٿي ويا. ڇا ڏسان ته شاهه صاحب سيڪنڊ ڪلاس گاڏي ۾ وينو آهي. تن ڏينهين سيڪنڊ ڪلاس ۾ وڏا وڏا آفيسر ۽ وڏا ماڻهو سفر ڪندا هئا. ڇيومانس ته شاهه صاحب بلي، تنهنجا ته نٽ لڳا پيا آهن." معصوماڻي انداز ۾ ڪلندي چيائين ته "هائو هائو." ڪيس انهي تبديلي جو يا نٽ ٽانگر جو احساس ئي ڪونه هئو.

اتي شڪارپور ۾ چيف جج جسٽس قدير الدين سالياني اِنسپيڪشن تي آيو. سائين روشن علي شاهه جسٽس سجاد علي شاهه جو والد به ساڻس گڏ هئو. چيف جج صاحب، مظهر شاهه سان ملاقات جو خواهان هئو. مظهر شاهه جو اجا ڳيرو جوان هئو تنهنڪي سڏائي چيف جج صاحب ڏي موڪليوسين. ڪجهه دير ڪان پوءِ ڏسون ته شاهه صاحب ٻاهر نڪتو ته چيف جج صاحب، ادب ۽ نياز سان سندس پٺيان پٺيان پي هليو. ان ڪان پوءِ مظهر شاهه، هاءِ ڪورٽ ۾ ڪنهن به جج صاحب جي چئمبر ۾ بيڌڙڪ هليو ويندو هئو ۽ جج صاحب احترام ۾ اٿي بيهندا هئا. پڇيومانس ته مظهر شاهه تو جسٽس قديرالدين تي ڪهڙو ڦيٿو پڙهيو ته چيائين ته مونکي ڦيٿا پڙهڻ ڪونه ايندا آهن پر اهو، هو قديرالدين، وري منهنجو امتحان پيو وٺي ۽ پڇيائين ته هندوستان ۾ سندس پيءُ گهٽا سال اڳ گذاري ويو هو. ٻڌاءِ ته ڪهڙي بيماريءَ وگهي مئو. ڇيومانس ته ڪن ۾ سور پيو هوس سو مري ويو. ڇيومانس ته مظهر شاهه توکي ڪيئن خبر پئي ۽ ڪن جي سور سان ڪو ماڻهو مرندو آهي ڇا ته چيائين، "الائي، مون کي ڪهڙي خبر. مون ته جيڪي ڏٺو سو ٻڌايومانس." چئبو ته شاهه صاحب لاءِ ماضي، مستقبل ۽ حال ۾ ڪوبه سنڌو نه هئو. اها الائي ڪهڙي ماجرا آهي.

بقول رسول بخش پليجي ضرور ڪو انساني دماغ جو ڪرشمو هوندو. ٻيا به گهڻي ئي ننڍا وڏا واقعا مظهر شاهه جا سمجهه ۾ نٿا اچن. هڪڙو واقعو ذڪر ڪرڻ جهڙو آهي. شڪارپور جي گرميءَ ۾ ڪورٽ ۾ هڻ

هٿان ڪري منجهند جو گهر اچبو هئو. ٽيهريءَ جو رڪيٽ ڪٽي ميل ڏيڍ پنڌ ڪري گورنمينٽ هاءِ اسڪول جي پريان ٽينس راند ڪري پگهر ۾ شل ٿي سج لٿي گهر پهچي، وهنجي سنهنجي ململ جو پهراڻ ۽ سلوار پائي ڪڏ تي دلو پاڻيءَ جو ڪٽي وچي گهر واري ۽ ٻارڙن سان گڏ دل وندرائيندو هئس. منهن اونداهيءَ جو آفتاب شعبان ميرائي صاحب جو ماڻهو آيو ته وٽس دعوت تي وڃان. مون انڪار ڪري ماڻهو موٽائي ڇڏيو ۽ چيو ته مون ماني کائي ڇڏي آهي. گهڙي دير ڪان پوءِ ميرائي صاحب ڪار موڪلي ته معزز مهمان وينا آهن ٿوري دير لاءِ اچو. ڪنڌ ڪڍائي نہ سگهيس. ائين سلوار قميص ۾ چمپل پائي روانو ٿيس ته دروازي تي ميرائي صاحب پليڪار ڪئي ۽ معذرت ڪيائين ته اوچتو تمام چڱا مهمان اچي نڪتا سو چيم ته ڪو سندن پايہ جو ماڻهو هجي جو ساڻن گفتگو ڪري. اندر ويس ته ڪل ٽي مهمان، هڪڙو عمر قريشي، ٻيو زيڊ ـ اي سليري ۽ ٽيون هڪ انگريز جو نيوز ويڪ جو نمائندو هو ۽ ڊاڪٽر هينري هالنڊ بابت فيچر لکڻ آيو هئو. ڳالهين ڪندي مظهر شاهہ جي ڳالهہ ڪڍيائون ۽ ساڻس ملڻ جو اشتياق ڏيکاريائون. ميرائي صاحب چيو ته اجهو پنجن منٽن ۾ سڏائي ٿو وٺانس. پنجن ڏهن منٽن ۾ شاهہ صاحب آيو. اهوئي مٿو اگهاڙو، پيرن ۾ چمپل ۽ قميص جا ٻٽڻ کليل. ڪيس اندرئين ڪمري ۾ ويهاريو ويو. مهمانن فيصلو ڪيو ته هڪ هڪ ٿي وٽس وڃي. پهرين انگريز ويو، پنجن منٽن ۾ انگريز صاحب نڪري آيو. سندس منهن تي هوائون هيون ۽ زور سان اعلان ڪيائين ته، ”مان مڃان ٿو ته سپر نيچرل (مافوق الفطرت) قوتون آهن. پوءِ سليري صاحب ويو جو اڌ ڪلاڪ تائين ڪونہ نڪتو. مٿس ان وقت بغاوت جو ڪيس ٻي هليو جنهن ڪي گرمائي ڪيس ڪري اخبارن ۾ لکيو ويندو هو. سليري صاحب جو وڏو محتاط ۽ سياڻو ماڻهو آهي تنهن بہ چيو ته شاهہ صاحب روحاني طاقتن جو صاحب آهي. آخر ۾ عمر قريشي، جو بہ وڏو دانشور آهي سو ويو. پندرهن ويهہ منٽن کان پوءِ اهو ٻاهر نڪتو ته سفيرانہ ٻوليءَ ۾ چيائين ”نو ڪامينٽس“ يعني تبصرو نہ ڪبو. شاهہ صاحب جيئن آيو هو تيئن سلامالیک ڪري نڪري ويو. عمر قريشي صاحب کي زور ڀريوسين ته ائين ڊسڻ ۾ پير نہ هٿو، ڪجهہ تاثرات تہ ٻڌايو ته تمام ڏيرج سان چيائين ته وڏو نفسياتي ماهر آهي. مون چيو قريشي صاحب هو ته اڻ پڙهيل ۽ غريب مسڪين ڪٽنب

جو ڀار آهي. تڏهن بہ عمر قريشي صاحب چيو تہ مان وڏيڪ ڪجهہ نہ چوندس. مظهر شاهہ جون ڀيون بہ ڪيئي ڳالهيون مون کي ياد آهن جي حيران ڪُن آهن.

مٿيان سڀ واقعا مون رڳو ان ڪري بيان ڪيا آهن تہ يقين محڪم رکڻ گهرجي تہ سڀ ڪجهہ عطا آهي، رضا آهي. محنت مشقت ڪانسواءِ بہ ماڻهوءَ تي نوازش ٿئي ٿي. ڏسو نہ، ڪوئي ٻوٿو ٻوڪيو يا ڇبر هٿو يا سارين جو رونبو ڪيو. ايتري محنت توهان تي لازم آهي. بس انهيءَ کان مٿي توهان ڪجهہ نٿا ڪري سگهو. ٻوٽو يا سلو پاڻهئي پنهنجي قوت سان ڏنگو، ڦڏو، ڪمزور يا وري سڌو صحتمند نڪرندو. ڇيٽيءَ سان ان کي ڇڪي ٻاهر ڪونہ ڪڍبو. پاڻهئي اسرندو، نسرندو ۽ مقرر ڦل ڏيندو، گهٽ يا وڌ، مٺو يا ڪڙو.

مارڪسي يا جديد معاشرتي نظريو اهو آهي تہ ماحول ۽ حالات مطابق ماڻهوءَ جي طبيعت، ڪردار ۽ چال ڍال ٺهي ٿي. مٿي مون مظهر شاهہ جو مثال ڏنو آهي. هاڻي هڪ ٻئي ماڻهوءَ جو احوال ڏيان ٿو. محترم محمد ابراهيم جويو صاحب جي شخصيت مون کي تمام گهڻو متاثر ڪيو آهي. هو نهايت سنو ماڻهو، نرم مزاج، نرم گفتار، صبر ۽ ڌيرج وارو، صلح پسند ۽ اصلاح پسند، امن پسند، ڪٽرپڻي کان ڪوهين ڏور، خوبين جي کاڻ آهي. هڪ ڏينهن شيخ اياز صاحب وٽ ويٺي مون چيو، ”شيخ صاحب، ابراهيم جوئي جهڙي شخصيت لاءِ مون کي ڪو موزون لفظ هٿ نٿو اچي.“ شيخ صاحب مشڪندي چيو تہ مون وٽ اهڙو لفظ آهي. مون اتاولي مان پڇيو ڇا؟ چيائين تہ ڪرائيسٽ، ڪرائيسٽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو لقب آهي، جو رحمدلي، صبر، سهپ ۽ ڀلائيءَ جو پيڪر هئو. مان شيخ صاحب سان سهمت ٿيس. هاڻي جي ڪٿي جوئي صاحب جي زندگيءَ تي نظر وجهو تہ رڳو ڏک ڏولاوا، مفلسي، تلخيون ۽ ڪڙايون، گهرو توڙي سماجي، معاشرتي ۽ معاشي دل توڙيندڙ واقعا. پر هن ماڻهوءَ ۾ ڪڏهن ڊاهہ ڊوهہ، ڪوڙاڻ، وير وڻڻ يا ٻيو ڪوبہ منفي جذبو پيدا نہ ٿيو. ماحول ۽ حالات سندس ڪجهہ ڪونہ بگاڙيو بلڪ ڪيس وڌيڪ اجاريو. اڄڪلهہ جا نوجوان، ڪارو اٽن منهن، ڀهرئين نمبر جا پاڙيا، ٿوري تنگي ۽ بک بيروزگاريءَ جي دٻ نہ جهلي، ماڻٽن کي سهائيندا تہ ڦاهو ڪائيندا سون، درياہ ۾ ٽپو ڏيندا سون يا پاڻ ساڙيندا سون.

هيڏانهن هي شخص آهي محترم محمد ابراهيم جويو صاحب جو اڏول ٿيو بيٺو آهي ۽ حالات ٿيڙن ۽ دلسوز ڏوڏن سندس شخصيت کي وڏيڪ اجاري ڇڏيو آهي. مون پنهنجن افسانن ۾ اهوئي پيغام پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته جو ماڻهو ماحول ۽ حالات جي دٻاءُ هيٺ اچي ميڪ ميڪ ڪري مري ويو اهو ماڻهو ئي نه ڇئبو. ماڻهو اهو جو دٻاءُ ۽ ناساز حالتن هوندي به هر هر ڪڏ ڏئي ڪر ڪڍي ايو ٿي بيهي رهي ۽ ناسازگار حالات سان مهاڏو اٽڪائي انهن کي ميساري ڇڏي. جويو صاحب اهڙو ماڻهو آهي. ثابت ٿيو ته ماحول ۽ حالات جا عذر اجايا آهن. هر انسان ۾ ڪو لڪل جوهر (امر ربي) آهي جو چمڪي پوي ٿو ۽ جو محنت، صبر ۽ شڪر سان وڏيڪ چمڪائي سگهجي ٿو.

ٻيئي پاسا يا مختلف زاويا پيش ڪري مان سمجهان ٿو ته سڀ ڪجهه عطا آهي. والله اعلم.

بدر ڏاڍي پياري ڳالهه ڪئي. چيائين ته بابا منهنجي زندگيءَ ۾ ٿي تمام اذيتناڪ واقعا ٿيا آهن جي سهڻ کان ٻاهر هئا؛ پر هاڻي ڏسان ٿو ته اهڙي هر هڪ واقعي منجهان، نقصان بجاءِ، اهڙا وڏا فائدا رسيا آهن جيڪي هوند نصيب ئي نه ٿين ها. ڏسو نه هيءَ ڪيڏي نه عجيب ڳالهه آهي. سمجهو ڪي سمجهن.

تازو قمر شهباز، جو سنڌ جو مشهور اديب، آفيسر ۽ دانشور آهي، تنهن سان هڪ مخصوص گڏجاڻي جو شرف حاصل ٿيم. شهباز صاف چيو ته پائو جمال، مان نه متقي پرهيزگار آهيان ۽ نه ئي ڪو روزه نمازون، نفل ۽ چلا ڪڍيا اٿم، ڪچايون ڦڪايون به ڪيئي اٿم. انهي هوندي به اهڙا عجيب واقعا ۽ اسرار ٻڌايائين جو ماڻهو حيرت ۾ حيران ٿي وڃي. ڪڏهن هو ڪنهن ست ڏارئي اڻ ڏٺل، اڻ واقف ماڻهوءَ جي ماضيءَ ۾ ۽ پڻ سندس مستقبل ۾ به هليو وڃي ٿو ۽ سندس اهي حيرت انگيز انڪشاف سورهن آنا سچ ثابت ٿيا آهن.

مظهر شاهه مست ۽ قمر شهباز جون ڳالهيون ٻڌي ۽ ڏسي، انهيءَ چوڻ ڪانسواءِ ڪو چارو ناهي ته "عطا" مشقت ڪانسواءِ به ٿئي ٿي. پر جي ائين آهي به ته پوءِ ڇا. ماضي معلوم ڪرڻ يا مستقبل کي اڳواٽ ڀانپي وٺڻ مان ڇا هٿ حاصل؟ اصل ڳالهه آهي انسان ذات جي ڀلائي ۽ معاشي ۽ معاشرتي

ترقي. ان لاءِ پاڻ پتوڙڻ ۽ سائنسي سوچ سان سماج ۽ معاشري کي اوُج تي آڻڻ آهي اصل مقصد. ان لاءِ مان پنهنجي اڳوڻي تجزيہ تي قائم آهيان تہ محنت ۽ مشقت سان ۽ صحيح سوچ ۽ عمل سان ئي پاڻ کي واڳي چڙجي. ٻئي بکيڙي ۾ پوڻ اجايو ڀاڻي ولوڙڻ آهي جنهن مان مکڻ نڪرڻو ئي ڪونهي. مون مٿي چار "خ" وارن لفظن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ ان تي سختيءَ سان قائم آهيان ۽ ان جو داعي آهيان. اهي "خ" وارا نيم ورجايان ٿو: 1- خلوص، 2- خُلق، 3- خيرخواهي ۽ 4- خدمت. انهيءَ کانسواءِ، باقي بولهبي آهي. صوفي هجي، يا ليڊر ۽ سياسي ڪارڪن يا ساڌو سنت ۽ مذهبي پيشوا، انهن چئن اصولن جي ڪسوٽيءَ جي پرک تي پورو اچڻ گهرجي. ٻين جا سور پاڻ ڍوئي ڪٽي ۽ پڻ لوچ پوچ ۽ ڳولها ۾ پاڻ وڃائي مٺي مٽي مهراڻ ۾ ڪاهي پوي.

ڪو ٻيلي آهي ٻيلهہ، جي سور پريان جا ساڻ مون. (شاهہ)

مشقت ۽ محنت ايڏي جو:

هل تہ هيڪاندي ٿئين، وٻهي وجهہ مَ ويرَ،
توڙي لهين نہ پيرَ، تہ پڻ راحت رڙهڻ ۾. (شاهہ)

هڪڙي ويرم بہ ويهڻو ناهي، مسلسل لوچ آهي. پوءِ بہ مقام اهو حاصل ٿيندو جو رڙهڻ ۾ راحت ايندي. شيخ اياز بہ ٽر ۾ سفر ڪندي چئي وينو تہ ٽر ۾ ڪهڙا ٿاڪ ٽڪن جا، ٽر ۾ ڪهڙا ٿاڪ. ٽر جو سفر بہ رڙهڻ جيان آهي. تڏهن بہ شيخ صاحب پنهنجي اونهي نظر سان ڏسي چئي ويو تہ ٿر ۾ ڪهڙا ٿاڪ ٽڪن جا. ڪيڏا بہ ٽڪ هجن تہ بہ ٿاڪ ڪري نہ ويهبو جيسين ان کي گلزار نہ بڻائجي.

صوفي معنيٰ چڱو ماڻهو، جيڪو ڏيتي ليتيءَ ۾ وهنوار ۾، اٿڻي ويهڻي ۾، اوڙي پاڙي، توڙي همسفر ۽ عام خلق سان چڱو هلي. قرآن الحڪيم ۾ الاهي فيصلو آهي تہ، "توهان مان الله وٽ وڌيڪ عزت وارو اهو آهي جو تقويٰ ۾ سيني کان وڌيڪ آهي؟ (سورة الحجرات). رسول الله ﷺ وٽ هڪ شخص هڪ واقفڪار کي وٺي آيو ۽ اچي عرض ڪيائين تہ هن ماڻهوءَ کي ڪو عهدو ڏيو. حضور اڪرم ﷺ جن بہ تي سوال ڪيا جي هيٺ ڏجن ٿا:

سوال: ڇا تون هن کي چڱيءَ طرح سڃاڻين؟

جواب: هائو يا رسول الله.

سوال: ڇا هي ڪڏهن تنهنجو پاڙيسري رهيو آهي؟

جواب: نہ رسول الله.

سوال: ڇا تو ڪڏهن هن سان ڏيتي ليتي ڪئي آهي؟

جواب: نہ رسول الله.

سوال: ڇا تو ڪڏهن هن سان گڏ سفر ڪيو آهي؟

جواب: نہ رسول الله.

سوال: پوءِ تون ڪيئن هن کي سڃاڻين؟ (يعني ڪونہ سڃاڻين)

هيءَ آهي مڪمل ڪسوٽي ڪنهن جي چڱائيءَ جي سڃاڻپ جي. پاڙي وارن سان چڱو هلي، ڏيتي ليتيءَ ۾ کرو هجي ۽ سفر ۾ سٺو ساٿي هجي. نہ تہ اهو ڪيئن چڱو ماڻهو چئبو. صوفي، بزرگ ۽ ولي بہ ان ڪسوٽي تي پورا اچڻ گهرجن نہ تہ ناپاس آهن. باقي ماضي ۽ مستقبل کي ڄاڻڻ بابت رسول بخش پليجي جي ڳالهہ وزندار آهي تہ انساني ذهن بيحساب قوتن جو مرتڪب ٿي سگهي ٿو. مون جو هيڏو سارو بحث ڇيڙيو سو اهو ثابت ڪرڻ لاءِ تہ غيب، حيرت، غيبي قوت (الله تبارڪ وتعاليٰ ۽ فرشتا) وحي، جزا ۽ سزا (قيامت) ۽ حيات بعد ممات حقيقتون آهن ۽ انهن جو منڪر ڪڏهن بہ ڪاميابي ۽ سچي خوشي ماڻي نہ سگهندو. اها آهي سچي ۽ صحيح راهہ يعني صراط المستقيم. اڄڪلهہ جا نوجوان (اسين، بہ ان ۾ شامل هئاسون) ڪميونزم کان ڏاڍو متاثر هئا. پاڻ اکين سان ڏٺائون تہ ڪميونزم کهڙا ويل وهايا. روس ۾ لکين ماڻهو ماريا ويا. ڪمبوڊيا ۾ اڄ تائين ماڻهن جو ڪوس جاري آهي. ٻين ڪيترن ملڪن ۾ لکين ماڻهو ماريا ويا ۽ اڃا تائين ماريا وڃن ٿا. ڪميونزم سان وقتي آزادي ۽ خوشحالي بہ آئي پر جٺاءُ نہ ڪيائين. ماڻهو هيسيل ۽ بددل رهيا ۽ نيٺ پنهنجي حڪومت جو پاڻ تختو اونڌو ڪيائون ۽ انهيءَ کي پنهنجي نجات سمجهن ٿا. ماڻهوءَ جي جان ۽ عزت جو تقدس نہ آهي تہ پوءِ باقي بچيو ڇا.

سموري ويهين صديءَ تي ڪميونزم ڇانيون رهيو ۽ ويهين صدي منهنجي نظر ۾ تشدد جي صدي رهي آهي. مليٽنسي، جارحيت ۽ تشدد ويهين صدي جي پيداوار آهي. گهٽي گهٽيءَ ۾ جارحيت، ويڙهہ، بندوق بازي، بم، چاقو زني سڀ انهيءَ جارحيت جا ناجائز ٻار آهن. مذهبي ڪٽرپڻو ۽ ملان بہ جارحيت جا حامي، حمايتي ۽ آلہ ڪار بڻجي ويا آهن. جارحيت ورچو Virtue يعني خوبيءَ جو مقام حاصل ڪري ورتو آهي. جنگيون اگ بہ لڳنديون

هيون. لشڪر اڳ بہ هلان ڪندا هئا. پر اڄ تہ گهر گهر، گهٽيءَ گهٽيءَ، ٻار ٻڍا ۽ عورتون تشدد کي نيڪ عمل سمجهي تحسين ۽ فخر سان گوليون، بم، بارود ۽ باهيون لڳائين ٿا. اڳي پرامن شهري نہ ائين ڪندا هئا نہ ان جي حمايت ڪندا هئا. سنڌي ماڻهو تہ ڪوس ۽ ڪيس ڏسي گهوڙا گهوڙا ڪندا هئا ۽ يا حسين چوندا هئا. مشهور آهي تہ ماڻهو جڏهن لشڪر ۽ جنگي گهوڙا ڏسندا هئا تہ هر ڦتو ڪري، دعا گهرندا هئا تہ يا الله ڪو رحمدل بادشاهہ آڻجانءِ. ايڏي هئي اسان جي صلح پسندي ۽ امن پسندي. يورپ ٻن عالمي جنگين کان پوءِ عالمي امن جو نظريو پيش ڪيو.

مسلمانن ۾ بہ جمال الدين افغاني، مولانا عبيدالله سنڌي، علامہ اقبال وغيره، سيني شمشير ۽ تيرو تفنگ جي ڳالهہ ڪئي. عرب ملڪن ۾ وري اخوان المسليمن جي تحريڪ پيدا ٿي جنهن جو باني حسن بنا هئو. هندوستان ۽ پاڪستان ۾ وري اهو ڪردار جماعت اسلامي ادا ڪيو، مطلب تہ جٿان ڪٿان جارحيت جا پڙاڏا اٿيا ۽ مزاحمت، ترقي پسند ادب جو ضروري انگ بڻجي وئي. سڄي دنيا ۾ هڪڙو يگانو شخص هئو، مهاتما گانڌي، جنهن نہ رڳو اهنسا يعني عدم تشدد جي تلقين ڪئي پر عملي طرح ان کي امن پسند سياسي انقلاب جو هٿيار ڪري بہ ڪم آندائين. احرام وانگر گوڏ ٻڌي، انگوڇو پٺن تي رکي پيرين اگهاڙو ڳوٺن ۽ ڪيتن ۾ ڪاهي پيو ۽ امن شانتي ۽ ڌيرج جي تبليغ ڪيائين. بک هڙتال ۽ هٺ تاڻ جا هٿيار ايجاد ڪيائين جنهن ۾ پاڻ کي نقصان هئو ۽ خلق خدا لاءِ ڪو آزار ڪونہ هئو. سڄي دنيا حيران هئي تہ هي ڪهڙو سياسي حربو پيو استعمال ٿئي. سياستدان، سياسي مفڪر ۽ دانشور حيران هئا تہ هي ڪهڙو نئون انقلاب پيو اچي ۽ انهيءَ سان ڪيئن فيل مست انگريز کان حڪومت کسبي. چرچل ٺوڪ طور چيو تہ، هڪ ننگو فقير ٿو انگريز بهادر کي چوي تہ هندوستان خالي ڪيو. برنارڊشا چئي ڏنو تہ ايڏي چڱائي خطرناڪ بہ ٿي سگهي ٿي. ٿيو بہ ائين. سندس ملڪ جي ئي هڪ هم مذهب، گوڊسي، گانڌي کي گولي هڻي قتل ڪري ڇڏيو سو بہ تڏهن جڏهن گانڌي انگريز سرڪار کي تڙي، هندوستان کي آزادي وٺرائي ڏني. انهيءَ هڪ شخص ڪانسواءِ ڪٿان بہ، ڪنهن بہ، امن ۽ شانتي ۽ اهنسا جي ڳالهہ نہ ڪئي. تاريخ شاهد آهي.

انگريزيءَ ۾ چوڻي آهي تہ امن جون سوين ڪنهن بہ صورت ۾

لڙائيءَ جي سوب کان گهٽ نہ آهن. اسلام جي اکري معنيٰ ئي آهي امن ۽ سلامتي. اها ٻي ڳالھہ آهي جو اسان جي نوجوان ٽهيءَ کي لفظ اسلام تي ئي چڙ آهي. اهو برابر آهي تہ جيئن گانڌيجي جا پوئلڳ اهنسا ڇڏي هنسڪ ڪارروايون ڪرڻ لڳا تيئن اسلام جا پوئلڳ بہ نفرت جي اُماڙي ڪٺي جهاد جهاد ڪرڻ لڳا. انهيءَ ڪري ئي تصوف ۽ صوفي پيدا ٿيا ۽ مون انهيءَ موضوع تي هيڏا ڪاڳر ڪارا ڪري ڇڏيا ۽ قلم بس ئي نٿو ڪري. تصوف جو بنياد آهي تہ ڪو پيد ياؤ آهي ئي ڪونہ سڀ انسان هڪجهڙا ۽ پاڻ ۾ پائر آهن. مون حضور سائين ﷺ جي هڪ حديث مٿي بہ لکي آهي، جنهن ۾ فرمائين ٿا تہ، ”مان آهيان الله جي نور مان ۽ باقي سڀ خلقت آهي منهنجي نور مان.“ علما سڳورا معاف فرمائين باقي ظاهر پيو اهي تہ هر انسان، حيوانات، نباتات ۽ جمادات ۾ نبي سڳورن ﷺ جو نور آهي. پوءِ اهو قابل احترام ٿيو يا نہ؟ الله، رب العالمين آهي ۽ نبي سڳورو رحمت للعالمين. فرمايو رحمت للعالمين تہ؟ مسلمان اهو آهي جنهن جي هٿ ۽ زبان کان ٻيا سلامت هجن.“ ڏسو ڪيڏي نہ وڏي ڳالھہ آهي تہ هٿ تہ ٺهيو. زبان سان بہ نہ ڪنهن کي ڏکوئجي نہ نقصان رسائجي. اهڙوئي ماڻهو آهي سچو صوفي. اهڙن ئي صاف صوفي بزرگن جهڙوڪ حضرت علي هجويري، خواجہ اجميري، خواجہ سليم چشتي ۽ ٻين اڪيچار بزرگن جي رويہ ، اخلاق ۽ عمل صالح جي نتيجي ۾ برصغير هندوستان ۾ اسلام ڦهليو جنهن کي ٻنجو اڃي ڏنو محمود غزنوي، محمد غوري، علاؤالدين خلجي وغيره جي تلوارن، ۽ اورنگزيب جي ڪٽرپڻي.

اجر توڙي بهشت يا سرڳ تي بہ ڪو مسلمانن جي ٺيڪيداري يا هڪ هٽي ڪانهي. ذات باري تعاليٰ تہ رحمان ۽ رحيم آهي ۽ سندس رحم ۽ اجر جي پالوٽ تہ انسانن تي بلا تفريق پيئي ٿئي. سورة زلزال، آيت 8 ۽ 9 ۾ صاف فرمايو ويو تہ جنهن بہ ذره برابر نيڪي ڪئي سو ان کي ڏسندو (يعني اجر لهندو) ۽ جنهن بہ ذره برابر بڇڙائي ڪئي سو ان کي ڏسندو يعني نتيجو ڀوڳيندو. سيني مفسرن اهوئي چيو آهي تہ سيني انسانن ۽ قومن سان سندن اعمال مطابق ورتاءُ ٿيندو يعني اجر ۽ ثواب يا سزا ڏني ويندي. قرآن الحڪيم جو سڄو زور اعمال صالح (ويدانتي ٻوليءَ ۾ ڪرم) تي آهي. سورة المائدة، 70 ۾ تہ عجب ۽ صاف صاف انڪشاف ٿيل آهي تہ، ”بيشڪ جن ايمان آندو (يعني مسلمان) ۽ ٻڻ يهودي ۽ نصارا يعني عيسائي ۽ صابئي (يعني انهن

ڪانسواءِ پيا). انهن مان جن به ايمان آندو الله تي، ڏينهن قيامت تي ۽ ڪيا ڪم چڱا ته انهن لاءِ اجر آهي ۽ انهن لاءِ ڪو خوف خطرو ڪونهي نه ئي اهي ملال (رنج) ڏسندا. ڏسو الله تعاليٰ قرآن الحڪيم ۾ مسلمان توڙي يهودي، عيسائي ۽ صابيءَ کي الڳ الڳ سندن ئي حيثيت ۾ اجر جي بشارت ڏني. البت ٽي اهم شرط آهن: (1) الله تي ايمان، (2) قيامت جي ڏينهن تي ايمان ۽ (3) عمل صالح. انهن ٽنهي موضوعن تي مولانا ابوالڪلام آزاد تفصيلي روشني وڌي آهي ته انهن ٽن لازمي شرطن کانسواءِ ڪوبه ماڻهو يا قوم ترقي نٿي ڪري سگهي. پاڻ پڙهي ڏسو. مون جهڙو ڪم مايه انسان ان تي تفصيلي ۽ فلسفانه روشني نٿو وجهي سگهي. مولانا عبيدالله سنڌي به قرآني آيتن جي آڌار تي "توڪل" ۽ صبر جي معنيٰ ۽ مفهوم سمجهائيندي فرمائي ٿو ته توڪل معنيٰ "انتهائي ڏکين حالتن ۾ پوري همت سان، نتيجن کان بينياز ٿي ڪم ڪرڻ ۽ خوفزده ٿي ڪم نه ڇڏڻ." مولانا صبر جي معنيٰ ۽ مفهوم بابت فرمائي ٿو ته، "صحيح اصولن تي ڪم ڪندو رهڻ، جيڪڏهن ڏکيائيون پيش اچن ته انهن کي برداشت ڪري ڪم کي جاري رکڻ ۽ پوئتي نه هٽڻ." قرآن پاڪ ۾ سورة انفال، آيت 66) بابت مولانا فرمائي ٿو ته صابر معنيٰ اهڙا ثابت قدم ماڻهو جي پاڻ کان ٻيڻي طاقت تي غالب اچن. قرآن الحڪيم ۾ بار بار عمل صالح تي ڀرپور زور ڏنو ويو آهي. باقي جوڳي ٿي مالا ڪري ويهڻ ۽ ورد وظائف سان ڪو ولي، بزرگ ۽ اصلاح ڪندڙ ڪونه بڻجي پوندو. سورة العصر جي تشريح ڪندي مولانا لکي ٿو، بلڪ توهان پاڻ اکري معنيٰ ڪري ڏسو سورة العصر جي صاف ۽ سؤلو ترجمو آهي ته:

قسم آهي زماني جو (مولانا لکي ٿو، شاهد آهي تاريخ) ته انسان آهي خساري (نقصان) ۾، سواءِ انهن جي جن ايماند آندو، عمل صالح ڪيا، حق جي وصيت ڪندا رهيا ۽ صبر جي تلقين ڪندا رهيا."

هيءَ ننڍڙي سورة چڻ ته سموري انسان ذات لاءِ جامع ۽ مڪمل منشور آهي. ان موجب عمل نه ڪبو ته خسارو لازمي آهي. معلوم ٿيو ته انسان ذات جي ترقيءَ لاءِ عمل صالح لازمي آهن نه ته نقصان اٽل آهي. سچ چوڻ ۽ صبر سان مسلسل باعمل رهڻ لازمي شرط آهن. پوءِ الله تعاليٰ جو وعدو آهي ته "ان الارض يرثها عبادي الصالحون (الانبيا، 25) معنيٰ تحقيق صالح ٻانها ئي زمين جا وارث آهن. مولانا سنڌي اکري معنيٰ بجاءِ لکي ٿو ته اسان

جا صالح ۽انهيءَ ئي حڪومت جا وارث بڻبا. علامہ المشرقي بہ پنهنجي شهره آفاق ڪتاب تذڪره ۾ ائين لکي ٿو. الله تبارڪ وتعاليٰ سورة النور، 55) ۾ صاف فرمايو آهي، ”الله جو وعدو آهي صالح مؤمنن سان تہ انهن کي ملڪ جي خلافت ضرور عطا ڪندو.“ علامہ المشرقي تہ جرئت سان چوندو هو تہ جيڪا قوم حڪومت ڪري ٿي سا ضرور نسبتا صالح هوندي يعني انگريز بہ ٻين قومن کان نسبتاً صالح هئڻ ڪري دنيا جا حڪمران بڻيا. اهڙن خيالن جي ڪري ملن مولوين علامہ صاحب لاءِ ڪفر جي فتويٰ ڪڍي. سڄي ڳالهہ جو محور وڃي بيٺو عمل صالح يا نيڪيءَ جا ڪم يا خُلق اخلاق تي.

چڱايون يا چڱا ڪم، صرف روزا، نمازون ۽ ورد وظائف ناهن. اهي تہ سڀ تياري يا ارادا يا وعدا آهن چڱا ڪم ڪرڻ جا. علامہ المشرقي تہ صاف ۽ سڌو چوندو ۽ لکندو هو تہ نمازون ۽ روزا بذاته عبادت نہ آهن بلڪ صرف وعده آهن عبادت جا. اصل عبادت آهي الاهي احڪامن جي تعميل انهيءَ کي ئي عبديت چئي سگهجي ٿو. ڳالهہ وري بہ اخلاق ۽ عمل صالح تي وڃي بيٺي. مان اجان ڪاليج ۾ پڙهندو هئس تہ قاضي فضل الله صاحب سان چڱي ڏيٺ ويٺ هئي ۽ هو صاحب مونکي گهڻي عزت ڏيندو هو. پڪو مسلم ليگي هو ان ڪري علامہ المشرقي تي ٽوڪ ڪندو هو. مون سان بہ بحث ۾ الجهيو. چي اها اخلاق اخلاق جي ڪهڙي ڪٽي مسخري وڏي اٿوَ. ماڻهن کي ملان بڻائي ڏاڙهيون رکائي آزادي وٺندؤ ۽ انقلاب آڻيندؤ. مون بہ گهڻن ماڻهن وچ ۾ ڪيس برجستو جواب ڏنو تہ، ”قاضي صاحب هيڏا وڏا وڪيل آهيو، وزير آهيو پر توهان کي اها خبر ئي ڪانهي تہ اخلاق ڇاهي ۽ وينا ٿا وائڙي تنقيد ڪيو.“ چيائين ڀلا تون ٻڌاءِ. چيم اخلاق جو بنياد آهي ايمان يعني يقين محڪم Conviction، تنهن کان پوءِ نظم ضبط ۽ ڊسپلين ۽ پوءِ اطاعت، ايثار ۽ قرباني. هڪدم چيائين تہ جي ائين آهي تہ پوءِ مان توسان متفق آهيان. محترم محمد ابراهيم جويو صاحب بہ حيدر بخش جتوئي جي اليڪشن ۾ لاڙڪاڻي آيل هئو ۽ گهڻائي ڪميونسٽ ليڊر حسن ناصر سميت آيل هئا. ڪي تاج محمد ابڙي وٽ ٽڪيل هئا ڪي اسان جي اوطاق تي. جوئي صاحب مون کي پنهنجو هم خيال بنائڻ خاطر ڏاڍي ڏيرج سان ۽ دليلن سان خلاصگائيءَ ۾ چڱو لمبو چوڙو ليڪچر ڏنو ۽ مان هائو هائو ڪندو رهيس. آخر ۾ چيومانس تہ جويا صاحب توهان جو ۽ اسان جو مقصد هڪ ئي آهي

يعني عوام جي ڀلائي. هن به هائو ڪئي. مون چيو عوام جي ڀلائي ٿيندي عوامي جدوجهد سان. چيائين هائو. مون چيو ان لاءِ ماڻهن ۾ اهڙي تنظيم پيدا ڪئي وڃي جو هو اطاعت گذار ٿي ايثار ۽ قرباني لاءِ تيار ٿين. چيائين بلڪل ائين. مون چيو بس اختلاف رڳو اهو آهي ته اهڙو جذبو ڪيئن پيدا ڪجي. توهان سمجهو ٿا ته ماني ٽڪر لاءِ ۽ شخصي مفاد لاءِ ماڻهو منظم جدوجهد ڪندا ۽ قربانيون ڏيندا، پر اسين سمجهون ٿا ته اخلاقيات، خدمت خلق ۽ هڙان وڙان خرچ ڪرڻ سان ماڻهن ۾ ڀرپور جذبو ۽ تنظيم پيدا ڪري سگهجي ٿي ۽ نه رڳو ٽريڊ يونينزم سان. جويو صاحب ماٺ ٿي ويو ۽ وري ان موضوع تي مونسان نه ڳالهايائين جيتوڻيڪ ان ڳالهه کي چاليهه پنجاهه سال گذري ويا آهن ۽ اسين ملندا رهندا ۽ گڏ ڪائيندا پيئندا رهيا آهيون. جويو صاحب تمام سمجهدار ۽ قابل ماڻهو آهي ۽ هن شايد پهرين ملاقات ۾ مونکي رد ڪري ڇڏيو پر مان اڄ تائين سندس مداح آهيان.

هڪ دفعي ڪوٽڙيءَ جا شاگرد مون وٽ حيدرآباد آيا ۽ چيائون ته هڪ عليڳڙهه جو صاحب آيو آهي ڏاڍو قابل آهي ۽ ڪنهن کي وٽ ئي نٿو ڏئي سو تون هل ۽ هلي ساڻس منهن ڏي. هي 1942-43ع جو واقعو آهي جڏهن مان اجان حيدرآباد نئشنل ڪاليج ۾ ارڙهن سالن جو، انٽر سائنس جو شاگرد هئس. مون گهڻو ئي جند ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڇوڪرا ضد ڪري بيٺا ۽ مونکي ڪوٽڙي وٺي ويا. هو صاحب آيو ۽ ڏاڍو زور شور سان بحث ڪرڻ شروع ڪيائين. مون چيومانس ته اسين سنڌي ماڻهو بحث کي چوندا آهيون پئنش معنيٰ اجايو ضد، سو اچ ته رڳو حقيقتن تي ڳالهايون، مڙس جي تاثر مان هوا نڪري وئي ۽ مونکي چيائين ڀلي تون حقيقتون بيان ڪر. پوءِ ته اهڙي وٺ ڪئي مانس جو ماٺ وٺي ويس ۽ جيڪي مون چيو سو مڃي اٿيو. اها به ڪا الاهي ذات آهي يا چئجي ته حقيقتن جي ڄاڻ ۽ پنهنجي مؤقف جي سچي هجڻ جو يقين، ته پوءِ دليل از خود اچي ٿا وڃن. صدقِ دل به ضروري آهي. حضور سائين ﷺ فرمائين ٿا ته دنيا ۾ خوبصورت ترين شيءِ آهي "دليل". سبحان الله. حضرت علي رضي الله عنه به فرمايو آهي ته ڪائنات ۾ سڀ کان اول جا چيز پيدا ٿي سو آهي، دليل. 1941ع ۾ مان ڪاليج ۾ گهڙيو آهيان ته ڪاٻي ڌر وارن شاگردن جو اهو بحث ٻڌندو آيو آهيان ته "مادو اڳ ۾ پيدا ٿيو يا دليل." اسين سنڌي ماڻهو خيال ڪي به دليل

چوندا آهيون جيئن لطيف سائين فرمايو آهي تہ ٻيئي ڊوڙائي دليل تہ پنهونءَ ماٺهو موڪليو. منهنجو نجي خيال آهي تہ دليل، خيال يا آئيڊيا اول آهي ۽ مادو پوءِ. الله تعاليٰ مسبب الاسباب آهي، اهو منهنجو ايمان آهي ۽ ان ڳالهہ کي دليلن سان ثابت ڪري سگهجي ٿو پر بحث ڏاڍو لمبو ٿي ويندو. اصل ڳالهہ آهي ايمان جي. جي ايمان ناهي تہ پوءِ "مين نہ مانون" واري رٽ کي ڇا ٿو ڪري سگهجي. انهن لاءِ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ اهي گونگا آهن، ٻوڙا آهن، سندن اکين تي پڙدا چڙهيل آهن ۽ اهي ڪونہ سمجهندا. انهي الاهي فيصلي کان پوءِ ڇا ٿو ڪري سگهجي، پر اسانجا دانشور دوست مغربي عالمن تي انڌو يقين رکن ٿا. مون هڪ مغربي دانشور جو قول پڙهيو هو تہ، "جيڪڏهن ڪنهن ملڪ يا قوم کي تباهہ ڪرڻ جو ارادو رکو ٿا تہ اول انهن جو ايمان ٽوڙيو." ايمان ايڏي وڏي ڳالهہ آهي. انهيءَ دانشور جو ۽ سندس ڪتاب جو نالو ياد ڪونہ اٿم. باقي برناڊشا ۽ لارڊ بيڪن جا نالا ۽ قول ياد اٿم.

برناڊشا، صاف چوي ٿو تہ، "يورپ کي پنهنجي مشڪلاتن ۽ ڏکين مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ حضرت محمد ﷺ جي نقشِ قدم تي هلڻو پوندو."

لارڊ بيڪن مشهور فلسفي ۽ دانشور لکي ٿو تہ، "جيڪو ماڻهو ٿورو علم ٿو پڙهي سو الله تعاليٰ جي وجود جو منڪر ٿي ٿو پوي، پر جڏهن گهڻو علم حاصل ڪري ٿو تڏهن وري قائل ۽ مڃيندڙ ٿي ٿو پوي."

ڪم علم متعلق ڊاڪٽر سئميوئل جانس جو گفتو ٿو ياد پويم تہ، "ڊڄو ان ڏينهن کان جڏهن سڀني جاهلن کي لکڻ پڙهڻ اچي ويندو."

ڪارلائيل، "هيرو آف دي پرافٽس" ۾ حضور ﷺ کي پيغمبرن ۾ هيرو مڃي ٿو. اسان جا دانشور جيڪڏهن اهڙن وڏن فلسفي دانشورن کان بہ ٻاڻ کي وڏو دانشور سمجهن ٿا سي لهي اچن ميدان ۾ ۽ ڪن اهڙي دعويٰ.

هالا پراڻا جو محترم محمد حفيظ قريشي هڪ منفرد ۽ يگانہ سوچ جو مالڪ آهي. ونس جڏهن مٿين دانشورن جا رايا پيش ڪيا ويا تہ پنهنجي مخصوص انداز ۾ چيائين تہ حضرت محمد ﷺ کي اهڙن سرٽيفڪيٽن جي ڪا ضرورت ناهي. البت جن ائين چيو آهي، اهو انهن جي ذات لاءِ سرٽيفڪيٽ آهي.

الله ۽ سندس رسول ﷺ ۾ ايمان ۽ عمل صالح تت آهي تصوف جو. ان کانسواءِ ڪو چارو ناهي. الله ۽ رسول ﷺ جي اطاعت معنيٰ سندن حڪمن تي

عمل ڪرڻ يعني عمل صالح. مٿي مان اهي نقطا صاف ڪري آيو آهيان ته ايمان ڪانسواءِ علم نٿو اچي. (ٻار جو باهه ۾ آڱر وجهڻ جو مثال) ۽ علم معنيٰ عمل. ان تي به مان مٿي ڪافي روشني وجهي چڪو آهيان. حضرت علي رضي الله عنه جي قول تي هن طويل بحث جو اختتام ٿو ڪجي. فرمائين ٿا ته، ”علم جو لازم نتيجو عمل آهي پر جيڪڏهن ڪو عمل (عمل صالح) نٿو ڪري ته پوءِ چئبو ته ڪيس علم آهي ئي ڪونه.“ عمل صالح تي به مان ڪجهه روشني وجهي چڪو آهيان ته ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار ڇڏي، چار ”خ“ يعني خلوص، خُلق، خير خواهي ۽ خدمت اختيار ڪجي ته ٻيڙا ئي پار آهن. هوت پاڻهئي اچي هنج ۾ پوندو. تصوف جون سڀ منزلون طئي ٿي وينديون.

”عطا“ ۽ ”رياضت“جي مسئلي کي ختم ڪرڻ کان پوءِ وڌيڪ ٻڪيڙي ۾ نه پئجي ته چڱو. مون اڳ ئي عرض ڪيو آهي ته ڪا ڳنڍ مڙيئي آهي جا ڇوڙي نٿي سگهجي ۽ نڪي انکي ڇوڙڻ يا ڇيڙڻ جي ڪوشش ڪجي ڇو ته اها ڳنڍ کولڻ به صرف ۽ صرف ساهڙ (الله تبارڪ وتعاليٰ) جو مخصوص اختيار آهي. انهيءَ ڪري ڪاني ڪرامت جو منڪر نٿو ٿي سگهجي. اهو ڪيئن ٿو ٿئي، ڇو ٿو ٿئي، اهو علم به ان وحده لاشريڪ له کي آهي. مالڪ مختار آهي ۽ مداخلت ممنوع. انسان، امر ربي ڪانسواءِ بيوس آهي. ڀٽائي گهوٽ به بيوسيءَ جو اظهار ڪهڙو نه سهڻو ڪيو.

مونکي مون ڀرين، ٻڌي وڌو تار ۾،
ايا ائين چون، مڃڻ پاند پسائين.

(سر آسا، فصل چوٿون، بيت ۴)

اها هڪ نازڪ ۽ ناممڪن صورتحال آهي. مولانا روم به ساڳيو بيت چيو آهي. مولانا جي مثنوي جا ڇهه ڪتاب منهنجي آڏو ٽيبل تي پيا آهن پر بيت ۽ حوالو ڳولهڻ جي فرصت ڪانه اٿم. رڳو آخري لفظ بيت جا ياد اٿم ته ”دامن تر م کن“ يعني پاند نه پسائجانءِ. اهو ٿئي ڪيئن! مولانا جي مثنوي ته سڄي عمل صالح جي مثالن ۽ ڪهاڻين سان ڀري پئي آهي، پر ڀٽائي گهوٽ اتي جو اتي انتهائي بيوسيءَ مان دانهن ٿو ڪري ته:

پيو جو پاتار، سو ڪئن پسڻ کان پالهو رهي،
سالڪ مون سيڪار، ڪو پهه انهيءَ پاند جو.

(بيت 41)

سيڪاريندو بہ اهوئي. پوءِ بيت ۴۲ کان ۵۱ تائين نهايت غور سان پڙهو تہ سڀ منزلون کوليندو ٿو وڃي. حل اهوئي آهي تہ:

ڪر طريقت تڪيو، شريعت سڃاڻ،
هِنيون حقيقت هير تون، ماڳ معرفت ڇاڻ.

شريعت جي پابندي ۽ ٻيون منزلون ٻڌائي، آخر وائيءَ ۾ فرمائي ٿو تہ:

خدمت ڪر خلقين، پاند ڳچيءَ ۾ پائي،
اديون عبداللطيف چئي، اتاهين ڪي آهي.

خلق جي خدمت سوبہ پاند ڳچيءَ ۾ پائي. اڄڪلهہ جي پيرن فقيرن وانگر نہ، جو خلق خدا جي وينئي، پيــر صــاحب جا پيــر چمي، زور ڏئي، ٻهاريون پائي ۽ گهڙا ڀري ۽ پير صاحب، پاند ڳچي پائڻ بدران، ڳاٽ اونچو ڪيون وينو اوڳرايون ڏئي. شاهہ صاحب تہ فهمائش ٿو ڪري تہ:

پنهنجون چڏي پٽ ۾، رڙه انهيءَ جي رائي (وائي ـ آسا)

پنهنجون خواهشــون پٽ ۾ قــٽي ڪري، انهيءَ ذات پاڪ جي راءِ تي رڙهڻ گهرجي. پنهنجي راءِ ناهي رکڻي. جي ٿيا حل حبيب سين، سمهڻ تن ثواب (شاهہ). اها آهي مڪمل ارپنا. سي ستا ئي جاڳن، نند عبادت اُن جي. آخر حل اهو ٿــو ٻڌائي تہ پُسو منجهہ پريت. جڏهن پريت ۾ پُسي وڃبو تہ ٻي آلاڻ ڪيئن لڳندي. ڳالهہ جو حل نڪري آيو نہ؟

وري بکيــڙي ۾ پئجي وياســون. ان ڪري هي دروازو بند ٿا ڪيــون. کــولڻ وارا کــوڙ. مــون تہ رڳو رنڊا روڙيا. پر ســوچ جا دروازا ڪڏهن بہ، ڪوئي بہ، بند نٿــو ڪري سگهي. انهيءَ وصف جي ڪري ئي انســان افــضل المخلوقات آهي. هڪ وڏي تعليمي ماهر سان گفتگو ٿيم. هن مونکي وڏي سوچ ۾ وجهي ڇڏيو ۽ يقيناً توهان بہ سوچ ۾ پئجي ويندا تہ ائين بالآخر ڇو آهي. ٻڌايائين تہ ٽيهن کان چاليهہ سيڪڙو ٻار (شاگرد) اهڙا هوندا آهن جن کي پڙهائڻ جي ضرورت ئي ڪونہ هوندي آهي. اهي پاڻهئي سمجهي ۽ پڙهي ويندا آهن. ٻيا ٽيهہ پنجٽيهہ سيڪڙو شاگرد اهڙا هوندا آهن جن کي پڙهائڻ ۽ سمجهائڻ جي ضرورت هوندي ۽ هو سمجهي ويندا آهن. باقي پنجويهہ ٽيهہ سيڪڙو شاگرد اهڙا هوندا آهن، جو توهان ڪين ڪيترو بہ پڙهايو ۽ سمجهايو تہ بہ اهي نڪي پڙهندا نڪي سمجهندا. هي ڪهڙو مامرو آهي، ڇو آهي، ڇا آهي. پوءِ اي اکين ۽ عقل وارا ڪجهہ سوچو ۽ سمجهو. تفڪر ۽ تدبر ڪيو

(قرآن). روس ۾ 1974ع ۾ الماتا جي شهر ۾ مونسان ماسڪو جو پروفيسر سخاچوف گڏ هئو. مون هڪ ماڻهوءَ کي رستي تي ٻهاري ڏيندي ڏسي، پروفيسر صاحب کي چيو تہ هي ڇا آهي، هتي بہ تہ غير طبقاتي معاشرو ڪونہ آهي. هڪڙا ٻهاري پيا ڏين ۽ ٻيا ڪارن ۾ پيا گهمن ڦرن چئبو تہ سڀني کي هڪ جهڙا موقعا ۽ سهوليتون ميسر نہ آهن. ويچار ۾ پئجي ويو. نيٺ مونکي چيائين تہ ”موقعا ۽ سهوليتون سڀني کي ميسر آهن پر ڪي ماڻهو طبيعتاً اهڙا آهن جو منجهن اڳتي وڌڻ ۽ ترقي ڪرڻ جي صلاحيت ۽ تمنا ئي نہ آهي.“

روس ۾ هڪڙي فولادي ڪارخاني جي مئنيجر بہ مونکي بلڪل اهڙو ئي جواب ڏنو. مون ڪيس مهڻو ڏنو تہ تون تہ مئنيجر ٿيو وينو آهين ۽ ٻيا سڄي ڄمار محنت مزدوري ۾ وڃايو ڇڏين. هن هڪدم پنهنجا ٻئي هٿ کولي مونکي ڏيکاريا. سندس هٿن جون ترين ۽ آڱريون سخت هيون ۽ لڦن جا بہ نشان هئا. چيائين تہ ڏس مون بہ مزودر ٿي سڄي عمر محنت ۽ مزوري ڪئي آهي پر ترقيءَ لاءِ جاکوڙيندو رهيس. امتحان ڏنم، تربيتون ورتم ۽ مختلف شعبن ۾ ڊپلوما حاصل ڪيم ۽ ائين ڏاڪو ڏاڪو چڙهي هن درجي تي پهتو آهيان. باقي جيڪي مزور پنهنجي فطرت ۾ ئي اهڙا آهن جو نہ چاهہ ٿا وٺن، نہ سکڻ جي ڪوشش ٿا ڪن ۽ نہ اڳتي وڌڻ جو شوق اٿن تہ اهڙن کي مان ڇا ٿو ڪري سگهان. محنت ۽ جاکوڙ ڪري ۽ ڪتاب پڙهي مون کهڙو ڏوهہ ڪيو. ڳالهہ تہ وزندار آهي پر اها انساني ”فطرت“ ۽ ”ترقيءَ جي چاهنا“ وغيره آهي ڇا ۽ اچي ڪٿان ٿي. ماڻهو ماڻهوءَ جهڙو آهي. اهو بہ سچ تہ، اهو بہ سچ تہ ماڻهو ماڻهوءَ جهڙو ناهي. ڀِٽائي گهوٽ تہ اٿارتي آهي. اهو بہ فرمائي ٿو تہ:

”ماڻهو مڙيئي نہ سهڻا پکي مڙيئي نہ هنج،
ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهہ اچي بوءِ بهار جي.“

سُر آسا ۾ تہ جهڙوڪر موچڙو هڻي ٿو ڪڍي تہ، ”منهن ۾ موسيٰ جهڙو، اندر ۾ ابليس.“ اها آخر آهي ڪهڙي ماجرا. ڪي ڇمندي ڇام، ڪي اٿنديئي ابليس. هي قدرت جو ڪارخانو ڪير سمجهي. سمجهُو ڪي سمجهن. ڊاڪٽر تنوير عباسي بہ سچو جو چوي ٿو تہ ”هرڪو ماڻهو موتيءَ داڻو“: تہ جنهان سومرو جو لاڙي شاعر ابراهيم منشي بہ سچو تہ ”ڪوڪو ماڻهو موتيءَ داڻو“.

حق تہ اهو آهي، تہ ”سچ بہ ساقط ناهي“. علم بي انت آهي ۽ علم

جو دروازو بند ٿيٺو ناهي. انسان جو ازلي ورثو آهي تلاش. انهيءَ ڪري پٺائي گهوٽ چيو تہ، شال مَ ملان هوت، امير خسرو بہ فرمايو تہ، ”اس وقت مجهے پٹکا دينا جب سامنے منزل آجائے.“ انسان جو ڪم آهي ڳولهہ ڳولهان، تلاش ۾ جاکوڙ. جنهنجو تت منهنجي نظر ۾ آهي عمل صالح، جو مقصود نبوي آهي ۾ الهام الاهي، پلي امر ربي بہ چئوس، چاڪاڻ تہ ضمير جو آواز امر ربي آهي. وويڪ جا وڏ پيا تہ جڻ غلط ڪاري تي ٿي ڪان، ڏوپجي وٺي. اسان جا نام نهاد دانشور، اخلاقيات تي چٽرون ڪندا هئا ۾ ان ڪي مڊل ڪلاس مورالٽي سڏي طنز ڪندا هئا. پنهنجيون بچڙايون ۾ بداخلاقيون بيان ڪري ڪلندا ۾ ڪِپيون هٹندا هئا جڻ وڏو ڪو تير ماريو هجين. خدا جو شان اڄ اهي ساڳيا دانشور حضرات، ناڪاميون پسي ۾ پنهنجن جا ڏنگ، ڏوڪا مخالفتون ۾ خود غرضيون ڏسي، گهوڙا گهوڙا پيا ڪن. پيو تہ ٺهيو، رسول بخش پليجي جهڙو زيرڪ سمجهدار ۾ آزمودگار ماڻهو بہ دانهون پيو ڪري تہ ڪارڪن توڙي سياستدانن ۾ لوڀ، لالچ، خود غرضي ۾ پڏڻ پائيءَ جي وبا ڦهلجي ويئي آهي ۾ اخلاقي قدر جهڙوڪ وفاداري، لگن، نظام ۾ جڪڙجي هلڻ، ايثار ۾ قرباني مفقود ٿي ويا آهن. خود غرضي ۾ خود مطلبي اچي ٿي وڃي تہ عقل تي ۾ اکين تي ڇٺوڙا چڙهي تا وڃن. مان پنهنجي ڪنن ٻڌي ۾ اکين ڏٺي ڳالهہ ٿو ڪيان تہ سائين جي ايم سيد جو هڪ منظور نظر شاگرد ليڊر، جنهن کي حڪومت متي تي هٿ ڦيريو ۾ سٺي نوڪري ڏني تہ تمام شيطاني ٺهڪ ڏئي وچين آگر ٻاهر ڪڍي سائينءَ لاءِ چيائين تہ هٿوس.... وجهوس سينٽرل جيل ۾.تہ خبر پويس تہ گهٽي ويهين سؤ آهي، باقي بنگلي تي ويٺي ٿو اوڳرايون ڏئي ۾ پستيون هٿي. توبهہ. سياست مان اخلاقي قدر نڪتا تہ بچندي چنگيزي پيو چا. اڄڪلهہ تہ ماڻهو فخر وچان ذات جا چنگيزي تا سڏائين.

مان متي عرض ڪري چڪو آهيان تہ وڏي ۾ وڏي يونيورسٽي آهي گهر ۾ گهرو ماحول. تهان پوءِ ڳوٺ يا پاڙي جو ماحول جتي هرڪو هر ڪنهن کي ڄاڻي سڃاڻي ٿو. عبدالله ميمڻ سابق هوم سيڪريٽري، ڪراچيءَ جي شهري ماحول سو بہ لياري ۾ اچي قبر جو پليل، سو جو خوبين جي کاڻ ڏنم تہ هڪ دفعي سرڪار مير علي مدد خان جي ڪچهريءَ ۾ پنهنجي حيرت جو اظهار ڪري ويٺس. مير صاحب فرمايو تہ جمال صاحب اهو پاڙي

جي ڪلچر جو اثر آهي. مطمئن ڪونہ تيس سو هڪ ڏينهن عبدالله کان پڇي
ويٺس. چيائين تہ سائين پاڙي جي هڪ هڪ ماٺهوءَ تي پاڙي وارن جي نظر
هوندي هئي. اتفاق سان تڪڙ ۾ بنا ٽوپي پائڻ جي مٿي اگهاڙو گهران نڪربو
هو تہ دڪانن وارا توڙي فوٽ پاٿن تي وينل ۽ ٻاڪڙن تي چانهہ پيئندڙ بہ
چوندا هئا، ”ڏس ڏس جانوءَ جو ڏيکرو (جان محمد جو پٽ) هاٽي مٿو
اگهاڙو ڪري ٿو گهمي.“ بس ايترو ٻڌي ڊوڙي موٽي گهر وڃي ٽوپي پائي
نڪرندو هئس. اڻين هر ڪنهن کي حق هئو تنقيد جو ۽ ننڍن نيٽن جون
ڪنڊون پاسا پڇي، گهڙي نيڪ ٺاڪ ڪري ڇڏيندا هئا. اهو ڪلچر بہ پاڪ
صاف ٿي ويو.

منهنجو ننڍپڻ ڪيئن گذريو، ان تي بابا، امان ۽ ڳوٺ جو ذڪر
ڪندي ڪجهہ روشني وجهي چڪو آهيان. ڳوٺاڻا بہ اڻ پڙهيل دانشور آهن.
ڳالهين ڳالهين ۾ اهڙيون ڳالهيون ڪري ويندا هئا جو حيرت آ حيرت. اڄ بہ
دلين تي نقش آهن. چي، ابا هڪڙو درويش ويٺو هو اڪيلو ٺي اڪيلو جهنگل
۾ تہ ٽي اوپرا مهمان سلام ڪري اچي سندس ساڄي پاسي ويٺا. ٽئي سهڻا
خوش شڪل ۽ خوش لباس. درويش کين کيڪاري هڪ هڪ کان واقفيت
پڇي. هڪڙي چيو تہ منهنجو نالو حيا آهي. رهين ڪٿي چي اکين ۾. ٻئي چيو
تہ منهنجو نالو پيار محبت آهي، رهين ڪٿي چي دل ۾. ٽئين چيو تہ منهنجو
نالو عقل آهي، رهان دماغ ۾. ائين ڪندي ٽي ٻيا مهمان بہ آيا ڪوجها، گدلا،
ميرا ۽ درويش جي کٻي پاسي ويهي رهيا. هڪڙي چيو تہ مان لوڀ لالچ
آهيان. رهين ڪٿي چي اکين ۾. ابا اتي تہ حيا شرم رهندو آهي. چي مان ايندو
آهيان تہ اهو هليو ويندو آهي. ٻئي چيو تہ مان ڪينو ۽ بغض آهيان. رهين
ڪٿي چي دل ۾. ابا اتي تہ پيار ۽ محبت رهندو آهي. هائو، پر مان ايندو آهيان
تہ اهو هليو ويندو آهي. ٽئين چيو تہ مان آهيان ساڙ ۽ حسد. ابا رهين ڪٿي
چي دماغ ۾. ابا اتي تہ عقل رهندو آهي. ها، پر مان ايندو آهيان تہ اهو اتي
ويندو آهي. ڳوٺاڻن جا ڏنل اهڙا سبق دل جي ڦرهيءَ تي هميشه لاءِ لکجي ٿا
وڃن. ٻار ٻاڻ ۾ وڙهندا هئا تہ چوندا هئا تہ ابا ٻاڻ ۾ تہ ڪتا وڙهندا آهن،
ڪتو آهي ٺي ڪڙم جو ويري. اها ڳالهہ بہ وڙهڻ کان روڪيندي هئي سو
روئي وڃي ماءُ کي دانهن ڏيندا هئاسين. اها ڳالهہ کي سلجهائي ڇڏيندي هئي.
دانهن، پيءُ کي نہ ڏبي هئي. اصل نہ. اسان جي سنڌي ۽ هندي ڪلچر ۾ ماءُ

جو ڪردار امن وارو ۽ امين وارو آهي. مڙدن ۾ ڳالهه وئي ته خلم مچندو، اوطاقن ۽ گهر گهر ۾ پهچندي. مڙدن ۾ به وڏڙا، اونها ۽ عميق هوندا هئا. اوڙي پاڙي ۾ ڪا ڪچي ڦڪي ٿيندي هئي ته متا ميڙ ڪري ويهندا هئا ۽ چوندا هئا ته ڍڪي ڍلي، هرڪو نياڻين سياڻين وارو آهي. ائين ڍڪ ڍڪي ويندا هئا. وڏ گڙدا ماڻهو هئا، ٻاڦ ٻاهر ڪونه ڪيندا هئا. باقي جيڪو آڏو پٽڪو ٻڌندو هو ۽ سينڍيون وجائيندو هو ان کي ڇينڀ ڪيندا هئا ۽ سندس وڏڙن کي به خبردار ڪري ڇڏيندا هئا. ائين امن آشتيءَ ۾ وقت گذرندو هو ۽ ڪورٽ ڪچهريءَ تائين ڳالهه ڪانه ويندي هئي. جي ڳوٺ برادريءَ کان ڳالهه ٻاهر نڪتي ته اهو عيب سمجهيو ويندو هو. اهڙو هئو مضبوط سماجڪ نظام. هندو ماڻهن ۾ ته اڃا به وڌيڪ مضبوط هئو چاڪاڻ ته انهن ۾ پنئچات ۽ مکيءَ جو جاندار نظام هئو.

اسان جي تر جو مکيه ڳوٺ آهي منگواڻي جنهن کي شهر سڏيندا هئا. ڪاڏي ٿو وڃين ته جواب ملندو ته شهر ٿو وڃان، معنيٰ منگواڻي، جو هڪ ڳوٺڙو آهي. وچ ۾ ننڍي بازار جنهن ۾ هندو ياڻرن جا دوڪان هئا. وڏيرا هئا جانوري جن جو وڏو هو وڏيرو محمد صادق جانوري جو رڄ چڱو مڙس ۽ راڄاڻتو ماڻهو هئو. هندو مسلمانن جا فيصلا انصاف سان ڪندو هو. چار پٽ هئس: محمد صالح، محمد صديق، مير محمد ۽ شاهنواز. پاڪستان ٺهيو ته محمد صالح لڏي راڌڻ هليو ويو جتي هندن جي جاين ۽ زمين جو مالڪ بڻجي ويو. محمد صديق بلڪل ڀيءُ جهڙو هو پر لاڏاڻو ڪري ويو. پوءِ ته مير محمد اڃي ڪاري جو مالڪ ٿي وينو. چور، ڏاڙيل به پاليائين سو پوليس ۽ انتظاميه جي ڪنڪي مٿانس هلي آئي پر مڙسان مڙسي منهن ڏئي ويو. باقي ننڍو شاهنواز، جنهنجي مونسان به دوستي ٿي وئي هئي. سو وڃي نشي پٽي تي لٿو. وڃي مڪان وسايائين جتي موالين سان ڀنگ چرس تي لهي آيو. سهڻو ٺاهوڪو جوان سو ڪاراتجي هڙٻانيون ٿي ويو. 67-1966ع ۾ مان جڏهن حيدرآباد ۾ جج هئس ته مون وٽ به حجت ڪري مهمان ٿي آيو پر هڪ ڏينهن ۾ تنگ ٿي پڄي ويو جو وزم پاڻيءَ جي ٻاڙائي ٿي پيس. ٻڌم ته اهو به جلد گذاري ويو.

باقي مير محمد، منگواڻيءَ کي چمايو وينو آهي. ميهڙ ۾ سؤٽن وٽ ويس ته ايس ڊي ايم هئو نظر محمد پناڻ. ڪيس فون ڪيم ته جيپ ڏي ته

ڳوٺــان زمين تان ٿي اچان. اهڙو وضــعــدار مــاڻهــو جو هيــڊ منشيءَ کي به موڪليائين ته روبرو جمال صاحب کي روانو ڪري اچ ۽ دعوت به ڏينس ته موٽندي مون وٽ اچي. ڳوٺ ويس ته سانگين جي مخالفت باوجود وڏيري مير محمد وٽ منگواڻي ويس ته ڏاڍو خوش ٿيو. حال احوال ڪندي چيائين ته ايس ڊي ايم جي گــاڏيءَ ۾ آيا آهيــو ڪــيس منهنجي پارت ڪري ڇڏيندا. موٽندي نظر محمد پناڻ وٽ ويس ته چانهه سان خاطر تواضع ڪيائين ۽ ميهڙ جو مشهور مائو بادامين وارو سوڪڙيءَ طور به ڏنائين. چيائين ڪو ڪم ڪار هجي ته حڪم ڪيو. پاڻهڻي جو ٻَل ڏنائين ته چيومانس ته وڏيري مير محمد جانوريءَ جي پارت هجيئي ته حيرت ۽ ناراضگيءَ جي گڏيل لهجي ۾ چيائين ته جمال صاحب ڪهڙي بدمعاش جي پارت پيا ڪيو، مونکي ته اڄ هٿ اچي ته اڄ جيل ۾ وجهانس، توهان ڪيئن ٿا اهڙي ماڻهوءَ جي پارت ڪيو. مون چيــو اســان جو وڏيرو آهي. وري به چيــائين ته توهان ســانگي هو جانوري. سانگين سان به ڪو چڱو ڪونه ٿــو هلي، اهو توهانجو وڏيرو ڪيئن ٿــيو. مــون چيو ته منهنجو ابو ڏاڏو، سندس پيءُ جا سلامي هئا سـو اها واٽ قائم رکئي اٿم. ڪٿي ماٺ ڪيائين ته به پڇيائين ته ڇا ڏنگو ناهي. مون چيو ڏنگو به آهي ڏاڍ به ڪري ٿــو پر وڏن واري ساجاهه اٿس. اها ڪا ڪنهن وڏيري جي حــمــايت نه هئي. اهو هڪ نظام هئــو جو تمام جاندار ۽ لچ لوفر، چور چڪــار لاءِ وڏو دهمــان هئــو ۽ پڻ برادرين کي جوڙي رکڻ جو ضابطو هئــو. ڪو لچ لوفر ساماڻو يا ڪا نازيبا حرڪت ڪيائين ته وڏيرو ڪيس گهرائي پري ڪچهريءَ ۾ سندس تڪ مان وري ڪڍي ڇڏيندو هو ۽ بيعزتو ڪندو هو ته هميشه لاءِ سندس ميس مري ويندي هئي.

پــٺي صــاحب جو عــوام کي وڏيري جي جڪــڙ مــان ڪڍي آزاد ۽ آزاد خيال بڻايو ته سڄو سماجڪ نظام درهم برهم ٿي ويو. هڪ سماجڪ نظام کي توڙڻ کــان اڳ ۾ ٻيو متبــادل نظام قــائم ڪرڻ لازمي بلڪ ضروري آهي. ائين نــه ڪيــو ويو. نتيــجو اهو نڪــتــو جو ڇورا پاڻ زورا ٿي ويا ۽ هرڪو بندوق، ڪهاڙي ۽ ڪلاشنڪوف کڻي ڌاڙيل بڻجي ويو. خود وڏيرا به پاڻ کي غير محفوظ سمجهڻ لڳا ۽ اهڙن لوفرن بدمعاشن تي هٿ رکڻو پين. پوءِ ته وڏيرن بجاءِ، ڌاڙيلن جو راڄ شروع ٿي ويو. ڪانگ کي لڙ ۾ مزو سو ملٽري ڊڪٽيٽر به ڪين هشي ڏني. هيٺئين سطح وارن فوجي توڙي پوليس عملدارن ته

ڌاڙيلن سان حصو پتي رکي ڇڏيو. ائين ڪين حڪومتي تحفظ به ملي ويو. پوءِ اغوا جو سلسلو شروع ٿيو ڇاڪاڻ ته حصي پتيءَ جو ريٽ وڌي ويو. بعد ۾ ڪن دهشت پسند سياسي جماعتن به جلد ءِ گهڻا پئسا ڪمائڻ خاطر اغوا ءِ بينڪون ڦرڻ جو باقاعدي نظام ناهي ورتو. سياسي گروهه وڏي چالاڪيءَ سان عملي طرز جوڙي ونن ٿا سو ڏيان هٽائڻ لاءِ اخباري دنيا ءِ سياسي ايوانن ۾ شور اهو مچايائون ته ٻهراڙين ۾ بدامني، اغوا ءِ ڌاڙا زور وٺي ويا آهن. حالانڪ انگن اکرن موجب شهرن ۾ وڌيڪ بدامني، قتل، اغوا، ڌاڙا ءِ ڦرون روان دوان هيون. هٽ وٺي، دهشت پيدا ڪرڻ خاطر لاشن جون اکيون ڪڍي ڇڏيندا هئا، سندن متا پيجي ڇڏيندا هئا ءِ لاش ڳوٺين ۾ بند ڪري اڇلائيندا هئا. انهيءَ خرافات کي وري چنگيز ءِ هلاڪوءَ جي اولاد، نالو ڏنو سياسي حڪمت عملي جو. ڇا ڪجي ڇا چئجي. جواب جاهلان باشد خموشي. مزو وري اهو جو اهڙا نپٽ نڪور جاهل پاڻ کي سمجهن پڙهيل عاقل ءِ پاڪستان جو ذهني ذخيرو، ذهني ذخيرو يا شيطاني آکيرو يا بالڪل عقلي انڌارو. هي ايڏو وڏو موضوع آهي جنهن تي انگن اکرن جي وچور سان رسول بخش پليجي يا ڊاڪٽر سليمان شيخ جهڙا دانشور جدا ضخيم ڪتاب لکي سگهن ٿا.

## نيو فيلڊس طرفان نوان ۽ ٻيهر شايع ٿيل ڪتاب

**اسپارٽيڪس** (ناول)
هاورڊ فاسٽ / پرويز

**ٻُڪ** (ناول)
نٽ همسن/ يوسف سنڌي

**اندر مُلهه آملهه**
حيدر علي لغاري

**ڏسي ڏوهه اکين سين** (آتم ڪهاڻي - جلد I)
جمال ابڙو

**ذات ۽ حيات** (شاعري)
نارائڻ شيام

### ٻيهر شايع ٿيل:

**جلاوطن** (ڪهاڻيون) — نورالهديٰ شاهه
**الوداعي گيت** (شاعري) — شيخ اياز
**پنهل کان پوءِ ۽ جڳ مڙيوئي سپنو** — شيخ اياز
**خواب خوشبو ڇوڪري** (ناول) — ماهتاب محبوب
**سانگهڙ** (ناول) — محمد عثمان ڏيپلائي
**اچن جي ملڪ ۾ اسين ڪارا** (سفرنامو) — الطاف شيخ
**مليبر ڪان مالمو** (سفرنامو) — الطاف شيخ
**اوهريا جي عميق ڏي** (سفرنامو) — الطاف شيخ
**ڪوالالمپور ڪجهه ڪوهه** (سفرنامو) — الطاف شيخ
**غلامن جو ٻيڙو** (ناول) — مترجم: دوست محمد پٽي
**آپٽي گهوٽ ته نشا ٽيوئي** (سفرنامو) — لوڪرام ڏوڏيجا
**نيگرو عشق ۽ بغاوت** (ناول) — ڪرسٽو فرنڪول

# نيو فيلڊس پبليڪيشنس جا شايع ٿيل ڪتاب

| نمبر | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| 1- | بين الاقوامي قانون ۽ تنظيم | فيروز احمد | (ختم ٿيل) |
| 2- | جيل ۾ 22 مهينا (ڀاڱو1) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| 3- | اڌ ملاقات (خط) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| 4- | جيل گهاريم جن سان | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| 5- | جيل ۾ 22 مهينا (ڀاڱو 2) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| 6- | زندگيءَ جو تنها مسافر (ڪهاڻيون) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| 7- | 4- مارچ ۽ سنڌي جوڌا | — | 20/- |
| 8- | بهترين ڪهاڻيڪارن جون بهترين ڪهاڻيون | — | (ختم ٿيل) |
| 9- | اونداهي ڌرتي روشن هٿ (ناول) | آغا سليم | 80/- |
| 10- | رات منهنجي روح ۾ | غلام نبي مغل | (ختم ٿيل) |
| 11- | 30 سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو 1) | — | (ختم ٿيل) |
| 12- | ٽڏا چپ (ڪهاڻيون) | ايشور چندر | 40/- |
| 13- | وايون وڻجارن جون (سفرنامو) | الطاف شيخ | 60/- |
| 14- | 30 سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو 2) | — | (ختم ٿيل) |
| 15- | بندر بازاريون (سفرنامو) | الطاف شيخ | 60/- |
| 16- | شڪليون (خاڪا) | عبدالقادر جوڻيجو | (ختم ٿيل) |
| 17- | يادگار ڪهاڻيون | مختلف ڪهاڻيڪار | (ختم ٿيل) |
| 18- | ٽين دنيا جون ڪهاڻيون | مترجم: ولي رام ولڀ | (ختم ٿيل) |
| 19- | عظيم ڪهاڻيڪارن جون عظيم ڪهاڻيون | — | (ختم ٿيل) |
| 20- | دل اندر درياءُ (ڪهاڻيون) | مدد علي سنڌي | (ختم ٿيل) |
| 21- | دل جو بندر (ناول) | آئورل آئيويس/ نصير مرزا | (ختم ٿيل) |
| 22- | رهيل قرض (ڪهاڻيون) | ظفر حسن | (ختم ٿيل) |
| 23- | درد جي خوشبو (ناول) | قاضي خادم | (ختم ٿيل) |
| 24- | ڪنهن سان سور سليان (ڪهاڻيون) | مرتب: فيروز احمد | (ختم ٿيل) |
| 25- | فڪر جي آزادي | مترجم: ابراهيم جويو | (ختم ٿيل) |
| 26- | منهنجو ساگر، منهنجو ساحل (سفرنامو) | الطاف شيخ | 65/- |
| 27- | غلامن جو ٻيڙو (ناول) | دوست محمد پني | 65/- |
| 28- | سي ئي جوين ڏينهن (سفرنامو) | الطاف شيخ | 60/- |
| 29- | عاشي (ناول) | هينري رائڊر هئگرڊ/ فضل احمد بچاڻي | 75/- |
| 30- | سي ٻيڙيون رکين پاڄهه سين (سفرنامو) | الطاف شيخ | 60/- |
| 31- | سڌارٿ (ناول) | هرمن هيس/ فضل احمد بچاڻي | 20/- |
| 32- | جهان رس (ڪهاڻيون) | مترجم: الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 33- | روح جي ڳولا (ناول) | مترجم: فضل احمد بچاڻي | (ختم ٿيل) |
| 34- | درد جي ڏينهن، درد جون راتيون | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| 35- | سانباهو سمونڊ جو (سفرنامو) | الطاف شيخ | 70/- |
| 36- | سورج هوندي مرجهايل (ڪهاڻيون) | نجم عباسي | 30/- |
| 37- | آسيه (ناول) | هينري رائڊر هئگرڊ/ فضل احمد بچاڻي | 80/- |
| 38- | قلندر (ڪهاڻيون) | قرة العين حيدر/ مدد علي سنڌي | (ختم ٿيل) |
| 39- | الطاف شيخ جي نوٽبڪ تان | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 40- | سزا جا سُک | آسڪر وائلڊ/ فضل احمد بچاڻي | (ختم ٿيل) |
| 41- | بهترين سفرناما | الطاف شيخ | 50/- |
| 42- | للڪار (ڪهاڻيون) | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| 43- | ٽڪل سريت (ڪهاڻيون) | البرٽو موراويا/ ولي رام ولڀ | (ختم ٿيل) |
| 44- | لنڊن تائين لفٽ (ڪهاڻيون) | مترجم: الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 45- | تصوير جو خون | آسڪر وائلڊ/ فضل احمد بچاڻي | (ختم ٿيل) |
| 46- | حليم شو | حليم بروهي | (ختم ٿيل) |
| 47- | ٻارن جون آکاڻيون | مترجم: الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 48- | سپون | خليل جبران/ فضل احمد بچاڻي | (ختم ٿيل) |
| 49- | سفر يورپ جي ڊائري (سفرنامو) | قاضي عبدالمجيد عابد | (ختم ٿيل) |

| | | | |
|---|---|---|---|
| -50 | آزادي خاطر (ڪهاڻيون) | مترجم: فيروز احمد | 35/- |
| -51 | چانڊيءَ جون تارون (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | (ختم ٿيل) |
| -52 | مس سدا بهار چنبيلي (ناول) | مترجم: الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| -53 | پيار ڪهاڻي (ناول) | نجم عباسي | 70/- |
| -54 | نيگرو، عشق ۽ بغاوت (ناول) | ڪرسٽو فرنڪول/ نصير اعجاز | 55/- |
| -55 | شرم ٻوٽي (ناول) | گوبند مالهي | (ختم ٿيل) |
| -56 | اڳي ايئن هياس (جلد 1) | فضل احمد بچاڻي | (ختم ٿيل) |
| -57 | پوهه ڪان پهرين (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | (ختم ٿيل) |
| -58 | بلنديون (ناول) | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| -59 | رج ۽ پاڇا (ناول) | موهن ڪلپنا | (ختم ٿيل) |
| -60 | مون توکي پيار ڪيو (ڪهاڻيون) | پوپٽي هيراننداڻي | (ختم ٿيل) |
| -61 | آيل ڙي اولاڻا (ڪهاڻيون) | علي بابا | (ختم ٿيل) |
| -62 | شاه لطيف جي شاعري (جلد 2) | تنوير عباسي | (ختم ٿيل) |
| -63 | آپٽي گهوٽ ته نشا ٽيوٽي (سفرنامو) | لوڪرام ڏوڏيجا | 80/- |
| -64 | موهن جو دڙو (ناول) | علي بابا | (ختم ٿيل) |
| -65 | ادو عبدالرحمان (ڪهاڻيون) | امر لعل هنگوراڻي | (ختم ٿيل) |
| -66 | ڌرتي روشن آهي (ڪهاڻيون) | آغا سليم | 40/- |
| -67 | دارون هن ديواني جو (ڪهاڻيون) | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| -68 | پيغامبر | خليل جبران/ ستار | (ختم ٿيل) |
| -69 | همه اوست (ناول) | آغا سليم | 40/- |
| -70 | اداس واديون (ڪهاڻيون) | حميد سنڌي | (ختم ٿيل) |
| -71 | آئيني جي اڳيان | 17 ساهتڪار | (ختم ٿيل) |
| -72 | چنڊ چنبيليءَ ول (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| -73 | لهر لهر زندگي (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | (ختم ٿيل) |
| -74 | اڻون ماٿهو (ڪهاڻيون) | سراج | 25/- |
| -75 | ٻه ننڍا ناول | آغا سليم | (ختم ٿيل) |
| -76 | اڳي ايئن هياس (جلد 2) | فضل احمد بچاڻي | 40/- |
| -77 | رڻ تي رم جهم (شاعري) | شيخ اياز | 50/- |
| -78 | وات ويندي | علي احمد بروهي | (ختم ٿيل) |
| -79 | مڪليءَ کان ملاڪا تائين (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| -80 | ڪهاڻي جو قافلو | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| -81 | ساهيوال جيل جي ڊائري | شيخ اياز | 60/- |
| -82 | سنگاپور ويندي ويندي (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| -83 | چنڊ جا ٽمنائي (ڪهاڻيون) | آغا سليم | (ختم ٿيل) |
| -84 | ڀڳت سنگهه کي ڦاسي | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| -85 | ست يوگوسلاويائي آکاڻيون | جڳت اڏواڻي | 10/- |
| -86 | ست ڪشميري آکاڻيون | اختر محيعيدين/ ايشور چندر | 12/- |
| -87 | ٻن چڻ ۽ چنڊ (شاعري) | آغا سليم | (ختم ٿيل) |
| -88 | ڪوالالمپور ڪجهه ڪوه (سفرنامو) | الطاف شيخ | 100/- |
| -89 | ڪير ٿو ڪن ڪري (شاعري) | شيخ اياز | 100/- |
| -90 | سڏڪن مٿي سڏڙا | علي احمد بروهي | (ختم ٿيل) |
| -91 | گانڌي | لوئي فشر/ نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| -92 | پڳل ڪنيڙاڻيون | خليل جبران/ عبدالله الفائز | 35/- |
| -93 | ماستر هريام جو بنڪاڪ وڃڻ... | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| -94 | ڪي جو پيجل بوليو (شاعري) | شيخ اياز | 60/- |
| -95 | سرهي سرهي سار (سفرنامو) | ماهتاب محبوب | (ختم ٿيل) |
| -96 | خط، انٽرويو ۽ تقريرون (ڀاڱو 1) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| -97 | دنگيءَ منجهه درياهه (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| -98 | ڏينا تيل ٿليل جا | علي احمد بروهي | (ختم ٿيل) |
| -99 | راج- گهاٽ تي چنڊ (سفرنامو) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| -100 | موتي جي مهراڻ جا | مرتب: فيروز احمد | (ختم ٿيل) |

| | | | |
|---|---|---|---|
| -101 | تلاش (ناول) | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| -102 | لڙيو سج لڪن ۾ (شاعري) | شيخ اياز | 40/- |
| -103 | ڏاهي جهرڪيءَ ۽ ٻيون آکاڻيون | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| -104 | مرڻ مون سين آهُ (ناول) | سراج | 60/- |
| -105 | پڙاڏو سوئي سڏ (ناول) | سراج | 100/- |
| -106 | رات وچ ۾ (ناول) | بريت هيليڊي/ فضل احمد ٻچاڻي | (ختم ٿيل) |
| -107 | ٻڙ جي ڇانوَ اڳي کان گهاٽي (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| -108 | اک سور (ناول) | رابندر ناٿ ٽئگور | 100/- |
| -109 | جت جر وهي ٿو جال (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| -110 | رني ڪوٽ جو خزانو (ڪهاڻيون) | امر جليل | 60/- |
| -111 | ماسترياڻي (ناول) | مترجم: نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| -112 | آڪن نيرا ڦليا (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| -113 | منهنجي دنيا، هيڪل وياڪل (ناول) | سراج | (ختم ٿيل) |
| -114 | رڻ ۽ رڃ جو اتهاس (ڪهاڻيون) | نورالهديٰ شاهه | 50/- |
| -115 | انقلابي ماءُ (سوانح حيات) | مترجم: آزاد قاضي | (ختم ٿيل) |
| -116 | ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون | شيخ اياز | 55/- |
| -117 | جلاوطن (ڪهاڻيون) | نورالهديٰ شاهه | 70/- |
| -118 | جلاهن مانِ نه هوندس (ڪهاڻيون) | امر جليل | 70/- |
| -119 | پونر پري آڪاس (شاعري) | شيخ اياز | 80/- |
| -120 | راهون چنڊ ستارا (سفرنامو) | ماهتاب محبوب | 60/- |
| -121 | يادين جي اندلث | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| -122 | جهڙ نيڻان نه لهي (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| -123 | وقت وڻيون وچوٽيون (ناول) | ڪلا پرڪاش | (ختم ٿيل) |
| -124 | شاهه لطيف جي شاعري (جلد 1، 2 ۽ 3) | تنوير عباسي | (ختم ٿيل) |
| -125 | تنهنجي دنيا، سپ رنگ سانول (ناول) | سراج | (ختم ٿيل) |
| -126 | وڃون وسڻ آئيون (شاعري) | شيخ اياز | 80/- |
| -127 | وندرسر محل جو مسافر (سفرنامو) | عبدالقادر جوڻيجو | 20/- |
| -128 | ڳالهيون آهن ڳچ (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| -129 | روس جو سير (سفرنامو) | جواهر لال نهرو | 30/- |
| -130 | پنهل ڪان پوءِ ۽ جڳ مڙيوئي سپنو | شيخ اياز | 80/- |
| -131 | منهن تنين مشعل (خاڪا) | تنوير عباسي | 50/- |
| -132 | فرينچ انقلاب | مترجم: محمد ابراهيم جويو | 100/- |
| -133 | علم تحقيق | ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو | (ختم ٿيل) |
| -134 | اُنين ڪتا (ڪهاڻيون) | موهن ڪلپنا | 50/- |
| -135 | اُڀر چنڊ پس پرين (شاعري) | شيخ اياز | 80/- |
| -136 | منهنجي دنيا مرگهه ترشنا (ناول) | سراج | (ختم ٿيل) |
| -137 | اي جرني ٽو ٿائلينڊ (سفرنامو) | الطاف شيخ | 80/- |
| -138 | پتڻ ٿو پور ڪري (شاعري) | شيخ اياز | 70/- |
| -139 | مني مراد (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | 55/- |
| -140 | منهنجو ڏس آسمان کان پڇو (ڪهاڻيون) | امر جليل | 60/- |
| -141 | دنيا پنهنجي ديس پرايا (سفرنامو) | اياز لطيف پليجو | (ختم ٿيل) |
| -142 | سوزيءَ سان پيار | مترجم: الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| -143 | هينئڙو ڏاڙهونءَ گل جئن (شاعري) | شيخ اياز | 80/- |
| -144 | خط، انٽرويو، تقريرون (ڀاڱو 2) | شيخ اياز | 80/- |
| -145 | ڪوٽ لکپ جو قيدي (ڀاڱو 1) | رسول بخش پليجو | (ختم ٿيل) |
| -146 | لنڊن تنهنجا ڪيڏا روپ (سفرنامو) | طارق عالم ابڙو | (ختم ٿيل) |
| -147 | سنڌو منهنجي ساهه ۾ | امر جليل | 80/- |
| -148 | ٽڪرا ٽٽل صليب جا ۽ واٽون ڦلن ڇانئيون | شيخ اياز | 60/- |
| -159 | ڪربلا (ڪهاڻيون) | نورالهديٰ شاهه | 65/- |
| -150 | تاريخ جو ڪفن (ڪهاڻيون) | امر جليل | 60/- |
| -151 | رهجي ويل منظر (ناول) | طارق عالم ابڙو | (ختم ٿيل) |

| نمبر | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| 152- | پسي ڳاڙها گل (ڪهاڻيون) | رسول بخش پليجو | 45/- |
| 153- | دل جي دنيا (ڪهاڻيون) | امر جليل | 60/- |
| 154- | الوداعي گيت (شاعري) | شيخ اياز | 60/- |
| 155- | خبرون ڪيڙائن جون (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 156- | پاپ ۽ پيڙا (ناول) | ڊوستو وسڪي/ رشيد ڀٽي | 50/- |
| 157- | ڪَتين ڪِر موڙيا جڏهن - 1 (شاعري) | شيخ اياز | 90/- |
| 158- | ورهاڱي جو ورجاءُ | ماهتاب محبوب | 45/- |
| 159- | مٺ مٺ موتي جي | محمد ابراهيم جويو | 85/- |
| 160- | قيدياڻيءَ جون اکيون ۽ چنڊ | نورالهديٰ شاهه | 75/- |
| 161- | اوهريا جي عميق ڏي (سفرنامو) | الطاف شيخ | 100/- |
| 162- | وهڻ مون نہ وڙاءُ | رسول بخش پليجو | 55/- |
| 163- | سَنڌي ادب جو مختصر جائزو | اڪبر لغاري | 70/- |
| 164- | ڪَتين ڪر موڙيا جڏهن - 2 | شيخ اياز | 100/- |
| 165- | تنهنجي ڳولا، تنهنجون ڳالهيون (ڪهاڻيون) | زرينہ بلوچ | 55/- |
| 166- | نند وليون (شاعري) | شيخ اياز | 55/- |
| 167- | اراڻونڊ دي ورلڊ (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| 168- | تاريخ جو سفر | ڊاڪٽر مبارڪ علي/ ابوبڪر شيخ | 45/- |
| 169- | سانگهڙ (ناول) | محمد عثمان ڏيپلائي | 150/- |
| 170- | سر لوهيڙا ڳيپا (شاعري) | شيخ اياز | 100/- |
| 171- | ڪوٽ لکپت جو قيدي (ڀاڱو 2) | رسول بخش پليجو | 65/- |
| 172- | ڇا جو ديس ڇا جو..... بندر ديسان ديس | الطاف شيخ | 60/- |
| 173- | قومي غدار ۽ حساب ڪتاب | لياقت عزيز | 50/- |
| 174- | منهنجو وطن منهنجا ماڻهو | لوڪرام ڏوڏيجا | 100/- |
| 175- | سورج مکيءَ سانجهہ (شاعري) | شيخ اياز | 90/- |
| 176- | اوڇا ڳاٽ پهاڙن جا | نجم عباسي | 50/- |
| 177- | عورت ۽ پيار نئون شهر (ہ ڪتاب گڏ) | غلام نبي مغل | 45/- |
| 178- | ٽيون وجود (ڪهاڻيون) | امر جليل | 60/- |
| 179- | پياسي ڌرتي رمندا بادل (ناول) | سراج | 150/- |
| 180- | جر- ڏيئا جهمڪن | شيخ اياز | 80/- |
| 181- | منهنجي سپ کان پياري ڌيءَ | ذوالفقار علي ڀٽو | 50/- |
| 182- | ڪيٺي ڪتاب (آتم ڪهاڻي- جلد 1) | رئيس ڪريم بخش خان نظاماڻي | 150/- |
| 183- | هرڻ اکي ڪيڏانهن | شيخ اياز | 70/- |
| 184- | آواره (ناول) | موهن ڪلپنا | 50/- |
| 185- | اوڙاهہ (ناول) | غلام نبي مغل | 150/- |
| 186- | اچن جي ملڪ ۾ اسين ڪارا (سفرنامو) | الطاف شيخ | 100/- |
| 187- | ملير کان مالمو (سفرنامو) | الطاف شيخ | 90/- |
| 188- | مونجهارن ۾ قاتل هڪ شخص | ڊاڪٽر صالح | 55/- |
| 189- | قيدي (ناول) | فخر زمان | 60/- |
| 190- | جت برف پئي ٿي جام (سفرنامو) | الطاف شيخ | 80/- |
| 191- | ڪٿي تہ پهچبو ٽڪ مسافر (آتم ڪهاڻي) | شيخ اياز | 100/- |
| 192- | ڪراچي کان ڪوپن هيگن (سفرنامو) | الطاف شيخ | 70/- |
| 193- | سهسين ٿيا سارنگ (سفرنامو) | عنايت بلوچ | 100/- |
| 194- | چنڊ ڳليون (شاعري) | شيخ اياز | 115/- |
| 195- | اندر جنين اڄ (سفرنامو) | ماهتاب محبوب | 70/- |
| 196- | اڇاتل شهر جو نقشو (ڪهاڻيون) | شبنم گل | 70/- |
| 197- | ميهڙ کان ماسڪو (سفرنامو) | ڊاڪٽر محبوب علي شيخ | 100/- |
| 198- | رئي آهي گهوٽ سان (چوڻيون ۽ پهاڪا) | الطاف شيخ | 90/- |
| 199- | ڪيٺي ڪتاب (جلد ٢) آتم ڪهاڻي | رئيس ڪريم بخش نظاماڻي | 200/- |
| 200- | خواب خوشبو ڇوڪري (ناول) | ماهتاب محبوب | 100/- |
| 201- | گهاٽ مٿان گهنگهور گهٽا ۾ | شيخ اياز | 70/- |
| 202- | يڳوانن جي يونہ (سفرنامو) | بدر ابڙو | 90/- |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 203 | يورپ جا ڏينهن يورپ جون راتيون (سفرنامو) | الطاف شيخ | 90/- |
| 204 | مون کي محبت آهي | خليل جبران | 40/- |
| 205 | ڪٿي نہ پڄيو ٽڪ مسافر (آتم ڪهاڻي) | شيخ اياز | 120/- |
| 206 | حق موجود ـ تاريخ جو ڪيڏارو | يوسف شاهين | 150/- |
| 207 | ڏونهاٽيل راتيون ۽ رولاڪ (ناول) | غلام نبي مغل | 80/- |
| 208 | اي رودِ ٿ مدينہ (سفرنامو) | الطاف شيخ | 130/- |
| 209 | ڪونجون ڪرڪن روھ تي (شاعري) | شيخ اياز | 70/- |
| 210 | سائنس جو معاشري تي اثر | برٽرنڊ رسل/ محمد علي شاھ | 70/- |
| 211 | ذات ۽ حيات (شاعري) | نارائڻ شيام | 100/- |
| 212 | جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي (خط) | شيخ اياز | 70/- |
| 213 | ڏسي ڏوھ اکين سين (آتم ڪهاڻي) جلد - 1 | جمال ابڙو | 100/- |
| 214 | پن ڇڻ پڇاڻان (شاعري) | شيخ اياز | 100/- |
| 215 | ڪلهي پاتم ڪينرو (شاعري) | شيخ اياز | 50/- |
| 216 | اَندر ملھ، اُملھ (نثر) | حيدر علي لغاري | 100/- |
| 217 | بُک (ناول) | نٽ همسن | 50/- |
| 218 | اسپارٽيڪس (ناول) | هاورڊ فاسٽ | 150/- |
| 219 | اونهي ڳالھ اسرار جي (آتم ڪهاڻي ـ جلد II) | جمال ابڙو | 110/- |

گهرائڻ لاءِ لکندا : **نيو فيلڊس پبليڪيشنس**
ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد، سنڌ
فون: 653270

نيو فيلڊس طرفان
جلد شايع ٿي رهيو آهي

---

# ڏولي ڏَکي آهيان

(آتم ڪهاڻي)

جلد-III

مصنف: **جمال ابڙو**

جمال ابڙو

ڪٿا . اونهي ڳالهه اسرار جي (جلد II)

نيو فيلڊس (219)

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ٻاڙي، ڪاٺُو، ٻاجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تـي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽِـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيـو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳـو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ باروڊَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

ڀَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. ڀَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا ڀَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا ڀن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي ڀَنَ ڀَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)